# سانگهڙ

## (ناول)

پاڪستان رائيٽرز گلڊ کان
انعام حاصل ڪيل ناول

محمد عثمان ڏيپلائي



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد سنڌ.
1998ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ اوڻهتر

ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
ڇپيندڙ | القادر پرنٽنگ پريس ڪراچي.
ٽائيٽل ڪيليگرافي | شاهد گل پيرو
پهريون ايڊيشن | 1963ع
ٻيو ايڊيشن | 1985ع
ٽيون ايڊيشن | جنوري 1993ع
چوٿون ايڊيشن | سيپٽمبر 1998ع
قيمت 150/- رپيا
پڪي جلد سان 200/- رپيا



SANGHAR (Novel) By MOHAMMED USMAN DIPLAI. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed. Hyderabad, Sindh, Pakistan. First Edition: 1963 by Shaikh Ghulam Ali & Sons Lahore. Second Edition: 1985 by Aagam Publishing Agency, Hyderabad. Third Edition: January 1993. Fourth Edition September 1998. Price per Copy Rs. 150/-.

Book No. 169.

## سوري جنين سيج. مرڻ تن مشاهدو!

سوريءَ مٿي سيڻ، کهڙي ليکي سنرا؟
جيلهه لڳا نيڻ، سوربائي سيج ٿي!



سوري آهه سينگار، اصل عاشقن جو،
مڙڻ، موٽڻ، ميهڻو، ٿيا نظاري نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن جو!



سوري سينگاري، اَصلِ عاشقن کي،
لُڏيا ڪين لطيف چئي، ٿيا نيزي نظاري،
ڪونيو ڪناري، آنيو چاڙهي اُن کي!



سُوريءَ چڙهڻ، سيج پسڻ، ايُ ڪم عاشقن،
پاهون ڪين پسن، سائوُ هلن سامهان!



پُري پتنگ آئيا، سري وٽ ساهي،
اچي پيا آڳ ۾، ڪڏي سي ڪاهي،
لاڳاپا لاهي، ڪائنا ڪوري وچ ۾!



پتنگن پهه ڪيو، مڙيا مٿي مچ،
پسي لهس نه لِڇيا، سڙيا اُتي سچ،
سندا ڳچين ڳچ، ويچارن وڃائيا!



چاڙهيو چڪاسين چاءِ، آڳ ٻرندي آئيا،
وهسن واڙيءَ ڦل جئن، محنتي مچ لاءِ،
آئي پاڻ اڙاءِ، ڪٽي ڪوري وچ ۾!



پيچ پتنگن کي، سنديون ڪامڻ خبرون،
آٽيو وجهن آڳ ۾، جيءُ پنهنجو جي،
جيري جنين جي، لڳا نيزا نينهن جا!



محبت جي ميدان ۾، اڇي پير پيان،
سر وڍڻ، ڌڙ ڌار ڌرڻ، اي سينگار سندانِ،
ڏيندا مون ڏنانِ، متا محبوبن لئه!



"پڳو" آءُ نه وسهان، "ماربو" تان مجيان،
ڪانڌ "منهن" ۾ ڌڪڙا، سيڪيندي سونهان،
ته پڻ لج مران، جي هونس پٺ ۾!



تن نيڻن ڪي نيران، جن ساجهر سيڻ سانڀيٽيا،
جيءَ جسي ۽ جان، ڪر حضوري حج ڪيو!



ڪاري ڪڪر هيٺ، مون جهيڙيندا ڇڏيا،
ڪارا ڪُنڊ هٿن ۾، ازل وڇيرا هيٺ،
ٿي تنين سين ڏيٺ، موٽڻ جن ميهٽو!



گهرن ۽ گهٽڪن، وٽيون پيئن وهه گاڏيون،
بده ساقي برخيز، پيار ڪي پرين،
پڪين نه پرچن، مٽ تڪيائون منجهيان!



لڏوٽيا لوڏي ٿٺا، وتن منجهه وصال،
اڄ آرتو اڪين، ڪاڪ پيتائون ڪال،
جانب جي جمال، رڱي پس! ريٽو ڪيا!



(شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح)

# مَن ميربحر

## جي نالي......

جيئن ئي اسان جي لاري سنڌڙيءَ واريءَ موريءَ تي پهتي، تہ پري کان رستو درياءَ وانگر چوليون ماريندو ڏسڻ ۾ آيو؛ معلوم ٿيو، تہ ننڍن ڪامورن رستي ۾ پاڻ پيچائي ڇڏيو آهي، هن لاءِ، تہ وڏو صاحب سر زمين چڪاس ڪري نہ سگهي.

ڊرائيور هڪ زبردست گار ڏيئي، لاريءَ کي ٿنڌي مٿا خان طرف موڙيو، جاڪاڻ تہ ڪيس هاڻي ڪيري ڀڄڻ لاءِ وڏو چڪر ڏيڻو هو.

دستور جي خلاف جو لاري اچي ٿنڌي مٿا خان بيٺي، تہ تماشبين اچي مڙيا. پئسينجر لهي هوا کائڻ لڳا. انهن سان گڏ آءٌ بہ لهي پيس. اوچتو ڪنهن رڙ ڪئي، "قاضي! تون هتي ڪٿان؟" مون بہ رڙ ڪندڙ ڏانهن نهاري چيو "ڏنا، تون؟" هڪ ٻئي کي ڪٽي ڀاڪر پاتاسون ۽ لڳاسون خوش خير عافيت ڪرڻ.

ڏني ميربحر سان منهنجي دوستي مرحوم عبدالله خان پلنگي واري وٽ نوڪري ڪندي ٿي هئي ۽ اسين اڄ ويهن سالن بعد مليا هواسون. عام طرح زميندارن جي منشين کي "قاضي" ڪري سڏبو آهي، ان ڪري ڏني بہ مون کي "قاضيءَ" سان مخاطب ڪيو.

حال احوال پڇندي جڏهين مون ڪانئس پنهنجي دوست "مَن" بابت پڇيو، تڏهين ڏکويل آواز ۾ چيو "قاضي! مَن ويچاري کي انگريز ڦاسيءَ چاڙهي ڇڏيو!"

"اڙي!" منهنجي بي اختيار رڙ نڪري ويئي ۽ اکين ۾ پاڻي اچي ويم. هو هڪ سياڻو، فهميدو، قداور نوجوان هو؛ مجلس جو مور، ڪچهريءَ جو ڪوڏيو ۽ مهل تي سر قربان ڪرڻ وارو سنگتي هو.

"ڇو ڀلا؟" مون ڏني کان پڇيو؛ "مَن تہ پير صاحب پاڳاري جو مريد ڪونہ هو، پوءِ کيس ڪٿان ڦاسي ملي؟"

"هي ڀيا جيڪي هزارين شهيد ڪيا ويا، سي ڪي سڀ پير صاحب جا مريد هئا ڇا؟" ڏني جواب ۾ چيو "من تہ خير ڪٿي انگريزي قانون موجب

ڏوهاري بہ هو، پر هتي تہ سوين بي ڏوها بہ سوريءَ تي ٽنگيا ويا آهن. بس نڪو داد نڪو فرياد نڪا پڇا نڪا ڳاڇا؛ ڪنهن سرڪاري ڪُتي چغلي هنئي ناهي، تہ مڙس ڊڙيو رکيو آهي. توکي معلوم ناهي، تہ سنٽر جيل ۾ مشهور برقعي پوش چغل خور هڪڙي اهڙي قيديءَ تي بہ وجي هٿ رکيو هو، جو ٻيءَ حر هلچل کان اڳ جو قيد ڪيل هو؟"

"ها، اها تہ عالم آشڪار ڳالهہ آهي..." مون پڇيو "پر مَن ڪٿن ڏوهاري بنيو؟ هو پهلوان تہ هو، پر اها پهلواني ڪڏهين رهزنيءَ ۾ بہ ڪم آئيندو هو، اهڙو گمان منجهس اسان کي تہ ڪونہ هو." مون پڇيو:

"رهزني تہ هن بہ ڪانہ ڪئي هئي" ڏني شوڪارو پربندي ڇيو، "هن جي دل واريءَ کي سيٺ ..... پٽسي جي زور تي زوريءَ ڪٿي وجي سريت بنايو هو. هو هيڏي وڏي سيٺ سان ٻڇي تہ نٿي سگهيو، پر سندس اندر انتقام لاءِ اتما ڪاٺي رهيو هو؛ اتفاق سان هينئر انهيءَ سيٺ ظاهر ۾ حرن جي حمايت تي ڪئي، پر سرڪار وٽ وري نهايت سخت مخالفت تي ڪيائين ۽ اهي ٿي صلاحون تي ڏنائين، تہ حر جماعت کي نابود ڪيو وڃي. پوءِ سرڪاري لڏي ۾ بہ حرن جا گهڻائي جاسوس آهن، تن سندس تازن ڪارنامن جي خبر حرن کي ڏني، ۽ حرن بہ سندس سر جا وارنٽ ڪڍيا. مَن کي بخارن ڪڍڻ جو موقعو ملي ويو؛ مردود کي مارڻ ۾ تہ ٻيا بہ گهڻا شامل هئا، پر ڀريون واڄٽ مَنَ ٿي ڪرايو هوس...!"

اهڙن ٻين هزارن شهيدن سان گڏ غيرتمند "مَن" جي قبر جو بہ پتو ڪونہ هو؛ پر سينٽرل جيل جي ڀرٿين سفر وقت مون انهيءَ ڦاسي کي ضرور سلام ڪيو، جنهن کي اهڙن مٿيرن جي ملاقات جو شرف حاصل ٿيو هو!

سنڌ جي مجاهدن جي تذڪري جو هيءُ ناول بہ آءٌ ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي نالي تي ڪرڻ بدران "مَن" پارن اهڙن غريب غيرتمندن جي نالي تي معنون ڪريان ٿو، جي "هڪ ڏينهن" جي "شينهن جي زندگيءَ" کي "سؤ ورهين" جي "گدڙ جي حياتيءَ" کان "هزار دفعہ" بهتر سمجهن ٿا!

ڏيپلائي

# گـذارش

**"سانگهڙ" جو چوٿون ايڊيشن پيش خدمت آهي.**

"سانگهڙ" جو پهريون ايڊيشن 1963ع ۾ ڇپيو. ايوبي آمريت جي انهيءَ دؤر ۾ 'سنڌ' جو نالو وٺڻ، شيخ اياز جي چوائي، ڄڻ ته ڪاريهر تي پير رکڻ هو. سنڌ ۽ سنڌين جي ڳالهه ڪندڙ ڪيترائي ڪتاب ۽ رسالا ضبط ڪيا ويا. ڏيپلائي صاحب جا ٽي ڪتاب "1857ع جي آزاديءَ جي جهنگ"، "غازي انور پاشا" ۽ "جاپاني گڏي" ضبط ٿيا؛ سنڌي زبان جي بي مثال هفتيوار رسالي "انسان" تي بندش وڌي ويئي. خود ڏيپلائي صاحب کي ٻه ڀيرا دفعا جيل ياترا ڪرائي، سندس ڪاروبار تباهه ڪيو ويو.

اهڙي ڏاڍ ۽ جبر واري دؤر ۾ "سانگهڙ" ذريعي ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ جاري رکڻ جي سعي ڪندي سنڌ ۽ سنڌين جي ڳالهه ڪئي ويئي. هڪ طرف احساسِ ڪمتريءَ جي ماريل ۽ هيسيل سنڌين کي سندن شاندار ماضيءَ کان آگاهه ڪيو ويو، ته ٻي طرف 'اٽلانٽڪ چارٽر' ذريعي مليل قومي حقن جو وستار ڪري، کين سندن بنيادي حقن جو احساس ڏياريو ويو. حر تحريڪن جي حوالي سان کين احساس ڏياريو ويو ته حق شناسي، سرفروشيءَ ۽ جانثاري ۾ سنڌي ٻين کان اڳيرا آهن. سندن بزرگن جي ڪارنامن جو وستار ڪري انهن کي محدود گروهي دائري مان ڪڍي، ملڪ گير وسعت ڏيڻ، سندن ڪارنامن کي ايندڙ نسلن لاءِ محفوظ ڪرڻ ـ اهي تمام وڏا ڪم هئا، جن جو بنياد "سانگهڙ" ذريعي رکيو ويو. 'سيٺ سگني مل' جي ڪردار ذريعي ٻڌايو ويو ته تحريڪ ڪنهن فرقي، جماعت يا مذهب تائين محدود نه هئي.

سنڌ جي هڪ نهايت اهم سياسي ۽ ادبي شخصيت کي جڏهن ڏيپلائي صاحب "سانگهڙ" پيش ڪيو، تڏهن سرورق تي شهيد بادشاهه جي شبيهه ڏسندي، هن صاحب بي اختيار چيو: "واهه ـ کهڙو نه شينهن مرد هو!"

ڏيپلائي صاحب پنهنجي مخصوص لهجي ۾ زيرِ لب مسڪرائيندي چيو: "پر سائين جن ته شايد هن شير مرد کي ڦاسي ڏيارڻ ۾ پيش پيش هئا!؟" هن صاحب نهايت سنجيدگيءَ سان وراڻيو: "ڏيپلائي صاحب! شينهن شڪار ٿيڻ کان پوءِ به شينهن ئي رهندو آهي ـ مٺل شينهن جي به ويجهو وڃڻ لاءِ به دل کپي!" شهيد بادشاهه جي عظمت بابت، سندس خلاف سازشون ڪندڙ

جا اهي لفظ گهٽو ڪجهہ ٻڌائين ٿا.

مهذب دنيا ۾ آزاديءَ جي مجاهدن کا جماعتي، گروهي ۽ لساني اختلافن جي باوجود، ميختا ۽ مان ڏيڻ قومي فرض سمجهيو وڃي ٿو. ڪانگريس، گانڌي ۽ نهروءَ جي ڪٽر مخالف سياش چندربوس کي سرڪاري طرح 'نيتاجي' سڏيو ويندو آهي ـ سندس تصويرون سرڪاري آفيسن ۾ گانڌيءَ ۽ نهروءَ جي تصويرن سان گڏ لڳايون وڃن ٿيون ـ سندس ڪارنامن تي فلمون ٺاهيون وڃن ٿيون ـ ٽي ويءَ تي پروگرام اچن ٿا ـ سندس ٺاهيل "آزاد هند فوج" جا سپاهي قومي هيرو سڏجن ٿا. ڪاش! اسان جا حڪمران ۽ دانشور بہ شخصي، لساني ۽ جماعتي مفادن جي تنگ دائرن کان مٿيرو تي سوچين!

هن دور ۾ مهانگائي ۽ ٽي ويءَ، ڪتابن جي خريداري ۽ پڙهڻ لاءِ وقت ڪڍڻ البتہ مشڪل ڪري ڇڏيا آهن. دنيا ۾ ضخيم ڪتابن جي تخليص يا Abridgment انهن مسئلن جو هڪ ڪارگر حل سمجهيو وڃي ٿو. خود ڏيپلائي صاحب بہ ترجمي جي حد تائين انهيءَ ٽيڪنڪ کي ڪاميابيءَ سان استعمال ڪيو. سندس بہ ترجما "جاپاني گڏي" ۽ "سِسي نيزي پاند" انهيءَ ٽيڪنڪ جا ڪامياب مثال آهن. "سانگهڙ" جي موجوده ايڊيشن ۾ ناول جي هڪ حصي کي مختصر ڪري، ضخامت ۾ ڪي قدر ڪمي ڪئي ويئي آهي. اهو عمل نهايت احتياط ۽ ذميداريءَ سان ڪيو ويو آهي جيئن ناول جي تسلسل، اهم واقعن، ڪردارن ۽ مقامن تي ڪوبہ اثر نہ پوي. اُميد تہ پڙهندڙ هن ڪوشش کي ستائش جي نظر سان ڏسندا.

محمد علي ڏيپلائي

# تعارف

ويڙهاڪ ۽ بيباڪ محمد عثمان ڏيپلائي هڪ سچي سنڌيءَ جي علامت آهي. محنت سندس ڏاج هئي ۽ محبت سندس ميراث. پيري ڪاغذن جي بوجھ ۾ ٻڏي، پيرين پيادل، گرميءَ ۽ سرديءَ کان بي نياز، سنڌي ادب جو هي دادلو ۽ انوکو قلم ڪار، پنهنجي پنيان عقيدتمندن جو هيڏو سارو هجوم ۽ بي بها ادبي سرمايو ڇڏي ويندو، ساڃاهه شايد پوريءَ طرح ڪيس ٻه ڪانه هئي. پورهيت هو. نوان رستا، نيون راهون، نيون روايتون جوڙيندو هو. وِت آهر رت ولوڙي، جهڙئي ٻرِ ٿي سگهيس، سنڌي سماج کي سجاڳ ڪرڻ جا جتن ڪيائين. ڪنهن تي ڪونه پاڙيائين ۽ نه وري آسائشي حياتيءَ کي ترجيح ڏنائين. مزور ٻه پاڻ ته مالڪ ٻه پاڻ. پاڻ لکيائين، پاڻ ڇپيائين، پاڻ ئي وڪيائين. ليکڪ، پرنٽر، پبلشر توڙي هاڪر، مطلب ته هن جاکوڙيءَ کان جيڪي پڄي سگهيو سو اڪيلي سر نروار ٿي پاڻ ئي ڪيائين. سنڌي ادب ۾ خاص طور ۽ سنڌي معاشري ۾ عام طور اهڙو مثال ڪو ورلي ملندو، جنهن ۾ هڪ سادي سودي ۽ بي سروسامان انسان ايتري جدوجهد ٻن هٿن ۽ هنياءَ جي ڏِڍ تي ڪئي هجي. اچ جيڪڏهن هُو Legend آهي ۽ بلند مقام والاريو ويٺو آهي ۽ هند ۽ سنڌ سندس محنتن جي متعرف آهي، سو ٻه ان ڪري جو هن اڏول ۽ اٽل انسان هڪ نيڪ مقصد خاطر نه ڏينهن ڏٺو نه رات، نه واءُ نه مينهن، نه گرمي نه سردي؛ هڪ سوداءَ کي ساپيان بنائڻ خاطر پنهنجو پاڻ وساري ڪل جي پلي لاءِ سرگرم ٿي ويو. نه انگريز جي پرواهه، نه ڪٽر مذهبين جو فڪر ۽ نه وري پير پرستن، وسوسن وڪوڙيلن، جاهلن جو خوف. سماجي سڌارڪ اهڙائي ٿيندا آهن. مضبوط ۽ بهادر قومون اهڙن ئي جڙنديون آهن. انقلاب جا اڻانگا رستا اهڙن ئي هموار ٿيندا آهن. سنڌ ۾ آيل موجوده سجاڳيءَ جي لهر جي پيڙهه ڏيپلائيءَ رکي. ون يونٽ کان ويندي ڪالا باغ جي ڇتي مخالفت جي پويان پلي پيا ٻه ڪيترائي ذهن ڇو نه هجن، ڏيپلائي کي نظرانداز هرگز نٿو ڪري سگهجي.

"سانگهڙ" صرف ناول ئي نه، سنڌي تهذيب، تمدن ۽ تواريخ جو هڪ اهم باب پڻ آهي. وقت سان گڏوگڏ ان جي اهميت وڌيڪ اجاگر ٿيندي وڃي. ڪهڙو ادبي محقق يا مبصر هن ناول کي سنڌي ڪلاسڪ جو درجو ڏيڻ کان ڪيٻائيندو؟ ڪير ڪندو انڪار "سانگهڙ" جي اهميت ۽ افاديت کان؟ سچ پچ ته "زينت" کان پوءِ "سانگهڙ" ئي سنڌي ناول جي سڃاڻ آهي. گذريل ٽن پيڙهين کان هن ناول کي وري وري پڙهيو ويو، ساراهيو ويو ۽ ساهه سان سانديو ويو. سندس اهميت ان مان ٻه ظاهر ٿئي ٿي ته هن ادبي ڪارنامي، بعد ۾ ايندڙ قلمڪارن کي اُتساهيو. نسيم حجازيءَ جي شيدائن کي پنهنجي ٻوليءَ ڏانهن راغب ڪرڻ ۽ سندن علمي اڃ اُجهائڻ صرف ڏيپلائيءَ جو ڪمال آهي. ادبي جادوگر هو. ڪمپيوٽر جو قلم هوس. ڊراما،

ناول، افسانا، مضمون ۽ ڪالم سنڌس آڱرين جي پورن مان آبشارن جيئن وهي هلندا هئا. پڙهندڙ حيران هوندا هئا هن ادبي پالوٽ تي. مٿان وري سادگيءَ جي انتها اها ته ڪڏهن به پنهنجي واتان نه پنهنجي واکاڻ ڪيائين ۽ نه وري ڪڏهن احسان جتايائين. علمي ادبي حلقن ۾ مانُ ۽ مرتبو ملندو هو ته به ڏيکاري اهڙي ڏيندو هو ڄڻ اهو سڀ ڪجهه ڪنهن ٻئين ماڻهوءَ لاءِ ڇيو پيو وڃي.

اهڙي گڻائتي انسان جي لکتن کي سانڍڻ ۽ سانڀڻ جي ذميداري ته اسان سڀني جي هئڻ گهرجي. انهن ادارن جي، جيڪي سنڌي عوام جي پئسي تي پلجن ٿا ۽ صرف ان قسم جي ڪارڪردگيءَ لاءِ جوڙيا ويا آهن. جن جي ٻلي سنڌي ادب کي سهيڙڻ ۽ محفوظ ڪرڻ جا اختيار آهن. اهم ۽ احترام جوڳين شخصيتن کي خراج پيش ڪرڻ ۽ سنڌن زندگيءَ جي مختلف پهلوئن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ، مٿن تحقيق ڪرائڻ، سيمينار ۽ ورڪشاپ ڪوٺائڻ جو ڪم پڻ انهن ادارن جي ذمي آهي. واقعات ٻڌائن ٿا ته مذڪوره ادارا پنهنجين ذميدارين تي پورا نه اتريا آهن. هر عهديدار پنهنجو ۽ پنهنجي عيزيزن قريبن جو قد وڌائڻ لاءِ قومي پئسو خوب لٽايو آهي پر حقدارن کي حق پلئه نه وڌو آهي.

بهرحال، جس آهي ڏيپلائي صاحب جي لائق فرزند محمد علي ڏيپلائيءَ کي، جنهن پنهنجي والد محترم جي لکڻين کي وقت بوقت ٻيهر ڇپائي ۽ ورسيون ملهائي، سنڌس ياد تازي ڀئي رکي آهي. ”سانگهڙ“ جو هيءَ ايڊيشن پڻ سنڌس ئي ڪاوشن جو نتيجو آهي.

هن ڇاپي ۾ ناول کي ٻيهر ايڊٽ ڪري، منجهانئس ان لاڳاپيل يا طويل حصا ڪڍي، مختصر ۽ جامع صورت ۾ ڇپايو پيو وڃي. جيڪا سنڌي ادب ۾ هڪ نئين پر تعريف جهڙي روايت جي شروعات چئبي. هڻ هٿان ۽ ٻج ٻجان جي هن وايو منڊل ۾، جتي ماڻهن کي مٿي ڪنهڻ جي به فرصت ڪانهي، اتي تفصيلي ادبي تخليقن کي وقت ڏئي واندڪائيءَ سان پڙهڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو آهي. بي انتها شوق جي باوجود مان جڳ مشهور ناول War and Peace جي مڪمل متن کي اڄ تائين پڙهي نه سگهيو آهيان. ساڳيو حال دنيا جي ٻين اهم شاهڪارن جو پڻ آهي. ان لاءِ مغربي دنيا گهڻو اڳ سهڻي ۽ سيبتي اختصار جي راهه ڳولي ڪڍي هُئي. اهو طريقو ايترو ته مقبول ٿيو جو اڄ اوهان کي تقريباً هر شاهڪار Abridged صورت ۾ ملي ويندو، جنهن ۾ لکت جو روح برقرار رکيو ويندو آهي ۽ اهي حصا جي قدري غير واسطيدار يا وڌيڪ تفصيلي هوندا آهن، سي الڳ ڪيا ويندا آهن. مون کي محمد علي صاحب جي اها ترڪيب ڏاڍي وڻي آهي ۽ اميد ته عام پڙهندڙ پڻ عظيم ناول جي Abridged ڇپائيءَ کي پسند ڪندا.

**قمر شهباز**

# پيش لفظ

"دنيا جي بهترين ادب جو وڏو حصو جيل ۾ - ۽ خاص ڪري سختيءَ واريءَ سزا جي ماحول ۾، تيار ٿيو آهي" - انهيءَ مشهور مقولي موجب هيءُ ناول بهترين آهي يا نه، سو فيصلو ته پڙهندڙ ڪندا؛ مگر هيءُ منهنجو پهريون ئي اوريجنل ناول آهي، جو سنڌ جي عوامي حالتن تي مشتمل آهي ۽ انهن چاليهن ڏينهن ۾ لکيل آهي، جي مون حيدرآباد سينٽر جيل جي سي ڪلاس ۾ گذاريا؛ ڇاڪاڻ ته ٻه سال اڳ ڪن تعصبين جي ڪوشش سان مون کي هڪ اهڙي مضمون ۾ مارشل لا ۾ اڙايو ويو، جو مارشل لا لڳڻ کان ڏيڍ سال اڳ ڇپيو ويو هو.

چورن، ڌاڙيلن، رهزنن، بليڪين، سمگلرن ۽ رشوتين کي ته ضامن تي ڇڏيو پئي ويو؛ پر انهن تعصبي حاڪمن کي هڪ غريب عيالدار اديب لاءِ ضامن به منظور ڪونه هو. ساڳئي وقت خونين کي ته اي ڪلاس ڏنل هو، پر هڪ سوا سؤ ڪتابن جي مصنف، متعدد پرچن جي 55 ساله ايڊيٽر کي هئن بي ڪلاس ڏيڻ کان به انڪار ڪيو؛ ڇاڪاڻ ته سنڌن چوڻ موجب ڏيپلائي کي "مزو چکائڻو" هئن؛ مگر ڏيپلائيءَ لاءِ انهيءَ "آگ" ۾ به اهي "گل" ڪڙيا، جن جي زينت ۽ هبڪار سندس دل کي هميشه تازگي بخشيندا رهندا.

جيل ۾ اچڻ کان ٻه مهينا اڳ، منهنجي طرفان اعلان ٿيل هو، ته آزاديءَ جي ڏينهن تي 'انسان' جو "حريت نمبر" ڪڍيو ويندو، جنهن ۾ سنڌ جي 'ٻيءَ حر هلچل' جي اهڙن حالتن تان پردو کنيو ويندو، جي انگريزي پروپيگنڊا سبب اسان جي موجوده نسل جي اڪثريت کان به مستور آهن ۽ آئينده نسل ته اهي ڪتاب پڙهي پڙهي، ڪين رڳو خونخوار رهزن ئي پيو سمجهندو هوندو. جيئن مشهور آهي، ته انهي هلچل ۾ قيد ٿيل "هُڙن"

(حرن) کي ڏسڻ لاءِ حيدرآباد جون کي نازڪ دل ۽ نازڪ طبع ڪِڪيون ويون سينٽرل جيل تي؛ هنن تہ سمجهيو هو تہ اتي کي آفريقي گوريلا سيخن پٺيان بند هوندا، پر ڪين ڏسڻ ۽ ڳالهائڻ بعد حيرانيءَ مان چوڻ لڳيون "هيءُ تہ جيڙا (جهڙا) مائون (ماڻهو)!" تيئن اها بہ تعجب جهڙي ڳالهہ هئي، جو اسان جي امن ۽ ترقيءَ جي علمبردارن مون کي اهو (حريت نمبر) ڪڍڻ کان روڪڻ خاطر جتي ڪٿي موڪليو، اتي گهٽي تعداد ۾ اهي "حر" ئي بند هئا، ۽ هنن وٽ "حريت" جا ڪٿين مذڪور مستور هئا.

انساني فطرت موجب مون کي بلڪل ظلم سان "سي ڪلاس" ۾ اڇڻ ڏادو ڏکيو پئي لڳو؛ پر اتي مون لاءِ جيڪو "ڪم" نڪري پيو، تنهن جي مدنظر آءٌ تہ ائين ئي چوندس تہ:

سڪر سيئي ڏينهن، جي ڪاٽيم سي ڪلاس ۾!

۽ پانيان پيو، تہ انهي مصنف جو مطالع مڪمل ئي ناهي، جنهن ڪو وقت سي ڪلاس ۾ نہ گذاريو هجي؛ چو تہ پنهنجا خواہ پرايا احوال، قيدي هڪ ٻئي کي کليءَ دل سان جيترو جيل ۾ ٻڌائين، اوترو شايد ٻئي هنڌ مشڪل سان ٻڌائيندا هوندا. منهنجا انهي جيل جي قيدين کان ٻڌي لکيل کي افسانا رسالي مهراڻ وغيره ۾ ڇپيل آهن، جي پڙهڻ بعد پڙهندڙن کي بہ محسوس ٿيو آهي، تہ جيل جو ادب ڇا آهي. سرڪاري وقايع نگار حرن کي "رهزن ۽ ڌاڙيل" ٿا سمجهن، ۽ هر مصنف ڪين صرف "مرشد لاءِ سر ڏيندڙ" تصور ٿا ڪن، پر مون کي جيڪي مخفي مامون انهي چاليهن ڏينهن جي چلي ۾ ڪن خاص الخاص حرن کان معلوم ٿيون، تن مان اهوئي اندازو لڳايم تہ:

يہ دردِ دل کي هے وہ داستانِ مضطرب، جسڪو،
ڪهين موتي، ڪهين شبنم، ڪهين آنسو پي ڪهتے هين!

انسان آزاد پيدا ٿيو آهي ۽ هو خدائي دسترخوان تان آزاد گرهہ کٽي، قدرتي گلستان مان آزاديءَ سان گل ۽ ميوا پيو چُنندو رهندو آهي، تہ اوچتو ڪي قابيلي قوتون سندس "بنيادي پيدائشي حقن" تي ڌاڙو هڻنديون آهن، ۽ ڪيس پنهنجي هوس ڪارين جي زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏينديون آهن. پوءِ هو انهن زنجيرن کي ٽوڙڻ لاءِ هر طرح جي جدوجهد ڪندو رهي ٿو؛ ڪڙڪڙندڙ لُڪَ ۾ جنهن بہ ديوار جو سايو هٿ اچيس ٿو، اتي گهڙي گذاري ٿو، پر اڻ

جاڻ پانئين پيا تہ اها ديوار نهي ٿي ڪين سايہ بخشڻ لاءِ هئي!

**رجــن ۾ رڙ ٿــي، ڪَـرَ سارنـگـيءَ ســاز،**
**اِي عشق جا آواز، ماٺهو پانئين مُنڌ ڪـان!**

دنيا جا سڀ اڳواڻ، جيڪي انسان کي سندس "بنيادي انساني حقن" ڏيارڻ جو آواز بلند ڪندا آهن، انهن جي اردگرد سڀ کان اول وڏي ۾ وڏو حصو انهن غريبن ۽ مظلومن جو گڏ ٿيندو آهي، جي يا تہ "بنيادي انساني حقن" کان محروم هوندا آهن، يا ٻين انسانن جي محروميءَ تي ڪُڙهندا رهندا آهن. صرف انهي هڪڙي "بنيادي حقيقت" تي بہ جيڪو شخص غور ڪندو، ان کي ائين ٿي محسوس ٿيندو، تہ ظاهر ۾ ڪٿي ڪيئن بہ سمجهيو وڃي؛ پر در حقيقت اهي شخص، انهي اڳواڻ جي چوڌرد، رڳو انهي لاءِ ٿا اچي مِڙن، تہ هـن جي هٿان ڪيـن ۽ سندن عزيزن، دوستن ۽ آئينده نـسل کي اهي "بنيادي انساني حق" پلئہ پون، جن تي غاصب ۽ جابر قبضو ڪري ويٺا آهن.

سنڌ جا اهي باشندا، جن کي "حر" سڏيو وڃي ٿو، ۽ جن کي "حر" ٺهرايو ويو، سي ڪي رڳو پير صاحبن جي پيدائش ناهن؛ اهي پير صاحبن جي سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ بہ هئا، ۽ پير صاحبن جي مريديءَ کان ٻاهر بہ موجود آهن؛ پير صاحبن مان ڪن جيڪڏهين ڪين منظم ڪيو، تہ ڪن وري پنهنجي جان بچائڻ خاطر ڪين ٻوهي ۾ بہ ڏنو هو؛ سخت ضرورت آهي، تہ هن تحريڪ جو غير جانبدارانہ ۽ پر غور نظرن سان جائزو ورتو وڃي؛ ۽ نہ فقط آئنده نسل لاءِ، بلڪ موجوده نسل جي پوري جاڻ نہ رکندڙن لاءِ هڪ صحيح نقشو مهيا ڪيو وڃي.

"ولايت جي ڪبر.... سنڌ ۾ مٺا" انهي پهاڪي مطابق، اسان جي سنڌي عوام کي دنيا جي ٻين ملڪن جي بانڪن ۽ بهادرن، مجاهدن ۽ سرويچن جا احوال تہ معلوم آهن؛ پر ڪين اهو پتوئي ناهي، تہ سندن پنهنجو وطن بہ اهڙين جدوجهدن ۾ ڪنهن بہ ٻئي ملڪ يا قوم کان پوئتي تہ پيل ناهي؛ بلڪ هن ۾ بہ اهڙا سرويچ مجاهد موجود آهن، جن بار بار اهڙا ٿي ڪارناما ڪري ڏيکاريا آهن. صرف انهن کي صحيح نظر سان ملاحظي ڪرڻ جي ضرورت آهي.

هزارن سالن جي هٿ پير هڻڻ بعد آخرڪار مدبر انسانن طرفان "بنيادي انساني حقن" جو اهو "منشور" منظم طرح پاس ٿيو آهي، جو سندن تمنائن جو گويا نچوڙ آهي؛ پر افسوس اهو آهي، ته انهيءَ تي صحيح عمل ته ڪنهن به ملڪ ۾ ڪونه ٿو ڏسجي؛ مگر اڪثر انسانيت جي دشمن هٿان انهن "بنيادي انساني حقن" جي مٽي ناهي ناهي پليت ڪئي پيئي ويندي آهي ۽ وري انسان ذات کي انهن حقن مهيا ڪرڻ لاءِ ڪابه "پر امن تحريڪ انسانيت" نظر ڪانه ٿي اچي؛ جنهن ڪري ويچارا انساني حقن جا فداڪار پتڪندا رهن ٿا ۽ تاريڪ راهن ۾ اهڙيءَ طرح تباهه پيا ٿيندا رهندا آهن، جو شاعرن جي قولن وانگر:

سوختيم، وسوزشِ ما بر ڪسي ظاهر نه شد،
چون چراغانِ شبِ مهتاب بي جا سوختيم!

(سڙيا سون، مگر اسان جو سڙڻ ڪنهن تي به ظاهر ڪونه ٿيو، چاندوڪيءَ رات جي ڏيئن وانگر اجايا پئي سڙياسون)

لڪڙي جل ڪوئلہ ڀئي، ڪوئلہ جل ڀئي راکہ،
هم اياگي ايسي جلے، نہ ڪوئلہ ڀئي نہ راکہ!

مگر بمصداق:

خاکِ ماخيزد، ڪ سازد آسمانے ديگرے!

نيٺ ضرور ڪي صحيح لائنن تي سوچڻ وارا به پيدا ٿيندا؛ جي اقوام متحده جي پاس ڪيل "بنيادي انساني حقن" کي سندس ئي بنايل پر امن طريقن سان حاصل ڪري، انهن ڪوندرن جي قربانين کي رائيگان وڃڻ کان بچائيندا. افسوس آهي، جو مسلسل انگريزي غليظ پروپيگندا جي سبب اسان جو نئون نسل ته ائين ئي پيو سمجهندو آهي، ته "حر" نالي ڪي بدڪار ڌاڙيل هئا، جن سنڌ جي هڪ حصي ۾ رڻ ٻاري ڏنو هو؛ پر انگريزي فوج منجهانئن چند ماريا، چند ڦٽيا، چند قيد ڪيا، ۽ چند جون ملڪيتون کسيون، ته هو سڌا ٿي ويا، ۽ بس!

تن صرافن جي سمجهه تي سؤ دفعا افسوس ڪر،
موتين کي ڪوڏين جو مٺ بنائن بيقدر!

ڪين انهي جو ذرو به پتو ناهي، ته اسان جي ملڪ سنڌ کي ناحق ۽ ظلم سان غلام بنائيندڙ ظالم انگريزن کي پنهنجي پياري وطن، پنهنجيءَ سر سبز

سنڌ، مان لوڏڻ لاءِ حقيقي معنيٰ ۾ صرف هيءَ هڪڙي ئي جانباز جماعت وڃي بچي هئي، جنهن کي مجاهدِ هند سيد احمد شهيد رح منظم ڪيو هو. هنن مان ڪن بالا ڪوٽ وڃي انگريزن ۽ سندن چاڙتن ظالم سکن سان خوب چڪريون ڪاڏيون هيون، ڪي 1843ع واري وحشيانہ معرڪي ۾ بہ پوريءَ جانبازيءَ سان لڙيا هئا، ۽ پوءِ بہ لڙندا رهيا- ۽ جڏهن اوڻهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ "سوڊان" جي ڪن هٺن خالي دلير حريت پسندن، مجاهد محمد احمد سوڊانيءَ جي سرڪردگيءَ ۾، صرف ڏنڊن، ڪهاڙين ۽ ڪٺ ڪاڏل تلوارن جي وسيلي انهي انگريزي فوج ظفر موج سان چڪريون ڪاڏيون ۽ اڌ دنيا تي حڪومت ڪندڙ انگريزن کي پنهنجي ملڪ مان ماري پڇائي ڪڍيو هو؛ تڏهن بہ اسان جي جانباز سنڌين، سندن دلير رهنما "بچو بادشاهہ" جي سرڪردگيءَ هيٺ ظالم انگريزن جا ڏند ڪٽا ڪري ڇڏيا هئا.

۽ پوءِ وري اها ئي جماعت هئي- جا انگريزن جي آزادي ڏيڻ وارن ڏٽن تي لڳي، جرمن واري جنگ ۾ شامل ٿيڻ ويئي هئي؛ مگر هنن ڪنهن بہ قيمت، ڪنهن بہ لالچ تي، ڪنهن بہ انگريزن سان وڙهندڙ مسلمان تي هٿ نہ کنيو هو ۽ نڪي فجر جون نمازون پڙهي وڃي ڪعبةالله تي گوليون وسايون هيون. مگر پوءِ جڏهن اها جنگ بند ٿي، ۽ انگريزن هن ملڪ کي آزادي ڏيڻ بدران رولٽ ايڪٽ جهڙا وحشيانہ بل پاس ڪري جليانوالہ ۽ ٻين هنڌن تي حيواني قتل عام ڪيا، ۽ ان جي جواب ۾ قطع تعلقات جي هلچل شروع ٿي، تڏهن بہ سنڌ ۾ انهي جماعت جي ئي تمام گهڻن فردن بهرو ورتو هو.

وري جڏهن مهاتما گانڌيءَ جي رهنمائيءَ ۾ لوڻ جي نالي ۾ سول نافرماني شروع ٿي، تڏهن بہ اگرچہ انگريزن هن جماعت جي اڳواڻ کي سچا ڪوڙا بهانا ڏيئي سنڌ کان دور دراز علائقن ۾ وڃي قيد ڪيو، مگر انفرادي طرح اهي جانباز مجاهد آزاديءَ جي هلچل ۾ بهرو وٺڻ ۾ بہ ٻين کان پوئتي نہ پوندا هئا.

۽ جڏهن 1942ع ۾ ساري ملڪ مان انگريزن کي "ڪئيٽ انڊيا" (هندستان خالي ڪريو) جا پر زور چئلينج پئي مليا، تڏهن بہ سنڌ جا اهي سونهارا شير ئي هئا، جن انگريزن خلاف هڪ منظم باهٿيار گوريلا جهاد شروع ڪيو هو، ۽ هڪ نہ، ٻہ نہ، سؤ نہ، نڪي هزار؛ بلڪ سڄا سارا ويهہ هزار

مجاهد شهيد ڪرايا؛ هزارن کي جيلن ۾ وجهايو، ڪروڙن جون ملڪيتون تباهہ ڪرايون، ۽ پنهنجي جانبازين سبب سڄي هندستان ۾ سڀ کان اول سنڌ ۾ مارشل لا لڳرائي. سنڌن محبوب اڳواڻ حضرت پير صبغة الله شاهہ شهيد، جنهن کي سنڌ جي صحيح ليڊر جناب جي- ايم- سيد طرفان سندس ڪتاب ۾ "مجاهد اعظم" ۽ "رئيس الاحرار" سڏيل آهي، سو عين 35 ورهين جي ڀوهہ جوانيءَ ۾ کلندو مرڪندو وڃي ڦاسيءَ چڙهيو-

**سوري جنين سيج، مرڻ تن مشاهدو!**

۽ ايڏيءَ تباهيءَ بعد بہ انهي جماعت جا فرد خاموش نہ رهيا، بلڪ انگريزن سان تيسين چڪربون کائيندا رهيا، جيستائين اهي ظالم ۽ غاصب اسان جو وطن خالي نہ ڪري ويا.

اسان جي نئين نسل جي ذهن سان اهو ڪيڏو نہ ظلم ڇئبو، جو اهڙا مجاهد، جن جا اڪثر فرد روزي، نماز، زڪواة، حج ۽ جهاد جا پورا پائبند هجن، تن کي نہ ڌوهاري، رهزن ۽ ڌاڙيل بنائي ڏيکاريو وڃي ۽ اهي- جي ڌارين وٽ وطن ۽ قوم جو تين وار ڪرڻ تي مڃون مروڙيندا هجن، تن کي وڏي طمطراق سان رهبر سڏيو وڃي!

**خرد کا نام جنون رکدو، اور جنون کا خرد**
**جو چاهے آپ کا حسنِ کرشمہ ساز کرے!**

نئين نسل جي دماغ ۽ ذهن سان انهي ٿيندڙ ظلم خلاف مون 1961ع ۾ هن ناول جو مسوده رٿيو، ۽ "انسان" جي "حريت نمبر" جو اعلان ڪيو؛ مگر انهي نمبر کي روڪڻ خاطر تعصبي ظالمن نہ فقط منهنجي اخبار بند ڪئي، بلڪ مون کي بہ پنهنجي زعم موجب تڪليف ده ماحول واري سي ڪلاس ۾ وجي بند ڪيو. پر اها قادر جي عجيب قدرت ڇئبي، جو اتي ڪافي اهڙا جانباز مجاهد حر مختلف بهانن سان بند ڪيل هئا، جن کي هن تحريڪ جي رازن جي پوري پوري اندروني واقفيت هئي؛ وٽن بي شمار اهڙا داستان لڪل هئا، جي ڪڏهن بہ اشاعت پذير نہ ٿيا آهن. پوءِ جيئن اڳيان درويش نفس سرڪش کي مطيع ڪري روحاني مرادون حاصل ڪرڻ لاءِ چاليها ڪڍندا هئا، تيئن مون کي وري تعصبي آفيسرن اهو سي ڪلاس جو زوريءَ چاليهو ڪڍايو، جنهن کي سجايو ڪرڻ لاءِ مون انهي موزون ماحول ۾

هيءُ ناول تيار ڪيو.

ناول جي دستور موجب هن ۾ سنڌي هارين جا حالات بہ ڏنل آهن، مگر اهي بہ وڏاءُ وارا نہ آهن؛ بلڪ منهنجي زندگيءَ جا اهي پنجويهہ سال، جي مختلف زميونداري ملازمتن ۾ گذريا هئا، تن ۾ غريب هارين جي وچ ۾ ويهي، چٿين اکين سان ڏٺل آهن. البت اها حقيقت آهي، تہ هن ناول جا ڪافي ڪردار جيئن تہ زنده آهن، ان ڪري نالن ۾ ڪجهہ ڦيرڦار ضرور ڪيل آهي، پر واقعات ۾ ڪوبہ وڏاءُ ڪونهي؛ ۽ ڪنهن بہ دوست کي انهن جا صحيح نالا پتا گهرجن، تہ اهي بہ روبرو معلوم ڪري سگهي ٿو.

مون کي اميد آهي، تہ اسان جي وطن جي بهادرن بابت نئين نسل ۾ جا زهر افشاني ڪيل آهي، تنهن جا اثرات هيءُ ناول تہ دفع ڪندو؛ پر اجا هن قسم جا منهنجا ٻيا طبعزاد ناول "سياڳي" "نذٽڪي" "دودو" ۽ ٻيا بہ وقت بہ وقت شايع ٿيندا رهندا.

دستور جي خلاف منهنجو هيءُ پهريون ناول آهي، جو آءٌ پاڻ شايع نٿو ڪريان، پر پاڪستان جي عظيم تاجران ڪتب جي فرم "ميشرس شيخ غلام علي اينڊ سنز" جي فراخ دلانہ تعاون سان شايع ٿئي ٿو. گويا نئون موڙ- ۽ نئون انتظام- جو تہ تعصبي ظالمن جي مسلسل وارن سبب منهنجو اشاعتي ڪاروبار نهايت درهم برهم ٿي چڪو آهي، ان ڪري جيئن هن فرم جي تعاون سان منهنجو مرتب ڪيل بينظير سائز وارو شاهہ جو رسالو شايع ٿي، سنڌ جي عوام کان خراج تحسين حاصل ڪري چڪو آهي؛ تيئن اُميد تہ هيءُ ناول بہ شاهہ صاحب جي هن قول جو مصداق بنبو تہ:

**وجهج واڻهڙن تي، ميخانہ جي ماڪ،**
**پرهہ جا پيياڪ، جُہ سي اڱڻ آئيا!**

يوم حريت (23- مارچ 1963ع)

خاڪپاءِ شهيدانِ وطن

**ڏيپلائي**

ســوريءَ مــتي چڙهن تــا ،
ســوريــهـ ســر ڏيــن تــا ،
ســر تان ســانگو لاهين تــا ،
ايــهــو رواج عــاشـــقن جــو...
هــنـــدو گــنگــا ۽ جمــنــا ،
حــاجي مــکي وجـن تــا ،
(پر) ملڪــوت واري منزل،
هـنگــلاج عــاشــقــن جــو...

(امام بخش)

**ياالــهي ڪر عطا منهنجي قلم کي سو ڪمال،**
**زور جنهن جي سان ٽيـن ظالم سمورا پائـمال.**

ڊسمبر جو مهينو هو، پاري جون لهرون جيئن پاڻيءَ کي ڄمائي رهيون هيون، تيئن وٽن جا پن بہ ساڙي ٽي ڇڏيائون؛ اهڙي ڪڙاڪيدار سيءَ ۾ زميندار تہ پنهنجن محلن ۾ ستن سؤڙين هيٺ ستل هئا؛ پر سندن انهن هارين لاءِ سک ڪونہ هو، جن جو اهڙين راتين ۾ پاڻيءَ جو وارو هوندو آهي. گامون بہ انهن بي شمار هارين مان هڪ هو، جنهن جو اڄ عين عيد جي رات پاڻيءَ جو وارو هو، ۽ ساريءَ رات جي اهڙي جانسوز محنت جو انعام ڪيس اهو مليو، جو اسر مهل سندس سؤٽ بخشو ڊڪندو آيو؛ چي "ادا گامون، پاڻيءَ کي هاڻي آءٌ ٿو وارايان، تون پڄ سيٺ ڏي؛ تنهنجي گهر واريءَ کي اوچتو ستين مهيني ۾ ويم جا سور ٿي پيا آهن، گهر ۾ پائي بہ ڪانهي؛ سيٺ کان پئسا وٺي شهر مان ڪا ڦڪي ٻڪي ۽ ٻيون ضروري شيون آڻ، تہ ڪو ڀلو ٿئي."

گامون بدحواس ٿي گهر ڏي ڀڳو. سندس نوَ ورني ٻُلَ ڪائي رهي هئي؛ سندس ماسي ۽ ٻيون مايون ڪيس آٿت ڏيئي رهيون هيون. گامونءَ کي ڏسندي هنن گهربل چيزن جا نالا ٻڌايا، ۽ هو سندس ڪنوار تي هڪ حسرت جي نظر وجهي تڪڙو تڪڙو شهر ڏي وڃڻ لڳو.

چٽو صبح ٿي ويو هو، جو هو اچي شهر ۾ پهتو. هو سڌو سيٺ جي دروازي تي آيو، ۽ سهڪندي سهڪندي دربان کي چيائين، "ادا، سيٺ صاحب کي ڄاڻ ڪر، تہ سندس سرڙبو هاري گامون آيو آهي، هن کي سائس ضروري ملڻو آهي."

دربان هڪ حقارت جي نظر وجهي چيس، "چريو ٿيو آهين ڇا، هن مهل

سيٺ صاحب ڪيئن توسان ملندو؟"

گامونءَ چيس، "ڀائو! منهنجي زال سخت بيمار آهي، مون کي ان لاءِ ضروري ڦڪيون ٻڪيون وٺڻيون آهن: ان ڪري هن کي جاڻ ڪندين، ته ضرور ٻاهر نڪرندو."

دربان هاڻي نفرت سان چيس، "هن مهل ڪير سيٺ کي جاڻ ڪندو؟ توکي خبر ڪانهي، ته پاڻ جيئن پليءَ ولايت مان موٽي آيل آهي، تيئن هميشه فجر نماز بعد اول وظيفو پڙهندو آهي، پوءِ قرآن پاڪ جو دؤر ڪندو آهي، پوءِ اشراق جي نماز پڙهي، ناشتو ڪندو آهي: ۽ ان کان پوءِ ئي ٻاهر ايندو آهي."

"مگر ڀائو" گامونءَ هاڻي نيزاريءَ سان چيو "ايتري ۾ منهنجي زال جو ته ناشتو بنجي ويندو، تون ڪيس چوائي ته موڪل!"

"يَرَا! اوهان جٽن سان ته مٿو کپائڻو آهي" دربان هاڻي تکو ٿي چيو، "چيو مانءِ نه، ته هينئر حاجي صاحب سان ڪوبه ڳالهائي نه سگهندو: ان ڪري بڪ بڪ ڦٽي ڪري وڃي اوطاق ۾ ويهه، حاجي صاحب پاڻيهي اتي ايندو."

گامون هي ٻڌي وسامجي ويو، مٿي کي ڄڻ ته چڪر اچي ويس، هو اتي ئي ويهي رهيو. ٿوريءَ دير بعد ٻانهي اندران نڪتي، دربان هن سان ڪجهه ڳالهائڻ ٿي چاهيو، ته گامونءَ تي نظر پيس، هن ڪاوڙجي چيو، "تون اجا اتي چو ويٺو آهين؟ اوطاق ڏي نٿو وڃين؟"

گامونءَ دک ڀريل آواز ۾ مائيءَ کي مخاطب ٿي چيو، "امان! منهنجي زال کي اوچتو ستين مهيني ۾ ويم جا سور ٿي پيا آهن ۽ نهايت بي حال آهي. هن لاءِ ڦڪيون ٻڪيون ۽ ٻيو ضروري سامان وٺڻو آهي. اسان وٽ پئسو بنهه ڪونهي، تون سيٺ صاحب کي منهنجو احوال وڃي ٻڌاءِ."

ٻانهي هڪ عورت هئي، عورت کي عورت جو قدر هوندو آهي، ان ڪري هوءَ دربان وانگر تيز ته ڪو نه ٿي، پر ڪيس نماڻائيءَ مان چوڻ لڳي، "ابا، حاجي صاحب جيستائين 'اشراق' نه پڙهي وٺندو آهي، تيستائين سندس ڪمرو ئي بند هوندو آهي: پوءِ ڪيئن ڳالهائي سگهبو."

" پر ادي ..." گامونءَ اکين ۾ پاڻي آڻي ڪجهه چوڻ ٿي گهريو، ته

دربان ڪڙڪو ڪري چيس، "ميان! هاڻي جي عزت ڪي ڪڙهين، تہ وڃي اوطاق ۾ ويھہ: نہ تہ ڪندوساڻ عيد جي سڳوري ڏينهن بڇڙو!"

گامون ڀلا ڇا ڪجي، ماٺ ئي ماٺ ۾ وڃي اوطاق ۾ پهتو. اوطاق ۾ هلچل متي پيئي هئي. عيد جو ڏينهن هو تنهنڪري هر ڪو نوڪر انهي جي تياريءَ ۾ محو هو: گامونءَ ڏانهن نہ ڪنهن نهاريو، نہ وري هن ئي ڪنهن سان ڳالهايو. ماٺ ئي ماٺ ۾ مٿي ڪي هٿ ڏيئي وڃي ويهي رهيو.

سج اُڀريو، تہ هن جي بہ خاموشي ٽٽي: ڪيس آسرو ٿيو، تہ هاڻي حاجي صاحب 'اشراق' پڙهندو ۽ جلدئي اوطاق ڏي ايندو. پر سج مٿي چڙهندو ويو، ۽ حاجي صاحب جو ڪو پتو ڪونہ ٿي پيو. انهي تي هن ڏاڍي اوسيڙي مان هڪ نوڪر کان پڇيو، "ادا! سيٺ صاحب جي اچڻ ۾ اڃا گهڻي دير آهي؟"

نوڪر پنهنجي ڪم ڪندي وچان جواب ڏنو، "ادا، اڃا تہ ناشتي مان واندو ڪونہ ٿيو هوندو."

شوڪارو ڀري گامونءَ ڪٺي ماٺ ڪئي: اڃا ٿوري دير نہ گذري، تہ اوطاق وارن لاءِ ناشتو ڪجي آيو: جيڪي خاص مهمان هئا، تن لاءِ ڍاڪئون ڍڪجي آيا هئا، پر عيد سبب خيرات طور هارين ۽ نوڪرن جي مانيءَ تي بہ ڪجھہ سيبون پيل هيون: شايد هن لاءِ بہ ... تہ ٻين معززن کي سويون کائيندو ڏسي نظر نہ هٽن!

ٻيا کائڻ لڳا، تہ گامونءَ کي بہ صلاح ڪيائون، مگر گامونءَ کي گرھہ ڳيهڻ ڏاڍو ڏکيو پئي لڳو، جڏهن سندس اکين اڳيان زال جي ٻُل ڪائيندي تصوير ٿي آئي، تڏهين ڇھہ ئي ڇڃي ٿي ويس. هڪ بہ گرھہ زهر مار ڪري هو گرڙي ڪري اٿيو، ۽ ٻاهر نڪري سيٺ صاحب جي اچڻ جي وات نهارڻ لڳو.

تان جو جڏهين نوڪر ناشتي جا خالي ٿانوَ کڻڻ لاءِ آيو، تڏهين هن نماڻائيءَ مان چيو، "ادا سيٺ صاحب اڃا ٻاهر ڪونہ آيو آهي؟"

نوڪر هلندي جواب ڏنو، "ٻائو، هونئن تہ هن مهل اچي ويندو آهي: پر اڄ عيد جو ڏينهن آهي، ان ڪري شايد نہ بہ اچي."

"نہ بہ اچي؟" گامونءَ هڪ رڙ ڪري چيو، "سو ڀلا ڇو؟" نوڪر

سنجيدگيءَ مان جواب ڏنو، "ادا اڄ ضرور نياڻيون سياڻيون عيد مبارڪ لاءِ جاءِ تي آيون هونديون، ٻارڙا ڪپڙا ڪندا هوندا؛ هونئن بہ عيد جي ڏينهن تہ حاجي صاحب ڪنهن سان ڪونہ ملندو آهي."

"پوءِ منهنجو ڇا ٿيندو؟" گامونءَ نوڪر کي نيزاري ڪندي چيو، "ادا! منهنجي زال کي اوچتو ستين مهيني ۾ ويم جا سور ٿي پيا آهن، ڏاڍي بري حالت اٿس، آءُ ڦڪيءَ ٻڪيءَ لاءِ ڪي پئسا گهرڻ آيو آهيان، پر هاڻي ڪيئن ڪريان!"

"ادا! اڄ سيٺ جو ملڻ تہ مشڪل آهي، عيدگاھ واري واٽ جهلي بيھہ، شايد سندس نماز ڏانهن وڃڻ وقت توسان ڳالهائي."

گامون هڪ شوڪارو ڀري عيد نماز واريءَ واٽ تي وڃي بيهي رهيو، سندس اکيون سيٺ جي دروازي طرف هيون ....

ڪجھہ دير گذري، تہ سيٺ جي دروازي تي گوڙ متو. "حاجي صاحب عيد مبارڪ!" "حاجي صاحب عيد مبارڪ" "سيٺ وڏا عيد مبارڪ" جا آواز بلند ٿيا. سيٺ صاحب اڃا در کان ٻاهر نڪتو ئي مس هو، تہ فقيرن ۽ ٻارن جو غلغلو مچي ويو. سندس نوراني صورت، سهڻي ڪتريل ڏاڙهي، اکين ۾ سرمون، سفيد بوسڪيءَ جا ڪپڙا، انهن تي مديني شريف مان آندل ڀرت ڀريل جبو. ڪلهن ۾ بہ پليءَ ولايت جو نهيل ڀرت ڀريل رومال هو. هڪ هٿ ۾ تسبي ۽ ٻيو هٿ انهي ريزي سان ڀرپور ڳوٿريءَ ۾ هو، جا سائس گڏ خاص نوڪر کڻيو پئي آيو. پاڻ ڪنهن کي پئسو ڪنهن کي ٽڪو، ڪنهن کي آنو ڪنهن کي ٻياني، ڏيڻ لڳو. هجوم وڌندو ويو ۽ گوڙ بہ جيئن پوءِ تيئن گهڻو ٿي ٿيو. تان جو گامونءَ جي ويجهو اچڻ تائين تہ قصو اهڙيءَ منزل تي اچي پهتو، جو حاجي صاحب کي چوڌاري نوڪر ڦري ويا، تہ هجوم ماڳهين ڪيس نہ ڪيرائي وجهي. نوڪر اول وڏي آواز سان "هٽو"، "هٽو"، "پري ٿيو" چوڻ لڳا ۽ پوءِ تہ هٿ بہ هلائڻ لڳا. تہ حاجي صاحب مشڪندي چيو "نہ بابا نہ، هنن کي نہ ڇڙيو. اڙي ابا، پليءَ ولايت جو مقولو آهي، تہ "والله المعطي وانا القاسم" اصلي ڏيندڙ تہ اهو مولا پاڪ آهي، اسان جهڙا گنهگار بندا تہ رڳو

وراهيندڙ آهن." ۽ پوءِ وقار سان مرڪندو هر ڪنهن جي قسمت ۾ جيڪي
ٿي آيو، سو کيس ڏيندو ٿي ويو. ۽ ماڻهو کيس دعائون ڪندا پئي ويا.

مگر فقيرن مان ڪن کي هڪ دفعو ٿي مليو، ته وري ٻيو دفعو وٺڻ جي
به ڪوشش ٿي ڪيائون؛ حاجي صاحب جن کي سڃاتو ٿي، تن کي مشڪندي
ائين پئي چيائين، "نه بابا نه، طمع چڱي ناهي. جيڪي مولاپاڪ ڏياري، ان تي
قناعت ڪجي. هن جا خزانا پرپور آهن، پر هو پنهنجي حڪمت سان ئي انهن
کي ورهائي ٿو."

"صدق صدق!" "حاجي صاحب صدق!" "ڪهڙو نه اصحابي شخص
آهي" "ادا! ڏاتار ڏئي ته پل ۾ هڙن کي ڏئي" "واهه مڙد واهه!" اهي سڀ نعرا
انهي عوام مان بلند ٿي رهيا هئا، جو به هاڻي حاجي صاحب جو همر جلوس
اچي ٿيو هو.

هيءَ حالت ڏسي گامونءَ جو ته هوش ئي گمر ٿيڻ لڳو. پلا هينئر هو
ڪيئن وٽس پهچي ۽ ڪيئن کيس عرض ڪري؛ اول ته هجوم وات ڪيئن
ڏئي، پوءِ وري حاجي صاحب ٻڌي ڪيئن، گامونءَ کي سماءُ ئي نه پئي پيو،
ته عرض ڪيئن ڪري. لاچار ٿي هو انهي اميد تي هجوم سان گڏ هلڻ لڳو ته
من ڪو موقعو ملي. پر عيدگاهه تائين جلوس مورڳو گهٽو وڌي ويو ۽ گامون
ڏڪجي ٻنهه پوئتي وڃي پيو. تان جو حاجي صاحب وڃي عيدگاهه ۾ داخل
ٿيو. سندس چوڌرد ڪافي نمازي هئا. فقراءُ ٻاهر رهجي ويئي ۽ گامون انهن
کان به پوئتي ....

جماعت شايد حاجي صاحب جي ئي انتظار ۾ هئي، جيئن پاڻ اندر داخل
ٿيو، هڪدمر خطبو شروع ٿي ويو. لائوڊ اسپيڪر لڳل هو، ان ڪري خطبي
جو آواز عيدگاهه کان ٻاهر به صاف پئي آيو. گامونءَ پنهنجي ڳوٺ ۾ اهڙو
خطبو ڪڏهين ڪونه ٻڌو هو، جو ته اتي ته ڳوناٺو امامر ڪُتبي جي بندي ڪٽي
بيهندو هو ۽ اول ڪجهه عربي اکر چئي پوءِ نهايت سريلي آواز ۾ پڙهندو هو:

هڪ رات ۾ حضرت خليل،
ننڊ ۾ ڏٺو هڙو دليل،
قربان ڪر تون اسمٰعيل،
پنهنجو پيارو پٽ پسر!

پر هتي جو عالم سڳورو عربيءَ جا ٿورا لفظ چوڻ بعد صاف سنڌيءَ ۾ وعظ ڪري رهيو هو، جنهن ۾ سڀ کان اول ساڳي حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسماعيل جي آکاڻي بيان ڪيائين. گامونءَ ان تي تہ گهڻو توجهہ ڪونہ ڏنو، چو تہ اها اڳي چڱيءَ طرح ٻڌل هيس، پر هن جا ڪن اوچتو ڪڙا ٿي ويا، جڏهين ڪن تي ”هاريءَ“ ۽ ”زميندار“ جا اکر پيس: مولوي صاحب چئي رهيو هو:

”اڄ ڪلهہ اسان جي ملڪ ۾ ڪي بدبخت ملحد اهڙا بہ ساماڻا آهن، جي چون ٿا تہ زمينون زميندارن کان کسي هارين کي ڏيو. ڀلا ڪو ڪمبختن کان پڇي، تہ زمين جو مالڪ ڪير آهي؟ اڙي زمين تہ ساري الله پاڪ جي آهي، هو پاڻ ئي قرآن پاڪ ۾ فرمائي ٿو، تہ ان الارض الله يرثها من يشاء من عبادي الصالحون يعني: سموري زمين الله پاڪ جي آهي، اهوئي پنهنجن صالح ٻانهن مان جن کي وڻيس، تن کي انهي جو وارث بنائي ٿو.

۽ اهي اسان جا هاري، جن کي هيءُ ملحد انهن زمينن جا وارث بنائڻ ٿا چاهين، انهن جاهلن ۽ ٻوزانن جا حال ڪهڙا آهن، سي ڪنهن کان لڪيل آهن!

”پوءِ ڀلا اهڙن بدبخت بدڪارن کي بڻائيندو الله پاڪ پنهنجي زمين جو وارث؟

”اڙي زمين ڏئي تہ ڀلي اسان جي حاجي صاحب جهڙن نيڪ انسانن کي ڏئي، جن جو هر لمحو ذڪر خدا کان خالي نٿو گذري! اوهان کي خبر آهي حاجي صاحب جي حالت جي؟ ميان! ڪيس سنڌس والد يتيم ڇڏي ويو، ۽ سنڌس والده صاحبہ جنب پيهي ڪيس پاليو هو: پر الله پاڪ جي دائم يادگيريءَ سبب اڄ پاڻ لکن ڪروڙن جو مالڪ آهي، شل الله تعاليٰ اڃا بہ برڪت ڏئيس، سوين مسڪين کائنس پرن ٿا، ڪيترن رنڙين، يتيمن ۽ مسڪينن جو اجهو آهي: ڀلا جيڪڏهن اهڙن مردن مجاهدن کان سرڪار بيهي ملڪيتون کسيندي، تہ پو اهي سوين سائل ڪيڏانهن ويندا؟ ڪير ڪين زڪواتون ۽ خيراتون ڏيندو؟ اهو مقدس فرض ڪيئن ادا ٿيندو؟ ان ڪري تہ اسان جي وڏي ۾ وڏي عالم حضرت مولانا مودودي مدظلہ جو بہ فرمان آهي تہ:

’جيڪڏهن سرڪار پورا پئسا ڏيئي زميندارن کان زمينون کسيندي، تہ

بہ اهو ناجائز آهي.'

هائي مولوي صاحب پنهنجو رخ ڦيرائي ڪليڪٽر صاحب ڏي ڪيو، جو اڄ حاجي صاحب جي خاص دعوت تي هيڏ ڪوارٽر ڇڏي عيد هتي ڪرڻ آيو هو ۽ پهرينءَ صف ۾ هڪ پليءَ ولايت مان آندل مصلي تي ويٺل هو؛ مولوي صاحب ڪيس مخاطب ٿي چيو:

"آءٌ اسان جي حاڪمن کان خاص طرح مطالبو ٿو ڪريان، تہ اسان جي ملڪ مان هنن ملحدن جا پير ڪڍي ڇڏيو، جي هارين کي ڪاري زميندارن کان باغي ٿا بنائين. اصل اهڙن مردودن کي تہ ڪاري پاڻيءَ اماڻي ڇڏيو، تہ وري نہ موٽن...."

ڪليڪٽر صاحب مشڪي رهيو هو. حاجي صاحب مشڪڻ سان گڏ الحمدالله. الحمدالله بہ چئي رهيو هو. مختياڪار ٽوپيءَ کي هيٺ مٿي ڪري ڪنگهي رهيو هو، صوبيدار شهپر کي بار بار وٽي رهيو هو، ۽ گامو...؟ گامو هيءُ سڀ حرف بڌي وسميءَ ۾ پئجي رهيو هو... حاجي صاحب کي زمين انهي ڪري ملي آهي، جو هو نيڪوڪار آهي... هاري کي بقول هڪ حاجي صاحب ان ڪري نٿي ملي، جو هو بدڪار آهن، ڪميٽا آهن، ڪتن کان بہ گهٽ آهن، سوئر آهن، شوم آهن، شيطان جا پائر آهن، هتي تہ سڄي حياتي جنين لاءِ جيئندا پر قيامت ۾ بہ سدا دوزخ ڏي ويندا....

اوچتو هن جي سوچن جو سلسلو ٽٽي پيو، جو پري کان سندس سؤٽ سُرهو سهڪندو اچي رهيو هو....

"مصيبت پوئي، تون هتي بيٺو عيدون ڪرين، ۽ هوڏانهن پوئتي جي ڪا اون ٿي ڪانہ اٿيئي؟...."

گامونءَ سرهي ڏانهن نهاريو ... هن جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا... هن ڪجهہ جي ڪوشش ڪئي، پر زبان مان اکرئي نٿي نڪتس....

"ميان! نياڻي تہ خير سان جمي پيئي آهي، پر ماءُ- ذيءَ ٻنهي جي حالت تمام بري آهي، ٻئي ڦٿڪي رهيون آهن، هتان هتان پني سني ڳوناٺيون ڦڪيون ستيون تہ ڪيون اٿئون، پر...." لڙڪن جون ڌارون گامونءَ جي اکين مان وهي سندس ننڍڙيءَ ڏاڙهيءَ تي اچي پهتيون، جتان هيءُ نيسارا وهي هليا هئا. اتان ڇهري تان ڏوڙ بہ صاف ٿي ويئي هئي.

"اوهه! مون سمجهيو... اڄ عيد سبب حاجي صاحب توسان اچا تائين ملي نه سگهيو آهي، ائين نه؟... پر عيد نماز تي ويندي ته عرض ڪرين ها نه؟" سرهي سهڪندي چيو. گامونءَ جا لڙڪ ساڳيءَ طرح وهي رهيا هئا، ۽ هاڻي ته انهن جا ڦڙا ڏاڙهيءَ مان به ڪرڻ لڳا هئا... هن جو آواز نٿي اُڪليو، هن فقيرن ڏانهن ڪٺي اشارو ڪيو....

"هان، تڏهين توکي انهن فقيرن وجهه نٿي ڏنو؟ پر ههڙين مهلن ۾ به ڪو وجهه جو انتظار ڪبو آهي؟ ائين جي اسين سرڙبا هاري صبر سان ويهون، ته پوءِ اسان جو اوهي نڪو واهي... ميان آءٌ توکي چا ٻڌايان، ته پوئتي ڪهڙي حالت آهي.... انهن لڙڪن لوڙڻ مان ڪجهه به نه ورندو، مون سان هٿ ۾ ڏيئي ويهه. حاجي صاحب اچهو ٿو نڪري.... تون اچا الڙ آهين، ڏس ته آءٌ توکي ڪيئن ٿو هن کان گهرڻ سيڪاريان!"

خطبو پورو ٿيو، ته سڀ مسلمان پاڻ ۾ گـلي ملڻ لڳا، مگر جيئن ٻين شاهوڪارن طرف توجهه گهٽي هئي، تيئن حاجي صاحب ۽ ڪليڪٽر صاحب تي ته ماڻهو ٽٽي پيا؛ سمجهڻ ۾ ائين ٿي پئي آيو. ته نڪي انهن جهڙو ڪو ديندار ملڪ ۾ آهي، نڪي هنن سان عيد مبارڪ نه ڪبي، ته ڪا عيد ئي سجائي ٿيندي.

هيءَ هجوم عيد گاهه اندر ته ايڏو هو. جو حاجي صاحب ۽ ڪليڪٽر صاحب جو ٻاهر نڪرڻ ئي محال هو؛ ان ڪري لاچار صوبيدار صاحب کي پنهنجي فرض ادائي ڪرڻي پيئي، ۽ هن کي ٻاهر آڻڻ ۾ نيٺ ڪامياب ٿي ويو. هاڻي سرهي کي اُميد ٿي، ته جيئن ئي حاجي صاحب در کان ٻاهر نڪرندو، آءٌ يڪدم ڪيس عرض ڪندس. ان ڪري گامونءَ کي ٻانهن کان وٺي در وٽ بيهي رهيو.

پر اچا حاجي صاحب در وٽ آيو ئي مس، ته فقيرن جي اهڙي ته رش ٿي، جو سرهو ۽ گامو ته الائي ڪيڏانهن ڌڪجي ويا. هنن اپوجهن نه ڪڏهين شهر جي عيد ڏٺي هئي ۽ نه فقيرن جو هجوم. هنن ڀانيو ته بس در وٽ ئي ڪيس عرض ڪنداسون ته حاجي صاحب بيهي رهندو.

مگر فقيرن جو هجوم ڪو بي معنيٰ ڪونه هو. حاجي صاحب هڪ وڏي ريزي ۽ پئسن جي ڳوٿري کي ڪليڪٽر صاحب اڳيان جهلي ۽

ڪليڪٽر صاحب بہ پرايو مال ڏسي فقيرن ۾ ائين پئي اڇليندو ويو، جو ڄڻ تہ برسات پيئي وسي. ڏن لٽيو ڪٿي وڃي، پر حاجي صاحب کي هن صورت حال جي خبر هئي، سو پوري هزار رپين جو ريزو ۽ پئسا ڪٺائي آيو هو. اڃا هڪ ڳوٿري پوري ٿي مس ٿي، تہ ڪمدار صاحب ڪٿي ڪليڪٽر صاحب اڳيان پي جهلي. ڪليڪٽر صاحب بہ مشڪندو ورهائيندو رهيو ۽ صاحب بہ تماشي تي مرڪندو سبحان الله سبحان الله چوندو پئي آيو. موٽرون تہ ٻنهي جون ٻاهر بيٺل هيون، پر پئسا ڪٽن، تہ هو بہ واندا ٿي چڙهن. تان جو صورت حال اها بيٺي، جو ٻئي ڄڻا بمعہ هجوم جي پيادا ٿي پيادا اچي صاحب جي اوطاق تي پهتا.

سرهي ۽ گامونءَ گهڻو ئي ڪوشش ڪئي، تہ ڪيس ويجها ٿيون؛ پر سواءِ لتن ۽ مڪن ۽ پوليس جي هنٽرن جي ٻيو ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿين.

آخر جڏهن حاجي صاحب ۽ ڪليڪٽر اوطاق اندر گهڙيا. تڏهين پوليس هجوم کي هٽايو ۽ انهي سان گڏ هو بہ ڌڪجي ويا.

هاڻي تہ قصو هو 'چاري چؤگانن ۾، واهيت ڪن وزير' ڪليڪٽر صاحب اندر هجي، تہ ٻاهران ڪير وڃي سگهي؛ چاڪاڻ تہ ڪليڪٽر صاحب جي پهچ کان اڳ دسترخوان وڇائجي چڪو هو، پلا اهڙيءَ مهل ڪنهن بکايل کي اندر ڇڏي مهمانن ۽ ميزبانن کي نظر تہ ڪانہ لڳائڻي هئي.

هو ٻئي هڪبئي ڏي ڏسندا شوڪارا ڀريندا رهيا. تان جو جڏهن دعوت عيد کان واندڪائي ٿي، بچيل طعام نوڪر چاڪر جي کائڻ لاءِ ورانڊي جي هڪ ڪنڊ ۾ پهتو، تڏهين ڪنهن نوڪر گامونءَ کي سڃاڻي چيو، "ادا اچو، ماني کائو."

ورانڊي ۾ پهچي سرهي نڪا ڪئي هم، نڪا تم، گامونءَ جي ٻانهن وٺي بيڊڙڪ وڏي ڪمري ۾ گهڙي ويو ۽ چيائين، "او حاجي صاحب، خدا جي واسطي ٻن جانين کي مرڻ کان بچايو!"

ڪليڪٽر صاحب هيءَ اوچتي رڙ ٻڌي حيران ٿيڻ لڳو ۽ حاجي صاحب تہ پريشان ٿي پيو؛ ڪهڙو نہ سهڻو موقعو هو، ڪليڪٽر صاحب سان ڳالهہ

ٻولهہ ڪري، وٺائنس ڪن ڪمن ڪڍڻ جو؛ آخر سندس دعوت تي جيڪي هزارين روپيہ خرچ ٿي چڪا هئا، تن جي ڦل وٺڻ جو تہ وقت اهوئي هو، جو ڏاها بہ چوندا آهن، تہ "ماني، تن جي ڪاني!"

"توبهہ، توبهہ!! ماڻهو بہ ڪهڙا نہ جهنگلي آهن! نہ ڏسن مهل نہ ٽڪ ٽائو.... ڇاهي ڙي، ڇا جو گوڙ ڪٿي مچايو اٿوَ؟" حاجي صاحب تيز ٿي چيو.

"حاجي صاحب!" سرهي عرض ڪيو. "هيءُ تنهنجو سرڙيو هاري 'گامون' آهي، هن جي زال کي اوچتو ستين مهيني ۾ سور ٿي پيا ۽ هيءُ اسر کان وٺي تو وٽ ڦڪيءَ ٻڪيءَ جي خرچ لاءِ آيل آهي، پر تون ملي نہ سگهين...."

"هون، سو اسان اوهان جي هر خرچ جو ٺيڪو کنيو آهي نہ؟ اول شاديءَ جو خرچ ڏيون، پوءِ ڪاڏو پيتو، ڪپڙو لٽو ڏيون، پوءِ وري اهي روزمره جا ٽاٽي ڪُٽاٽي رينگٽ بہ سهون؟"

" پر حاجي صاحب! ڀلا غريب سرڙيو هاري توکان نہ گهرندو، تہ پوءِ ٻئي ڪنهن کان گهرندو؟"

حاجي صاحب اڳترو ٻڌي خفي ٿي چڪو هو، هاڻي ڪيس صبر اچي نہ سگهيو، ۽ تيز ٿي چيائين، "پوءِ طاقت نہ هجيوَ، تہ شادي ڇو ٿا ڪريو؟"

خدا ڄاڻي، گامونءَ ۾ ڪٿان طاقت اچي ويئي، جو پڙڪو ڪائي چوڻ لڳو، "۽ اها ڪا هيڪڙ ٻيڪڙ ڪنواري ٿي ڪنهن کي قسمت سان هٿ اچي، سا بہ رئيسن ۽ هن جي ڪمدارن لاءِ ڇڏي ڏيون؟"

هيءُ لفظ نہ هئا، ڄڻ ڪو بم گولو هو؛ معلوم ٿئي ٿو تہ تير ڪو بنه نشاني تي وڃي پهتو هو، ڇو تہ حاجي صاحب بہ پيريءَ ۾ هڪ خانداني هاريءَ تي قياس آڻي سندس نوخيز نينگريءَ سان شادي ڪري ورتي هئي. ماڻهن پئي چيو تہ سندس ولي عهد جي بہ ڪنهن ڪنواريءَ تي اک آهي، ۽ ڪمدار صاحب وٽ تہ هڪ بہ سريتون هجڻ لازمي هو؛ سو حاجي صاحب جهڙو نِهايت رحم طبيعت ماڻهو بہ باهہ ٿي چوڻ لڳو، "چپ ڪر ڪميڻا، حرام خور! ڳالهائين ڪٿان ٿو؟"

"حرام خور اُهي آهن، جي ٿڌين ڇانون ۽ سوڙين هيٺ سمهي، انهن جي ڪمائي تا کائين، جي پاري ۾ پاڻي تا جهاڳين ۽ لڪن ۾ لنديون تا لتاڙين!"

گامونءَ طيش مان چيو.

حاجي صاحب هاڻي وڏيڪ سهي نہ سگهيو ۽ ڪليڪٽر جي روبرو ٿي هڪ پرجوش چمات وجهائي ڪڍيائينس. هن گوڙ تي صوبيدار، پوليس وارا ۽ ڪمدار بہ اندر اچي ويا، هو يڪدم گامونءَ کي جُنڊن مان جهلي گهلي ٻاهر ويا، سرهو جهانديده هو، هن کي معلوم هو تہ "ڪچڻ پيٽي نہ ڪا بلڪل، بزرگن سربلندن سان." تنهن بي اختيار پٽڪو لاهي صاحب جي پير تي رکي چيو "حاجي صاحب رحم! رحم!!"

"رحم ڪريان؟ ههڙي بدمعاش تي؟ ههڙي نالائق تي...."

"سائين!" هٿ ٻڌي سرهي چيو، "اوهان کي حالتن جي خبر نہ آهي، هيستائين سندس زال ۽ ٻڪي مري بہ چڪيون هونديون؛ هاڻي تہ دوائن لاءِ نہ، پر ڪفن لاءِ پئسن جي ضرورت هوندي خدا جي واسطي پنهنجي پاڻ کي ڏسو."

"مري ويون هونديون تہ وڏيڪ چڱو؛ 'جٽ جا ٻار، جيئن ٿورا تيئن چڱا'؛ اهڙن گستاخن، نمڪ حرامن ۽ احسان فراموشن لاءِ اسان وٽ پائي بہ ڪانهي. هيءَ ڪا فضيلت آهي ..." حاجي صاحب کي هاڻ سهڪو اچي ويو، هو بت ۾ تمام ٿلهو هو، ان ڪري ڪيس بلڊپريشر جي بيماري شروع ٿي ويئي هئي. کيس ڊاڪٽر گهڻو ئي منع ڪندا هئا، تہ سٽپ نہ کاءُ، چانور نہ کاءُ، مگر هيءُ چوي تہ پوءِ جــي چا ڪبو؟ ڀلا الله تعاليٰ هيتري جيڪا ملڪيت ڏني آهي، انهي جو اهو شڪرانو بہ ادا نہ ڪريون جو سندس نعمتون خوب کائون؟

۽ پوءِ اهو انهن نعمتن جو ئي تاثير هو، جو اڄ جڏهن غصو تيزيءَ تي اچي ويو، تڏهين سهڪو بہ شروع ٿي ويو ۽ هو دل کي هٿ ڏيئي پلنگ تي ڪري پيو. ٻئي طرف وري پنج اٺ پوليس وارا اندر اچي ويا، جي سرهي کي ٻاهر گهلي ويا.

اهو چڱو ٿيو، جو سرهو ٻاهر نڪتو ۽ ڊوڙي وڃي عزرائيل جي ايجنٽن کان گامون کي ڇڏايائين، نہ تہ هو هن نڌڪي جوان جي اهڙي مرمت ڪري

رهيا هئا. جو پنجن ستن منٽن ۾ پورو ٿي ويو ها، ۽ "عيد جي ڏينهن گهٽو کائي ڦاٿي مرڻ " جي رپورٽ تيار ٿي وئي ها. پر سرهي اهڙا تہ واسطا وڌا، زاربون گيسيون ڪيون، جو پوليس وارا بہ تڏا ٿي واپس بنگلي ڏي هليا ويا.

سرهو وڏي گامون وٽ پهتو: گامون کي بيهوش ڏسي هو وڏي بنگلي مان پاڻي ڪٺي آيو ۽ اڇي مٿس ڇٽڪاريائين: هن اکيون کوليون، سندس سنڌَ سنڌَ سور ڪري رهيو هو، پر تعجب اهو، جو اکين ۾ هڪ لڙڪ بہ ڪونہ هئس.

سرهو ڪيس ٺيڪ ڏيئي اٿارڻ لڳو، سامت ۾ اچڻ تي هو اٿي بيٺو ۽ سرهي جي ڪلهي تي هٿ ڏيئي هلڻ بہ لڳو. ڪجهہ اڳيرو وڌيا، تہ حاجي صاحب جو ڪمدار اچي رسين: هن جي هٿ ۾ ڏهن ڏهن جا بہ نوٽ هئا، گامون ڏي هٿ وڌائي چيائين، "وٺ ڙي، هڪڙي اڻ هوند بيا افعال بچڙا؛ وري بہ آفرين آهي حاجي صاحب کي، جنهن کي قياس اچي ويو."

نوٽ وٺي گامون اهي مروڙي ڪٺي منهن ۾ هنيس ۽ جهڙو آواز نڪري سگهيس، اهڙو ڪدي چوڻ لڳو، " اهي واپس وڃي تنهنجي قياس مند حاجي صاحب جي منهن تي هڻ: اسان سان جيڪي ٿيٽو هوندو ، سو ٿي چڪو هوندو: پر خداءِ قهار ڪندو، تہ ڪنهن ڏينهن اسين بہ اهي ڪسرون ساري ڪينداسون."

"هونهہ، مڙس جي تيڙهي تہ ڏسو" ڪمدار نوٽ ڪٽندي چيو، "هڙ سکٽي، آڪڙ گهٽي، اجا شايد دل تي جوتا ڪين مليا اٿس."

تپ ڏيئي گامون کٽي ڳچي مان ورتس ۽ سرهي جا هٿ نہ پونس ها، تہ شايد گامونءَ جي گهوگهي سان ڪمدار جي بہ عيد ٿي وڃي ها. ڪمدار جي هٿ مان نوٽ کٽي هن هٿ ٻڌي چيو، "ڪمدار وڏا، خدا جي واسطي معاف ڪر، هيءُ اڄ هوش ڪان خطا آهي."

"تہ داخل ڪريوس نہ پاڳل خاني ۾، ڪالهہ ئي ڪوٺڙي خالي ٿي آهي." ڪمدار ڪپڙا ڇنڊيندو دڙا هٽندو هليو ويو ۽ سرهو ڪنهن بہ ڪچڻ بنا گامونءَ کي ڳراٽڙي پائي شهر ڏي وٺي هليو. پر اجان بازار جي منهن تي مس پهتا، تہ سامهون هڪ هاري تڪڙو تڪڙو اچي رهيو هو، اوچنگار ڏيئي هن گامونءَ کي چيو. "واهہ جو ڦڪي ڀڪي وٺي آيو آهين، تون عيد جي

طعامن تي وهي رهين ۽ هو ويچاريون ٻئي ڦٿڪي ڦٿڪي پوريون ٿي ويون!"

سرهي جي اکين مان لڙڪ اچي ويا، پر گامونءَ جي اکين مان ٽانڊا وسڻ لڳا؛ هو گجگوڙ ڪري چوڻ لڳو، "مون کي قسم آهي انهي ذوالجلال جو، جو نمرودن کي مڇرن کان مارائي ٿو؛ تہ انهي حاجي صاحب کي سندس ٻڍيءَ ڏاڙهيءَ مان وٺي، گهلي اچي انهن نڌڻڪيون ٿي مرندڙن جي قبرن تي ذبح ڪندس؛ هن کي ڪڏهين ڪو مڙس تہ ڳڌيوئي ڪونهي!"

هو ڪانئن پاڻ ڇڏائي جهنگ منهن ڪرڻ لڳو، ۽ سرهو ويچارو پريل دل سان ڪنڌي کي چوڻ لڳو:

"ادا، هيءَ تہ وڃي ڪو 'ٻچو بادشاهہ' بنبو؛ پر پاڻ تہ هلي ڪا جوڙي پوتي جي ڪريون."

عيد جي ڏينهن، دڪان سڀ بند، پلا اڄ سڀوري ڏينهن دڪان ڪير کولي؛ ڪنٽرول جو زمانو، ڪپڙو تہ ڪٿي ملڻ جو هوئڻ ئي پتو ڪو نہ هو، پر انگريز سرڪار رحم فرمائي هر ڪنهن وڏي شهر ۾ ڪفن جي ڪپڙي جا خاص دڪان کولايا هئا، ان ڪري هنن بہ ڪفن جي دڪان واري سيٺ جي پڇا ڪئي، ڏس ملين تہ "جنهن سيٺ کي ڪفن جي ڪپڙي جو ليسن مليل آهي، اهو بہ هڪ حاجي صاحب آهي ۽ ڏاڍو ڀلو ماڻهو آهي؛ سندس گهران وڃي سڏ ڪندا تہ ماني تان بہ اٿي ايندو."

۽ سچ پچ ٿيو بہ ائين، اهو حاجي وليڏنو خان اڃا مانيءَ تي مس وينو هو، تہ ٻاهران سرهي اچي سڏ ڪيس، "آيو، پائو آيو" چئي هو ٽپ ڏيئي اٿيو؛ سندس ننڍي پٽ چيو، "بابا، ماني ڇڏي ڪيئن ٿا ٻاهر وڃو؟" تہ وڏي وقار سان جواب ڏنائين، "نہ بابا نہ، پهرين خلق خدا جيءَ جو ڪم، پوءِ ماني؛ ضرور ڪو ويچارو اڙٻات هوندو."

حاجي صاحب هلڻ لڳو ۽ سينيائي جي چپن تي هڪ معنيٰ خيز مُسڪراهٽ اچي ويئي؛ پٽ کي آهستي آهستي چوڻ لڳي، "پٽ! ٻابهين اڄ هيستائين ڪابہ خلق خدا جي خدمت ڪانہ ڪئي آهي، هن کي ماني نڌهين ئي وڻندي، جڏهين اهو ثواب ڪٽي ايندو!"

ٻاهر نڪري هن سرهي کي مخاطب ٿي چيو، "ادا عيد مبارڪ! ڪريو خبر، هن مهل ڪيئن اچڻ ٿيو."

"سائين عيد جون مبارڪون آهن اوهان شهرين لاءِ. اسين ٻهراڙيءَ جا ماڻهو تہ سدائين سور مبارڪ ۾ پورا سورا هوندا آهيون." سرهي نهايت ڏکويل لهجي ۾ جواب ڏنو.

"ادا، شهري ويچارا بہ سڀ سورن سان پريا پيا آهن، ڏسڻ جا وڏا، اندر جا جڏا" حاجي صاحب رِقت آميز آواز ۾ چيو، "شال ڌڻي پاڪ پنهنجي حبيب جي صدقي سڀني انسانن کي سورن کان نجات ڏياري." (سنجيدگي ڏيکاري) مانيءَ تان اٿي آيو آهيان."

روئڻهارڪي آواز ۾ سرهي چيو، "سائين، ڪفن جو ڪپڙو گهرجي."

حاجي صاحب هڪ بناوٽي اوچنگار ڏيئي چيو، "انالله و انااليه راجعون، شال الله تعاليٰ عيد جي ڏينهن ماتم کان پناهہ ڏئي؛ پر پائو، هنن ڪامورن جا ڪم تہ ڏسو، حڪم ڪڍيو اٿن، تہ موڪل جي ڏينهن دڪان اصل نہ کوليو وڃي. پلا پڇو هنن کان، تہ پاڻ تہ موڪلون ڪن ٿا، مگر حضرت عزرائيل عليہ السلام تہ انهن موڪلن لاءِ ٻڌل ڪونہ آهي، پر... پر هو بہ ڇا ڪن، جي دڪان کولڻ جي موڪل ٿا ڏين، تہ ڪين بہ ٿيون آفيسون کولڻيون پون، آخر پرمٽون تہ پاڻ ئي ڪڍندا آهن نہ!"

" سو پرمٽ کان سواءِ ڪفن بہ ڪونہ ملندو ڇا؟" ڪنڌي نماڻو منهن ڪري پڇيو. حاجي صاحب چيو، "ادا، انگريز سرڪار جي انهي سختيءَ تہ هيڪاري اسان کي آزار ۾ وجهي ڇڏيو آهي، پلا ڪو ڪانئن پڇي تہ پرمٽ ملڻ ۾ جيڪا دير مدار ٿئي ٿي، ان جو بہ ڪو بلو ڪريو ٿا! (شوڪارو پري) پر ادا سرڪار بہ ڇا ڪري، ماڻهن جا قلب اهڙا ڪارا ٿي ويا آهن، جو چون ٿا تہ سکر ضلع ۾ هڪڙي تعلقي جي آدم شماري آهي اسي هزار ۽ ڪفن جو ڪپڙو هليو آهي ٻياسي هزار ماڻهن جو؛ اسان جي واپارين جا اهي افعال آهن، تڏهين تہ سرڪار بہ پرمٽ سسٽم کوليو آهي، ڪردني خويش، آمدني پيش!"

"پوءِ پلا سائين اسان جو ڪهڙو بلو ٿيندو؟" سرهي چيو- "ادا!" ڏاڍي سباجهي آواز سان حاجي صاحب چيو، "آءٌ تہ اڄ عيد جي ڏينهن دڪان کولڻ کان لاچار آهيان، جو خود ڪُنجي بہ انسپيڪٽر صاحب وٽ رهندي آهي.

پر جي دڪان ڪليل هجي بہ ڪٿي، تہ بہ پرمٽ کان سواءِ ڪپڙو ڪيئن ڏيئي سگهبو."

سرهو ڳُٺتيءَ ۾ پئجي ويو، پر اوچتو ڪندي پڙڪو ڪاڍو. "حاجي صاحب، مون کي خبر آهي، تہ اوهين هميشه خلق خدا جيءَ جو ڀلو ڪندا آهيو: اسان وٽ فقط هي ويهہ روپيہ آهن، ٻيو پئـو بہ ڪونهي: مهرباني ڪري ڪنهن بہ هنڌان، انهن جو کهڙو بہ ڪپڙو، ڪيترو بہ هٿ اچي، تہ اسان کي آڻي ڏي: اهو خدا ڪارڻ جو ڪم هينئر ڪرڻو اٿيئي، مائي ويم ۾ گذري آهي، ٻاڻ ۽ ٻارڙو دير اصل سهي نٿا سگهن."

"گهوربس خدا جي نالي تان" چئي حاجي صاحب پئسا هٿ ۾ وٺي هنن کي اتي ويهڻ جو اشارو ڏيئي پاڻ وڏيڪ ائين چوندو هلڻ لڳو، "وجي ٿو ڪا جهوت ڏيان: خدا مالڪ آهي، ڪونہ ڪو ڀلو ٿي پوندو."

اڌ ڪلاڪ بعد حاجي صاحب پگهرجي موٽيو: هو بہ ٿلهو هو، ان ڪري هلڻ سبب سهڪي رهيو هو. "وٺو ادا، ڏاڍين مشڪلن سان هيترو هٿ ڪري سگهيو آهيان، ڪپڙو سنهو آهي، پر "انشاءالله تعاليٰ" پورو ٿي ايندو: هاڻي خدا حافظ، ڀلي ڪم ۾ دير ڪرڻ نہ گهرجي."

ائين چئي تمام تڪڙ مان ڪپڙو هنن جي هٿن ۾ ڏيئي اندر وجي در بيڪڙيائين. سرهي ۽ ڪندي ڪپڙي ڏانهن نهاريو، هي اهو ئي بافتو هو، جو بنهہ غريب ماڻهو مهاربن لاءِ ڪم آڻيندا آهن، ۽ زور سان آگر هڻجي تہ اندر هلي وڃي، پر ان وقت انهي کي بہ غنيمت سمجهي هو هلڻ لڳا.

ٻئي ڏينهن صبح جو حيدرآباد جي هڪ اخبار جي مٿان ئي مٿان وڏن اکرن سان هڪ خبر هئي:

**ٽنڊي آدم ۾ حرن جو فساد**

**ڪليڪٽر صاحب جي دخل سبب خوشگوار نتيجا**

**صورت حال تي وڌيڪ ڪنٽرول ڪرڻ جي ضرورت**

ٽنڊوآدم 23- (اسان جي خاص نمائنده وٽان) اڄ عيد جي ڏينهن هتي هڪ عجيب واقعو ٿيو، شهر جي مخير ۽ نيڪ دل سيٺ حاجي محمد عارب

هن عيد ۽ ناتال جي گڏيل موقعي تي ڪليڪٽر صاحب کي خاص دعوت ڏني هئي، ۽ پاڻ بئي عيد نماز تي گڏجي آيل هئا. آس پاس جي حرن هڪ وڏي سازش بنائي، ڪن مٿي ڦريل فسادين کي موڪليو، جن عين عيد گاهہ جي در تي فساد جو منصوبو بنايو؛ پر اتي ماڻهن جي سخت هجوم ۽ شهر جي لائق صوبيدار شهمير خان جي زبردست انتظام سبب ڪو داءُ لڳي نہ سگهين؛ انهي هوندي بہ انهن فسادي حرن مان ٻہ حاجي صاحب جي هارين جي روپ ۾ عين انهي وقت اوطاق اندر داخل ٿي ويا، جڏهين ڪليڪٽر صاحب ۽ حاجي صاحب ماني کائي رهيا هئا.

هنن فسادين ڪليڪٽر صاحب جي روبرو حاجي صاحب کي گهٽ وڌ ڳالهايو ۽ ان کان پوءِ سندس ڪمدار تي بہ خوني حملو ڪيو. مگر صوبيدار صاحب جي سني انتظام سبب هنن جو منصوبو ناڪامياب ٿيو ۽ اگرچہ هنن تہ مٿن سخت ڪارروائي ٿي ڪرائي، پر حاجي صاحب جي درياهہ دليءَ ۽ غريب پروريءَ سبب کين ڇڏي ڏنو ويو.

واضح رهي، تہ هيءُ سمورو علائقو حُرن جو آهي ۽ هو هميشه کان فسادي، جهڳڙالو ۽ سازشي آهن. هو سدائين برٽش سرڪار ۽ سندس خير خواهن سان پيا جهڳڙندا آهن. چيو وڃي ٿو، تہ سندن موجوده پير تہ خاص طرح انگريز سرڪار جو وڏو دشمن آهي ۽ سندس اهڙين ڪارروائين ڪري اڳ بہ سرڪار مٿس باقاعده ڪيس هلايو هو؛ انهي ڪيس ۾ ميان جناح صاحب ڏاڍا هٿ پير هنيا، پر سرڪار نامدار سندس هڪ بہ نہ ٻڌي ۽ پوريءَ عدالتي ڪارروائي سان ڪيس ڏهہ سال جيل ڏنو. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ پير صاحب جون جيل ۾ ئي ڪن انقلابي ليڊرن سان ملاقاتون ٿيون هيون ۽ اتان ئي انگريزن خلاف ڪن انقلابي ڪارروائين جا سبق وٺي آيو آهي. هو پنهنجن پوئلڳن وسيلي اهڙيون خطرناڪ ڪارروايون ڪري رهيو آهي، جنهن مان برٽش سرڪار جو انتظام ڪمزور ٿئي ۽ هن جا مريد خاص طرح هندو سيٺين کي ڦري سگهن.

ڇاٿو حلقن جو خيال آهي، تہ اهڙين ڪارروائين جي اها اڄا ابتدا آهي. هن جنگ جي زماني ۾ ڪليڪٽر صاحب کي حاجي صاحب جو لحاظ رکي انهن فسادين کي هرگز ڇڏڻ نہ گهربو هو، جڏهين تہ سندس ئي روبرو اهو فساد ٿيو

هو. ان طرح هنن کي ڇڏڻ سبب هنن جا من وڏي ويندا ۽ نتيجا نهايت خراب نڪرندا.

نيڪ تين ڏينهن وري ڪراچيءَ جي هڪ اخبار ۾ هن طرح خبر آئي:

**”ٽنڊي آدم جي هندن جون نيون شرارتون**

**مسلمانن خلاف سرڪار کي ڀڙڪائڻ**

**سرڪار ۽ هندو پائرن کي نيڪ صلاح**

ٽنڊو آدم 25 (اسان جي اسپيشل عيوضيءَ وٽان) معلوم ٿيو آهي ته حرن واريءَ ايراضيءَ جي رهاڪو هندن خاص طرح اتي جي غريب ابوجهه مسلمانن کي برباد ڪرڻ لاءِ پنهنجي غليظ پروپيگنڊا جو آغاز ڪيو آهي.

واقعات هن طرح ڇيا وڃن ٿا، ته عيد جي ڏينهن ٽنڊي آدم جي هڪ زميندار سيٺ حاجي محمد عارب جي هڪڙي سرڙٺي هاريءَ جي زال کي سٺين مهيني ۾ اوچتا ويم جا سور ٿيا ۽ هو حاجي صاحب کان پئسا گهرڻ آيو. عيد سبب حاجي صاحب سان ملاقات ٿي نه سگهين، نازڪ حالات سبب پوئتان وري ٻيو هاري به آيو. هنن کي ٻيو موقعو نه ملڻ سبب هو لاچار ڪليڪٽر صاحب جي روبرو وڃي حاجي صاحب وٽ پهتا؛ ڏکويل هاري جوش ۾ حاجي صاحب کي به ڪجهه چئي وينو، مگر حاجي صاحب پنهنجي وسيع القلبيءَ ۽ حسن اخلاقيءَ سبب اهو سڀ ڪجهه برداشت به ڪيو ۽ ڪيس ويهه روپيا به ڏنا.

پر هندن طرفان اخبارن ۾ هن معمولي واقعي کي اهڙو ته مروڙي سروڙي هائوُ ڪٺي بنايو ويو آهي، جو ڄڻ ته ڪو وڏو اُڀ ڦاٽي پيو آهي؛ ۽ هو سانٽيڪا هاري، جيڪي ڪنهن به صورت پير صاحب پاڳاري جا نه مريد آهن نه معتقد. تن کي هرويرو حُر هُلائي، ڪٺي سمورن حرن خواه پير صاحب پاڳاري خلاف سرڪار کي ڀڙڪايو آهي.

انهي ۾ شڪ ڪونهي، ته موجوده پير صاحب پاڳارو سيد حاجي صبغة الله شاهه صاحب هڪ انقلابي ۽ اصلاحي دل و دماغ رکندڙ آهي. هن جو مطالع ايڏو ته وسيع آهي، جو صرف ٻارهن ورهين جي عمر ۾ پاڻ پنجن لکن مريدن جي اڳوائيءَ جي تخت تي وينو آهي، مگر سڀ کان پهريون اهو ئي ڪم ڪيائين، جو بنگلي مان انگريزن جا آفرين ناما غلاميءَ جون نشانيون

سمجهي لهرائي ڇڏيا، ۽ ڪيس بہ سرڪار طرفان لقب جي آڇ ٿي تہ هن جواب ڏنو تہ اسان ڪي پنهنجو لقب "پير پاڳارو" ئي ڪافي آهي.

۽ اها بہ حقيقت آهي تہ پوءِ انگريزن طرفان خاص سندس طاقت کي ڪمزور ڪرڻ خاطر ڪوڙا سچا الزام لڳائي، ڪيس سزا ڏيئي، دور دراز جيلن ۾ رکيو ويو ۽ اتي ڪافي ورهيہ سندس ملاقاتون سياسي قيدين سان رهيون، ان ڪري پاڻ دنيا جي سياسي حالتن مان خوب واقف آهي.

مگر انهي جي معنيٰ اها ڪانهي، تہ پاڻ کو ملڪ ۾ وڳوڙو وجهڻ گهري ٿو؛ بلڪ ان جي برخلاف پير صاحب جو تہ اهوئي عقيدو آهي، تہ جيڪڏهين قلم يعني ووٽ وسيلي اقتدار حاصل ڪري سگهجي ٿو، تہ پوءِ وڳوڙي ڪارروايون ڪرڻ بلڪل غلط آهي، ۽ پنهنجي ملڪ ۾ پاڻ خواه جماعت جو اقتدار حاصل ڪرڻ جون ڪوششون ڪي گناهہ بہ ڪين آهن، آخر ٻيا پير صاحب خواه مسلم - هندو اڳواڻ بہ ائين ئي ڪن ٿا.

جنهن صورت ۾ نواب شاهہ جو ڪليڪٽر صاحب پاڻ سر زمين تي موجود هو، انهي حالت ۾ هن جيئن مناسب سمجهيو، تيئن ڪيو؛ پوءِ آخر هندو ڀائرن کي ڇو اچي گهوڙ ولوڙ پيو آهي، جڏهين تہ هنن جو هن ڳالهہ ۾ نڪو واسطو نڪو مطلب.

اسين جيئن سرڪار کي توجهہ ڏياريون تہ اهڙين شرارتي ڪارروائين کي بنجو ڏئي؛ تيئن هندو ڀائرن کي بہ آگاهہ ٿا ڪريون تہ هو خواه مخواه مسلمانن کي پنهنجو دشمن بنائڻ جون ڪوششون نہ ڪن؛ هي جنگ جو نهايت نازڪ زمانو آهي، سنڌ ۾ هندو مسلمان ڀائرن وانگر رهن ٿا، حرن جا لاڳاپا بہ هندو زميندارن، سيٺين ۽ عوام سان اهڙا ئي آهن، جهڙا مسلمانن سان؛ بلڪ حر جماعت ۾ خود هندو بہ شامل آهن ۽ پير صاحبن جا باقاعده مريد آهن؛ پوءِ هرويرو ڳالهہ کي ڳالهوڙو بنائي، هنن شرارتن اٿارڻ جو آخر ڪهڙو ضرور پيو آهي ۽ انهن مان هندو ڀائرن کي ڪهڙو فائدو پهچندو؟

سنڌ جي ساهہ، درياء شاهہ يعني سنڌو درياءَ دنيا جي ٻين دريائن وانگر جڏهن پنهنجي آخري آرامگاهہ سنڌ ۾ پهچي ٿو، تڏهين خوب پالوٽون ڪري ٿو

۽ اڪثر زمين ڪان مٿي ئو وهي. سندس اهي پالوتون هڪ طرف ته ڪچي جي زرخيز زمين آباد ٿيون ڪن، ته ٻئي طرف بندن اندر نهايت زبردست بيلا تيار ٿيون ڪن. انهن بيلن ۾ طرحين طرحين جا وڻ ۽ گاهه ٿين ٿا. جنهنڪري جيئن اهي مالدار مائهن جي آسائش گاهه آهن، تيئن چورن، ڌاڙيلن ۽ مظلومن جي به پناهه گاهه آهن؛ ڇاڪاڻ ته هنن ۾ ڪي ڪي هنڌ اهڙا هوندا آهن، جو ڏينهن ڏٺي جو به اک نه ڏسي گوڏي ڪي، ۽ وري اهڙن اونداهن هنڌن جي وچ ۾ ڪٿي ڪٿي ته نهايت ننڍڙا ۽ بهاريءَ ڀريل شاداب ٽڪرا به هوندا آهن. البت انهن بيلن جا اڪثر پيچرا اهڙا ته اٽانگا هوندا آهن، جو اڻ واقف هيڪر انهن ۾ ڦاٿو، ته يا ته نڪري نه سگهندو ۽ اتي ئي بيلي ۾ رهندڙ ڪنهن شينهن، چيتي، سوئر، بگهڙ، ارڙ بلا جو ٻَک ٿي ويندو يا ڪنهن ڏٻڻ ۾ گپجي ڪنهن واڳوءَ جي ور چڙهي ويندو، يا ته سؤ وکن جو پنڌ ڏهن ميلن ۾ بدلجي ويندو، يا وري ڪنهن سڀاڄهي ياڳئي جو وجي مهمان ٿيندو.

اهڙي ئي ڪنهن اونداهي علائقي جي عين وچ ۾ هڪ شاداب ٽڪرڙي ۾ تهيل لانديءَ ۾ هڪ تنومند، قداور، پهلوان جوان، سندس شهپرن کي وٽ ڏيئي رهيو هو، ته هڪ ساٿيءَ سلام ڪري چيس: "سردار، بيلي جي ٻاهرئين طرف هڪ نوجوان فريادي بيٺو آهي ۽ عرض ڪرڻ جو اميدوار آهي!"

" رنٿو آهي يا بهادر؟"

"سندس مهانڊي ۾ روئڻ جو ته ڪو آثار ڪونهي، الٽو اکين ۾ جڻ ته باهه پئي ٻريس."

"تڏهين بيشڪ اچي، ڀلي ڀلي ڪري اچي؛ هي آستانو اهڙي شيرن لاءِ سدائين کليل آهي، جن جي اکين مان چڻنگون نڪرنديون آهن. باقي روئندڙن لاءِ شهرن جا سيٺيون ۽ ڳوٺن جا وڏيرا ڪافي آهن!"

اڌ ڪلاڪ بعد عرضدار حاضر ٿيو. سردار تيز نظرن سان سندس جائزو ورتو، پنج منٽ نهارڻ بعد پڇيائين، "ابا، ڪٿي وينو آهين؟"

"ڪٿي به ڪونه" جوان گنڀيرتا سان جواب ڏنو.

" ڪو ته ماڳ مڪانو هوندءِ؟"

"مائٽ جنهن ڳوٺ ۾ رهندا هئا، سو هاڻي 'ڄامن وساڻ' بدران 'سيٺ

حاجي محمد عارب' جي اوطاق سڏبو آهي."

"هون، تون حاجي صاحب جو هاري آهين؟"

"آهيان نه، پر هئس."

" چو ڀلا، هارپ چو ڇڏيئه؟"

"جيڪا هاريپ ڪنهن نووَرنيءَ ۾ سندس ٻچڙيءَ کي به بچائي نه سگهي، اها ڪرڻ جو آخر ڪهڙو ضرور؟"

"ها، اسان سمجهيو، پوءِ حاجي صاحب کان ڪٽڪ جي وندي وٺي ڏيڻ لاءِ آيو آهين؟"

"وندي وٺڻ لاءِ نه، پر ان کي جلائڻ لاءِ مدد گهرڻ آيو آهيان."

"شهرن ۾ شايد تازو اهو رڪارڊ ٻڌو هوندوءِ، ته:

**"جس کيت سے دهقان کو ميسر نہ هو روزي،**

**اُس کيت کے هر گوشۂ گندم کو جلادو"**

سردار ٺهڪ ڏيئي چيو.

"رڪات ٻڪات ته مون ڪونه ٻڌو آهي، باقي آءٌ انهي کان به اڳتي وڃڻ جو ارادو ڪري آيو آهيان."

" اهو ڪهڙو؟" سردار وري به ٺهڪ ڏيئي چيو، "سڄو ملڪ جلائيندين ڇا؟"

"سڄي ملڪ سان منهنجو واسطو ڪونهي" جوان ڪجهه جوش مان چيو. "آءٌ ته فقط انهي حاجيءَ کي ڏاڙهيءَ مان جهلي منهنجي ننڍڪيءَ زال ۽ بيڪس ٻچڙيءَ جي قبرن تي وٺي ذبح ڪرڻ چاهيان ٿو، جو انهن جي خون جو جوابدار آهي!"

"نيڪ آهي" سردار ٺهڪ ڏيئي چيو. "ڪانگن جي ڪٽنب مان شايد ڪوبه ڪونه بچيو آهي، جو لولو حج ويندو." گنڀيرتا سان سردار چيو، "ٻڌ نوجوان، حاجي صاحب پاڻ زميندار نه بنيو آهي، پر هن کي انگريز سرڪار ئي ايڏو زميندار بنايو آهي. هن سندس بچاءُ خاطر جيڪي پوليس ۽ ملٽريءَ جا ۽ الائجي ٻيا ڪهڙا ڪوٽ ڪڙا ڪري ڇڏيا آهن، سي توکي ڏسڻ ۾ ئي ڪونه ٿا اچن؟"

" اچن ٿا، تڏهين ته اوهان وٽ آيو آهيان."

"اسين تنهنجي مرحبا ڪريون ٿا، پر نوجوان! ننگر شهر نڪي هڪ ڏينهن ۾ نهيو هو، نڪي هڪ ڏينهن ۾ ڦٽو هو. هيڏي اڏ دنيا تي راڄ ڪندڙ فيل مست انگريز جا پير هتان ڪڍڻ ڪو ڇيٽي وڃائڻ جو ڪم ته ڪونهي."

"آءٌ به ڇيٽي وڃائڻ ڪونه آيو آهيان، پر سچي حياتي ڏيڻ آيو آهيان."

"سردار صاحب! جڏهين منهنجي ڦٽڪندڙ نووڙنيءَ ۽ اڻ ڏٺل ابهم جو تصور ٿو اکين اڳيان اچي، ته ڪليجو منهن ۾ ٿو اچي. پر مون کان رڻن وانگر لڙڪ لوڙهيا نه ٿيندا. بلڪ آءٌ مڙسن وانگر بدلو وٺندس، ۽ ڳائي وڄائي وٺندس؛ ڇاهي مون کي ڪيترائي ورهيه ڇو نه لڳي وڃن!"

"ڏاڍو سٺو، بلڪل صحيح رستو رٿيو آهي تو؛ مگر تو ڪڏهين اها ڳالهه به ٻڌي آهي، ته ڪنهن زماني ۾ ڪوه قاف جبلن منجهه ڪنهن شخص هڪڙو اهڙو هٿرادو بهشت به نهرايو هو، جنهن ۾ حورون رهنديون هيون؟"

"شداد ڪافر جو ايرم وارو بهشت ته مون به ٻڌو آهي؛ پر ڪوهه قاف جو اوهان کان ٿو ٻڌان."

"ته دل لائي ٻڌ؛ تنهنجي ڪم جهڙو داستان آهي. انهي شخص جا چاڙتا ڪنهن دل ڦينڪ جوان کي ڪنهن طرح اتي وٺي اچي ڪنهن حور جو ديدار ڪرائيندا هئا ۽ پوءِ ڀنگ کي جام ڪوثر بنائي ڪيس پياري، انهي حور کان وڇوڙيندا هئا. ۽ چوندا هئا ته هاڻي اها تڏهين ملندءِ، جڏهين هيترا ڪ هيترا امتحان ڏيئي ايندين. سو توکي به تنهنجي مقصد جي محبوبه سان ملڻ لاءِ ڪافي امتحان ڏيڻا پوندا، جن مان پهريون هلڪڙو امتحان آهي جيل ۽ آخري امتحان آهي ڦاسي؛ تون ڳيرو جوان آهين. اهي امتحان ڏيئي سگهندين؟"

"امتحان ڏيڻ لاءِ ته آيو آهيان، ٻيو هتي ڪا وسرام ڪرڻ لاءِ ٿڌي ڇانو اچي لڌي اٿم ڇا؟ جڏهين انصاف جي مالڪ، ضلع جي حاڪم، ڪليڪٽر صاحب جي روبرو ئي حاجي صاحب مون کي بي گناهه گاريون ڏنيون ۽ چماٽ وڃائي ڪڍي؛ تڏهين انهن ٿڌين ڇانون وارن وٽان مون کي ڪو انصاف پلئه پوندو ڪيئن؟ بس، آءٌ ته اهوئي سمجهي هتي آيو آهيان ته

**'ڪاتي جن ڳري، مان لنئون لڳي تن سين!'**

" ته بيدڙڪ هتي آباد ٿي، 'هيءُ تنين جو ڏيهه، ور ور ڏيو وڏين جي.' هتي توکي سهٽي شاه لطيف جا بيت جهونگارڻا نه آهن، بلڪ مٿن عمل ڪري

ڏيڪارڻو آهي. نوجوان! تون ياد رکج، تہ جڏهين بہ ڪنهن ڦسيءَ طبيعت واري انسان تي ڪو ظلم جو حملو ٿيندو آهي، تڏهين هن جو سمورو رت بہ ڦري پاڻي ٿي پوندو آهي، ۽ پوءِ اهو لڙڪ، پگهر ۽ پيشاب رستي پيو نڪرندو آهي، پر جڏهين ڪنهن دلير طبيعت واري انسان تي اهڙو وار ٿيندو آهي، تڏهين هن جو پاڻي بہ ڦري رت ٿي پوندو آهي، ۽ تيستائين سک نہ سمهندو آهي، جيستائين يا تہ پنهنجو رت ڪيرائي يا ظالم جو هاري. مرد سڄيءَ زندگيءَ ۾ هڪ دفعہ مرندو آهي، ۽ بزدل کي ڏينهن ۾ ڏهہ دفعا ذبح ٿيڻو پوندو آهي. حضرت سلطان ٽيپو رحمت الله عليہ جو قول آهي تہ:

**"هڪڙي ڏينهن جي شينهن جي زندگي سؤ سالن**
**جي گدڙ جي زندگيءَ کان هزار دفعا بهتر آهي."**

"هيءُ اسان جا ٻيلا اهڙن ئي شينهن جي آماجگاهہ آهن، هتي جيڪو اچي، سو ٻيلائي شينهن بنجي اچي؛ جيڪو جيئي تہ بہ شينهن بنجي جيئي، ۽ جي مري تہ بہ شينهن وانگر مري. هتي ڪيس نڪو پگهار ملندو، نڪا وندي، ڪيس بلڪل شينهن وانگر پنهنجو قوت پاڻ ئي هٿ ڪرڻو آهي، ۽ پنهنجو نڪاڻو پاڻ ناهڻو آهي. ٻچڻ کي گڏنگن جي رهبريءَ جي بيشڪ ضرورت آهي، پر اسين پنجولن* کي ڪڏهين بہ برداشت نہ ڪندا آهيون.

"۽ هان، اهو بہ ياد رکج، اسين جيئڻ ٻين جو ظلم برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيون، تيئن پاڻ بہ ظلم جا حامي نہ آهيون. اسين ڪڏهن بہ ناحق نہ ڪندا آهيون. اسين ڪڏهن لڄن ۽ هيڻن تي هٿ نہ کڻندا آهيون. ۽ ٻيو تہ نهيو، پر جڏهن اسان کي ڪٿي بہ قانوني رستي سان انصاف ملڻ جي ڪا صورت ڏسڻ ۾ ايندي آهي، تڏهين قانون کي بہ هرگز پنهنجي هٿ ۾ نہ کڻندا آهيون. اسين ڪڏهين بہ اها ڪوشش نہ ڪندا آهيون تہ آبادين کي اجاڙيو وڃي، ۽ ٿرين ٿڏن هارين کي باغي بنائي زمينون ڇڏائجن. قرآن پاڪ اسان جو بهترين رهبر آهي؛ اسين اهو هميشه مطالع ڪندا رهندا آهيون، ۽ ڪوشش ڪندا آهيون، تہ اسان جا ساٿي ان کي طوطي وانگر نہ پڙهن، پر معنيٰ ۽ مطلب سمجهن. اسين انهي جي حقيقي اصولن جي انحرافي ڪرڻ واري تي قهر ڪڙڪڻ جي پڪ سمجهندا آهيون، ۽ انهن جي صحيح پوئواري ڪندڙ لاءِ

* پجولو هڪڙو اهڙو سنهي تڙ وارو وڻ آهي، جو ڪنهن ٻني وڻ جي آڏار کان سواءِ بيهي نہ سگهندو آهي.

ڪاميابيءَ جي پڪ رکندا آهيون، ۽ اسين سمجهندا آهيون تہ دنيا جي چڱن ماڻهن ڪي اهي اصول منظور آهن. باقي ننڍڙن ننڍڙن مسئلن ڪي مُلن لاءِ ڇڏيندا آهيون.

پٺائي گهوٽ فرمائي ٿو تہ:

**سنا سي سونهن، ننڌ عبادت جن جي،**

**يا**

**روزا ۽ نمازون، ايءُ پڻ چڱو ڪم،**

**پر سو ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پِرينءَ کي.**

"تو لاءِ اڄ ايتري هدايت ڪافي آهي. هاڻي وڃي ٻيلو گهم ۽ ٿر - جڏهين مناسب سمجهبو تڏهن توکي ٻهرئين امتحان تي موڪليو ويندو."

اڄان ڪليڪٽر صاحب چانهہ جو ڍڪ مس پيو، تہ پٽيوالي هڪ لفافو اچي اڳيانئس رکيس. لفافو سادو هٿ جو ٺهيل هو. مگر سندس چٽني ڪندن تي ڳاڙها نشان ٿيل هئا. ان ڪري هن جو ڌيان انهيءَ ڏي ڇڪجي ويو ۽ هن ڪوپ ساسر ۾ رکي لفافو کوليو. لفافي ۾ پينسل جي جڏن ڦڏن اکرن ۾ کو ڪاغذ پيل هو. جو پڙهندي ئي هن آواز ڏنو "سنتري!"

دڙو هٽي، بوٽ کي ٺڪ ڪرائي سنتريءَ اچي سلام ڪيو.

" وہ باهر جو ڈاڪو کڑا هے، اس ڪو هٿڪڙي لگا ڪر صوبيدار ڪو پنهنچادو، اور کهنا، کہ ڪل صبح ڪو هم سے مل جائے." ڪليڪٽر صاحب اهو حڪم ڏيئي، بيپرواهيءَ مان وري چانهہ پيئڻ لڳو. ۽ سنتري ساڳيءَ طرح سلام ڪري هلڻ لڳو. ٿوريءَ دير بعد هو واپس آيو ۽ ساڳيءَ طرح سلام ڪرڻ بعد چوڻ لڳو. "حضور باهر تو ڪوئي ڈاڪو نهين!"

"اڇا، تو مردود ڀاڳ گيا!" ائين چئي گهنٽي وڄايائين تہ ساڳيو پٽيوالو اچي ويو. کيس چيائين، "هيءُ خط آڻڻ وارو ڪهڙي طرف ڀڄي ويو!"

"ڪيڏانهن بہ نہ حضور، هو تہ جواب جي انتظار ۾ ٻاهرئي بيٺو آهي." پٽيوالي ادب سان جواب ڏنو.

"چڱو، تہ وٺي اچينس" – ۽ "سنتري! تون بہ اتي بيهہ."

سنتري ٻيٺو رهيو، ٿوريءَ دير ۾ پٽيوالو هڪ ويهارو ورهين جي نوجوان کي اندر وٺي آيو، جنهن کي مٽي تي اجرڪ ٻڌل هئي، خاڪي ڪاڏيءَ جي شلوار ۽ قميص پهريل هيس. هو نهايت بي ڊپائيءَ سان سلام ڪري اچي بيٺو، ڪليڪٽر صاحب هن تي نظر وجهڻ کان سواءِ سنتريءَ کي چيو "يہ کون کڑا تھا؟"

"یہ؟- یہ تو صاب، ایک لڑکا ھے، آپ نے ڈاکو کو پکڑنے کے لئے حکم فرمایا تا نہ؟"

ڪليڪٽر صاحب کلي پيو ۽ چيائين، "واہ ڑي دغا دے روڑا، تم اس کو صرف ایک چوٹا سا لڑکا سمجھ رہا ھے؟ پتہ ھے اس نے کیا لایا ھے؟"

" ھمکون کیا خبر صاب! اگر آپ حکم دیں، تو ایسي ھتکڑي لگادیں!"

ڪليڪٽر وري مرڪي ڇوڪري ڏي ڏٺو، جو بہ هاڻي مرڪي رهيو هو؛ اوچتو ڪليڪٽر صاحب ڪجهہ حيرانيءَ مان چيو، "تون- تون انهيءَ ڏينهن وارو حاجي صاحب جو هاري آهين؟"

" جيءُ حضور!" گامونءَ مرڪندي جواب ڏنو.

" اڇا، تڏهين تون هن منزل تي وڃي پهتين! پر.... سنتري! تم باهر جاؤ - چڱو پٽيوالا، تون بہ ٻاهر وڃ."

هو ٻاهر ويا تہ ڪليڪٽر مرڪندي چيو، " ڇا نالو اٿيئي ڇورا؟"

" گامون، صاحب!"

" چڱو ميان گامڻ خان! توکي خبر آهي تہ خط ۾ ڇا لکيل آهي؟"

" جي ها صاحب" جيئن نہ کي اکر رٽيل هجن، تيئن هو چوڻ لڳو. "صاحب! هن ۾ لکيل آهي تہ: 'عوامي عدالت کي هيءُ معلوم ڪري سخت رنج پهتو آهي، تہ مسٽر عبدالڪريم ڪليڪٽر جي روبرو سيٺ حاجي محمد عارب سندس هڪ بيکس هاريءَ کي گاريون ڏنيون ۽ چماٽ هنئي، تہ بہ هن داد تہ ڪونہ ڪيو، الٽو سندس پوليس وارن بہ هن کي مار ڏني.

"مسٽر عبدالڪريم جو هيءُ ڏوهہ تہ وڏو آهي، پر في الحال ڪيس هڪ هزار ڏنڊ وجهجي ٿو؛ جو عدالت جي بيلف کي بروقت ادا ڪري، تہ پوءِ نہ

فقط ڪيس معافي ڏني ويندي، مگر سندس قدر بہ ڪيو ويندو؛ پر جي ڏيڻ ۾ ڪا آنا ڪاني ڪيائين يا عدالت جي بيلف کي ڪا تڪليف ڏنائين يا ڪا بي غلطي ڪيائين، تہ ڪيس حالتن موجب سزا ڏني ويندي."

ڪليڪٽر مرڪي چوڻ لڳو. "اڇا، تڏهن توکي اهي اکر رٽائي موڪليو اٿن؟"

"نہ صاحب" هن گنڀيرتا سان جواب ڏنو. "اهي مون کان ئي لکايا ويا آهن."

ڪليڪٽر جو ٺهڪ نڪري ويو. "يعني بيلف بہ تون، تہ ڪلارڪ بہ تون!"

"۽ پٽيوالو بہ آءٌ، تہ شڪاري بہ آءٌ" هن ساڳيءَ گنڀيرتا سان جواب ڏنو. "صاحب! گريبن جا قصا ائين ئي پيا هلندا آهن."

"تو ڪڏهين جيل ڏٺو آهي؟"

"نہ صاحب، اجا تہ ڪونہ ڏٺو اٿم، پر اڄ تيار ٿي آيل آهيان."

"شايد تون جيل کي سولو پيو سمجهين؛ ها ڀلا چو نہ سولا سمجهو، اوهان لاءِ تہ ٻاهر بہ اهڙي ئي ماني آهي، پر... پر ڪڏهين پوليس جي مار ڏني اٿيئي؟" صاحب پڇيو.

"ها صاحب! انهيءَ ڏينهن پوليس اهڙي مار ڪڌي هئي، جو اڄ پريو مهينو گذريو آهي، تہ بہ سنڌن مان سور ڪونہ ويو آهي." گامونءَ بلڪل سنجيدگيءَ سان جواب ڏنو.

"پر بيوقوف ڇوڪرا! اها تہ ڪجهہ ڪونہ هوندي، پوليس جي مار کان تہ جن بہ ڀڄي ويندا آهن!"

"صاحب ! جن لاءِ تہ ڪي نڪاٽا هوندا، مگر اسين ڪاڏي وڃون؟ اٿيئي پيا مارون کائيندا سون ۽ مرنداسون، پيو ڇا ڪريون! (شوڪارو ڀري) حق حلال جي پورهئي مان تہ اهو عيوض مليو، جو گاريون بہ مليون، مارون بہ مليون ۽ منهنجي ويچاري نووڙني، سندس تازي جاول ٻار سميت ٿتڪي ٿتڪي مري ويئي. اسان غريبن لاءِ تہ ڀٽائي گهوٽ جي چوڻ موجب:

سامائي تان سورَ، سِر جي تان سک ويا،
اهي ٻئي پور، نماڻيءَ نصيب ٿيا!"

هاڻي ڪليڪٽر صاحب کي ڪجھ قياس آيو ۽ چيائين، "سرڪاري نوڪري ڪندين؟"

"اها تہ ڪريان پيو." هن مرڪي چيو. " ڪا سرڪار بنگلن ۾ رهي، ڪا بيلن ۾!"

"مگر اسين توکان اها بيلن واري سرڪار جي نوڪري بہ ڪانہ ڪسينداسون."

"پوءِ هڪڙو نوڪر ٻن مالڪن جو حڪم ڪيئن مڃيندو؟"

"بيوقوف ڇوڪرا! ڪليڪٽر صاحب ٺاڏار سان چيو. "اسين توکي سي آءِ ڊي پوليس ۾ ڀرتي ڪنداسون، پوءِ تون اسان کي انهن بيلي وارن جي خبر چار پيو رسائج!"

"اهي ياڙيا ڪي ٻيا ڏٺا هونديءِ صاحب!" گامونءَ وڏي وقار سان چيو. "حلالي ماڻهو ڪڏهن بہ گداري نہ ڪندو آهي."

ڪليڪٽر سوچ ۾ پئجي ويو، ٿوري دير ويچار بعد هن سندس باڪس کولي ان مان هڪ نوٽ ڪڍيو ۽ پڇيائينس:

"هيءُ ڇا آهي؟"

"نوٽ آهي صاحب!"

" گهٽي جو آهي؟"

"الائجي، مون هڙو ڪڏهين ڪونہ ڏٺو آهي!"

" پلا هيءُ اکر پڙهہ، تون تہ پڙهيل آهين نہ؟"

" ها صاحب، اهي ٻني اکر ڪتاب ۾." هن ويجهو ٿي پڙهيو "ايڪ هزار روپيہ".

" ها، نيڪ آهي؛ اهو کڻي وڃي تنهنجي عوامي عدالت واري صاحب کي ڏي ۽ اسان جا سلام چئجانس. نالو ڇا اٿس؟"

"نالي جي خبر ياڻ کي ناهي صاحب، هن کي 'سردار' 'سردار' چوندا آهن."

" پلا ڪٿي ٿو رهي؟"

" درياءَ جي بيلي ۾ صاحب."

" درياءَ جا بيلا تہ وڏا آهن، هو ڪهڙي بيلي ۾ رهي ٿو؟"

" ياڻ ڪي اها بہ خبر ڪانهي صاحب!"

" پوءِ تون وٽس ڪيئن پهتين؟"

" صاحب! انهيءَ ڏينهن جو پرپور مار ڪاڻر ۽ وري زال ۽ ڇوڪريءَ جي مرڻ جي خبر بہ مليم، تہ هوش ڪان خطا ٿي بدلي وٺڻ لاءِ نڪتس. خيال ڪيم تہ پيو تہ ڪو اهڙو مڙس ملڪ ۾ آهي ڪونہ. جو منهنجو داد ڪري؛ باقي 'حر' اهڙا پڌون پيا. سندن هنڌ جو بہ پتو ڪونہ هئم، سو رلندو رلندو وڃي هڪ ٻيلي وٽان نڪتس. ٻيلي جي ٻاهران هڪ ماڻهو ڏٺم، جنهن کي حال سٽايم؛ ان مون کي چيو، "بيهہ، تہ سردار کي احوال ڏيان؛ پوءِ جي گهرايائين تہ توکي وٺڻ ايندس." پوءِ صاحب ڪلاڪ ڏيڍ ڪان پوءِ موٽيو ۽ اندر ٻيلي ۾ وٺي منهنجون اکيون ٻڌائين. برابر ميل ڏيڍ ۾ الائي ڪٿي پٺي گهمايائين، ۽ وچ وچ ۾ ائين بہ پٺي چيائين تہ خبردار ٿج، ذرو بہ پير ٿڙڪيئہ، تہ اهڙيءَ هائيءَ ۾ ڳپي ويندين، جتان قيامَ ڪونہ نڪري سگهندين. ان ڪري آءٌ تہ صاحب ڊڄندو ڊڄندو پٺي هليس. نيٺ اکيون کولي هڪ اڏوڙ جوان وٽ وڃي پيش ڪيائين، جنهن کي 'سردار' 'سردار' ٿي ڪوٺيائون."

" يلا، انهيءَ پيش ڪندڙ جو نالو ڇا هو."

" مون کي انهيءَ جي نالي جي تہ خبر ڪانهي، پر مون تہ اهو بہ وري ڪڏهين بہ ڪونہ ڏٺو."

" ها، پوءِ؟"

" پوءِ سردار مون کي بدلي جو دلاسو ڏنو ۽ چيائين ڪجهہ وقت رهي امتحان ڏج، پوءِ توکي بدلو وٺي ڏيندا سون. پوءِ تہ صاحب مون کي اکيون ٻڌي وري الائجي ٻيلي ۾ ڪٿي وڃي ڇڏيائون. آءٌ اتي شڪار ڪريو، پيو کائيندو هوس، مهينو کن رهي رهي بيزار ٿي پيس. نہ ماڻهو نہ ڇيڙون، نہ ٻيلي مان نڪرڻ جو پتو؛ آخر هڪ ڏينهن وري پيو هڪ ماڻهو گڏيم ان کي احوال ڏنم، جنهن وري سردار ءَ ت پيش ڪيو؛ جنهن اول تہ چيو تہ، "ڪڪ ٿيو هجين ۽ تڏو ٿيو هجين تہ ڪجهہ خرچي ڏيئي واپس اماڻيونءِ" مون جواب ڏنو تہ، "بدلي وٺڻ بنا واپس تہ ڪونہ ويندس، باقي اوهين نااميد ڪندا تہ وري ڪو پيو در ڇڪاسيندس." تڏهين اهو خط مون کان ٿي لڪارائي، سيني

خطرن کان واقف ڪيائون. سردار اها به سخت هدايت ڪئي، ته ڪليڪٽر صاحب جيڪي پڇي، سو سچ پچ ٻڌائج، ڪوڙ اصل نه ڪج. پوءِ وري به اکيون ٻڌي ڪٺي ڇڏيائون. پوءِ سٺي اچي اوهان وٽ پهتس، ٻيو سارو ڪئير!"

" پوءِ هاڻي سردار وٽ ڪيئن پهچندين؟"

" بس، ٻيلي جي ٻاهران پيو رلندس، پوءِ پٺائي گهوٽ جي چوٽيءَ وانگر: ليڙن جو لطيف چئي، ڏونگر ڏيندءِ ڏس!"

صاحب وري به سرڪي پيو ۽ گهنٽي وڄايائين. پٽيوالو آيو. تنهن کي چيائين، "ابا، هن ڇوڪري کي ماني کارائي عزت آبروءَ سان ٻاهر اماڻي ڇڏيو ۽ جڏهن به ڳاهه ٻيڳاهه اچي ته بيدڙڪ مون وٽ موڪلي ڏجو." "چڱو وڃ ٻچا، ٻيلي اسان کي معاف ڪج يار، ملڪ جو چرخو ئي اهڙو آهي!"

ڳامو سلام ڪري ٻاهر نڪتو. پٽيوالو حيران ٿي ساڻس گڏ هليو: صاحب وري سنتريءَ کي گهرايو.

پورن پندرهن ڏينهن بعد صبح جو مهل هڪ ڪاري گڏهه تي چڙهيل، ڪارا ڪپڙا ڍڪيل، ڪارو منهن تيل، ڏاڙهي، مڇون، پرون ۽ مٿو ڪوڙيل شخص، اهڙيءَ حالت ۾ ئي ڪليڪٽر جي بنگلي ۾ آيو ۽ ساڳئي قسم جو هڪ لفافو گڏهه تي چڙهي هڪ پٽيوالي کي ڏنائين. پٽيوالا ڪلن جي ڪوڪرن ۾، هي شخص بہ ٿيو گڏهه تي وينو آهي. اول هن کي گڏهه تان لهڻ لاءِ چيائون، پوءِ زوريءَ لاهڻ جي ڪوشش ڪيائون. هن هٿ ٻڌي چيو، "خدا جي واسطي مون کي نه لاهيو. آءٌ اهڙي ئي حالت ۾ صاحب وٽ پيش نه ٿيس، ته منهنجي سر جو خير ڪونهي."

صاحب کي خط مليو ته يڪدم ٻاهر نڪري آيو ۽ ڪيس ڏسي بجاءِ ڪلڻ جي ٽورو پڻڪلجي چوڻ لڳو " تون ڪير آهين؟"

هٿ ٻڌي هن جواب ڏنو " حضور سي- آءِ- ڊي ڪنسٽيبل نمبر 328"

صاحب گرم ٿي چيو "نالائق، هيءُ ڪهڙو سانگ رچايو اٿئي؟"

"سانگ ناهي صاحب!" هن گنڀيرتا سان جواب ڏنو. "حڪم هجي ته اندر احوال ڏيان، نه ته ٻاهر ئي ڪٺي ٻڌائيندس، پوءِ مون تي رنج نه ٿجو."

گنپير ٿي صاحب کيس اندر اچڻ جو اشارو ڪري بنگلي جي آفيس روم ۾ وٺي ويٺو.

اندر پهچي ڪنسٽيبل اوچنگارون ڏيئي چوڻ لڳو. "حضور! مون کي حڪم مليو هو، ته گامون نالي هڪ ڇوڪري جي پوئتان پوان، ۽ ڪنهن به طرح هن جي رهائش ۽ ساٿين جو پتو ڪڍان، سو حضور آءٌ ته ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان ڊيوٽي ڏيندو پٺي ويس، تان جو گامون ڪجهه ڏينهن بعد هڪ بيلي وٽ وڃي بيٺو. ۽ بيلي مان هڪ ماڻهو نڪتو. سو هن سان ڳالهائڻ بدران چڪر ڪاٽيندو ڪاٽيندو اوچتو پوئتان ڦري مون کي انهيءَ ٽم ۾ اهڙيءَ ته بيخبريءَ مان پڪڙي وڌائين، جو مون کي وهم گمان به ڪونه هو. مون ته سمجهيو ته اهو ڪو ڀاڳيو هوندو، جو پنهنجي ڪم هليو ويو. پوءِ منهنجون اکيون ٻڌي، ڪلاڪ ڪن چڪر ڏياري ڏياري بيلي جي هڪ لانڍيءَ ۾ هڪڙي رعبدار شخص وٽ وٺي ويا. جنهن يڪدم ڪٽي تلاشي ورتائي، ته منهنجي ڳجهن عضون وٽ ٻڌل سي- آءِ -ڊي جو نشان ڪين ملي ويو. صاحب، مون کي ته انهيءَ جي هٿائڻ جو ڪو حڪم ڪونه هو، نه ته اهو به نه ٻڌان ها؛ بس، پوءِ ته گهٽوئي ڪوڙ ڳالهايم ته هڪڙي بنگالي مفرور پنيان آهيان وغيره، پر سردار چيو. "بچا، اسان ڪي اُس ۾ اچا وار نه ڪيا آهن. سي - آءِ- ڊي جي سزا هر عدالت ۾ تمام ڳري آهي، پر اسين في الحال توکي اها سزا ڏيون ٿا، جو جهڙيءَ حالت ۾ هتان ڇڏيون، بلڪل اهڙيءَ ئي حالت ۾ ڪليڪٽر صاحب کي وڃي هيءُ لفافو پهچائج ۽ جيڪا ورندي مليئي، سا وٺي وري ساڳيءَ ٽم ۾ واپس اچي ويهج. انحرافيءَ جي حالت ۾ جيڪا سزا ملندي، سا بيحد سنگين هوندي."

ڪليڪٽر صاحب سوچ ۾ پئجي ويو. پينسل مٿي وٽ رکي ڪافي دير ويني ويچار ڪيائين. پوءِ ڪنڌ مٿي ڪٽي چيائين. " چڱو، تون اڄ رات اسان وٽ ئي رهه. توکي ڪپڙا وغيره پيا ملندا. پوءِ سڀاڻي حڪم ڪنداسون."

" گامون! هي ڇا آهن؟"

" سردار، هيءُ ته پنج ئي نوٽ اهڙا آهن، جهڙو هڪڙو مون کي

ڪليڪٽر صاحب ڏنو هو."

" تو وارو ڪليڪٽر ڏاڍو سخي آهي" سردار ٺهڪ ڏنو. " اڄ وري هيءَ پنج ٻيا بہ موڪليا اٿس."

گامونءَ حيران ٿي چيو، "مگر صاحب، اهي اوهان وٽ ڪيئن پهتا، مون کي تہ نڪو پتو معلوم هو، نڪو مون ٻڌايو."

" اسان کي سڀ خبر آهي ٻچا، تہ تو ڇا ڳالهايو." سردار گنڀير ٿي چيو، "خود اهو پٽيوالو، جنهن توکي صاحب وٽ پهچايو هو، سو بہ اسان جو پنهنجو ماڻهو آهي. اسين اهڙا غافل نہ آهيون، جي توکي شينهن جي ڏر ۾ موڪلي بي فڪر رهون. صاحب بهادر توکي نوٽ ڏيئي، تو پنيان وري سي - آءِ- ڊي اماڻيو هو. پر اسان ان کي پڪڙي، بريءَ حالت ۾ وٽس موڪليو هو ۽ وڌيڪ پنج هزار روپيہ ڏنڊ وڌو هوسون. اڄ اهو، سي- آءِ- ڊي وارو اهي پئسا کڻي آيو، ۽ جيڪڏهن ڪليڪٽر صاحب هاڻي ساڄهہ ۾ آيل هوندو، تہ اسين ڪيس گهڻو ئي ورسائيندا سون؛ نہ تہ جهڙو هلندو تهڙي سزا پوڳيندو. اٿين غافل اسين بہ ناهيون، نڪي نڌڻڪا آهيون. پر هاڻي هڪ مهم فتح ٿيو، ڏنوسون تہ تنهنجو بہ ڊپ لٿو آهي، هاڻي وڃ حاجي صاحب ڏي."

" ڪو پستول پستول ڏيو تہ وڃي هٽانس نہ."

ٺهڪ ڏيئي سردار چيو، "اڃا حاجي صاحب ايڏي سنگين سزا جي لائق نہ ٿيو آهي؛ اهڙن شخصن کي شاهہ ڀٽائي جي قول وانگر:

**الله ڪَرَ جيئن، مدي جن جي مَن ۾،**
**اسان پريَن پاڻ ۾، ميڙائو ڏسن،**
**تهان پوءِ مرن، سڙي انهيءَ سور ۾.**

في الحال جيئڻ ڏبو آهي. پوءِ چيچلجي چيچلجي پاڻهي هارٽ فيل ٿيندو اٿن. (گنڀير ٿي) هان، پر ٻڌ، حاجي صاحب جيڪڏهين توکي جيل ۾ وجهايو تہ پوءِ تہ نهيو، نہ تہ ڪانئس موٽي سڌو ڳوٺ وڃج، ۽ مرحومن جي فاتح خواني وڏي ڌام ڌوم سان ڪرائج. ڪين ٻڌائج، تہ سندن موت ڪو اڪارت نہ ويو آهي، بلڪ اهو وڏا رنگ لائيندو. ۽ انهن پئسن مان مٿن مقبرو بہ ٺهرائج، جي حاجي صاحب ڏي. جيڪو ماڻهو پڇي، تہ پئسا ڪٿان آندا اٿئي، تہ چئجانءِ، تہ حاجي صاحب کي خواب ۾ ڪو اهڙو اشارو ٿيو، جو هن ڏنا آهن. هان،

انهيءَ امڪان کان غافل نہ رهج، تہ حاجي صاحب توسان وڏيون ڪي تعديون ڪرائيندو. پوءِ تنهنجي اها پهرين پرک آهي، ڪوهہ قاف جي بهشتين وانگر جيڪڏهن انهيءَ آزمائش ۾ ثابت قدم رهين، تہ پوءِ ضرور مقصد جي حور ملنديءِ، نہ تہ ڪٿيئي قسمت؛ اسان کي ڪوبہ ضرر نہ رسندو."

سردار هاڻي گنپير تي ڏهن ڏهن وارا ويهہ نوٽ ڪڍي هن کي ڏنا ۽ چيائين، "هيءُ اتيئي خرچ لاءِ."

گنپير تي گامونءَ جواب ڏنس، "سردار، تو نہ ٻڌايو هو، تہ شينهن پنهنجو قوت پاڻ ڪمائيندو آهي!"

" هيءُ بہ تہ دراصل تنهنجا ئي ڪمايل آهن."

"خير تو کپي سردار!" هُن هٿ ٻڌي چيو. "هن مهم ۾ ڪجهہ منهنجو حصو بہ آهي. هينئر ڪجهہ بہ خرچ نہ وٺندس، اجا آزمائشي آهيان. ڪامياب ٿي موٽڻ بعد جڏهين ڪنهن بيءَ مهم ڏي وڃڻ ڪيس، تہ پوءِ ڏنو ويندو."

سردار هڪ نوٽ ڏهن جو ۽ هڪ سؤ جو ڏيئي چيس، "چڱو هي ڏهن جو نوٽ خرچ لاءِ اتيئي، ۽ سؤ جو نوٽ جيل جي خرچ لاءِ لڪائي ڇڏ. اسان جي جيلن جو انتظام اهڙو آهي، جو پئسي واري لاءِ اتي هر ڪا ٻهاري هوندي آهي."

" سردار! اڄ هڪ پائي بہ نہ وٺندس. ٻاهر بہ الله مالڪ آهي، جيل ۾ بہ اهوئي نگهبان آهي. شل ڪنهن چوريءَ ڌاڙي بري ڪم سببان مليل جيل کان پناهہ ۾ رکي؛ باقي حق جو جيل تہ گهٽائي نبي ولي ۽ ٻيا چڱا مڙس بہ ڀوڳي چڪا آهن؛ تہ هينئر تہ واٺيا وڪال سيٺيون شاهوڪار ڪي گانڌي مهراج بہ ٻيا اتي وڃن. آءٌ جيل ۾ ڪنهن بهادريءَ وٽڻ لاءِ ڪونہ ٿو وڃان، بلڪ مون لاءِ اتي بہ ڪو ڪم نڪري پوندو. بس هاڻي سلام ٿئي. هاڻي رڳو ٻاهر اماڻيو."

سردار ٿپ ڏيئي اچي ٻاڪر وڌس ۽ چيائين، "صد رحمتون هجنئي، اها بہ قادر جي قدرت آهي، جو اسان کي گهر ويٺي اهڙا ماڻهو پيو موڪلي. اڄ تو تان اکيون ٻڌڻ بہ معاف آهن، واپس ايندين، تہ رستو پاڻيهي ڳولي ايندين!"

"اڙي گامون!" 'هو تہ ڏس' ' گامون پيو اچي ڙي' ' لوڏ تہ ڏسوس' "او ڇوڪرا، بيهہ اتي. حاجي صاحب کي ڄاڻ ڪريون، اٿين اندر نہ وڃ.'

هڪ پربور نيلهو ڏيئي گامون اندر وڃڻ لڳو ۽ نوڪر ڏانهن نهارڻ بنا چوڻ لڳو،
"چانهِ ڪرڻ وارا ڏينهن لڏي ويا!"

حاجي صاحب هينئر دوستن ۽ وڏن ماڻهن سان ڪچهري ڪري رهيو هو. گامونءَ جو اوچتو وچي لفافو اڳيان رکيس، ته هيڪر ته چڙيو، پر جو سندس اکين ڏي ڏٺائين، ته اندر ۾ الائجي ڇا ٿي ويس، ۽ هڪدم چوڻ لڳو،
" ابا، اسان کي افسوس آهي، جو تنهنجا ٻچڙا گذاري ويا. اسان ته پئسا به موڪليا هئا، پر تون شايد دڪ کان رسي هليو وئين؛ هان، هيءَ پلا ڇا آندو اٿيئي؟"

گامون مرڪي رهيو هو، حاجي صاحب پاڻ ئي لفافو ڪٽي کوليو ۽ جيئن ئي پڙهندو ويو، تئين جوش چڙهندو ويس، تان جو خط پوري ڪرڻ تائين ته بنهه باهه ٿي ويو ۽ ڪڙڪو ڪري چوڻ لڳو، " سو تون... تون... تون هاڻي ايڏو معتبر بنجي ويو آهين؟ ... ڳوهه کي ڪٿي ڪٿي، ته... شڪارين جا گهر ڳولي ... اڙي پاڻي! ڇورا پاڻي ... (دل کي جهلي) بيهه، ته تنهنجو علاج ڪرايان ... اڙي پاڻي ڏيو ته ڪمبختو!..." ۽ پاڻ اٿيئي آسڻ تي ڪري پيو.

گامونءَ کان ٽهڪ نڪري ويو. ويٺل سيٺين مان هڪڙي خط ۾ هٿ وڌو، ته حاجي صاحب ٽپ ڏيئي اهو کسي ورتو، ۽ ايتري ۾ پاڻي به آيو. اهو بي، وري ليٽي پيو. سنگتين کي چيائين، "ادا معاف ڪجو، منهنجي طبيعت خراب ٿي پيئي آهي. هي ڪمبخت بلڊ پريشر اٿم نه، اسان جا نالائق ڊاڪٽر انهي جو ڪو سنو علاج به ڳولي نٿا سگهن... هاڻي خدا حافظ، آءٌ آرام ٿو ڪريان." نوڪر واءُ هڻڻ لڳا، سيٺيون صورت حال کي ڏسي کسڪڻ لڳا. گامون مشڪندو بم ٿيو بيٺو هو.

"هاڻ تر منهنجي منهن تان... نالائق ڏسو ته سهي، ڏند ڪڍيو بيٺو آهي."

"آءٌ ته وڃان ٿو حاجي صاحب، پر خط جو جواب؟" گامونءَ مرڪندي چيو. ڇڙ مان پرجي حاجي صاحب مس جي ڪيڙي ڪٽي چوڻ لڳو، "اچا وري جواب ڪيئي ..." جوش سبب هو وري ڪري پيو، مس سڄي گاديلي تي هارجي ويئي، گامون مشڪي رهيو هو.

نوڪرن مان هڪڙي چيو، "ڪمبخت! ڇو توکي موت ڪنيو آهي،

وڃين نٿو؟"

" موت وارا ڏينهن گذري ويا پوتارا! ... اڄ تہ روڪڙو جواب ڪپي، جواب ... اڄ جيڪو گاموءَ تي هٿ ڪٽندو ان جو هٿ ۽ حاجي صاحب جي ڏاڙهي ٻئي چٽ هوندا!"

گاموءَ جي اکين ۾ هاٺي رت پرڻ لڳو.

حاجي صاحب وري ڪڇڻ لڳو، "اڙي هاٺي تہ نڪر نياڳا، جواب کپيئي؟... جواب اهو آهي تہ ' خط لکڻ وارو پاڻ اچي' ..." ۽ حاجي صاحب وري ساٺو تي ويو، گامون مرڪندو اهو چوندو نڪتو تہ، "جواب با صواب وڃي پهچائيندس."

۽ پورن پندرهن ڏينهن بعد حاجي صاحب کي اطلاع پهتو تہ گاموءَ واري سموري ڪٽڪ تي رات جو ڪي خوفناڪ هٿياربند ماڻهو آيا، اها سڄي بيهي ساڙي چڏيائون، پوءِ منجهائنئن هڪڙو وڏي واڪي اهو چوندو ويو تہ، "حاجي صاحب کي وڃي جاڻ ڪجو."

انهي واقعي کي اجا ست ڏينهن مس گذريا تہ گامون وري بہ آيو، اڄ هن وٽ بند لفافو ڪونہ هو، بلڪل کليل خط هو، جو ڪنهن بہ تميز بنا بلند آواز سان بيهي، ماڻهن جي وچ ۾ ئي حاجي صاحب کي پڙهي ٻڌائڻ لڳو:

"عوامي عدالت طرفان سيٺ حاجي عارب کي آگاهہ ٿو ڪجي، تہ تو اسان جي بيلف کي ڏنڊ جا ڏهہ هزار نہ ڏنا، ۽ اسان کي روبرو اچڻ لاءِ چيو، سي اسين روبرو آياسون ۽ پنهنجو ڪارنامو ڏيکاري وياسون. هاٺي ڏنڊ جي سزا وڌائي ويهہ هزار ڪئي وڃي ٿي؛ اسان جي بيلف کي ڪوبہ جاني نقصان پهتو، تہ ان جي سزا نهايت سنگين ٿيندي."

نوڪرن مان هڪڙي گاموءَ ڏي نهاريو، گاموءَ بہ هن ڏي ڏٺو، اکين ئي اکين ۾ جڻ تہ ڪجهہ چٽي ويا. پر حاجي جا هم نشين سيٺيون ۽ ٻيا نوڪر باهہ ٿي ويا.

"ٻڌائينس نٿو حاجي صاحب؟" هڪڙي سيٺ چيو.

"ڏاڍي مار نٿو ڏيارينس؟" ٻئي رايو ڏنو.

"ٻوٽيون ٻوٽيون نٿو ڪرينس." ٿيون ڪڇيو.

" هونهه، وڏو تيسمار ٻنجي آيو آهي." چوٽين پڻ پڻ ڪئي.

پنجين وڏيءَ آڪڙ مان چيو، "ٽڪي جو چورو، ٻن لٽن جو خرچ؛ حاجي صاحب! خاموش ڇو وينو آهين؟ مارائينس نٿو ڇيڻ... ڪي!"

سيٺ جي منهن مان گار نڪرڻ ۽ گامونءَ جو ٽپ ڏيئي سندس ڪنڌ ڪان وٺي ٻي اختيار ٿهوٿهه لڳائڻ. نوڪر ۽ حاجي صاحب وچان نہ پون ها، تہ اڄ شايد هن جو خون ٿي پوي. هن جي اها حالت ڏسي ٻين سيٺين جو تہ خون خشڪ ٿي ويو، ۽ حاجي صاحب کي وري سهڪو شروع ٿي پيو! گامون بيپرواهيءَ سان واپس ٿيو. ڪيس ڪنهن بہ ڪونہ روڪيو.

هن ٻاهر نڪري سڌو جهنگل جو رخ رکيو، ٿورو اڳتي وڌيو، تہ وينل سيٺين مان هڪڙو تڪڙو تڪڙو اڳ ڦري آيس، ۽ چوڻ لڳو، "او ميان! منهنجي پارت اٿيئي؛ مان هڪڙو حرف بہ ڪونہ ڪڇيو هو."

" سيٺ صاحب! اسين ڪڏهين بہ ناحق نہ ڪندا آهيون، بي فڪر ٿي وڃي ويهہ."

" پڙ ميان، ڪو ڪم ڪاڄ هجيئي، ڪا شئي شگل کپيئي، ڪنهن پئسي ڏوڪر جي ضرورت هجيئي، تہ بہ حاجڙ آهيون."

" اسين ياڙيا ناهيون سيٺ صاحب، اسان کي خدا گنج ڏيئي ڇڏيا آهن. ڪنهن جو حق ڦٻايو هجيئي، تہ ان کي ڏيئي ڇڏ." هو بيپرواهيءَ سان ٻانهون لوڏيندو هليو ويو.

اڄا سج ئي ڪونہ اڀريو هو، تہ ڪليڪٽر صاحب جي بنگلي وٽ هڪ موٽر اچي بيٺي، موٽر مان ضلع جو مشهور سيٺ حاجي محمد عارب خان لٿو. هو ڪليڪٽر سان اينرو تہ گهايل مايل هو، جو لهي سڌو بنگلي جي گهرو حصي ۾ هليو ويو. نوڪر چاڪر سلام ڪرڻ لڳا، پر حاجي صاحب ڪنهن ڏي ڪونہ نهاريو، ۽ سندس ڊائننگ روم ۾ وڃي پهتو. ڪليڪٽر صاحب اڃا چانهہ جو هڪ ڍڪ مس پريو هو تہ حاجي صاحب هڪ وڏي اوڇنگار ڏيئي، پٽڪو اڳيانس اڇلائي، خط ڪٽي ميز تي رکيو. خط جون چار ئي ڪندون

ڳاڙهيون هيون، حاجي صاحب سمجهيو هو تہ هيءَ نرالو خط ڏسي ڪليڪٽر صاحب کي چرڪ پوندو، مگر ڪليڪٽر صاحب بہ اهڙن خطن کان غير واقف نہ هو، ان ڪري اول تہ حاجي صاحب جي دستار مبارڪ سندس سر تي رکي ڳرانڙي پاتائين. ناپر ڏيئي چوڻ لڳو: "حاجي صاحب، تو جهڙو مومن بندو، ۽ هيترو بيقرار ٿئي؟ پنهنجي رب کي ننو ياد ڪريو، تہ تنهنجي قلب کي قرار وٺي!"

"قرار تہ ڪمبختن وڃائي ڇڏيو آهي، هيءَ لفافو تہ ڏسو حضور!"

" اهي لفافا ڪي نوان ناهن حاجي صاحب، اهي دنيا جي هر حصي ۾ پيا هلندا آهن. ڪجهہ وقت اڳ لکنوءَ طرف بہ سلطانہ ڏاڪوءَ جي ٽولي اهڙن لفافن جي ڏمر لڳائي ڏني هئي؛ پر ينگ صاحب جهڙي برجستي عملدار انهن کي خاموش ڪرائي ڇڏيو...."

" انهيءَ ڪري تہ عرض ڪرڻ آيو آهيان، تہ حضور جن بہ هتي ڪو اهڙو برجستو عملدار گهرائي، انهي وسيلي هنن کي خاموش ڪرڻ فرمائين."

" ڪنداسون، ڪنداسون... حاجي صاحب، اڳتي انشاالله تعالىٰ اوهان ڏي ڪوبہ لفافو ڪونہ ايندو، اهو 'آخري لفافو' سمجهندا... هيءَ عبدالڪريم خان جا 'ورد' آهن، اوهين سامت ۾ اچي چانهہ تہ پيئو."

هاڻي حاجي صاحب جي پيٽ ۾ ساهہ پيو؛ هن سڏڪا ورايا، مديني واري رومال سان اکيون اگهيون، سامت ۾ اچي چانهہ جو ڍڪ پريائين. ڪليڪٽر صاحب بسڪوٽ ويجهو ڪيس.

جڏهين حاجي صاحب ناپر ۾ آيو، تڏهين ڪليڪٽر نهايت ٺڏائيءَ سان چيو، "حاجي صاحب، اڳ اهڙا گهڻا لفافا آيا اٿوَ؟"

" جناب هيءَ ٽيون آهي."

" هون،... پلا پهرئين ۾ ڇا هو؟"

"جناب پهرئين ۾ لکيل هو تہ 'هن چوري ڳامونءَ کي...' او صاحب اهوئي ڳامون ... او جيڪو عيد جي ڏينهن گستاخ ٿيو ..."

" ها ها، مان کي ياد آهي، توهان ڳالهہ ڪريو."

" ها، تہ ' ڳامونءَ کي ڏهہ هزار ڏيو.' مان تہ بيخياليءَ مان ڳامونءَ کي چيو، 'چوين، تہ روبرو اچي وٺي وڃو'، پوءِ صاحب ڪجهہ ڏينهن بعد پنجن

ستن هزارن جي ڪٽڪ ساڙي ويا، ۽ وري گامونءَ هٿ ٿي لفافو موڪليائون تہ ’هاٺي ويهہ هزار ڏيو‘ خير، مون چوري ڪي گهٽ وڌ ڳالهائي واپس ڪري ڇڏيو. تہ اڄ وري عين منهنجي وهاڻي جي پرسان تسبيح هيٺ هيءُ لفافو پيل هو...“

ڪليڪٽر صاحب ڌيان سان ڳالهہ سٽي رهيو هو. حاجي صاحب چانهہ پيئندي وچان ڪٽي پاڻيءَ جو ڍڪ پريو، وري بسڪوٽ ذرو وات ۾ وڌائين؛ ساهي کٽي چوڻ لڳو ”صاحب! اوهان کي خبر آهي تہ آءٌ پرهہ ڦٽيءَ کان اڳ اٿندو آهيان. اها مديني جي پنڌ جي برڪت آهي، جو ان مهل اصلي ڪو شخص جڻ تہ چونگ ڏيندو آهي. آءٌ ڪلمو پڙهي اٿندو آهيان، بروقت غسل ڪري تهجد پڙهندو آهيان، تهجد پڙهي ڪجهہ وظيفي بعد پرهہ ڦٽندي آهي، تڏهين فجر نماز پڙهندو آهيان....“

حاجي صاحب ڳالهہ ڪندي بسڪوٽ ڪائي پورو ڪيو ۽ وري مٿانئس پاڻيءَ جو ڍڪ پري چوڻ لڳو، ”اڄ جهڙوئي تسبيح هٿ ۾ ڪنيم، تہ هينان لفافو ڏٺم. ڪندن جي رنگ جو واقف هوس، لفافو پڙهندي ئي اهڙو تہ بيتاب ٿيس، جو نڪو ڪيم غسل، نڪا نماز؛ سڌو موٽر ۾ چڙهي اوهان ڏي آيس، فجر نماز بہ قضا ٿي ويئي؛ شل ڪمبختن جو قيامت ۾ ڪارو منهن ٿئي؛ اسان جون عبادتون ئي چٽ ڪرائي ڇڏيائون....“

ڪليڪٽر صاحب اطمينان سان لفافو هٿ ۾ ڪنيو، خط ڪڍي پڙهڻ لڳو:

” حاجي محمد عارب کي عوامي عدالت طرفان اطلاع ٿو ڏجي تہ اوهان جي ڏوهن جي لسٽ وڌندي پيئي وڃي ۽ بار بار آگاهہ ڪرڻ بعد بہ اوهين هوش ۾ نٿا اچو؛ ان ڪري هاڻي آخري طرح اوهان تي چاليهہ هزار روپيہ ڏنڊ وجهجي ٿو. اهي پئسا اوهين ساڳئي لفافي ۾ وجهي ساڳئي هنڌ تسبيح هيٺ رکندا تہ اسان کي ملي ويندا. ياد رکجو، هن کان پوءِ جي غلط حرڪت جي سزا جسماني ٿيندي، نہ ڪہ مالي.“

اطمينان سان خط بند ڪري، لفافي ۾ وجهي ڪليڪٽر صاحب ڪٽي ميز تي رکيو ۽ چوڻ لڳو، ”هون، پلا حاجي صاحب، توهان جي خيال ۾ هيءُ ڪنهن جو ڪم هوندو؟“

"جناب! هيءَ ڪم هوندو انهن ڪافرن ڪميونسٽن جو، جي هارين کي پيا ڪارين."

" ڪميونسٽن جو؟"

"پيو وري ڪنهن جو جناب!"

" يعني اوهان جي ڪٽڪ ڪميونسٽن ساڙي آهي؟"

" ها حضور، سندن اڳواڻ جو ئي اهو فرمان آهي تہ:

**جس کيت سے دهقان کو ميسر نہ هو روزي،**
**اس کيت کے هر گوشۂ گندم کو جلادو."**

ڪليڪٽر صاحب کلي پيو ۽ چيائين، " اهو قول تہ علامہ اقبال جو آهي، ڪميونسٽ تہ 'جلادو' بدران ' ڇين لو' چوندا آهن.

'يعني ڪہ'؟

" يعني هو تہ چوندا آهن تہِ پنهنجا حق کسي وٺو، يعني ڪ 'هاري حقدار' ڪان وڏي 'زميندار دست بردار' ڪريو. مان تہ سندن ڪيترائي ڪتاب پڙهيا آهن، انهن ۾ ڪٿي بہ عوامي ملڪيت جي ساڙ ٻار جي هدايت نہ پڙهي اٿم، سواءِ جنگي حالتن جي."

" تہ تڏهين حضور، اهو ڪم ڪميونسٽن جو نہ هوندو تہ حرن جو هوندو؛ انهن بدمعاشن بہ ملڪ ۾ باهہ ٻاري ڇڏي آهي."

" اٿين ڪٿي هوندو"، ڪليڪٽر مرڪي چيو. "پوءِ ڪريو نہ انهن تي مان وٽ باقاعده ڪيس داخل؟"

"پر اول تہ منهنجي جان جو بچاءُ ڪريو نہ؟"

"يعني ڪہ" ڪليڪٽر مرڪي چيو. "اوهان جي ڪٽ جي چوڪاري چار پوليس وارا ويهاريون؟"

"ڪٽ جي چوڪاري ڇو؟"

"جيڪي شخص وهاڻي وٽ تسبيح هينئان لفافو رکي سگهن ٿا، سي تہ...."

اوچتو حاجي صاحب سندس منهن کي ڪٽي هٿ ڏنو ۽ چيائين: "خان صاحب! هاڻي بس ڪريو، ڪوبہ برو اکر صبح جي مهل واتان نہ ڪڍو؛ منهنجا بہ ننڍڙا ٻچا آهن، ۽ (مرڪي) هڪ بہ ننڍيون بيگمون بہ: بيشڪ

اوهان منهنجون اکيون کولي ڇڏيون. درحقيقت مون جيکي بہ پئي کيو آهي، سو سمورو غلط کيو اٿم. سڀ کان اول تہ آءٌ سمجهان ٿو، تہ سرڙبن هارين لاءِ سر زمين تي ئي اهڙو انتظام هجڻ کپي، جو کمدار هنن کي گهربل ضروري پئسا ضرور ڏيندو رهي. پلا 'سرڙبو' جي تہ معنيٰ ئي اها آهي تہ ڇورو ڇنو - نانگو نپنو، هن ۾ کا پڄت هجي تہ جيکر پنهنجو جوڙو نہ وٺي؟ ان کي هر خرچ اسان کي ڏيڻو آهي ۽ ضرور ڏيڻو آهي، ٻيو پلا هنن کي ڏيندو ئي کير!...."

هاڻي حاجي صاحب ساهہ کنيو، پاڻيءَ ڍک پريو: کليکٽر مشکي رهيو هو... ۽ حاضري ڏيڻ لاءِ اچ وڃ کندڙ بيري جو منهن ٻهکڻ لڳو. حاجي صاحب وري کڇيو:

" ٻيو تہ لڄن جي نالي کوبہ اکر هر غيرتمند انسان لاءِ تمام ڏکيو هوندو آهي: مون اوهان جي روبرو هن ڇوکر کي گهٽ وڌ ڳالهايو. چمات هنئي، اهو سڀ غلط کم کيم: هي ملکيتن ۽ هلندين جا نشا اسان ديندارن کي بہ آپي کان ٻاهر ٿا کڍيو ڇڏين....

"ان بعد ڇورو ٻچن جي موت جي صدمي ۽ غيرت جي جوش کان لاچار وڃي حرن جي پناهہ ۾ پيو، تہ ان جو ڏوهہ کونهي: ۽ مون تي لازم هو، تہ ڀهرئين ئي خط تي عوامي عدالت کي ڏنڊ ادا کريان ها: پر مون غلط رستو ورتو ۽ کٽڪ بہ ساڙايم، ڏنڊ جي رقم بہ وڌايم، پوءِ اها وڌيل رقم بہ کٽي ڏيان ها. تہ آخر مون کي کهڙي پرواهہ هئي...."

"۽ اڄ بہ" کليکٽر مرکي چيو. "چاليهہ هزار اوهان لاءِ تہ ٽک برابر آهن!"

"سورهن آنا سچ ٿا چئو" حاجي صاحب هاڻي نهايت اطمينان سان مرکي ڳالهائي رهيو هو، نہ سهکو هئس، نہ دهکو، نہ پياس هئس، نہ بيقراري: ۽ قرآن پاک بہ فرمائي ٿو، تہ ' الله جي ياد سان قلبَ قرار وٺن ٿا.' الله جي سچي پچي ياد آهي غصو پيئڻ، خلق سان سنو هلڻ، ۽ دولت جي نشي ۾ اندو نہ ٿيڻ. اهو اندو ٿيڻ ئي تہ اسان ٻارن کي دل جا ڏڙکا ۽ ساهہ جا سهکا پيدا کرائي ٿو. ڏسو هينئر آءٌ صحيح سوچڻ لڳو آهيان، تہ سهکوئي بند ٿي ويو اٿم."

هاڻي حاجي صاحب جو ٺهڪ نڪري ويو، ۽ چيائين، "مسٽر عبدالڪريم! 'مال صدقو سر جو سچ پچ' چاليهہ هزار مون لاءِ تہ ٺڪ برابر آهن؛ اهي تہ آءٌ هڪ وڏي ڪاموري جي شڪار تي ئي دف ڪري ڇڏيندو آهيان، پوءِ ڇو نہ غريبن ۾ هلايان!"

حاجي صاحب ٺهڪ ڏيندو اٿيو، ۽ چيائين، "خدا حافظ خان صاحب!" ڪليڪٽر صاحب بہ ٺهڪ ڏيئي هٿ ملائي چيو، "خدا حافظ حاجي صاحب! آءٌ سمجهان ٿو تہ اڄ اوهان جي عمر ويهہ سال وڌي ويئي!"

"يعني ست هزار ڏينهن!" حاجي صاحب وڏو ٺهڪ ڏنو ۽ چيائين، "چاليهہ هزار روپيہ ۽ ست هزار ڏينهن... ڪو مهانگو سودو تہ ناهي!"

" اڄ اڄ، ابا گامون اڄ. تون تہ يار وڏو سياڻو نڪتين، هيءَ ٺهي ڏسين ٿو؟"

"سردار! هيءَ تہ سڀ هزار هزار جا آهن- ڪنهن موڪليا آهن اهي؟"

"موڪليا تہ خدا آهن" سردار ٺهڪ ڏيئي چيو. "پر چوندا آهن تہ 'ڏئي مٺان- 'ڪنهن جي هٿان' سو اهي لٽا آهن تہ سيٺ حاجي محمد عارب خان تي!"

"حاجي صاحب موڪليا آهن؟" گامون جو بہ ٺهڪ نڪري ويو، "وڏو سمجهدار ٿي پيو آهي حاجي صاحب؛ پورا چاليهہ آهن نہ؟"

"بلڪل پورا" سردار وڏو ٺهڪ ڏنو. "حاجي صاحب کي خبر آهي، تہ اسان جي عدالت جي بقايا تي ڪو اٺ ڏهہ سيڪڙو پينلٽي نہ لڳندي آهي!"

"يلا سردار، لٽا تہ حاجي صاحب وٽ، پر پاڻ وٽ ڪنهن جي هٿان پهتا؟"

"هن کي ڏسين ٿي ڪو نہ ٿو؟" سردار پاسي کان بينل ڏي اشارو ڪيو.

"اوهہ تون؟" گامونءَ حيراني مان بينل ڏي نهاري چيو. "ياٺو، حاجي صاحب جو حاضري جو نوڪر تون آهين نہ؟ انهي ڏينهن منهنجي اڪين ۾ اکيون وجهي تو ڳالهايو هو نہ؟"

"بيو تڏهين تسبيح هينان لفافا رکڻ ۽ ڪڍڻ، ڪنهن ٻاهرين جو ڪم

هوندو چا؟" بينل ٺهڪ ڏيئي چيو.

سردار کلندي چيو، "چڱو پٽ، هيءُ بہ نوٽ تنهنجو حصو. حاجي صاحب کي کليو کلايو وجي سلام ڏي ۽ چئجانس، تہ تو اسان جو شان سجاتو، هاڻي اسان کي وري تنهنجو شان سڃاڻڻو آهي... هاڻي وري انهن سان حساب ٿيندا، جن پوءِ ڊاون کي کنڌ ۾ کلي آهي، ۽ پرايو ڳٽ رڙ ڪري کٽي پنهنجي کنڌ ۾ وجهندا آهن، ۽ ... هان، هيءُ پنج سو روپيہ پٽڪي جا سيٺ سڳني مل کي ڏج، چئجانس تہ 'هيءُ انهي ڏينهن جو انعام اٿيئي' جو گامونءَ سان ماڻهن وانگر ڳالهايو اٿيئي، ۽ کيس اهو بہ چئجانءِ تہ ڪوبہ ڪم ڪار هجيئي، ڪابہ حقي مدد کپيئي، تہ هر وقت حاضر آهيون چڱو پائو بخشڻ، خدا حافظ."

بخشڻ سلام ڪري کلندو کلندو پوئتي موٽيو. گامون حيرانيءَ سان ڏسي رهيو هو.

سردار هاڻ ڏانهنس مخاطب ٿي چيو، "هيءُ ڏهہ نوٽ وجي ڪليڪٽر صاحب کي ڏي، ۽ چوينس تہ اهو عوامي عدالت طرفان شڪريو آهي، جو اوهان حاجي صاحب کي نيڪ صلاح ڏني. ۽ هان... هيءُ هڪ نوٽ سندس انهيءَ بيري کي ڏج، جنهن وٽن چاهہ پيارينديءَ پٺي اچ وڃ ڪئي، ۽ عدالت کي اکر بہ اکر ربورٽ موڪلي ڏني!"

گامون 'بيري' جو اکر ٻڌي حيران ٿي ويو. سردار چيس، "نوجوان! حيران ڇو ٿو ٿين؟ 'انصاف' جا هٿ تمام ڊگها ٿين ٿا، ۽ 'ظلم' جي اکين تي انڌ جا کوپا هوندا آهن. هن کي پر ۾ بينل چيز بہ ڏسڻ ۾ ڪانہ ايندي آهي. هو پيو مؤجون ڪندو آهي، ۽ نشي ۾ مست رهندو آهي، پر پتو تڏهن پوندو اٿس، جڏهين اوچتو ڪنهن چماٽ جو واجت ٿيندو اٿس؛ پوءِ سمورا نشا ٽٽي ويندا اٿس. دنيا ۾ هميشه ۽ هر هنڌ ائين پيو ٿيندو آهي!"

"جامن وساڻ" جي ڳوٺ ۾ اڄ هلچل لڳي پيئي هئي. جيڪا ننڍڙي 'جنت'، ڦڪيءَ ٻڪيءَ نہ ملڻ سبب ڦٿڪي مري ويئي هئي، ۽ سندس جنهن معصومڙيءَ ٻانگ ڏيئي نالي رکڻ ڪان اڳ ئي چڙيون هٽي پساهہ ڏنا، اڄ

انهن جي قبر تي خُود حاجي محمد عارب خان ماڻهن جي هجوم سان فاتحہ پڙهڻ آيو ۽ ٻنهي جي قبرن تي بہ بنارسي چادرون وجهي انهن کي گلاب جي گلن سان سٽي ڇڏيائين؛ وري پوءِ جو فاتحہ خوانيءَ جي ديگين جو اچي افتتاح ڪيائين، تہ هزارن جي منهن مخلوق- سارو ڏينهن پئي فاتحہ جي ماني کاڌي، تہ بہ کوٽ ڪان آئي. اج گامون- 'غريب گامون' ڪونہ هو، بلڪ هر ڪنهن شخص- پچت آهر- فاتحہ خوانيءَ جا پئسا (جيئن ٻهراڙيءَ ۾ رسم آهي) 'رئيس گامڻ خان' اڳيان پئي رکيا... پر گامون ويچارن ۾ هو؛ هن کي پنهنجي نئڍپڻ کان وٺي اج تائين جا سڀ ڏينهن پئي ياد آيا؛ سندس جاڻي کان اڳ ٻيءُ مري ويس ۽ سرت ۾ اچڻ کان اڳ ماڻس ٻيو مڙس ڪيو؛ جنهن اڻي موچڙو ۽ وٺي گار- جي حساب هلائي هلائي نيٺ موچڙا هڻي گهر مان ڪڍي ڇڏيس. هُو ڇڙياري پورهيو ڪندو ڪندو نيٺ انهيءَ نڊڪيءَ جنت سان شادي ڪرڻ خاطر وجي سيٺ جو سرڙيو هاري ٿيو ... سندس جهڙا ڪيترائي اجا ساڳيءَ طرح پيا پادر ڪائين... ڇا اهي بہ انهي ذلت جي ڪُن مان ڪڍي نٿا سگهجن؟

"ڪيئن ٿو پائين ڪمدار! ڏئي پاڻ واري حاجي صاحب جا ڪم؟ سڃا سارا چاليهہ هزار روپيہ وجي حرن کي ڏنڊ پري آيو!، توبہ، شل ماڻهوءَ جي پيري نہ اچي! اڙي اهو چورو ڦسيڙو مان تي بہ اُلر ڪري آيو، حاجي صاحب ۽ همراهہ وچان نہ پون ها، تہ مان جناخون ڪڍي ڇڏيانس ها، حاجي صاحب انهي جي وجي پيش پيو آهي..."

" سيٺ وڏا"... ڪمدار پيملي ڪنگهڪار ڪري چيو، "تون شينهن جي جگر وارو آهين، شينهن جي؛ اهو تنهنجو ئي جگر آهي، جو مان بہ پنهنجي زمين مان حرن کان ٻنيون ڪسي ورتيون آهن. اچي نہ پلا ڪا اوهان ڏي ڇني، اصل جناخون ڪڍي ڇڏيون..."

ٺڙڪ....

منگهہ منجهان هڪ ڳاڙهين ڪنڊن واري لفافي اچي ڦهڪو ڪيو؛ سيٺ کي چرڪ پيو ۽ تڪڙو تڪڙو کولي وڏي آواز سان پڙهڻ لڳو:

” راءِ بهادر سيٺ شيوڪ مل کي عوامي عدالت طرفان چتاءُ ٿو ڏجي، تہ پنهنجو هوش ٺڪاڻي ڪري. هن سڀ کان اول اسان جي بيلف کي راهہ گناهہ گار ڏني؛ اسين انهي جي جيڪر سزا ڏيون ها، پر اسان جي بيلف سر زمين تي ئي حساب صاف ڪري ڇڏيو، ان ڪري هروڀرو الجهڻ اسان جو بہ ڪم ڪونہ هو.

هينئر اسان کي پڪار ملي آهي، تہ سيٺ صاحب سندس ڪمدار ڀيملي ڀيل جي چوڻ تي لڳو آهي ۽ اسان جي ٻي گناهہ فقيرن کان سندن اهي آئٽا کسيا اٿس، جن تي هنن جي وڏن کان محنت ٿيل آهي.

جيڪڏهن پندرهن ڏينهن اندر اهي آئٽا هنن کي واپس نہ مليا، تہ عوامي عدالت... پ پ پنهنجيون... ڪ ڪ ڪ ڪاروايون ڪرڻ ۾....“

سيٺ صاحب جي هٿ مان هاٿي لفافو ڪري پيو ۽ هو ڇڙ مان گاريون بڪڻ لڳو.

۽ ڪمدار صاحب حرن کي پٽي هڪ وڏي گار ڪڍي چيو، ”سيٺ صاحب، ڪوبہ فڪر نہ ڪريو؛ اوهان جي دعا سان ڀيملو بہ شير آهي، هيءُ گدڙ اسان جو وار بہ ونگو نہ ڪري سگهندا. ڪني آگر وڏي چڱي؛ حرن کان ٻنيون کسڻ ۾ اسان ڪوبہ گناهہ نہ ڪيو آهي، زمين اسان جي آهي،جنهن کي وٺي تنهن کي ٻوڪڻ لاءِ ڏيون. آئٽن تي ڪنهن بہ هاريءَ جو حق سرڪار بہ بحال نہ ڪيو آهي، بلڪ سرڪار جون تہ هدايتون آهن، تہ فسادين کي پنهنجي زمين ۾ رهڻ نہ ڏيو.“

(خط کي هٿ ۾ ڪٽي ڦاڙي مٽي نهاري) ”او منگهہ وارا چورا! اسين توکان نڪي ڊڄون ٿا، نڪي اسان کي تنهنجي ڪا اهڙي پرواهہ آهي، جو توکي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪريون. تون وڃي پنهنجي وڏن کي ٻڌاءِ، تہ ڀيملي ڪمدار وٽ اوهان جي خط جي هيءَ حيثيت آهي، هجيوَ مڙسي تہ اچو....“

منگهہ وارو چورو تہ الاهي ڪٿي هو، پر بدقسمتيءَ سان هينئر ڪا سرڻ اچي ويني هئي، تنهن لاٿي جو ڀرپور وِٺِ، تہ سڌي ڪمدار صاحب جي وات ۾! هن اها ٿڪي، حرن کي ڏاڍيون گاريون ڏنيون ۽ چوڻ لڳو، ”ڪمبخت سمجهن ٿا، تہ مون ڪڏهين حر ڏٺائي ڪونہ آهن، اڙي انهن حرڙن کي گاريون ڏيئي، موچڙا هڻي تہ هيڏو ٿيو آهيان...“

اوچتو منگهہ مان آواز آيو:

"سدا نہ رنگ سهيليان، سدا نہ راجا ديس،

سدا نہ جُڳ جيوڻا، سدا نہ ڪالا ڪيس."

"ڪلا اتيئي بدمعاش، اتي ڇپرا ڪيڻ بدران وچي پنهنجن وڏن ڪي وٺي اچ، تہ پيملي بهادر سان ملاقات ڪن!" ڪمدار وڏيءَ آڪڙ سان چيو. هاڻي راءِ بهادر سيٺ شيوڪ مل بہ شير ٿي چوڻ لڳو، "اڙي ڪهڙي ڦسيئري ڪي طاقت آهي، جو راءِ بهادر سيٺ شيوڪ مل ڏي اک بہ ڪڻي نهاري؟ مان اڄ ئي ٿو وڃي اسان جي شير مرد وزير صاحب نهچلداس سان ملان؛ پوءِ پاڻيهي انهن جڻن کي خبر پوندي، جن جو من حاجي صاحب جهڙن بيوقوفن وڌائي ڇڏيو آهي!"

"ٺيڪ آهي سائين ٺيڪ آهي؛ رکو پڳوان تي، سڀ ڀلي ٿيندي. ديوان نهچلداس وڏو طاقتً وارو آهي، ۽ سائين هن وڏي وزير کان بهادر کي بہ ملي ڇڏجو، چون ٿا تہ اهو بہ حرن واري پير جي برڪلاف آهي."

"چڱي يادگيري ڏنئہ ڪمدار، خانبهادر الهہ بخش خان بيشڪ مڙس ماڻهو آهي ۽ اسان کي سدائين پيو چوندو آهي، تہ حرن جو زور گهٽايو. اسان جا سانگهڙ ۽ ميربور جا سيٺيون بہ انهن ئي خيالن جا آهن. هاڻي... هاڻي وقت آيو آهي جو انهن حرن جي آڪڙ کي اصل پاڙون پٽي ڇڏجي. هيستائين انهن جو ڪم بہ جڻن سان پيو هو، اسان پارن پڙهيلن سان هاڻي هٿ اٽڪايو اٿن، تہ ستياناس بہ ڄاڻ ٿين!"

ڪيترائي مهينا راءِ بهادر جون اهي آڪڙون پٽي هليون، هڪ ڏينهن اوچتو هڪ هاري سهڪندو آيو ۽ چيائين، "سيٺ صاحب، سيٺ صاحب، ماڙيءَ جي ڇت تي تہ چڙهو."

"پر آهي ڇا!"

"سائين ڇت تي هلو، تہ ٻڌايانوَ."

سيٺ صاحب ماڙيءَ جي ڇت تي بہ وري هڪ اتاهون مورچو بنايو هو، ان مان جڏهين اوچيءَ طاقت واري دوربيني کڻي سهندو هو، تہ سندس چار

ڪوهہ پرانهين پوک پيئي ڏسبي هئي. سيٺ صاحب اڄ بہ پانيو هو، تہ ڪنهن جا تمام گهڻا دور اچي پوک ۾ پيا هوندا، سي ڏسڻ لاءِ ٿو هاري ماڙيءَ تي چڙهائي: سو نهايت اطمينان سان دوربيني ڪڍي اچي ماڙيءَ تي بهتو، اُتي پهچڻ سان دوربينيءَ ڪان سواءِ ئي باهہ جون لاٽون آڪاس پهچنديون ڏٺائين. هن واٽڙو تي هڪدم پڇيو:

”هي ڇاهي ڙي!“

”سيٺ وڏا، اهي اوهان جي ڦٽين سڙڻ جون لاٽون آهن.“

”چوين ڇا ٿو نياڳا؟“

”سائين، سچ ٿو چوان، اهي اوهان جون ڦٽيون آهن، جي حر ساڙي رهيا آهن.“

”پر ڦٽيون تہ ڦيڙهن ۾ هونديون آهن نہ؟“

”هـا، هـونديـون تہ ڦيڙهـن ۾ آهـن، پـر اڄ پيملي ڪمدار جو اوسـڙ هـو نہ؟“

”ها ها، سندس ڌيءَ جي شاديءَ تي وڏي طومان سان پيلن جي ڄڃ آئي هوندي.“

”هائو سائين، تہ اها ڄڃ اچي ڪري ۾ ٽِڪي، هاري بہ اندر هئا: ڏاڍا راماڻا متا پيا هئا، تہ اوچتو اهي نياڳا آيا، هڪدم بندوقون سامهون ڪري چيائون، ’خبردار، سڀ هٿ اڀا ڪريو، جيڪو هٿ اڀو نہ ڪندو سو دز رکيو هوندو.‘ لاچار سيني همراهن هٿ اڀا ڪيا.

تنهن تي وري چيائون، ’ڪوبہ پڄڻ جي ڪوشش نہ ڪري، چؤ طرف اسان جا ماڻهو بندوقن سان بيٺل آهن.‘ سڀ ويچارا چپ ڪري ببهي رهيا.

پوءِ سائين حڪم ڪيائون تہ، ’ڦيڙن مان سڀ ڦٽيون ڪڍي لوڙهي تي وجهو...‘ پنج ڇهہ سؤ ماڻهو... زالين، مردين سڀ انهي ڪم ۾ لڳي ويا. جنهن بہ سستي ٿي ڪئي، تنهن ڏي هڪل ڪري بندوقون سڌيون ٿي ڪيائون. پوءِ جڏهين سڀ ڦٽيون لوڙهي مٿي وِڪرجي ويون، تڏهين چيائون هاٺي ڏيو لوڙهي کي باهہ....“

”پوءِ... پوءِ... اوهان واري ڪمدار ڪارو منهن پئي ڪيو؟“

”ڪمدار ئي تہ سڀ حڪم پئي ڪيا سيٺ صاحب!“

”ڪمدار تي حڪم ڪيا؟ ڇا ڪمدار هنن سان مليل هو؟“

”ڪمدار هنن سان مليل ته ڪونه هو، پر هنن سڀ ڪان اول ان کي سوگهو ڪيو، پوءِ پاڻ ان کي تي حڪم ڏنائون ۽ ان هين کي تي ڏنا.“

”تڏهن ڇنبو ته ٻيڙي به هئن سان ٻوڙي اٿس. پوءِ پلا اوهان پوليس ۾ ڇاڻ ڪونه ڪيو؟“

”سائين، اسين به هاري ڪنهن ڪم ڪار سان ڪري ڪان ٻاهر رهجي ويا هئاسون، تن مان هڪڙو ويو اسپيشل پوليس ڏي ۽ بيو آءٌ اوهان ڏي. پوليس ضرور اوڏانهن چڙهي ويئي هوندي، اوهين به هلو ته چڱو.“

”جهڳو ٿي جهڻ تي ويو... نيمي ٿي ناش تي ويئي... هاءِ گهوڙا، هي ڇا ٿيو... هاءِ نهچلداس... هاءِ ڪان بهادڙ... گهورا! ڇا ڪڙيان... اري تون به وڃ پوليس ڏي... اري ڪين وڏيون رقمون آڇڃ،... هاءِ هاءِ!“ سيٺ ته بل ڪائي مورڇي ۾ ئي ڪري پيو. هاريءَ هيٺ لهي نوڪرن کي سيٺ جي سنڀال لاءِ چيو ۽ پاڻ وري اسپيشل پوليس جي مرڪز ڏي هليو ويو، جو انگريزن خاص طرح حرن جي هلچل جي تدارڪ لاءِ قائم ڪيو هو ۽ ڪين جيپون، فادر جيپون ۽ وڏو سامان مليل هو. هن ته سمجهيو هو ته هو هليا ويا هوندا، پر آءٌ به احوال پڇي پوءِ اوڏانهن ويندس. پر اتي وڃي جيڪي ڏنائين، تنهن والڙن ٿي واتريون ڪري ڇڏيس. جيڪو هاري خبر ڏيڻ آيو هو، سو ته وسو ٿيو وينو هو؛ پر پوليس وارن تياريون پئي ڪيون. ان هاريءَ ڪيس ڏسي يڪدم آگر ڪٽي چپن تي رکي ۽ هيءُ به سلام ڪري اچي بيٺو. هن يڪدم، وڏي آواز سان چيو ”بس پائو، اجهو پوليس تي هلي ۽ حرن جون جناخون ٿي ڪڍي؛ اج ڪمبختن کي به موت ڪٽي آيو آهي، ڏسين ٿو ته ڪيئن نه تياري پيئي ٿئي.“ ۽ وري به آگر ڪٽي چپن تي رکيائين. هي ماٺ ڪري اچي پرسان وينس. هاڻي انگريزي پوليس جي سنير سنيران پيئي پوي، ڪنهن ٽائر مان هوا پيئي نڪري ته ڪنهن جيپ جي انجڻ اسٽارٽ ئي نه ٿئي؛ ڪو پيو حرن کي گاريون ڏئي، ته ڪو ديوانن تي به ڏوڙيو پيو لڳائي، ۽ ڪو وري ماتحتن کي پيو دٻائي . مطلب ته اڌ ڪلاڪ اهو شور هليو، ايستائين پري ڪان دونهان ۽ شعلا جهڪا ٿيندا ڏسڻ ۾ آيا، جيپون ۽ فادر جيپون به تيار ٿي ويون. هاڻي هي ٻئي به چڙهيا هنن سان گڏ: اڳتي هلڻ ڪان پوءِ وري به ڪنهن جو ٽائر ٿي

بست ٿيو، تہ ڪنهن جو پيٽرول ٽي ليڪ ٿيو. مطلب تہ ٽي ڪوهہ مفاصلو طي ڪرڻ ۾ ڪلاڪ لڳي ويو. سر زمين تي پهتا، تہ ٻتيون تہ وسامي چڪيون هيون، باقي ڪمدار پيملو مل رڙيون ڪندو رت ڳاڙيندو آيو، چي، "حضور منهنجو ڪن ڪپي ويا آهن، هاءِ هاءِ، ڪيئن ڪريان، حضور اجهو هيءَ اڳيان پيا ڀڳا وڃن."

هڪڙي آفيسر ٻئي گار ڏيئي چيس تہ، "هلي ڏيکار، تہ ڪهڙي پاسي ويا آهن. هاڻي پيملو چڙهيو اڳيئين ۽ جيپ ۾ ۽ هلڻ لڳا. اڳتي تہ وري بہ ساڳيو رينگت: ڪنهن جي جيپ جو پنچر، تہ ڪنهن جي انجڻ ۾ رولو. تان جو صورت حال ڏسي پيملي چيو "او سائين! اوجهو ٻيلي ۾ ڀڄي ويا. سائين هُو ڏسو ٿا!"

حقيقت ۾ نڪي پيملي تي حر ڏٺا. نڪي ڪنهن ٻئي تي ڏٺا: پر هاڻي سيني مٿن گارين جو ڏوڙيو لڳائي چيو: "ڀڄي ويا، هھڙا تهڙا. لڪي ويا گاندو، نہ تہ اج شينهن سان مقابلا هئن..."

هينئر تہ اسان جي پوليس وڏي خبردار ۽ مستعد آهي، پر انگريزن جي پوين ڏينهن واري اسپيشل پوليس اجهو اهڙي هئي!

پورن پنجن ڏينهن بعد راءِ بهادر سيٺ شيوڪ مل ٽوپي لاهي اچي حاجي صاحب جي پيرن ۾ اچلائي، تہ حاجي صاحب وڏن جو ننگ سجاڻ: واسطو اٿئي ڌڻيءَ جو، منهنجو ڪو بچاءُ ڪرايو. ڦٽيون تہ وييون، پر هاڻي مورڳو سر ٿو وڃي: جيڪو ڏنڊ چوين، سو ڀري ڏيان، پر منهنجي جند ڇڏاءِ."

۽ حاجي صاحب جو نوڪر رومال منهن ۾ ڏيئي ٻاهر نڪري وڃي ٽهڪ ڏيڻ لڳو....

نيڪ چئن ڏينهن بعد اسپيشل پوليس جو آفيسر آن اسپيشل ڊيوٽي صاحب اچا سندس آفيس واري ڪمري جي ڪرسيءَ مٿي مس تي وينو، تہ ميز تي پيل ڳاڙهين ڪندن واري لفافي تي نظر پيس، "ڳاڙهن ڪندن وارن

لفافن" جي خبرن کان هو بہ اڻ واقف ڪونہ هو، ان ڪري تڪڙو تڪڙو لفافو کوليائين اندر هزار هزار وارا ڏهہ نوٽ پيل هئا ۽ هڪ خط:

"اسپيشل آفيسر صاحب. اسپيشل پوليس مرڪز- ٽنڊوآدم. عوامي عدالت جي اسپيشل پوليس اوهان جي سمجهہ ۽ دماغ تي آفرين چوي ٿي؛ جو اوهان هڪ ڀوڪ پيل جي بي سمجهيءَ جي فرياد کي وزن نہ ڏنئي، پنهنجا قيمتي سر، اهڙن مَٿيرن جي مقابلي ۾ رائيگان وڃائڻ کان نٽائي ڇڏيو. جي موت سان اهڙوئي پيار رکن ٿا، جهڙو اوهين زندگيءَ سان پيار رکو ٿا.

- عالت جي هن آفرين نامي سان گڏ 'راءِ بهادر سيٺ شيوڪ مل انعام' مان اوهان کي بہ ڏهہ هزار روپيہ انعام طور موڪلجن ٿا؛ ۽ پڻ عوامي عدالت اوهان کي هيءَ بہ يقين ڏياري ٿي، تہ ڪنهن بہ حقيقي ڏوهاريءَ کي پڪڙڻ يا ڪيس چالان ڪرڻ لاءِ شاهد ڏيارڻ، ماجسٽريٽن کي حقي سزا ڏيڻ تي مجبور ڪرڻ، يا ڪنهن مجرم پيشہ گڙنگ کي هيسائڻ لاءِ عوامي عدالت هر وقت اوهان سان تعاون ڪندي رهندي؛ بشرطيڪ اوهين سورهن آنا حق تي هوندؤ.

ياد رکجو، عوامي عدالت ڪڏهن بہ ناحق جو پاسو نہ وٺندي؛ ۽ ناحق ڪرڻ ۾، يا ناحق جو پاسو وٺڻ ۾ جيڪڏهين خود اوهين جڪڙجي پيا، تہ اوهان کي بہ ڪانہ ڇڏيندي؛ باقي عوامي عدالت کي اهو تمام چڱيءَ طرح معلوم آهي، تہ اوهان کي ڇا پگهار ملي ٿو، ڇا ضرورتون اٿوَ ۽ ڇا رسائي پرٽي پويو ٿي؛ ان ڪري جيڪڏهين اوهين عوامي عدالت کي پنهنجو سڄڻ سمجهندؤ، تہ عوامي عدالت بہ پنهنجي سڄڻن جي حقيقي (۽ نہ ڪ عيشي) ضروريات ۾ امداد ڏيڻ لاءِ هر وقت مستعد رهي ٿي.

عوامي عدالت جي ڪارندن سان نيڪ نيتيءَ سان سازباز رکڻ لاءِ اوهان کي ڪنهن گهڻيءَ تڪليف جي ضرورت ڪانهي؛ هن ليٽر جي خالي لفافہ تي + جو نشان ڪڍي اوهين انهي ساڳيءَ جاءِ تي رکي ڇڏيندا، تہ اوهان سان عوامي عدالت جو نمائيندو پاڻيهي اچي ملندو."

ياد رکجو، "دغابازن لاءِ عوامي عدالت نهايت سخت آهي."

آفيسر صاحب جيئن خط، پڙهي حيران ٿيو، تيئن نوٽ ڏسي بہ وائڙو ٿي ويو. هن کي البت ڊپ ٿيڻ لڳو، تہ متان انهن نوٽن تي ڪا ڪنهن اٿنتي

ڪرپشن پوليس جي صحيح يا نشاني هجي، سو نوٽ تہ ڪٺي ميز جي خاني ۾ رکيائين، تيلي دکائي خط کي ساڙيائين، ۽ پوءِ ڏڪندڙ هٿن سان لفافو مٿي ڪٺي وڏو منديئڙو ڪڍيائين: اچا هن منديئڙو ڪڍي بس مس ڪئي، تہ اردليءَ بوٽ کي ٺڪاءُ ڪري اچي چيو "ييس سر!"

"توکي ڪنهن گهرايو ڙي؟" صاحب چرڪ ڀري چيو.

"توهان سر!"

"مان ڪڏهين آواز ڏنو؟"

اردليءَ لفافي جي نشان ڏي ڪٺي اشارو ڪيو. آفيسر صاحب تي جڻ تہ وڄ ڪري پيئي " تون... تون... تون آهين هن جو هتي رکندڙ؟"

"ييس سر!"

"تون بہ عوامي عدالت جو ميمبر آهين؟"

"ميمبر نہ، نمائندو سر!"

"هن اسٽاف ۾ بيا بہ اهڙا آهن؟"

"ييس سر: اسٽاف جا اهي سڀيئي فرد، عوامي عدالت جا ڪارڪن ۽ دوست آهن: جن راءِ بهادر جي ڦٽين سڙڻ جي رپورٽ ملڻ تي پاڻ بہ پئي سستي ڪئي، ۽ ٻين کي بہ پئي چيو، "يارو، ڇو ٿا پنهنجا سر وڃايو: ڪرن وٽ ٿري ناٽ ٿري سان گڏ مشينگنون بہ هونديون آهن."

صاحب ڏاڍيءَ حيرانيءَ سان هن ڏي ڏسڻ لڳو: پگهر جون بوندون پيشانيءَ تي اچي ويس. "سر! نوٽ ڪٺي ڪيسي ۾ وجهو. عوامي عدالت جو هڪ فرد بہ دغاباز نہ آهي."

"اوهين دل جا حال بہ ڄاڻو ٿا؟"

" سر! اوهان جو نوٽ خاني ۾ رکڻ سڀ ڪجهہ ٻڌائي رهيو هو."

"هيڏانهن ويجهو اچ بدمعاش!" هاٿي آفيسر مرڪندي چيو.

"ييس سر!" چئي نوجوان اردلي وڏي آيو.

" ويهہ ڪرسيءَ تي!"

"نظام نہ بگاڙيو سر!"

صاحب جو ٿهڪ نڪري ويو، پاڻ اٿي ٻئي ڪمري ڏي ويو ۽ هن چڱي طرح ڪيس ڪرسيءَ تي وهاري ڇڏيائين:

”تون حر آهين؟“

”يس سر!“

”يس سر جا ٻچا، هينئر پنهنجا پاڻ ۾ آهيون.“

”عادت نہ بگاڙيي سر!“

آفيسر جو وري بہ ٺهڪ نڪري ويو، هن ڪلي چيو: ” ڇا هيءُ نظام موجوده پير صاحب پاڳارو هلائيندو آهي؟“

”عوامي ضرورتن پٽاندر نظام پاڻيهي پيا هلندا آهن، سر! پيران نمي پرند، مريدان مي پرانند، سر! مريد نالائق هوندا آهن، تہ مرشد لائق ٿي ئي نہ سگهندا آهن، سر! چوندا ڪين آهن، تہ جهڙا روح، تهڙا ختما سر!“

”ٻيلي، هاڻي تنهنجي انهي سر سر مان تہ اچي ڦاٿا آهيون! اچا ڪنهن ٺئين ڪمري ۾ هلون ڇا؟“

”آفيس آورَس ۾ نو سر! نظام اِز نظام“

آفيسر ٺهڪ ڏيندو اٿيو، ۽ اچي ميز تي ويٺو. اردلي بوٽ کي ٽڪاءُ ڪڍائي، وڃي ٻاهر ڊيوٽيءَ تي ٻيٺو. صاحب کلندي ڪٽي نوٽ ڪيسي ۾ وڌا ۽ پڻ پڻ ڪري چوڻ لڳو، ”مولا، تون ڪيڏو نہ ڪارساز آهين! ڳوٺان آيل خط کي تہ ماٺ ڏيئي ڇڏي هئي.“

”پتين کي بہ ڪن هوندا آهن، سر! جيڪي منجهان ماٺ، سو ڪجھ مان ڪين ٿئي، سر!“ اردليءَ آواز ڏنو.

ٺهڪ ڏيئي، صاحب پنهنجو دستوري دفتري ڪم ڪرڻ لڳو ۽ وزٽنگ ڪارڊن وارن کي واري-سان گهرائيندو ويو.

”وڏيرو ٻاڏو خان!“

” يس سر!“ اردلي وڏيري کي وٺي آيو.

”اچو وڏيرا، ڇا خبر آهي!“ ”سائين هنن حرن تہ ٻاهہ ٻاري ڇڏي آهي؛ ڪجھ وقت اڳ حاجي محمد عارب خان جي ڪٽڪ ساڙيائون، هينئر راءِ ٻهار سيٺ شيوڪ مل جون ڦٽيون ساڙيائون، هاڻي وري مون کي ڌمڪين جو خط آيو آهي.“

”اهو خط پيش ڪريو، وڏيرا صاحب!“

”خط؟... خط تہ صاحب مون ساڙي ڇڏيو.“

”سانڍي چو چڏيو؟“ (مرڪي) ”انهي ۾ اوهان جي ڪنهن وڏي ڏوه جو اشارو هو. ڪيئن؟“

”ڏوهہ؟... ڏ ڏ ڏ ڏوهہ؟ ... سائين پ پ پاڻ ڪي پروردگار ڪنهن ڏ ڏ ڏوهہ کان شل پ پ پناهہ ۾ رکي، مائٽن جي هٿان ڳائي وڃائي شادي ڪرڻ ۾ ڪو ڏوه ڪونہ آهي.“

”چئبو تہ“ آفيسر ٺهڪ ڏيئي چيو، ”اوهان جي ڪنهن تازيءَ شاديءَ تي مڙبو ئي ڪو اعتراض هوندو.“

”غريب پرور، باقاعده پنج هزار روپيہ مهر جا محمدي شريعت موجب چوڪريءَ جي پيءُ کي ڏنا اٿم....“

”۽ بہ هزار روپيہ صوبيدار کي ڏنا، تہ سندس منگيندي کي جيل ۾ رکائي؛ سي تہ نہ وسارو وڏيرا صاحب؟“ اردليءَ جي آواز تان وڏيري کي اهڙو چرڪ پيو، جو ڪرسيءَ سوڌو ڪري پيو؛ آفيسر ذرا چڙي چيو، ”اردلي!“

” يس سر!“ هو بوٽ کي ٺڪاءُ ڪرائي اچي بيٺو. صاحب ڪجهہ گرم ٿي چيو، ”دِس اِز نظام؟“

”اندر ٿو جلي سر! مظلوم چوڪري منهنجي سڳيءَ ڀڻيءَ جي ڌيءَ آهي.“ اردليءَ جي اکين مان پاڻي وهڻ لڳو.

”چڱو وڏيرا صاحب“ صاحب سنجيده ٿي چيو. ”توهان فڪر نہ ڪريو، اسين پنهنجي ڊيوٽي بلڪل قانون موجب سرانجام ڪنداسون؛ (تڪو ٿي) اردلي، تون ٻاهر وڃ... هان وڏيرا صاحب، شڪايت لڪايو. اسان پورو تدارڪ ڪنداسون. اسان جو اوهان جي خانگي تڪرارن سان واسطو ڪونهي؛ اسان جو فرض فقط اهو آهي تہ ’حرن جو هراس‘ دفع ڪريون.“

پٽڪو چنڊبندي ڪرسيءَ تي ويهي وڏيرو چوڻ لڳو، ”سو تہ دفع ٿي ويو صاحب. هاڻي رڳو اوهان مان جند ڇٽي، تہ لک ڪٽيوسون. (کيسي مان نوٽن سان ڀريل لفافو ڪڍي ميز تي رکي) صاحب آءٌ ڇوريءَ کي بہ وڃيو ٿو طلاق ڏيان ۽ ڇوري کي بہ اڄ ئي ٿو ضامن تي ڪڍايان. قسم رب پاڪ جو، اهڙي تہ ڪا حرامزادي آهي، جو ويجهو ئي اچڻ نٿي ڏي. هڪڙي گار جي رئي، پيو موچڙي جو زيبت. (ٽهڪ ڏيئي) ڇوريءَ کي جيڪا ٿي شَي هٿ اچي، ان جو سٽڪو ٿي ڪرائي؛ پوءِ پيو نہ تہ بہ نَنهن، چڪن ۽ لتن کان تہ

ڪوبہ روڪي نٿو سگهيس. (وڏا ٺهڪ ڏيئي) رن تہ وڃائي سون، پـر رلي بہ وڃائيسون!"

هاڻي هڪ طرف پيو اسپيشل ڪماني ٺهڪ ڏئي، تہ ٻئي پاسي ٻاهر پيو اردلي ٺهڪ ڏئي. اسپيشل ڪمانيءَ جي آفيس نہ ٿي، جڻ تہ ڪو مڇي مارڪيٽ هو. وڏيرو، ڪمانيءَ سان شيڪ هئنڊ ڪري ٻاهر نڪري اردليءَ کي چوڻ لڳو. "ابا، هوءَ ماڻهيان اڇي وٺي وڃو؛ پيٽسان چتيءَ ڪتيءَ مان مورڳو اڙياسون." ۽ هو بہ ٺهڪ ڏيندو هليو ويو.

اردلي وري بہ ٺهڪ ڏيندو صاحب وٽ پهتو، ۽ چوڻ لڳو. "صاحب! دس اِز انگريزن جو الوداعي انتظام! ڪجهہ وقت کان پوءِ ضرور ٻڌندؤ، تہ 'هندستان' جي سڀ کان پهرين 'مارشل لا' سنڌ ۾ لڳي ويئي!"

شام جو وقت هو. ڪليڪٽر نوابشاهہ پنهنجي بنگلي جي لان تي پسار ڪري رهيو هو تہ ڪمپائونڊ اندر گامونءَ کي ايندو ڏٺائين- "اچ اچ، ميان گامڻ خان، ڏي ملڪ جي خبر چار!"

گامونءَ وڏي اچي سلام ڪيو. چيائين، "سائين، ملڪ مزي ۾ پيو هلي؛ چوريون، ڌاڙا، بليڪ، رشوت، سمگلنگ، فريب، ظلم، سڀ زور آهن؛ ٻي سڀ خيريت آهي."

"پوءِ سرڪار ڇا ٿي ڪري؟"

"چون ٿا تہ انگريج سرڪار کي جرمن اهڙو اچي سوڙهو گهٽيو آهي، جو هوءَ ان سان ئي منهن ڏيڻ ۾ پوري سوري آهي؛ ان ڪري ملڪ ملي ويو آهي، ڪامورن ۽ پوليس کي نويڪلو، سي وينا جاوا ڪن. جيڪو ڪجي، تہ ان کي هٽن ٿا ٽيپ ۾، غريبن جو نڪو اوهي نڪو واهي."

"خير، ادي تہ ٿيون رواجي ڳالهيون، پر تون اڄ ڪيئن آئين؟"

"بس، شهر ۾ ڪو ٿورو گهڻو ڪم هو، سو لاٿم؛ پوءِ وري سوچيم تہ حضور جن جو سلام ڪريو وڃان"

"سو تہ چڱو، پر اڄ تون ڏاڍو غمگين پيو ڏسجين؟"

"ڪورو انڌير ڏسبو، تہ ڏک ڪيئن نہ ٿيندو؟"

”پلا، اڄ ڪهڙو نئون انڌير ڏٺيئہ؟“

”سائين اڄ هڪڙن ٻن پاڙن کي ڇهہ ڇهہ مهينا ٽيپ ملي.“

”ڪهڙي ڏوهہ ۾؟“

”چوريءَ ۾.“

”اها تہ پاڻ گهٽ سزا چئبي، پوءِ ان ۾ ڪهڙو انڌير آهي!“

”سائين انڌير اهو، تہ هنن اهو ڏوهہ بلڪل ڪونہ ڪيو آهي.“

”ڪجهہ تہ ضرور ڪيو هونداڻون؟“

”ها، سائين“ شوڪارو پري هڻ چيو: ”بس، سندن ڏوهہ اهو ئي آهي تہ سندن زالون بدقسمتيءَ سان سهڻيون آهن.“

”ڇا مطلب؟“

”مطلب اهو، تہ انهن تي بہ زميندار پاڙ عاشق ٿي پيا. گهڻيون ئي لالچون ڏنائون، پر مڙس خواہ زالون هئا غيرتمند، سو ڪجهہ بہ نہ وريُن. انهي تي ٻنهي پاڙن تي چوريءَ جو ڪوڙو فرياد ۽ هٿرادو شاهد بنائي، هنن کي هٿاياڻون ٽيپ ۾ ۽ زالون زوريءَ ڪٺي بنگلي ۾ بند ڪيون اٿن.“

”هون!“ ڪليڪٽر ڪجهہ ويچار ڪري چيو. ”قيدي انيئي آهن، يا ويا سينٽر جيل ڏي؟“

”قيدين کي تہ بروقت سينٽرل جيل ڏي وني ويا، دير ئي ڪانہ ڪيائون.“ ڪليڪٽر وڌيڪ سوچ ڪئي ۽ آواز ڏنائين، ”ڊرائيور!“

ڊرائيور ڊڪندو آيو ۽ چيائين، ”حڪم حضور!“

”جيپ تيار ڪر.“

موٽر تيار ٿي تہ ڪليڪٽر، سندس نائڪ، ٻہ سنتري، ۽ ڳامون کي بہ وهاريو، ۽ حڪم ڪيائين، ”هل حيدرآباد. (مرڪي) اڄ تہ ڳامڻ خان کي ڪليڪٽري طاقت جو ڪو ڪرشمو ڏيکاريون.“

موٽر دير سان اچي سينٽرل جيل تي پهتي، سپرنٽينڊنٽ کي ڄاڻ ٿيو. ڪليڪٽر چيس، ”اڄ جيڪي نوان بہ قيدي نواب شاهہ کان آيل آهن، اسان کي انهن سان ملڻو آهي.“

جيل کوليو ويو، سپرنٽينڊنٽ ۽ ٻيو عملو آفيس ۾ ويٺا. قيدي پيش ٿيا، ڪليڪٽر هنن جي ڇهرن جو جائزو ورتو، چيائين، ”اوهان چوري

چــو ڪئي؟"

"چوري اسان جي ڪتن جو وڙ بہ ناهي حضور؛ اهو انگريج جو انتظام آهي، جو ياڳيا اندر وينا آهن ۽ نجن تي ڏاڙو هٿنڌڙ رهزن مڇون مروڙيــو پيا ظلم ڪن."

"چڱو" ڪليڪٽر سنجيدگيءَ سان چيو، "ويهو منهنجي موٽر ۾!"

"مگر حضور..." سپرنٽينڊنٽ پريشان ٿيندي چيو.

ڪاغذ ڪڍي ان تي ڪجھ لکي ڪيس ڏيندي ڪليڪٽر چيو، " هيءُ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ نواب شاه جو حڪمنامو آهي، قيدي اسان کي 'ائز اسپيشل ڪيس' گهربل آهن."

سپرنٽــينڊنــٽ ڪاغذ کي ڏســڻ لڳو، هــن انهي کــان اڳ اهــڙو ڪــاغذ ڪڏهين ڪونہ ڏٺو هو، پر ڪليڪٽر جو چهرو ڏسي هو ڪجي بلڪل نہ سگهيو.

"چڱو چلو" چئي ڪليڪٽر ٻاهر نڪتو، 2 بـجي رات جو هـو اچي نوابشاهہ پهتا- بروقت 25 پوليس وارا طلب ڪري، ڪليڪٽر صاحب قيدين کي ساڻ ڪري، وڏيرن جي ڳوٺ روانو ٿيو. اچ هو ٻئي وڏيرا سندن اوطاق واري بنگلي ۾ موج لڳايو وينا هئا، ۽ ايڏا تہ بيفڪر هئا، جو دروازو بہ کليل هون. جيئن ئي ڪليڪٽر بمع پوليس جي بنگلي اندر گهڙيو، هڪ نهايت دردناڪ نظارو ڏٺائين؛ هڪ وڏيرو شراب جي نشي ۾ ڌُت، ۽ هڪ غريب عورت رڙيون ڪندي پچندي ٿي رهي، هن جا ڪپڙا ڦاٽي ويا هئا. هن جي چهري ۽ ڪپڙن تي شراب هاريل هو، وڏيري جي گار جي رئي هئي، چي "سالي! هاٽي ڪيترو پچندئين، مڙسهين تہ ڇهن مهينن کان اڳ ڪونہ موٽندو، هاٽي ڪير بچائيندءِ؟"

"مون کي منهنجو الله بچائيندو!" مائيءَ سهڪندي پٽي چيو ۽ ٻيو وڏيرو وحشانيءَ طرح نہ، بلڪ مرڪندي سنجيدگيءَ سان ٻيءَ کي چئي رهيو هو، "جاني، هاٽي ماٺا ڇڏ، وبهي ماني ڪاءُ، ۽ هيءُ اصلي پيرس جو پيالو پيءُ. انهي ضد مان ڪجھ نہ ورندءِ، پلا ڪيترو وقت بک مرنديئين؟"

"جيستائين ساهہ نڪرندو؛ هن جيئڻ کان مرڻ گهٽو بهتر آهي." هن وقار سان جواب ڏنو. اوچتو ٻني وڏيرن کي هٿڪڙيون پئجي ويون، ڪليڪٽر جي

اشاري تي پوليس وارن هنن کي اهڙي تہ ڦيھ ڪڍي، جو گھوگھرو لڳي وين.
ٻئي مايون روئي اچي ڪليڪٽر صاحب جي پيرن تي ڪريون. ڪليڪٽر کين آٿت ڏيندي چيو، "ٻچڙيون! اوهين بيفڪر رهو (گامون ڏي اشاري ڪري)، جنهن ملڪ ۾ ههڙي عدالت بہ هجي، ان ملڪ ۾ ظلم گھڻو وقت رهي نہ سگھندا."

ڪليڪٽر مظلومن کان پڇا ڪئي، تہ مٿن ڪهڙا ڪهڙا شاهد هئا. هنن کن هارين جا نالا ورتا، پر ٻڌايائون تہ اصل بانيڪار وڏيرن جا ڪمدار آهن. هڪدم ڪمدارن کي بہ گرفتار ڪيو ويو، انهن شاهدن کي بہ:

پوءِ زالون مردن جي حوالي ڪري کين سؤ سؤ جو نوٽ ڏيئي چيائين، "هيءُ اوهان جي ڪپڙن لاءِ آهن؛ بيفڪر ٿي امن چمن سان رهو، هاڻي ڪير بہ اوهان جو نالو نہ وٺندو. ۽ اهڙيءَ طرح قيدين سان موٽر پري، هو رات جي 4 بجي مهل نواب شاهہ پهتا. اتي پهچي ٻنهي ڪمدارن کي خوب مار ڪڍي ويئي، ۽ شاهدن کي بہ چڱي ٿڦا ٺوڪي ڪئي ويئي. پوءِ يڪدم ڪيس هلائي وڏيرن کي ٻہ - ٻہ سال سخت پورهئي سان، ڪمدارن کي هڪ هڪ سال ۽ شاهدن کي ڇهہ - ڇهہ مهينا ٽيپ جيل ڏيئي، ساڳين پوليس وان سان سينٽرل جيل ڏي موڪليو ويو.

انهيءَ ساري ڪاروبار کان واندا ٿي، پوءِ هڪ خوشيءَ جو ساهہ کڻي ڪليڪٽر چيو "ڪيئن ميان گامڻ خان! ڏٺئي، تہ ڪليڪٽر کي ڪيترا اختيارات آهن؟"

" نيڪ آهي سائين، مگر اهي اختيارا سمورا ان وقت سلب ٿي وڃن ٿا، جڏهين ڪنهن غريب هاريءَ کي ڪو سيٺ صاحب سندس روبرو گاريون بہ ڏئي، تہ مار بہ ڏئي."

"چاڪاڻ تہ سيٺين جي رشوت کين انڌو ڪري ڇڏي ٿي؛ نہ تہ قانون جو تہ اهوئي سبق آهي تہ 'ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ سندس ضلعي جو مهاراجا آهي!' پر (مرڪي) جيڪڏهين هو اکيون کولي، تہ جيڪر چڱا ڪم ڪندي بہ عوامي عدالت سندس خزانو ڀربور ڪري سگھي ٿي."

"غريب عوامي عدالت وٽ ڇا آهي حضور!" نماڻو ٿي هن چيو، "هو تہ ويچارا پاڻ خانہ بدوش آهن. (مرڪي) هان، جيڪڏهين ڪو راءِ بهادر، ڪو

خان صاحب هنن کي بہ کو نذرانو ڏئي ٿو، تہ پوءِ هو بہ دوستن ۾ وندين ورچين ٿا."

"پئسا سين کي عوام ٿو ڏئي دوست!" ڪليڪٽر ٿهڪ ڏئي چيو، "چاهي عوامي سرڪار هجي، چاهي ڌارين جي سرڪار هجي، چاهي بدڪار ليڊرن جي حڪومت هجي، سمورن کي هارين ۽ مزدورن جي ئي ڪمائي تي هٿ اچي ۽ سڀ انهن کي بريءَ حالت ۾ رکي پاڻ پيا جاوا ڪندا آهن. چڱو هاڻي اسين بہ آرام ڪنداسون، اڄوڪو ڏينهن اسان کي بہ آرام لاءِ حلال آهي. (ٿورو ويچار ڪري) هان گامون، اهي ماڻهو تنهنجا عزيز آهن؟"

"نہ سائين، آءٌ تہ سندن بلڪل واقف نہ آهيان؛ آءٌ تہ گهمندو ڦرندو وڃي، ڪورٽ ۾ نڪتس، اتي ماڻهن جا آواز اچي اوهان کي ٻڌايم."

"پوءِ ايڏو گهڻو غمگين ڇو هئين؟ تنهنجا عزيز تہ ڪين هئا؟"

"دنيا جا سڀ انسان هڪٻئي جا عزيز آهن سائين؛ خاص ڪري سڀ مظلوم تہ هڪٻئي سان پائُن کان بہ وڌ ناتا رکن ٿا."

ڳراٽڙي پائي ڪليڪٽر گامونءَ کي چيو، "گامون! اڄ آءٌ ڏاڍو خوش آهيان. ايڏي خوشي مون کي سڄي عمر ڪڏهين بہ ڪانہ ٿي. پانيان پيو، تہ هن کان اڳ جيڪا بہ زندگي گذاري اٿم، سا واهيات ۽ وئرٿ هئي.

تون تنهنجي سڄيءَ سنگت کي چئي ڇڏ، تہ مون سان بيڌڙڪ اچي ملندا رهن. منهنجو دروازو انهن لاءِ سدائين کليل رهندو، جي مظلومن جا مددگار آهن."

هڪ ٽڏو شوڪارو ڀري گامونءَ چيو، "سائين! اهي غريب ڪيئن اوهان سان ملي سگهندا، جن تي نہ فقط سِرَ جا وارنٽ هوندا آهن، پر مٿن انعام بہ رکيل هوندو آهي."

"انهي ڪري ئي تہ هنن کي مون سان ملڻ کپي؛ آءٌ پوري ڪوشش ڪندس، جيئن هنن تان سڀ سختيون لهي سگهن. هنن کي خطرو ٿئي، تہ ڀلي ويس بدلائي اچن ۽ مون سان رات جو ملن. منهنجو وڏو بيرو تہ هونئن ئي اوهان جي پارٽيءَ جو ماڻهو آهي، هو ان جي معرفت مون سان ملندا رهن."

"سائين، شل ڏٺي اوهان جي نيڪ ارادن ۾ برڪت وجهي، ۽ اوهان کي انهن جو اجر ڏئي؛ پر اوهين هاڻي ايترو اڳتي پيا وڌو، جو مون کي ڊپ آهي تہ

وڏيرا ڪٿي مورڳو اوهان کي نہ هاڻيءَ ۾ هٽائي ڇڏين."

هڪ وڏو ٺهڪ ڏيئي ڪليڪٽر چيو، "آءٌ سڀڪجهہ ڄاڻان ٿو پٽ: مگر مون کي انگريزي نظام جون ڪي اهڙيون ڳالهيون بہ معلوم آهن، جن جو توکي جز بہ معلوم ناهي. آءٌ آءِ سي ايس آهيان ۽ آءِ سي ايس آفيسر انگريزي حڪومت جا اهڙا ٿنڀا آهن، جن تي انگريز ڪڪ بہ سهي نہ سگهندو آهي. هو کهڙا بہ انڌير ڪٿي مچائيندا آهن، تہ بہ هنن جي وڏ ۾ وڏ سزا آهي بدلي. ڪجهہ ورهيہ اڳ هڪڙي انگريز ڪليڪٽر امرتسر جي جليانوالا باغ ۾ هزارين بيگناهہ انسان مارائي ڇڏيا، سڄو ملڪ انهن جي خلاف پڙڪي اٿيو، تہ بہ ان کي اها سزا ملي، جو اول پوري پگهار سان موڪل ۽ پوءِ سندس درجو وڌائي پٺي هنڌ موڪليو ويو.

جڏهين هو پنهنجن بي انداز ظالم ۽ بدڪار آفيسرن تي ئي ايڏا هٿ رکن، تہ پوءِ آءٌ جو نيڪيءَ خاطر ڪوششون وٺندس، تنهن کي هو ڇا ڪندا؟"

"نيڪي ئي تہ سائين اڄ ڪلهہ سڀ کان بري چيز آهي نہ؟"

"نيڪ آهي، مون کي معلوم آهي تہ خود اهي اڇوڪا وڏيرا ۽ سندن وارث مون تي کهڙي باهہ ٻاريندا، ۽ ٻيا سڀ ظالم ڪيئن وڏيرن ۽ ميمبرن وٽ وڃي پهچندا. پر شاعر جي قول وانگر:

**جنهن دل پُر ڪر پيتو جام،**
**سا دل مستو مست مدام!**

مون جنهن جام مان پيتو آهي، ان جو خمار قيامت تائين نہ لهندو. آءٌ دل ۾ پڪو ارادو ڪري چڪو آهيان تہ 'پوکين تان کي پوک، جاسين اٿيئي وٽ واريءَ ۾!'

جيترو بہ وقت منهنجي هٿ ۾ عهدو هوندو، هرڪو زور انهي ئي طرف لڳائيندو رهندس، ۽ (مرڪي) اهي مٿيان آفيسر ۽ ليڊر ۽ وزير ڪيئن راضي ٿيندا آهن، سو بہ آءٌ ڄاڻان ٿو. خود وڏن انگريزن کي کهڙا چڪما ڏنا آهن، سا بہ مونکي پوري خبر آهي. عجب ناهي، جي منهنجو درجو اڃا بہ وڌي. پر مون کي هاڻي ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽيءَ سان ايڏو پيار ٿي ويو آهي، جو انهي جي مقابلي ۾ لاٽ صاحب ٿيڻ بہ پسند نہ ڪندس، پر... پر اهو بہ ٿي

سگھي ٿو، تہ مون کي ڪي تڪليفون اچن؛ مگر انهن تڪليفن ۾ بہ اهڙوئي مزو هوندو، جهڙو اوهان جي خانہ بدوشن کي انهيءَ بظاهر بدترين زندگيءَ مان مزو اچي ٿو. چڱو هاڻي خدا حافظ!"

اڄ گامون شهر ڇڏي ٻيلي ڏانهن ئي وڌيو. تہ هڪ سفيد پوش وڏي پڳڙ سان، پيراهن ۽ شلوار ڍڪيل، لٺ هٿ ۾، گڏجي ويس. هو گامونءَ ڏي ڏسي مرڪيو ۽ پوڙهن وانگر ڏڪندڙ آواز ۾ چوڻ لڳو، "اوهو! ميان گامڻ خان! هاڻي تہ وڏي تيزيءَ سان منزلون طئي ڪندو پيو وڃين!"

گامونءَ هن ڏي ڏٺو، پوڙهي جي اکين جي چمڪ هن کي حيران ڪري رهي هئي، هن ڏانهنس غور سان ڏٺو ۽ چوڻ لڳو، "تون ڪير آهين پوڙها؟"

"تون نہ سڃاڻندين تہ ڇا ٿي پيو، مون کي تہ چڱيءَ طرح خبر آهي تہ بہ وڏيرا ٻڌائي پيو اچين!"

گامونءَ وڌيڪ حيرانيءَ سان ڏانهنس ڏٺو... پوڙهي مرڪي چيو، "۽ مون کي اها بہ خبر آهي تہ تون مشهور ڌاڙيل ڪرم علي چانگ ڏي پيو وڃين، جنهن کي اوهين تہ 'سردار' 'سردار' سڏيندا آهيو، پر سندس گرفتاريءَ لاءِ ڏهہ هزار انعام رکيل آهي."

"آخر تون آهين ڪير؟"

"آءٌ؟" ٺهڪ ڏيئي پوڙهي چيو، "آءٌ توتي سي آءِ ڊي آهيان؛ جو تہ تون هاڻي فتحن جي نشي ۾ اهڙو مخمور آهين، جو سي آءِ ڊين جي نظرداريءَ کان بي ڊپو پيو رهين."

هاڻي گامونءَ بہ ٺهڪ ڏيئي چيو، "دل پيئي چوي تہ اها اڇي ڏاڙهي پٽي ٽري ڪري ڇڏيانءِ!"

"ڇو ميان" بزرگ ٺهڪ ڏيئي چيو، "مون تنهنجو ڪهڙو گناهہ ڪيو؟"

" تو اهو گناهہ ڪيو، جو مون کي حاجي صاحب جي ڏاڙهي پٽڻ کان روڪي ڇڏيئہ!"

"ميان! ڏاها تہ چوندا آهن تہ 'مارئي' کان پڌايو چڱو آهي' پر اسين جيڪڏهين اول 'پڌائي' کان وڌي 'جهڪائي' تي قصو پهچايون، ۽ پوءِ

’جهڪائي‘ کي ڦيرائي ’يار بنائي‘ ڇڏيون، ته ڪيڏو نه عظيم ڪم آهي!“

”پر سردار“ گامونءَ حيرانيءَ مان چيو، ”اڄ اوهين ٻاهر ڪيئن پيا گهمو؟“ ”هاڻي سردار بردار جا اکر ڇڏي ڏي“ بزرگ مرڪي چيو، ”هاڻي تون ايڏي ترقي ڪري چڪو آهين، جو مورڳو ڪنهن مهل توکي ئي ’حضور‘ چوڻو پوندو. (سنجيده ٿي) ٻائو گامون، اڄ آستانو به بدلائڻو هو، جو چغلن جو خطرو آهي. پر... (مرڪي) پر... ٻي خوشيءَ جي ڳالهه اها آهي، ته تنهنجي يار ڪليڪٽر جي ڪوشش سان مون تان سڀ ڪيس واپس ورتا ويا آهن. هاڻي وچان ٿو ايس پي کي ملي، ان کي يار بنائڻ (کلي) هاڻي ضلعي ۾ رڳو اهو وڃي بچيو آهي ۽ ملڻ لاءِ به ڏاڍو مشتاق آهي.“

”پوءِ ڪٿي ملنديس؟“

”شهداد پور جي ڪئمپ تي، ٻيو هاڻي دپ ته لهي ويو.“

”ڏاڍو سٺو ٿيو ٻائو... پر مون لاءِ ڪهڙو حڪم آهي؟“

”حڪمن کان ته تون مٿي ٿي وئين، باقي مشورو اهو آهي ته هاڻي ڪليو ڪلايو حاجي صاحب جو وڏو هاري بنجي وڃي رهه، ۽ (کلي آهستي) ۽ ايندن ويندن جي پناهه گاهه! (ٽهڪ ڏيئي) آءٌ به هاڻي ’رئيس ڪرم علي چانگ، زميندار سنجهورو‘ آهيان، جنهن جو اوتارو ٻيو هلي!“

”انهي اوتار ۾ به رڳو پڳل ٽڪندا رئيس؟“

”نه نه، رڳا پڳل نه“ (مرڪي) ”بلڪ اهو اوتارو ’پبلڪ پڪار مرڪز‘، جو ڪم به ڏيندو ۽ سيني ٻيلن، جبلن ۽ پٽن وارن سان رابطو به رکندو.“

”ڏاڍو سٺو استاد، ڀلا هاڻي خدا حافظ!“

”چڱو خدا حافظ، سدائين گڏ!“

اڄ 26 رجب جي آهي، ۽ ديهه ڪنگريءَ جي ”ڳوٺ پير پاڳاره“ ۾ ماڻهن جي ايڏي ته پيهه آهي، جنهن جي ڪا حد حساب ناهي. بلا مبالغه به- ٽي لک ماڻهو هوندا، جي 27 رجب صبح جو پنهنجي مرشد جو ديدار ڪرڻ آيا آهن. هي سڀ پير صاحب پاڳاره جا مريد آهن. ۽ سڄيءَ سنڌ، بهاولپور، بلوچستان، جيسلمير، جوڌپور، ڪڇ، ڪاٺياواڙ مان آيل آهن. جيڪي سڀ کان اول آيا،

تن کي مسافرخاني ۾ جاءِ ملي. انهن کان پوءِ ايندڙن کي مسجد ۾، ٽين دس کي مسجد ۽ مسافر خانہ جي صحن ۾ ۽ چوٿين دس کي وري ٻاهر ڪڙٻل اڻ ڪڙٻل زمين ۾!

انهن سڀني هنڌن تي ماڻهو ماڻهن ۾ ائين سٿيا پيا آهن، جو بلا مبالغ عورت جيڪڏهن هڪڙو پاسو ورائي ٿي تہ پنهنجي مرد کي سامهين، ۽ ٻيو پاسو ورائي ٿي، تہ ڪنهن اهڙي مرد کي ڏسي ٿي، جنهن کي هوءَ بلڪل ڪانہ ٿي سڃاڻي؛ پر انهن مان ڪنهن کي بہ نہ پنهنجو جسم ياد آهي، نہ پرائو. هنن جي دل و دماغ تي سڄاڳيءَ خواه ننڊ ۾ صرف اهي خيال، فڪر ۽ سوچ ڇانيل آهن، تہ مرشد جي ديدار وقت ويجهي ۾ ويجهو ڪيئن هجان!.

پير صاحب جو ديدار 27 رجب صبح جو 8 بجي ٿيڻو هو. پر رات جي ٽئين بجي کان ئي مشتاقان ديدار ويجهي ۾ ويجهو ٻيهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. هن ڪوشش ۾ اڪثر زالون پنهنجا ننڍڙا ٻار مسجد، ۽ مسافرخانہ ۾ ڇڏي ائين اچي ٻيهي رهيون، جو ڄڻ تہ اهي ٻار سندن هئا ئي ڪونہ! ۽ وري سندن سمورو ڌيان مرشد جي زيارت واريءَ گهڙيءَ ڏي اهڙيءَ طرح ڪتل هو، جو کين خود پنهنجي جسم جو بہ ذرو خيال ڪونہ هو، جو سندن چئني طرفن کان نامحرم ماڻهو بلڪل جڙٻل هئا، پر خود انهن نامحرمن کي بہ ان مهل اهو تصور نہ هو، تہ اسان جي ٻت سان ڪنهن جوان نازنين جو ٻت بہ لڳي رهيو آهي! مطلب تہ ڪنهن کي بہ پنهنجو جسم ذري برابر بہ ياد نہ هو!

جيئن جيئن گهڙي ڪلڻ جو وقت ويجهو پئي آيو، مشتاقن جون دليون وڌيڪ ڌڙڪي رهيون هيون. نيڪ اٺين بجي نقيب آواز ڏنو 'هوشيار!' سڀ مشتاق ايڏيءَ تہ خاموشيءَ سان ڪڙڪيءَ ڏي ڏسڻ لڳا، جو سچ پچ تہ هيڏي ساري مجمع ۾ ڪو ڇڪو ٿئي ها تہ بہ سڀ ٻڌن ها.

هاڻي دري کلي ۽ هڪ بارعب، وجيهہ، خوبصورت چهرو، جنهن جي سر تي سونو تاج هو، سو ڏسڻ ۾ آيو ۽ "پيچ پاڳارا پيچ" "پيچ مرشد پيچ" جو شور پئجي ويو. مردن خواه زالن وٽ نقدي، زيور ۽ ٻيو جيڪو بہ تحفو هو، سو بي تحاشا دريءَ ڏي اڇلڻ لڳا. انهن پئسن، زيورن، نوٽن ۽ ٻين شين سان اهو سڄو پٽ ڇانئجي ويو. جنهن جي اڳيان ڪامي ٻيٺا هئا ۽ ان کان اڳتي وڌڻ جي ڪنهن کي اجازت ڪانہ هئي.

اهو ديدار عام طرح پنڌرهن منٽ هلندو آهي، پر اڄ ويهه منٽ هليو ۽ دريءَ مان آواز آيو:

"مريدؤ! معتقدؤ!! دوستو!!"

پير صاحب ان طرح زيارت وقت ڪڏهين به آواز ڪونه ڪندا هئا، پر اڄ جو خلاف توقع اهو رعب ۽ محبت سان پرپور آواز آيو، ته سڀ نهايت خاموشيءَ سان اهو ٻڌڻ لڳا:

"اڄ اسين ڪو تمام ضروري اعلان ڪرڻ وارا آهيون، اهو توجهه سان ٻڌو!"

هاڻي خاموشي اڳئين کان به وڌي ويئي، آواز آيو:

"اسين اوهان مان اهي شخص طلب ڪريون ٿا، جي پنهنجو سر اسان لاءِ وقف ڪن، ۽ جنهن به مهل اسين آواز ڏيون، هو يڪدم اهو پنهنجي هٿن سان لاهي ڪٽي اسان اڳيان رکن. اسين اهو سر زوريءَ نٿا گهرون، مرشدي رعب سان نٿا گهرون، پر هڪ يار، هڪ دوست، بلڪ هڪ بيجل وانگر طلب ڪريون ٿا، جيڪي به اوهان مان راءِ ڏياچ بنجي اهو سر پنهنجي هٿن سان ڪپي ٿالهه ۾ رکي اسان کي ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندا؛ تن کي اسين 'غازي' سڏينداسون. انهن 'غازين' کي پنهنجو مال، اولاد، لاڳاپا، ڪاروبار، تمنائون سڀ انهي طرح ترڪ ڪرڻا پوندا، جو اشاري تي سر ڪپڻ ۾ ڪابه دير نه ڪن.

"غازي بنجڻ لاءِ نڪو مريد جو شرط آهي، نڪو قوم جو؛ نڪو هندوءَ جو؛ نڪي مسلمان جو، نه عورتن جو، نه مردن جو- صرف عاقل بالغ هجڻ جو شرط آهي.

"غازي بنجڻ واري کي حضرت طارق عليه الرحمه وانگر ائين ٻيڙا ساڙي اچڻو آهي، جو پوئتي موٽڻ لاءِ ڪابه واهه بچيل نه هجي.

"اسان ڪنهن کي به ابهري ٿيڻ جو حڪم نٿا ڏيون، بلڪ پورا چاليهه ڏينهن سوچ ويچار لاءِ ڏيون ٿا. اسين انشاءالله تعاليٰ 7 شوال تي پنهنجي سانگهڙ جي پر واري ويهه گزنگ جي بنگلي تي منزل انداز ٿينداسون. جنهن کي به غازي بنجڻو هجي سو اتي اچي نالو لکائي!

"وري به ياد رکو، ڪنهن تي به زور جبر ناهي، ڪنهن تي معيار ناهي.

جيڪو بہ غازي نہ بنبو، ان جي مان مرتبي، عزت ۽ پيار ۾ ڪا ڪمي ڪانہ ٿيندي. نڪو ان جي صداقت تي ڪوبہ حرف ايندو.

”ان ڪري صرف اهو ميدان ۾ اچي، جو پتنگن وانگر ڪنهن بہ سوچ ويچار کان سواءِ پاڻ کي اچلي آگ ۾ هٽي!

هائي الوداع، خدا تعاليٰ شل هميشه اوهان سان حامي هجي!“

آواز خاموش ٿيو ۽ ’پيچ پاڳارا‘ جا نعرا بلند ٿيا. مگر انهن سان گڏ اوچتو عورتن جا آواز بہ آيا ’او اسان جا ڪلهڙا ٿا ڪيهون ڪن‘ ’او اسان جا پارڙا ٿا رڙن‘ ’اسان کي وات ڏيو‘ ’اسان کي انهن وٽ وڃڻ ڏيو‘ پر هن هجوم وچان وات ڪيئن ملي. ماڻهو سڀ اجا بہ انهي نوراني صورت ۾ نظر جمائي بيٺا هئا.

اهي عورتون جي ڪلهڙن ۽ پارڙن ڏي وات گهري رهيون هيون. سي ڪي پري ڪين هئا. صرف 20 - 30 فوٽن جي ايتري مفاصلي تي هئا. جو انهن جي روئڻ جا آواز صاف ٻڌجي رهيا هئا؛ هو اهي رڙيون تہ ٻنجن ڪلاڪن کان ڪري رهيا هئا، پر سندن مائرن جي ٻنهنجي بيمثال محبوب جي ديدار لاءِ ديوانيون هيون، تن کي هيترو وقت اهي آواز بلڪل ٻڌڻ ۾ نتي آيا؛ مگر هاڻي هو جڏهن انهي نوبت کان نڪتيون، تڏهين ڪلهڙن جون ڪيهون ۽ جگر جي ٽڪرن جون دانهون بہ ڪنن تي پيون!

هيءُ رڙيون سندن پاڄهاري اڱواڻ جي ڪنن تي بہ پهتيون؛ هينئر اهو تہ شمع جي وس کان بہ ٻاهر هو تہ پتنگن کي پري ڪري سگهن، ان ڪري حڪم ڏنو ويو تہ باغ جو دروازو کوليو، مستوراتن کي حڪم ڏيو تہ باغ مان چڪر ڪاٽي اچي مسجد ۽ اوطاق ۾ پهچن، يعني 20 فوٽن جي مفاصلي تي پهچڻ لاءِ ٻن ميلن جو چڪر ڏين... پر پيو ڪوبہ چارو ڪونہ هو!

شهر سانگھڙ کان ٿورڙي مفاصلي تي ديهہ ’گڙنگ‘ شروع ٿئي، انهي ۾ پير صاحب پاڳاره جي زمينداري آهي، ۽ موجوده پير صاحب انهي ۾ پنهنجو

بنگلو ٺهرايو آهي، جنهن کي 'گڙنگ وارو بنگلو' يا 'گڙنگ' سڏجي ٿو؛ جيئن تہ مريدن جو تمام وڏو حصو انهي جي آسپاس رهي ٿو، ان ڪري اتي مرڪز تيار ٿيڻ لازمي هو.

مٿئين اعلان بعد ٺيڪ چاليهن ڏينهن بعد پير صاحب جن اتي اچي منزل افـروز ٿيا. هن مرڪز تي جيئن تہ ڳڙکي ڪانہ هوندي هئي، پاڻ ٿلهي تي عام ديدار ڪرائيندا هئا. ان ڪري مريدن جو هجوم هميشه موجب اتي بہ ڪافي هو.

دستور موجب صبح جي زيارت بعد اعلان ٿيو، تہ "زيارت ختم. هاٿي 'غازي' پيش ٿين."

هاٿي ڪامي ماڻهن کي اٿارڻ لڳا، پر ماڻهو اٿڻ جي نہ پيا ڪن؛ اعلان ٿيو، تہ "جيڪي غازيـن ۽ سرفروشـن جـو مشاهـدو ڪرڻ چاهيـن، سي بہ پل وهن!"

ڪوبہ ڪونہ اٿيو، پلا اهڙن پتـنگن، اهـڙن شيرن کـي ڏسـڻ ڪـير نہ چاهيندو.

هن مجمع ۾ رڳا مريد نہ هئا، بلڪ نامريد، تماشبين ۽ انگريزي سي. آءِ. ڊي جا بهادر بہ هئا، ڪنهن کي بہ روڪ ڪانہ هئي، پل تہ سيڪو ڏسي تہ پتنگ بہ ملڪ ۾ ڪي آهن، يا جيتن جو هجوم آهي!

اوچتو مولودن جي سر ۾ آواز آيو:

سورهيہ سر جو سانگو لاهي،
آيـا مرد ميدان تـي ڪاهـي،
سـر ڏنوسيـن مـرشد ڪي،
پـوءِ عــيد اسـان لاءِ آهــي!

هيءَ مولود جيڪا ٽولي ڳائي رهي هئي، ان ۾ سڀ مرد هئا. جن مان هڪڙو منڊڪائيندو بہ پٺي آيو؛ مرشد سڳوري وٽ پيش ٿي جڏهين سڀ گوڏا جهڪائي هڪ هٿ کي ڪنڌ تي ڪاتيءَ وانگر ڪري ويٺا. تڏهين پير صاحب سڳوري انهي منڊڪائيندڙ ڏي نهاري چيو:

"تون تہ منڊو آهين، پوءِ غازي ڪيئن ٿو بنجين؟"

" سر ڏيڻ جو هوڪو آهي حضور!... پڄڻ جو پروگرام ڪونهي، جنهن

۾ منڊا مُنجهي پوندا!"

مرشد فرط مسرت مان اٿيو ۽ انهي کي بي اختيار اچي ڀاڪر پاتائين!

پوءِ نالا پڪاريا ويا، پهريون نالو... شهزادو وريام ولد بچو بادشاهه!

والد ماجد شهيد ٿيو، پاڻ ورهين جا ورهيه قيد، بند، مارون ۽ سزائون ڏنائين، عزيز قريب سڀ انهي آزمائش جو شڪار، ڪيترن پيارن جي جدائيءَ جا ڦٽ، مگر انهي کي سينگاري ٿاهي موڪليندڙ ڪير ...؟ نوي ورهين جي راڻي سادان! جنهن هڪ وار وري بہ بيبي اسماءِ بنت ابوبڪر رضہ جو نظارو نروار ڪيو ۽ حضرت عبدالله بن زبير وانگر پياري پٽ کي بہ شهادت لاءِ سنيرائي موڪليو ۽ اڄ عورتن جي مجمع ۾ ٻهڪي رهي هئي!

انهن سابقين الاولين مان ڪي هيءَ آهن:

(1) وريام خاصخيلي
(2) متو خاصخيلي
(3) حاجي خاصخيلي
(4) الهہ بچايو خاصخيلي
(5) يوسف سنجراڻي (منڊو)
(6) امام بخش سنجراڻي
(7) خان محمد سنجراڻي
(8) ولي محمد سنجراڻي
(9) الهہ بچايو سنجراڻي
(10) صوبدار سنجراڻي
(11) سونو سنجراڻي
(12) محمد يوسف مهر
(13) محبت ٻهڻ
(14) مبارڪ ڪوري
(15) ميرو نظاماڻي
(16) هوت نظاماڻي
(17) مريد مري مهڪاڻي
(18) راڻو مري مهڪاڻي
(19) پنهون مري مهڪاڻي
(20) بخش موچي
(21) حاجي چانگ
(22) ڪرم علي چانگ
(23) ملوڪ خاصخيلي
(24) جيئندو
(25) علي شير خاصخيلي
(26) مئو خاصخيلي
(27) شيخو راڄڙ
(28) محرم ڏاهري
(29) عبدالله راڄڙ
(30) سهراب راڄڙ
(31) دودو ڪوري
(32) عثمان هنگورو
(33) گلو وساڻ
(34) جڙيو خاصخيلي

(35) ابل ماڪاٺي
(36) عمر ورباھ
(37) ڦوڻو چانگ
(38) همير ماڇي
(39) چاچڙ ٿانوري
(40) ميرو نظاماڻي
(41) رحيم هنگورو
(42) غلام علي چانگ
(43) مصري چانگ
(44) ويرجي نڪر
(45) عبدالحئي جوڻيجو.
۽ ٻيا به ڪافي ايندا رهيا.

اڄ عشا ۽ ذڪر بعد صرف غازين کي سڏ هو، پر ٻين ٻڌندڙن کي به منع ڪانه هئي.

”غازيو! سرفروشو!“

پير صاحب بلند آواز ۾ چيو ”اوهان تي صد رحمتون هجن، جو اوهان بنا ڪنهن پروگرام پچڻ جي پنهنجا سر پيش ڪيا، هاڻي اوهان کي ڪولي ٻڌائجي ٿو ته اهو سرفروشيءَ جو سڏ ڇا لاءِ آهي!

عزيزو! منهنجا پيارا رفيقو!

انسان آزاد پيدا ٿيو آهي... ۽ آزاديءَ سان رهڻ هن جي جنم جو حق آهي ... اهو حق هن جي فطرت سان ائين ئي ڳنڍيل آهي، جيئن رڳن ۾ رت، ڦڦڙن ۾ ساهه ۽ دماغ ۾ هوش!

اهو حق، هن کان جيڪو به کسي ٿو، سو ڪيس مارڻ کان به وڏو ظلم ڪري ٿو، ۽ انهي ظالم کي نگهونسار ڪرڻ هر هڪ آزاد فطرت انسان جو پهريون فرض آهي... جيڪو به شخص انهي فرض کي نٿو سڃاڻي، انهي فرض جي ادائيگي واسطي جدوجهد نٿو ڪري؛ سو زندهه ناهي، بلڪ هڪ لاش آهي؛ پر سچ پڇ ته لاش کان به بدتر آهي، ڇو ته لاش جي بدبوءِ کي ڍڪڻ کان روڪڻ لاءِ ته هن کي پوريو، ساڙيو، يا ٻوڙيو آهي؛ پر هيءُ بدُو ته پنهنجي بدبوءِ هر هنڌ ڦهلائيندو رهي ٿو ۽ ٻين کي به غلاميءَ جي سلهه ۾ گرفتار ڪندو رهي ٿو.

”عزيزو! اسان جو پيارو وطن قطعاً آزاد هو، هو پنهنجي ڇيڙي نبيري

پاڻ ڪندو هو، پنهنجي اندرين ٻاهرين وهنوارن ۾ آزاد هو، تہ اوچتو سٺن سمندن کان پريان، هڪڙا اهي شخص، جن کي پنهنجن ملڪن ۾ 'غنڊا' سڏيو ويندو هو، سي ساموندي سورمن جو روپ وٺي جيئن سڄيءَ دنيا ۾ ڦهليا، تيئن اسان جي ملڪ ۾ بہ آيا. هنن جون قومون ڌار ڌار هيون: سندن نالا پورٽوگيز، فرينچ، ڊچ، ۽ ٻيا هئا، پر ڏنڍو سڀني جو ساڳيو هو، يعني... غلام سازي!

پوءِ اهي غلام ساز پاڻ ۾ بہ وڙهندا جهڙندا رهيا. آخرڪار منجهائن هڪ قوم وڃي رهي، جن کي "انگريز" سڏيو وڃي ٿو.

هيءَ طرح طرح جي فريبن سان اسان جي هن ننڍي کنڊ 'هندستان' جي ڌار ڌار ملڪن جي بادشاهن کي اول دوست بنائي، پوءِ پنهنجن ۾ ڦوٽ وجهائي ڪين زبردست بنائيندا ويا.

اسان جو ملڪ 'سنڌ' بہ هميشہ کان هڪ آزاد ملڪ هو، هن انهي تي اول سکن کان قبضو ڪرائڻ ٿي گهريو، پر اسان جا شير دل ساٿي مجاهد اعظم سيد احمد شهيد رحہ ۽ مولانا اسماعيل رحہ جي سرڪردگيءَ هيٺ انهن کي اڳوات ئي روڪي سندن ستياناس ڪري آيا، جنهن ڪري اسان جو ملڪ انهن وحشين ظالمن جي وڪڙ کان بچي ويو.

پر... چالاڪ انگريزن، هتي جي حاڪمن... مير صاحبن کي ڦوٽ ۾ مبتلا ڪري، خيربور جي ميرن کي وطن فروشيءَ تي تيار ڪري ڇڏيو، جن وٽن پنهنجو وطن وڪٽي ڇڏيو، مگر اوهان کي معلوم آهي تہ اسان جي وڏن اهو وڪرو ڪڏهين بہ تسليم نہ ڪيو ۽ اهو هڪ عجيب تماشو آهي جو عين انهي رياست خيربور اندر اسان جو ديهہ ڪنگريءَ جو ٽڪرو انهن وطن فروشن جي تسلط کان هميشه آزاد رهيو آهي، جو ڏسي ڏسنڌڙ ڏندين آڱريون ڏين ٿا.

انهي بعد... اسان جي بهادر بادشاهن ٽالپرن، سان هنن بلڪل ڏوڪيبازيءَ ۽ فريب سان اوچتي جنگ ڪئي، جنهن ۾ اگرچہ اسان جا سنڌي شير، جن ۾ اسان جا مريد بہ ڪافي هئا، خوب وڙهيا، هنن سر ڏنو... پر پنهنجي خوشيءَ سان سنڌ ڪانہ ڏني. ان طرح انگريزن جي زبردست طاقت هن ملڪ تي قبضو ڄمايو، پر وقت بہ وقت اسان جا سنڌي شير انهي فرنگي غلاميءَ مان نڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻندا رهيا آهن ۽ شاهہ صاحب جي هن قول جا مصداق

رهيا آهن تہ:

**پاڻ ئي ايندو هوت، پر ڪي تون بہ ٿج اڳيري،**
**متان چوي بلوچ، تہ ڪميٺيءَ مان ڪين ٿيو!**

اڄ ... الحمداالله ... اڄ اهو وقت قريب اچي ويو آهي جو اسين ... اسان کي غلام بنائيندڙ انگريزن جي حڪمرانيءَ تي هڪ ڀرپور وار ڪريون، سندن پير هن سر زمين تان اکيڙي ڇڏيون، ۽ پنهنجي دل و دماغ کي غلاميءَ جي زنجيرن مان آزاد ڪريون؛ ڇو تہ انگريز بہ هن وقت ٻيءَ عظيم عالمگير جنگ ۾ غلطان آهي، ان ڪري هندستان جي سيني ملڪن، ۽ دنيا جي ٻين سيني ملڪن ۾ بہ آزاديءَ جي لهر ڊوڙي ويئي آهي.

انهي موقعي تي مان بہ چاهيان ٿو تہ سنڌ بہ پاڻ ملهائي، ۽ سنڌس غلاميءَ جون زنجيرون ڪٽڻ لاءِ ڪي سرفروش سورهيہ وڌي اڳتي اچن... انهن ئي سرفروشن جو نالو اسان 'غازي' رکيو آهي، ۽ انهن جو اهوئي فرض ٿيندو، تہ جڏهين بہ ڪين وطن جي آزاديءَ لاءِ سڏ ٿئي، تڏهن هڪدم او نعرو لڳائي اچي حاضر ٿين تہ:

"وطن" ... يا ... "ڪفن"

مگر انهي جي معنيٰ اها ڪانهي، تہ اسين ڪو ڪين هڪدم انگريزن سان ڳل پوڻ جو حڪم ٿا ڏيون، بلڪ اهو وطن جي آزاديءَ جو جهاد اسين مناسب موقعي تي، مناسب طرز سان شروع ڪنداسون.

تيستائين هر هڪ غازيءَ لاءِ مناسب آهي، تہ هو هر طرح جو جنگي فن وڃي سکي، روزانو پريڊ ڪرڻ لازمي سمجهي ۽ پڻ تلوار، بندوق، پستول، مشين گن، دستي بم ۽ ٻيا سڀ موجوده هٿيار هلائڻ سکي، ۽ جيڪي غازي نہ آهن، تن کي بہ سيکاري؛ ڇو تہ اهو بہ امڪان آهي تہ انگريزن کي جرمنيءَ جي لڙائيءَ ۾ اهڙي شڪست اچي، جو هو هن ملڪ جو انتظام سنڀالي نہ سگهن، غنڊاگردي ۽ افراتفريءَ جو دور اچي وڃي، تہ اهڙي وقت ۾ هر ڪنهن شخص کي پنهنجو بچاءُ پاڻ ڪرڻ تي مجبور ٿيڻو پوندو، تڏهين اها تعليم و تربيت ڪين لاءِ نهايت ڪارآمد ٿيندي.

اسين عورتن کي بہ اهو حڪم ٿا ڪريون، تہ هو عاج جون چوڙيون پيچي ڇڏين، اهي ڪنهن بہ صورت موجوده زماني لاءِ موزون ناهن؛ بلڪ هو بہ مردن

وانگر ساڳيءَ طرح جنگي فن جي تربيت حاصل ڪن، تہ وقت سر پنهنجو بچاءُ پاڻ ڪري سگهن."

جيئن ئي پير صاحب جن جي تقرير پوري ٿي. هڪ نوجوان وڌي اڳتي آيو ۽ چيائين "حضور! منهنجو نالو بہ غازين جي لسٽ ۾ لکيو وڃي."

پاڻ پڇيائون، "فقير! ڇا نالو اٿيئي.؟"

نوجوان جواب ڏنو، "حضور! آءٌ مريد ڪونہ آهيان، ان ڪري فقير جو لقب مون لاءِ ٺٺو سونهي."

پاڻ ڪلي چيائون، "الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ 'والله الغني وانتم الفقراءِ' يعني غني يا بيپرواهہ تہ هڪ الله تعاليٰ آهي. باقي اوهين سڀ فقير يعني ان جا محتاج آهيو. انهي حساب سان اسين سڀ فقير آهيون ۽ توکي فقير سڏائڻ ۾ اهم نہ هجڻ گهرجي. هان، تون مريد نہ هوندي بہ ڇو ٿو 'غازي' بنجين؟"

"حضور، هڪ تہ انهي ڪري، جو خود اوهان بہ انهي لاءِ مريد هجڻ جو شرط نہ رکيو آهي؛ ٻيو تہ منهنجو رهبر ميان ڪرم علي چانگ بہ غازي بنيو آهي، جيڪو رستو انهيءَ جو آهي سو منهنجو آهي، ڇاڪاڻ تہ دنيا ۾ صحيح زندگي گذارڻ جو طريقو مون کي هن ئي سيکاريو آهي. ٽيون تہ آءٌ هن انگريزي نظام ۽ انگريزي غلاميءَ مان سخت بيزار آهيان، ان ڪري وطن جي آزاديءَ خاطر پنهنجو سر پيش ڪرڻ چاهيان ٿو. منهنجو نالو 'گامون' آهي ۽ آءٌ 'وساڻ' آهيان."

پير صاحب جن مرڪي چيو: "اسين اهو قبول ڪريون ٿا. اسين تنهنجي صاف گوئيءَ مان نهايت خوش آهيون."

اتي هڪڙو واٽيو اڳيرو وڌي گوڏو جهڪائي چوڻ لڳو، "قبلا! هن يُد ۾ هيءُ واٽڪو سر بہ قبول پوي."

حاضرين کي ٿوري کل آئي، پير صاحب بہ مرڪي چيو، "پائي، توکي ڪنهن تيار ڪيو؟"

پائيءَ گامونءَ ڏي اشارو ڪري چيو، 'منهنجو رهبر هيءُ نوجوان آهي، مون کي مرڻ ۽ جيئڻ سڀ هن سيکاريو آهي. منهنجو نالو سڳنو مل آهي، آءٌ

ٿندي آدم جو وينل آهيان، ايشور مون کي سڀڪجهه ڏنو آهي، ڪير پُٽ، مال رزق، عزت آبرو، سڀ اٿم. دنيا ۾ ڪابه تمنا باقي رهيل نه آهي، (ڪلي) لٽي پٽي ڪا اوڏر سوڏر رهيل هئي، ته اها به هنن اوهان جي فقيرن پائي پائي وصول ڪرائي ڏني، ان ڪري ڪابه ڳڻتي رهيل ڪانه آهي. چاهيان ٿو ته ديش جي سنتنترتا لاءِ سر ڏيئي سجايو ٿيان. واٺڪي مٿي ڏسي سڀ پيا ڪِلن: پر سائين، من هنن گاجين جي ٺهل ٺڪور چاڪري نوڪري ڪري سجايو ٿيان."

پير صاحب جن ڏاڍو خوش ٿي سندس هٿ هٿ ۾ وٺي چيو، "صد رحمتون هجنئي؛ اسان تنهنجو سر قبول ڪيو؛ اسان جي دعا آهي ته تو ۽ تنهنجن پوين کي هميشه ماڻهو 'مٿير' سڏيندا. اوهان مان ڪوبه ڪڏهين به 'ڪانئر' ٿي نه مرندو!"

هن ڪان پوءِ پيا به ڪيترائي فقير غازي بنجڻ آيا، پاڻ فارغ ٿيڻ بعد وري فرمايائون:

"غازي پائرو! ياد رکجو، ته 'غلام' بنجي جيئڻ ڪان 'لاشو' بنجڻ هزار بار بهتر آهي! مرد سڄيءَ عمر ۾ هڪ دفعو مرندو آهي، ۽ گاندو ڏينهن ۾ ڏهه دفعا پيو مرندو آهي!"

غازي تحريڪ جو اوچتو اجراء هڪ حيرت انگيز ڳالهه هئي، سڀ ڪان اول ته هڪ وڏو سي آءِ ڊي آفيسر پير صاحب سان ملڻ آيو. پير صاحب جن کيس باريابي ڏني، هن ادب سان پڇيو ته، "حضرتا! ڇا اها رپورٽ سچي آهي ته اوهان وطن جي آزاديءَ لاءِ غازي تحريڪ شروع ڪئي آهي؟"

پاڻ مرڪي چيائون، "اها ڪا لڪل ڇپيل ڳالهه ته ڪانه آهي." هن پڇيو، "پروگرام ڪهڙو اٿوَ؟"

پاڻ سنجيدگيءَ سان جواب ڏنائون، "في الحال ته آزاديءَ جا پروانا تيار ڪرڻ، پوءِ جهڙو وقت آيو اهڙو رخ وٺبو."

"ڇا اوهان جو ڪامورن کي مارائڻ جو پروگرام به آهي؟"

"اجا تائين ته ڪونهي، پر اسين اهنسا جون ٻڪريون ٿيڻ ڪڏهين به

قبول نہ ڪنداسون، جيڪو خواه مخواه اسان جي ڇيڙ ڪندو ان کي اسين بہ اوتري سزا ضرور ڏينداسون."

"۽ ڪو ڇيڙ نہ ڪندو تہ؟"

"تہ اسين بہ امن ۾ خال وجهڻ جا خواهان نہ آهيون، هينئر فقط سرفروش تيار ڪري رهيا آهيون، پوءِ بہ جيڪو پروگرام هوندو سو ڪليل هوندو، لڪ لڪوٽي نڪا اسان جي وڏن ڪئي، نڪا اسين ڪنداسون."

آفيسر هڪ وڏو ساهہ کڻي چيو، "ڇئبو تہ اوهان جو نمونو ساڳيو "راشٽريہ شيوڪ دل" وارو آهي؟"

"اسين ڪنهن جا پيروڪار نہ آهيون، اوهان جي پوليس سدائين اسان سان گڏ رهي ٿي، خود اسان ۾ بہ اوهان جا سي آءِ ڊي موجود آهن، اسان جو ڪوبہ حرف لڪل ناهي، اسين جيڪي پيا ڪريون، سو هر وقت اوهان وٽ پهچي پيو."

آفيسر گنڀير ٿي چيو "مگر پير صاحب! سرڪار کي اوهان جو هيءُ طريقو پسند نہ ايندو."

"اسين ڪنهن جي پسنديءَ يا ناپسنديءَ سان بدل نہ آهيون، جڏهين تہ انگريزن کي ست سمنڊ پار ڪري اچي اسان جي ملڪ ۾ من ماني ڪرڻ جي موڪل آهي، تہ پـوءِ اسان کي بہ پنهـنجي ملڪ ۾ جيئن مناسب لڳندو، تيئن ڪنداسون"

آفيسر هڪ شوڪارو ڀري اٿيو ۽ سلام ڪري هليو ويو. هن پنهنجي بالا آفيسرن کي سموري گفتگو هن نوٽ سان لکي موڪلي تہ "پير صاحب جي تحريڪ بيشڪ خطرناڪ آهي، پر مونکي پڪ آهي تہ پير صاحب کي جيڪڏهين زَوُ ڪري نہ ڇيڙبو، تہ هو ڪابہ بيقاعدگي، ڪابہ لاقانوني ۽ ڪوبہ وڳوڙ پيدا نہ ڪندو.

منهنجي سمجهہ موجب تہ پير صاحب انهي ئي موقعي جي تاڙ ۾ رهندو، تہ جيڪڏهن انگريزن جا پير هتان اکڙيا، ۽ ملڪ ۾ افراتفري ٿي، تہ يڪدم سنڌ تي قبضو ڪندو.

پر جيڪڏهن ائين نہ ٿيو، تہ پير صاحب قانوني طرح ووٽن وسيلي قبضو ڪندو، لاقانوني هرگز نہ ڪندو."

ترت ئي پير صاحب وٽ سنڌ مسلم ليگ جو ان وقت جو روح روان جي. ايم. سيد وفد وٺي آيو تہ ”اوهين مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو.“

پير صاحب مرڪي چيو: ”ڇا لاءِ؟“

سيد صاحب چيو، ” هن لاءِ تہ 1940ع جي ٺهراءُ موجب وطن آزاد ڪرائجي.“

پير صاحب ٺهڪ ڏيئي چيو، ”مسلم ليگ ۽ وطن آزاد ڪرائيندي؟ شاه صاحب مون تہ اوهان کي وڏو سياستدان سمجهيو هو، پر شايد اوهين سياست جي ابجد مان بہ واقف ڪونہ آهيو!“

سيد صاحب پير صاحب سان بي تڪلف هو، هن مرڪي چيو: ”۽ اوهين شايد مختلف جيلن ۾ رهي، مختلف سياسي قيدين سان ملي، سڄي سياست ازبر ڪري ويا آهيو.“

”اسين سياست جي ازبريءَ جي دعويٰ تہ ڪانہ ٿا ڪريون، پر جيڪا جماعت سڀ ڪجهہ انگريزن جي مشورن سان ڪري، جنهن ۾ سمورا سر، خانبهادر، وڏيرا ۽ سيٺيون هجن، سا بہ ڪري آزاديءَ جي دعويٰ، تہ پوءِ تہ ڍاڪڻون ئي پڪو!“

شاهہ صاحب سنجيدو ٿي چيو: ”ڏسو، اسين تہ اسمبليءَ ۾ بہ ترت پاڪستان جي آزادي جو ٺهراءُ بحال ڪرائينداسون.“

پير صاحب ٺهڪ ڏيئي چيو: ”بس اوهان ٺهراءُ بحال ڪرايو، ۽ انگريزن اوهان کي آزادي ڏيئي ڇڏي! شاه صاحب! ياد رکو، انگريز اول تہ پاڪستان ڏيندائي ڪونہ، پر جي هندو ناهہ تي نہ آيا، ۽ ڪجهہ ڏنائون ڪٿي، تہ اهو پاڪستان اهڙو هوندو، جنهن جي واڳ ڪيترائي ورهيہ تہ وري بہ انگريزن جي هٿ ۾ رهندي!“

سيد صاحب ٿورو جوش ۾ اچي چيو، ”اسان هن کي پنهنجي آزاد ملڪ ۾ ڪوبہ دخل رکڻ نہ ڏينداسون.“

پير صاحب ٺهڪ ڏيئي چيو، ” ۽ اوهين هوندؤ ڪٿي؟ ڇا ان وقت تائين بہ اها واڳ اوهان جي هٿ ۾ هوندي؟ شاهہ صاحب! پليل آهيو، وڙهڻ لاءِ اوهين هوندؤ، ۽ فتح وقت واڳون انهن جي هٿ ۾ هونديون، جي انگريزن جا ازلي غلام هوندا؛ اوهان کي کير جي مک وانگر ڪڍي ڦٽو ڪيو ويندو،

بلڪ شڪ ناهي، جو جيل ۾ بہ رکيا ويا! جيڪڏهين زندگي آهي ۽ اسان جي پيشنگوئي سچي نڪري، تہ پوءِ ٻڌائجو تہ سياست مان گهٽو ڪير ٿو جاڻي، اوهين يا اسين!"

"انشاءَ الله تعاليٰ، اسين تہ "وطن" يا "ڪفن" حاصل ڪنداسون؛ پر اوهين پيا ڏکن ڏوراپن وارا ڪتاب ڪيندا!"

شاهہ صاحب چپ ٿي ويو، هو خاموشيءَ سان خدا حافظ ڪري پوئتي روانو ٿيو.

هاڻي غازي تحريڪ جو اثر پير صاحب جي سيني مريدن ۾ پهچي ويو، هر ڳوٺ ۾ پريڊون ۽ جنگي مشقون شروع ٿي ويون. اڪثر عورتن بہ ٻانهيون پڃي پريڊون ڪرڻ ۽ هٿيار هلائڻ جي تربيت حاصل ڪرڻ جي مهم شروع ڪئي. افواهہ تہ اهي هلندا هئا تہ پير صاحب مڪيءَ ۾ ڪي بنگالي انقلابي وهاريا آهن، هٿيارن جا ڪارخانا کولايا آهن. مگر حقيقت ۾ اهو صحيح نہ هو، البت اهو ضرور صحيح هو، تہ جيئن قبائلي پناڻ هميشہ سنڌ ۾ پيا هٿيار وڪڻندا آهن، تيئن هينئر انهن جو ڪاروبار ذرا وڌيڪ چمڪڻ لڳو. ڇو تہ جنهن شيءِ جي طلب گهڻي ٿيندي آهي ۽ اگهہ بہ سٺو پيو ملندو آهي، اها واپاري پاتال مان ڳولي بہ هٿ ڪري ايندا آهن. پوءِ اهو بہ ٿيڻ لڳو تہ ٿوري گهڻي مرمت ڪرڻ وارا بہ اچڻ لڳا. ۽ حر ايراضيءَ جا لوهار بہ اهڙي ٽريننگ حاصل ڪندا رهيا.

۽ اها بہ حقيقت هئي، تہ پير صاحب جو ڪوبہ فوري هنگامي جو پروگرام ڪونہ هو. هن يقيناً انهي ئي موقعي لاءِ سڀ تياري پئي ڪئي، جو اڳتي هلي اچڻ وارو ٿي سمجهيائين.

پير صاحب جي هن تحريڪ جي خبر نواب شاهہ جي فقير ملهار خاصخيليءَ کي بہ پهتي؛ ملهار فقير جي وڏن پهرينءَ ۽ ٻيءَ حر هلچل ۾ وڏيون قربانيون ڏنيون هيون، وڏيون سختيون سٺيون هيون؛ خود هو پاڻ بہ انهي هڪ لوڙهي ۾ پيدا ٿيو هو، جنهن جهڙا ڪيترائي انگريزن برپا ڪري انهن ۾ حر خاندانن کي نظربند رکيو هو. هن جي مطالع مطابق هيءَ هلچل حرن لاءِ

تباهہ ڪندڙ هئي، سو بنا ڪنهن هٻڪ جي وڃي پير صاحب وٽ حاضر ٿيو، ۽ ڪنهن بہ رک رکاءُ کان سواءِ، هن رعبدار، ۽ جفاڪش، هستيءَ کان آزاديءَ سان ڳالهائڻ جي اجازت حاصل ڪري، هن تحريڪ ۾ پيش ايندڙ تباهيءَ ۽ مصيبتن جو نقشو ڪيئچڻ لڳو.

پير صاحب سپ خاموشيءَ سان ٻڌي چيو: "بس؟"

ملهار فقير چيو: "حضور، ڏهہ پندرهن هزار ماڻهو مرندا، لک منو جيلن ۾ پوندا، پنج اٺ لک دربدر، خاڪ بسر، بي گهر ٿيندا، پوليس ۽ ملٽريءَ کان بي انداز سختيون ٿينديون."

پاڻ فرمايائون: "بس؟ ايتروئي؟"

ملهار فقير ادب سان چيو: "اهو ٿورو آهي حضور؟"

پير صاحب جواب ڏنو: "اها ساڳي، بلڪ انهي کان وڏيڪ حالت انگريز پاڻ بہ هندستانين سان ڪندو. چاهي هو ڪٿي چاهي مارائي، پر ڪنهن نہ ڪنهن حيلي هو اڌ ڪروڙ هندو مسلمان مارائيندو، پنهي ڌرين جو لک ڏيڍ عورتون تين وار ڪرائيندو، بہ- ٽي ڪروڙ ماڻهو دربدر خاڪ بسر ڪرائيندو- ۽ اهو ضرور ٿيندو- چاهي اسان زنده رهون يا نہ رهون، پر جيڪي زنده هوندا، سي اسان جا هيءُ حرف ضرور صحيح ڏسندا. پوءِ فرق اهو ٿيندو، تہ بين سان بڪر پوسات ٿيندي، ۽ اسين پنهنجي ڪوتا پنهنجي خوشيءَ سان حاصل ڪري، مجاهدن ۽ شهيدن ۾ شامل ٿينداسون.

"مگر فقيرو! اسان مان جيڪي زنده رهيا، سي ڏسندا تہ چند سالن بعد سندن آدم شماري گهڻو وڌيل هوندي، سندن ملڪيتن ۾ اڻاهہ برڪت هوندي، ۽ نيٺ- نيٺ هو انگريزن ۽ سندن چاڙتن جي غلاميءَ کان آزاد هوندا.

"پيارا ملهار فقير، اسان جي تو تي ڪابہ معيار ڪانهي، تون مجاهد آهين، مجاهدن منجهان آهين، پر تون ايڏو تہ سختين جو سيڪيل آهين، جو وڏيڪ تباهيءَ لاءِ تيار ناهين؛ تون پلي پنهنجي پر ۾ بين ڪي بہ شامل ٿيڻ کان هٽائيندو رهج؛ اسين ٿا چاهيون تہ ڪوبہ مچر ابهرو ٿي اچي پتنگ بڻجي، ۽ ڪجهہ لهس اچڻ تي پچي پوئتي وڃي ڪري. اسان کي فقط اهي ساٿي گهرجن، جي موت سان اهڙي ئي محبت رکن، جهڙي بيا زندگيءَ سان رکن ٿا."

هاڻي پير صاحب پُر جلال آواز ۾ چيو: ”۽ انشاءالله تعاليٰ، جيڪڏهين اسان جي قسمت ۾ به شهادت لکيل هوندي، ته سڀ اسان کي مُرڪندو موڪلائيندو ڏسندا، ڪڏهين به اسان جي وار مان به بزدليءَ جي بوءِ ڪانه نڪرندي!“

جيئن ئي غازين جي پرتيءَ جي خبر پکڙي، سڀ کان اول هندو ميمبر ۽ وزير پريشان ٿي ويا. مسٽر نهچلداس جي بنگلي تي هڪ اهم ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ سمورا ڪانگريسي خواهه غير ڪانگريسي هندو ميمبر اچي گڏ ٿيا هئا.

هن ميٽنگ ۾ وڏا بحث مباحثا هليا؛ پر آخر ڪن سمجهدار ۽ سانيتڪن ليڊرن مناسب ائين ٿي سمجهيو، ته پير صاحب سان ملجي ۽ سندن خيالات معلوم ڪجن.

پير صاحب انهن لاءِ اڻ واقف نه هو. بلڪ جيئن ئي پاڻ آزاد ٿي آيل هو، سندس ميل جول مسلم ليگين کان وڌيڪ ڪانگريسين سان هو. ڇاڪاڻ ته پاڻ هنن کي انگريزن کان وطن آزاد ڪرائڻ جو خواهان سمجهندو هو. ان ڪري سندن عزت به ڪندو هو؛ ساڻن محبت به ڪندو هو. سندن کاڌي، چرخي خدمت خلق وغيره جي پروگرام کي به پسند ڪندو هو. البت سندن طريقهءِ ڪار سان اختلاف هوس. پير صاحب ڪڏهين به هندو مسلم ويڇي جو حامي نه رهيو هو، ۽ نه انهي تفريق کي همٿائيندو هو؛ خاص طرح هن ڪري، جو ڪيترائي هندو به سندس مريد هئا. ۽ اها ڳالهه ڪا مڃيل ڪانه هئي، سنڌ ۾ اهو هندو مسلم زنگ جو دؤر نه شڏي هلچل کان پوءِ شروع ٿيو نه ته اڪثر هر مسلمان پير جا هندو مريد آهن، ۽ ڪن هندن ۾ ته مسلمانن کي سنگ ڏيڻ جا رواج به هئا. جي اڃا تائين آهن. پير صاحب سان ملاقات جي تجويز ڪثرت راءِ سان بحال ٿي ۽ برک ڪانگريسي ليڊرن جو وفد سانگھڙ روانه ٿيو.

اڄ گڙنگ جي بنگلي تي ڪجھ خاص اهتمام ڏسجي ٿو. شهر سانگهڙ کان ونئي بنگلي تائين ٿوري ٿوري مفاصلي تي مخفي طرح هٿياربند حر بيٺل آهن، خود بنگلي جي آسپاس به اهو مخفي پهرو چالو آهي ۽ بنگلي وٽ ته تمام چوڪس پهريدار بيٺل آهن. معلوم ٿئي ٿو ته پير صاحب سان ڪي خاص ملاقاتي ملڻ لاءِ اچڻا آهن. مقرر وقت تي به جيپون اينديون ڏسڻ ۾ آيون، جن مان گانڌي ٽوپين وارا ڪانگريسي لٿا؛ هنن ۾ برک ليڊر ڊاڪٽر چوئٿرام، سنڌس پاڻ مسٽر شامداس، پروفيسر گهنشام، مسٽر سڌوا، سيٺ سيتلداس ۽ ٻيا به ڪي هئا. منجهن شايد هڪ به مسلمان به هئا، مگر گانڌي ٽوپي ۽ هڪ جهڙي لباس سبب پورو پتو ڪونه ٿي پيو ته ڪير هندو آهي، ڪير مسلمان. جيپون بيٺيون ته به حر اڳتي وڌي آيا، ڪين سلام ڪيائون ۽ چيائون، "بادشاهه اوهان جو منتظر آهي."

"بادشاهه ڪير؟" هڪ ڪانگريسيءَ واڻڙو ٿي پڇيو.

"حر پنهنجي مرشد کي 'پير سائين بادشاهه' سڏيندا آهن" سيٺ سيتلداس وراڻي ڏني "اهو لقب ڪو هاڻي ڏنل ڪونه آهي، مگر هميشه کان هو ائين چوندا آهن."

"ٺيڪ آهي"، "ٺيڪ آهي" چئي سڀ اڳتي هليا. هڪڙو ميمبر صاحب ڏوتيءَ جو پلئه جهلي پريشان ٿي چوڻ لڳو: "وڃون ته شينهن جي غار ۾ ٿا، هي حر اتيئي ڪٿي سيني کي پورو ڪن ته پوءِ؟"

سيٺ سيتلداس جواب ڏنو: "اها ڳالهه ٺيڪ آهي؛ حرن وٽ ڪو به مهمان هوندو آهي ته ان جو وار به ونگو نه ٿيندو آهي، هو هن تان اول پنهنجا سر قربان ڪندا آهن."

ڊاڪٽر چوئٿرام مرڪي چيو: "اسان جا اڳواڻ خونخوار انگريزن وٽ ويندي به نه گهبرائبا آهن، توهين پنهنجي ديسي ليڊر وٽ ويندي ٻيا گهبرايو؟"

هاڻي هو بنگلي ۾ پهتا؛ پير صاحب مرڪي سندن مرحبا ڪئي، هنن لاءِ شربت پاڻي آيو. خوش خير عافيت بعد پير صاحب کانئن اچڻ جو مقصد پڇيو، پروفيسر گهنشيام چيو: "پير صاحب! اسين اوهان جي نئين تحريڪ 'غازي' بابت پڇڻ آيا آهيون؟"

پير صاحب مشڪي جواب ڏنو: "هيءَ تحريڪ ڪا نئين ڪانه

آهي، اسان جي جماعت جا هميشہ ڪان چار حصا رهندا آهن: هڪڙا ’سالم‘ - جي بلڪل عام ڪاروبارين جي زندگي بسر ڪندا آهن ۽ هنن ۽ ٻين پيرن جي مريدن ۾ ڪوبہ خاص فرق نہ هوندو آهي.

”ٻيا ’فرق وارا‘، جي هر حالت ۾ بنا ڪنهن پڇڻ جي ’اطاعت امير‘ اڳيان سر جهڪائيندا آهن ۽ حافظ شيرازيءَ جي هن بيت تي عمل ڪندا آهن تہ:

بہ مي سجاده رنگين ڪن، گرت پيرِ مغان گويد،
ڪہ سالڪ بي خبر نبود، زراه و رسم منز لها.

هي ئي فرق وارا آهن، جن کي عام طرح ’حر‘ سڏيو ويندو آهي، ۽ هنن جو اهو اصول هوندو آهي، تہ پنهنجن ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن جو بہ اوبارو مرڻ گهڙيءَ تائين نہ پيئندا آهن.

انهن فرق وارن ۾ ڪي شخص پنهنجي رضا خوشيءَ سان پنهنجي هر چيز مرشد جي سمجهندا آهن: جڏهين بہ زيارت ميسر ٿيندي اٿن، تڏهين جيڪي بہ هٿ ٿيندو اٿن، سو مرشد تان قربان ڪندا آهن. هو هونئن بہ ڪا ملڪيت پنهنجي نہ سمجهندا آهن ۽ جيڪي بہ وٽن هوندو آهي، سو جماعت جو ليکبو آهي ۽ وري جماعت بہ هنن کي ڪابہ ضرورت پوندي آهي، تہ ڏيندي ڪانہ ڪيٻائيندي آهي. هنن کي ’تارڪ‘ يعني دنيا ترڪ ڪندڙ سڏبو آهي.

انهن سيني مان هڪ چونڊ گروهہ ’غازي‘ سڏبو آهي، جو مرشد جي اشاري تي سر قربان ڪرڻ ۽ دشمن سان جهاد ڪرڻ لاءِ هميشہ تيار رهندو آهي. هيءُ ٽولو هن ڪان اڳ ارڙهين صديءَ جي شروع ۾ سيد احمد شهيد رحمتہ الله عليہ سان جهاد ڪرڻ لاءِ منظم ڪيو ويو هو، جنهن کي ڪافي وقت گذري ويو هو ۽ سندس ڪا خاص تنظيم ڪانہ رهي هئي: اسان وري هن جي تجديد ڪئي آهي، يعني ڪيس نئين سر منظم ڪيو آهي.

ڊاڪٽر گهنشام: ”ڇا جي واسطي؟“

پير صاحب: ”پنهنجيٰ وطن کي انگريزن ڪان آزاد ڪرائڻ لاءِ.“

ڊاڪٽر چوئٿرام: ”پوءِ اهو ئي تہ ڪانگريس جو بہ مقصد آهي نہ؟“

پير صاحب: ”ان ڪري اسين بہ ڪانگريسين کي عزت ڏيندا آهيون ۽

سندن ڪي اصول مثلاً ڪاڏي پائڻ، سادو گذر، مصيبتن کي برداشت ڪرڻ، سرگرم عمل رهڻ، امن پسندي وغيره کي اسان بہ پنهنجي مريدن لاءِ لازم بنايو آهي."

ڊاڪٽر: "پوءِ ڇو نٿا ڪانگريس ۾ شامل ٿيو؟"

پير صاحب: "هر ڪنهن جي ڪم ڪرڻ جو طريقو پنهنجو هوندو آهي؛ اسان کي ڪانگريس جي ڪيترين ڳالهين ۽ طريق عمل سان اختلاف آهي؛ ازان سواءِ اسين پنهنجي تحريڪ جو دائرو فقط انهن علائقن تائين محدود رکڻ چاهيون ٿا، جنهن ۾ سنڌي ٻولي ڳالهائي ۽ سمجهي وڃي ٿي ۽ اسان انهي "سنڌ ملڪ" سمجهون ٿا؛ ان ڪري اسان فقط سنڌ کي ئي آزاد ڪرائڻ پنهنجي منزل مقصود مقرر ڪئي آهي؛ ٻين ملڪن سان اسان جو ڪو خاص واسطو ڪونهي، اهي پاڻ ڄاڻن."

سيٺ سنڌوا: "مگر پير صاحب، هن زماني ۾ هندستان جي يڪ وجوديءَ کي ٽوڙي، هر ڪنهن ٽڪري جو پنهنجي پنهنجي منهن ڪوشش ڪرڻ ڪيئن صحيح ڇئي سگهجي؟"

پير صاحب: "هندستان هڪ ملڪ هرگز ناهي، بلڪ هڪ ننڊو کنڊ آهي، جنهن ۾ ڌار ڌار ٻولين وارا مڪمل ملڪ آهن؛ اهي هميشہ فيڊريشن يعني وفاق جي صورت ۾ رهندا هئا، جن کي انگريزن اچي صوبا بنايا؛ جنهن ڳالهہ کي اسين صحيح نٿا سمجهون ۽ جيئن يورپ کنڊ ۾ 25-30 ملڪ آهن، تيئن هتي بہ ڪم از ڪم 15-20 ملڪ هجڻ اسان جي خيال موجب مناسب آهي."

ڊاڪٽر چوئٿرام: پر ائين تہ ڀارت جو اتحاد ٽٽي پوندو نہ؟"

پير صاحب: "ٽٽندو نہ، بلڪ مضبوط ٿيندو. فيڊريشن يا وفاق وسيلي، نہ فقط اهي سڀ ملڪ پاڻ ۾ متفق ٿي سگهن ٿا، بلڪ ٻيا آسپاس وارا ملڪ مثلاً برما، سلون، سينگاپور، افغانستان، ايران وغيره بہ ان ۾ شامل ٿي سگهن ٿا. اهوئي طريقو آمريڪا ۾ بہ مفيد سمجهيو ويو آهي، ۽ روس بہ انهي کي ئي صحيح ٿو سمجهي. ائين نہ ڪرڻ ڪري ئي گذريل جنگ ۾ اسان جي ترڪ سلطان صاحب عرب کان ايڏي تہ مار کاڌي، جو بادشاهي ئي برباد ٿي وييس."

ڊاڪٽر: ”ٺيڪ آهي، پوءِ توهين ڪانگريس ۾ شامل ٿي انهن خيالن وارو گروپ ٺاهيو نہ؟“

پير صاحب: ”ڪانگريس ۾ هڪ طبقو اهڙو بااثر آهي، جو ڪنهن گروپ کي سهندوئي ڪونہ: مسٽر سباش چندر بوس جو مثال انهي لاءِ ڪافي آهي، جنهن کي ڪڪ ڪري نيٺ ’فارورڊ بلاڪ‘ ناهڻ تي مجبور ڪيو ويو.“

پروفيسر گهنشام: ”تہ چئبو تہ اهو افواهہ صحيح آهي تہ جيلن ۾ اوهان جي ملاقات انهن فارورڊ بلاڪين سان ٿي، جنهن ڪري اوهين انهن جي اثر هيٺ اچي ويا آهيو.“

پير صاحب: ”اسان جون انهن قيدين سان ملاقاتون تہ بيشڪ رهيون آهن، پر اسين انهن جي اثر هيٺ نہ آيا آهيون، نہ ايندا سون.“

مسٽر شامداس: ”پوءِ توهان هيءَ ڌار ديگڙي ڇو ٺاهي آهي؟ لٿي پٿي مسلم ليگ سان ڇو نٿا ملو؟“

پير صاحب: ”(کلي) يعني توهين اسان جو ڪنهن آل انڊيا جماعت سان ضرور جڪڙجڻ چاهيو ٿا؟“

شامداس: ”ها. بيشڪ. جماعتن جو پاڻ ۾ اتحاد ٿيڻ آسان آهي، مگر هينئن جدا تحريڪ هلائڻ مناسب ناهي.“

پير صاحب: ”کهڙيءَ سياست ۾ انهي جي منع آهي؟“

شامداس: ”منع تہ ڪانهي، پر اسانجي پائرن کي انهي جماعت مان ڏاڍو خوف آهي.“

پير صاحب هاڻي ڪجهہ گنڀير ٿي چيو: ”خوف ۽ اسان مان؟ ڇا، اوهان کي اهو وسري ويو آهي تہ منزل گاهہ فسادن وقت اسان جي ئي جماعت هئي، جنهن بنا ڪنهن مطلب جي هندن جو هر طرح بچاءُ پئي ڪيو؟“

ڊاڪٽر: ”(ڪنڌ لوڏي) سو تہ ٺيڪ آهي، پر تہ بہ اسان جا هندو سيٺيون اوهان کان ڏاڍو هراسان آهن.“

پير صاحب: ”نہ فقط هندو سيٺيون، بلڪ مسلمان سيٺيون ۽ زميندار بہ؛ مگر سڀ نہ. بلڪ جيڪي بدڪار آهن، ٺگ آهن، عوام جا ڦربندڙ آهن. بيشڪ اسان جي جماعت عوام تان ظلم لهڻ جون ڪوششون ڪندي آهي،

ڇا اوهان کان اوهان جي سينين جا ڪارناما ڳجها آهن؟ ڇا اوهان کي معلوم ناهي تہ هنن مسلمانن جون ڪيتريون ئي ملڪيتون دغا، فريب، ويساهہ گهاتي ۽ رشوت خوريءَ سان ڦٻايون آهن؟"

پير صاحب جي هيءَ تقرير ٻڌي ڪيترن ئي سينين جو منهن لهي ويو، پير صاحب وري سيٺ سيتلداس ڏي مهڙ ڪري چيو: "اجهو هن سيٺ کان پڇو، ڇا اهو صحيح ناهي، تہ سندس حُر هاري سندس ڪيڏا نہ وفادار ۽ مهل تي جان ڏيندڙ آهن؟"

ڊاڪٽر چوئٿرام: "آهي تہ اهو برابر، پر هن کي بہ انهن مان خطرو محسوس ٿئي ٿو."

سيٺ سيتلداس رڙ ڪري چيو: "نہ نہ، بلڪل نہ، حر تہ اسان جا دوست آهن."

پروفيسر گهنشام ڏانهنس نهاري چيو: "سيٺ صاحب! اها ٻيائي نٿي سونهي؛ پريٺ تہ اوهين سخت رڙيون ڪريو ٿا، اڄ پير صاحب وٽئي مدعي سڀ روبرو آهيون، ڇو نٿا ڪُلو؟"

سيٺ سيتلداس جي منهن جو پنوئي لهي ويو، چوڻ لڳو: "اوهان کي غلط فهمي ٿي آهي، انهي باري ۾ مان پير صاحب سان پنهنجي منهن بہ ڳالهائي سگهان ٿو. اوهين مجموعي مقصد تي اچو، ڇڙوڇڙ ڳالهيون ڇڏي ڏيو."

پير صاحب مٿس هڪ خاص نظر وجهي ڊاڪٽر چوئٿرام کي چيو: "ڊاڪٽر صاحب، وطن جي آزاديءَ جي اهم مقصد تي اسين متفق آهيون، البت اسان جون راهون جدا جدا آهن، ۽ اوهان ڪانگريسين جي اها پاليسي بلڪل خراب آهي جو پاڻ کان سواءِ ٻئي کي اصل برداشت نٿا ڪريو. اها جمهوري سياست ناهي؛ بلڪ ڊڪٽيٽرشپ آهي ۽ انهي ڊڪٽيٽرشپ ئي دنيا جو امن خطري ۾ وڌو آهي. 'جيئو جيئڻ ڏيو' اهوئي جمهوريت جو بنياد آهي."

مسٽر سڌوا: "خطا معاف، پير صاحب؛ اوهين بہ پنهنجي جماعت جا اختلافي گروهہ برداشت ڪندا آهيو؟"

پير صاحب: ”چو نہ؟ اجهو اسان جي وفادار حرن ۾ هڪ گروهہ ’ملهار فقير‘ جو آهي، جو اسان جي طريقہ عمل سان سخت اختلاف رکي ٿو، مخالفت ۾ پرچار ڪري ٿو، ڇا اسان هن کي ڪڏهين روڪيو يا تڪليف ڏني آهي؟“

سڏوا: ”پائي، مان تہ سڌو سنواٽو ماڻهو آهيان، هر ڪنهن کي منهن تي سچ چئي ڏيندو آهيان....“

پير صاحب: ”۽ اسان بہ اهڙن سچ چوندڙن کي پسند ڪندا آهيون، بشرطيڪ سندن نيت نيڪ هجي.“

سڏوا: ”پوءِ اهو چو ٿو پڌجي ٿہ اوهان ڪيترائي مولوي مارائي ڇڏيا آهن؟“

پير صاحب: ”بيشڪ اسان جي جماعت مان ڪن پنج اٺ خون ڪيا آهن، ۽ هڪ ڳوٺ تہ سيني باشندن سميت ساڙيو اٿن؛ مگر ڏٺي شاهد آهي تہ اسان جو انهي ۾ ڪو هٿ ڪونہ آهي، نڪي اسين انهي کي پسند ڪريون ٿا. پر سڏوا صاحب، پنجن لکن ماڻهن ۽ سندن دوستن جا ڪي شخصي مسئلا بہ ٿين ٿا، جن کي هو شخصي طرح ئي حل ڪن ٿا. اهي جيڪي بہ خون ٿيا آهن، سي رڳو جماعت وارن نہ ڪيا آهن، بلڪ ٻيون اهي ڪافي ڌريون بہ هنن سان شامل آهن، جن کي مجموعي طرح تڪليفون هيون، مثلاً: اوهين ٻڌايو تہ ڇا، اوم منڊليءَ وارن جا مقصد صحيح نہ هئا؟ ڇا دادا ليکراج ۽ سندس ڏيءَ راڌي نهايت فراخ دل انسان نہ آهن؟ پر جڏهين تمام گهٽي عوام هن کي برداشت نہ ڪيو، تڏهين خود ڪانگريس بہ هنن جي مخالفت ڪئي؛ ساڳيءَ طرح ديوري ناري طرف هڪ شخص بہ هڪ زالن مردن جي گڏيل روحاني منڊلي قائم ڪئي، ۽ سچ ڪوڙ جي خبر خدا کي، مگر آسپاس جو سمورو عوام هن جي اها منڊلي سهي نہ سگهيو ۽ سندن چوڻ هو تہ اتي آزادانہ عيش ۽ مستيون هلن ٿا. پوءِ اسان جي علم ۽ اشاري کان سواءِ آسپاس جماعت جي ڪن فردن، ٻين ماڻهن سان گڏجي هن جي سڄي ويهارو ماڻهن جي سات کي ساڙي ڇڏيو. پوليس جاچ تي ويئي تہ لکن جا نوٽ سڙيل ۽ سچا ڏنائون، سيرن جي منهن ڳريل سون ڏنائون، خونين هڪ پائيءَ کي هٿ نہ لاتو هو. بيشڪ هنن عورتون بہ ساڙيون، پر ڪنهن ۾ بري اک نہ وڌائون.

آسپاس جو ڪو فرد بہ اسان وٽ فريادي نہ آيو: جنهن مان سمجهجي ٿو، تہ اتي جي عوام جي وڏي اڪثريت هن خوني تماشي مان خوش هئي. ٻڌايو، اسان ڇا ڪريون؟"

ڊاڪٽر چوئٿرام: "اهي خبرون اسان بہ ٻڌيون آهن. ڀائي، مان تہ انهي خونريزيءَ جو سخت مخالف آهيان، پر ايترو سمجهان ٿو، تہ جيئن اسان ۾ بہ انقلابي پارٽيون آهن تيئن اوهان ۾ بہ هونديون، پر خير، ونو ڳالهہ جي ڳاٺي ڪي، ٻڌايو، اوهان جو پروگرام ڪهڙو آهي؟"

پير صاحب: "في الحال تہ ڪوبہ پروگرام مقرر نہ ڪيو ويو آهي، غازين کي فقط تيار رهڻ ۽ جماعت کي تيار رکڻ جو حڪم ڏنل آهي. وڌيڪ سمورو پروگرام جنگ جي حالتن تي منحصر آهي: هڪ امڪان اهو آهي، تہ انگريز بريءَ طرح هارائي پڇندا، ملڪ ۾ افراتفري هوندي، ان وقت اسان جا غازي ملڪ ۾ امن امان قائم رکندا، چڱي حڪومت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. ٻيو امڪان اهو آهي تہ انگريز هارائيندا تہ ڪونہ، پر ڪمزور اهڙا ٿيندا، جو هن ملڪ کي لاچار تي آزادي ڏيندا.

مگر ڪنهن نہ ڪنهن حيلي پاور سمورو پنهنجي قبضي ۾ رکندا: ان وقت بہ اسان جي جماعت پوري زورشور سان هنن کان پاور کسڻ لاءِ اٿندي: ٽيون امڪان اهو آهي، تہ انگريز وڃڻ وقت هندو مسلمانن کي ويڙهائي، منجهن سخت خونريزي وجهندا، تہ جيئن پاڻ سلامتيءَ سان نڪري وڃن: ان وقت بہ اسان جي جماعت انهي خونريزي کان سنڌ کي بچائڻ لاءِ هر طرح جون قربانيون ڏيندي: جيئن اوهان کي معلوم هوندو تہ منزل گاهہ فسادن وقت اسان جي جماعت پنهنجي جان تي کيڏي بہ سندن تسلط هيٺ رهندڙ هندن جو وار ونگو ٿيڻ بہ نہ ڏنو."

سنڌوا: "(ڪنڌ لوڏي) سو تہ صحيح آهي، سورهن آنا سچ آهي: مان وٽ بہ ڪيترن ئي هندن اهو مڃيو آهي."

پير صاحب: "مگر اوهان جا اڪثر هندو پائر اهڙا تہ احسان فراموش آهن، جو انهي هوندي بہ اسان جي عروج کان ڇرڪندا رهن ٿا."

ڊاڪٽر چوئٿرام: "بس، اهائي پوائنٽ آهي، جنهن تي بحث ڪرڻ گهرجي. پير صاحب! ڀلا اهو اکين ڏٺو تازو مشاهدو ٿيڻ بعد بہ هو ڇو ٿا اوهان

جي جماعت کان چرڪن؟"

پير صاحب ٺهڪ ڏيئي چيو: "اهو تہ سندن اندر ۾ جهاتي پائي ڏسو، سندن سؤ سالن جا ڪرتوت ڏسو: آخر ارهہ زوراوريون، ظلم، فريب، ويساهہ گهاتيون، حق غصبيون سدائين تہ ڪين ڦبنديون؟ پلا اهو بہ تہ ٻڌايو تہ يو. پي. سي پيءَ ڏي مسلمان ڇو ٿا ڪانگريسين کان ڊڄن؟ اسان رڳ رڪان ڪونہ ٿا ڪريون، اڇهو اسان جي دوست سيٺ سيتلداس کان پڇو، تہ پٺسي ۽ هلندي جي زور تي مسلمانن جون ڪيتريون لڇون هٿ ڪيون اٿس؟"

سيٺ سيتلداس جي منهن جو پنوئي لهي ويو ۽ چيائين: "مگر پير صاحب! جتي راڄ واڙا هوندا آهن، اتي ضرور ديد واڙا بہ ٿيندا؛ پر مان ڪڏهين بہ اوهان جي ڳالهہ کان ٻاهر ويو آهيان؟"

پير صاحب: "۽ اسان ڪي بہ جنهن ڳالهہ جو فرياد نہ ملندو آهي، انهي ۾ اسان بہ ڪڏهين دخل ڏنو آهي؟ اسان ۽ اسان جي جماعت مهلن ۾ اوهان جي مددن کان بہ ڪڏهين ڪيٻايو آهي؟ مگر سوال اهو آهي، تہ جن ڪي اوهين ڏاڍ مڙسيءَ سان ستائيندا هوندؤ، سي جيڪڏهين ڪنهن وقت وجهہ ملڻ تي اوهان کان وير وٺن؛ تہ انهن ڪي اسين ڪيئن روڪي سگهنداسون؟"

پروفيسر گهنشام گنيير ٿي چيو: "سو تہ مان بہ چوندس: هيءَ جنگ آخرڪار ضرور ظالمن تي بجلي ڪيرائيندي، پوءِ سڪن گڏ آلا بہ ٻرندا. مان تہ سائينءَ اهڙن گامتو سيٺين کي ڏاڍو سمجهائيندو آهيان، پر هو دور انديش ناهن، پائيين ٿا، تہ سدائين ائين پيو ڦبندو!"

ڊاڪٽر چوئٿرام: "خير پير صاحب، اهو تہ ظاهر آهي تہ اسان جي راهہ پنهنجي، اوهان جي پنهنجي، مگر مقصد ۾ متفق. ڇا اسين اميد ڪريون تہ اوهين ڪڏهين بہ اسان کي آڏا نہ ايندا؟"

پير صاحب: "جي اوهين اسان کي آڏا نہ ايندا، تہ اسين بہ اوهان جا هر طرح خيرخواهہ رهنداسون. اوهان هر وقت اسان کي ٻي ڌرڪ نہ فقط ملي سگهو ٿا، بلڪ اسانکي نيڪ مشورا بہ ڏيئي سگهو ٿا، غلطين کان آگاهہ بہ ڪري سگهو ٿا. مگر، پنهنجن گامتو سيٺين ۽ ٻين رفيقن کي سمجهايو تہ منافقي ڇڏين ۽ اسان سان صاف دل تي هلن. ٻيءَ صورت ۾ جي اسان کي نقصان رسائڻ جون ڳجهيون ڪوششون ڪندا تہ پاڻ بہ نتيجا ڀوڳيندا."

سدوا: "بلڪل صحيح چيو اوهان؛ مان اهائي ڪوشش ڪندو رهندس."

گهنشام: "۽ مان به!"

ڊاڪٽر چوئٿرام: "چڱو پير صاحب هائي الوداع."

غازي تحريڪ جيئن هندن ۾ ڀڙدولو وڌو، تيئن ڪافي مسلمان ليڊر به پريشان ٿي پيا. هنن يڪدم پاڻ ۾ ميٽنگ ڪئي، ڏسڻ ۾ ائين پئي آيو، ته سڀ انهي ڳالهه تي متفق هئا، ته انگريزن هٿان ڪنهن به طرح هن جماعت کي نابود ڪرائجي؛ نه ته مستقبل ۾ چاهي افراتفري ٿئي، چاهي ووٽن جي حڪومت ٿئي، پر هيءَ جماعت جيئن پوءِ تيئن زور وٺندي ۽ حڪومت جي واڳن تي قبضو ڪندي. ان ڪري اها ئي صلاح بيٺي، ته گورنر سان ملي، ڪيس حرن بابت ايترو ته گهڻو ڊيڄاريو وڃي جو ترٽلي ۾ اچي وڃي. هنن مان هڪ به اهڙو ته نه نڪتو، جو پير صاحب سان ملي سندس خيال ۽ لائحه عمل کي پروڙي؛ بلڪ سيني گڏجي خانبهادر الهه بخش، سر غلام حسين، ۽ ٻين کي انهي مهم لاءِ هر ڪا ڪوشش وٺڻ جون اختياريون ڏنيون. اجا اهي ميٽنگون پئي هليون، ته مسٽر نهچلداس به اچي ساڻن مليو ۽ ڪين ٻڌايائين ته اگرچه ڊاڪٽر چوئٿرام، مسٽر سدوا، پروفيسر گهنشام ڪجهه مزبذب آهن، مگر سيٺ سيتلداس، مسٽر شامداس ۽ ٻيا ڪيترائي هندو به انهي ڳالهه تي پورو زور ڏيئي رهيا آهن ته حر جماعت کي ڪيئن به نابود ڪيو وڃي ۽ هنن مون کي پورو اختيار ڏنو آهي، ته آءُ به اوهان سان شامل ٿي گورنر کي هن جماعت بابت ايڏو ته هراسان ڪريان، جو هو هنن کي نابود ڪرڻ لاءِ هر طرح جو قدم کڻي.

چنانچه هيءُ سڀ گڏجي گورنر سان مليا ۽ ڪيس ايڏو ته گهڻو هراسان ڪيائون، جو گورنر کي به يقين ٿي ويو ته پير صاحب هٽلر جو پورو پورو ايجنٽ آهي، هو ۽ علامه مشرقي حج تي وڃڻ وقت مفتي امين الحسيني، راشدالگيلاني ۽ ٻين ليڊرن سان مليا هئا، اتي ڪين جرمن جا خاص آفيسر به مليا هئا جن جي صلاح سان جلد ئي جرمن آفيسر ڳجهيءَ طرح هتي اچي،

حرن جي فوج ناهي، انگريزن تي حملو ڪندا.

جڏهين اها سڀ ڪارروائي مڪمل ٿي ويئي، تڏهين سر غلام حسين پير صاحب ڏي پيغام موڪليو، تہ سائس ملي وڃي. سر غلام حسين ۽ ٻين ڪيترن مسلمان ليڊرن جا پير صاحب سان ظاهر ۾ ڏاڍا سٺا تعلقات هئا، پر اندر ۾ هو سڀ سندن مخالف هئا، ۽ پير صاحب خواهہ سندس جماعت کي پنهنجي اقتدار لاءِ ڏاڍو خطرناڪ سمجهندا هئا.

پير صاحب ائين نٿي سمجهيو، تہ ڪو سندس مخالفت ۾ هيءُ هندو خواهہ مسلمان ليڊر متفق ٿي ويندا؛ بيشڪ هن انگريزن کان پنهنجو وطن آزاد ڪرائڻ پنهنجو هڪ خاص مقصد رکيو هو، مگر ديسين جو پاڻ بلڪل دشمن نہ هو، ۽ صاف دل هجڻ سبب ٻين کي بہ صاف دل سمجهندو هو.

جيئن ئي پير صاحب سر صاحب کي مليو تہ سر صاحب کيس ڏاڍي ادب ۽ عزت سان چوڻ لڳو تہ: "پير صاحب، اوهان جون موجوده سرگرميون حڪومت کي سخت ناگوار گذرن ٿيون."

پير صاحب جن ڪجهہ حيران ٿي چيو: "ڪهڙيون سرگرميون؟"

سر صاحب- اها ئي غازين جي ڀرتي وغيره.

پير صاحب- ڇا مسلم ليگ پنهنجو نيشنل گارڊ نہ ناهيو آهي؟ ڇا ڪانگريس پنهنجا والنٽيئر جٿا نہ ناهيا آهن؟ ڇا راشٽريہ شيوڪ سنگهہ وارن پنهنجا دل نہ ناهيا آهن؟ ڇا انهن سڀني جو مقصد وطن جي آزادي ناهي؟

سر صاحب- سو تہ نيڪ آهي، پر اهي سانتيڪا آهن، انهن مان امن کي خطرو ناهي.

پير صاحب- ۽ اسان جي جماعت مان وري ڪهڙو امن کي خطرو ظاهر ٿيو آهي؟

سر صاحب- پير صاحب، حر تہ خونريزيون بہ ڪندا آهن نہ؟

پير صاحب- جماعتي حيثيت سان يا انفرادي طرح؟

سر صاحب- سا تہ پاڻ کي خبر ناهي، پر ائين ٻڌبو ضرور آهي.

پير صاحب- ڇا ملڪ ۾ ٻي ڪابہ ذات يا ٻين پير صاحبن جا مريد ڪابہ خونريزي ڪانہ ٿا ڪن؟

سر صاحب- انهن تي بہ قدم پيا کڻبا آهن.

پير صاحب- مان به منهنجي بدڪار مريدن تي قدم کڻڻ کان ڪڏهين اوهان کي روڪيو آهي؟ ڪنهن جي ڇڏائڻ جي سفارش اچي ڪئي اٿم؟ ڪڏهين انهن جي پڪڙائڻ ۾ مدد ڪرڻ کان انڪار ڪيو اٿم؟

سر صاحب- سو ته برابر آهي، پر توهان جون ته وري بيون ڳالهيون به بدجن بيون نه؟

پير صاحب- مثلاً؟

سر صاحب- مثلاً اهي هٽلر وغيره سان شامل هجڻ واريون.

پير صاحب- ڇا، اوهين به انهن واهيات افواهن تي ويساهه رکو ٿا؟ ڇا اسان جي خاندان مان ڪڏهين ڪنهن وطن فروشي به ڪئي آهي؟

سر صاحب- مان ته قبلا ائين ڪونه ٿو سمجهان، پر انگريزن کي اهي وڏا شبهه آهن؛ ۽ مون کي چيو ويو آهي ته اوهان کي آگاهه ڪريان، ته اوهين هاڻي ڪراچي ڇڏي ٻاهر نه وڃو.

پير صاحب- (حيران ٿي) ڇا، اهڙو ڪو آرڊر نڪتو آهي؟

سر صاحب- نڪتو ته ڪونه آهي، پر نڪرڻ وارو آهي؛ ان ڪري اوهين هاڻي ٻاهر نه وڃو.

پير صاحب- جيستائين آرڊر نه نڪتو آهي، تيستائين اوهين اسان کي ڇو ٿا روڪ ڪريو؟

سر صاحب- مان روڪ ڪونه ٿو ڪريان، بلڪ نيڪ صلاح ٿو ڏيان؛ پر... پر گورنر صاحب مون کي ائين چيو هو.

پير صاحب- سر صاحب! اهڙن زباني حڪمن جي تعميل مان ته نه ڪري سگهندس.

سر صاحب- (ڪجهه پريشان ٿي) خير، اها ته اوهان جي مرضي؛ مان ته اوهان جو هميشه کان نيازمند آهيان. مان ته ڪٿي گورنر صاحب کي ائين به چوندس، ته پير صاحب مون کي مليو ئي ڪونه آهي، مگر بهتر ٿئي، جيڪڏهن اوهين پاڻ گورنر سان ملو.

پير صاحب- ائين بنا گهرائڻ جي ئي؟

سر صاحب- ٻيءِ انهي ۾ ڇا آهي؟

پير صاحب خاموش ٿي ويو. هن محسوس ڪيو، ته سر صاحب چاهي

ٿو، تہ مان پاڻ ئي پاڻيهي وڃي گورنر وٽ ڦاسان. پير صاحب اڃا سندس تحريڪ کي ڪنهن عملي قدم کڻڻ لاءِ تيار نہ ڪيو هو، نڪي في الحال اهڙو ارادو هئس؛ ان ڪري ڪيس اهو گمان بہ نہ هو، تہ سمجهدار انگريز ڪو هڪدم ائين ڪندا; البت اهو احساس ٿيس، تہ هيءُ ديسي ليڊر ئي انگريزن کي انهي لاءِ آياري رهيا آهن; ان ڪري ڪوبہ ارادو ظاهر ڪرڻ بنا سر صاحب کان موڪلائي اتي هليو. ڪيس يقين ٿيو، تہ هن قصو اهڙيءَ منزل تي رسائي چڏيو آهي، جو ڪنهن بہ وقت اوچتي گرفتاري ٿيندي تہ عجب ناهي، ان ڪري جيترو بہ وقت ملي، اهو غنيمت آهي.

پير صاحب ٻاهر نڪري بنگلي تي آيو ۽ يڪدم موٽر تيار ڪرائي سڌو سانگهڙ پهتو. گڙنگ بنگلي تي ڪن خاص ماڻهن سان ملي وري بہ درگاهہ شريف جي رستي کان ڪيٽيءَ ڏي روانو ٿيو.

'ڪيٽي' عام طرح انهي ٻيٽاريءَ کي چوندا آهن، جو درياءَ جي وچ ۾ هوندو آهي، هن جي بنيادي سطح پٽر جي هوندي آهي، ان ڪري درياءَ ڪيس پائي تہ نہ سگهندو آهي، پر هن مٿان درياءَ جي لٽ تمام چڙهيل هوندي آهي، ۽ ڪيس سدائين ربح پيو ملندو آهي، ان ڪري منجهس پوک تمام پلي ٿيندي آهي. سنڌو درياهہ ۾ اهڙيون ڪافي ڪيٽيون آهن، جي ڌار ڌار ماڻهن جون ملڪيتون آهن ذڪر ڪيل ڪيٽي ديهہ ڪنگري کان ڪجهہ مفاصلي تي آهي; مگر ٻين ڪيٽين جي خلاف صرف ٻيٽ ناهي، بلڪ اپٻيٽ آهي، يعني ٽن طرفن کان تہ درياءَ اٿس، پر چوٿين طرف کان زمين سان مليل آهي; جا زمين بہ درياءَ جي ڪچي ۾ هجڻ سبب نهايت گنجان ٻيلن سان ڀرپور آهي. هن ڪيٽيءَ ۾ پير صاحب جن جا وڏا شروعات ۾ اچي رهيا هئا، ۽ سنڌن مرشدي سلسلہ جي ٻهرئين بزرگ سيد محمد راشد 'روضي ڌڻي' رحمتہ الله عليہ جن جي تربت بہ اتي هئي، پر پوءِ درياءَ جي خطري سبب نعش مبارڪ کي کڻي ديهہ ڪنگريءَ ۾ اچي دفن ڪيو ويو، جتي عاليشان روضو ٺهيل آهي، ۽ اهو مريدن جو خاص مرجع آهي. پوءِ اتي پير صاحبن جي رهڻ ڪري ڳوٺ ٻڌو ويو، جنهن جو اصل نالو 'ڪنگري' آهي پر عام طرح 'پير ڳوٺ'

سڏبو آهي. روضي شريف سان لڳ اعليٰ درجہ جي مسجد شريف آهي، ۽ اتي رهائش کان ڪجهہ عرصي بعد اوڻيهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ پير صاحب شاهہ مردان شاهہ اول درگاهہ، مسجد، مهمان خانہ، بنگلن، ۽ حويلين کي هڪ شاهي ڪوٽ ڏياريو، جنهن جو بنياد تہ تمام زبردست آهي، پر بلنديءَ تي بہ ايتري ويڪر آهي، جو موٽر هلي سگهي، ۽ باوجود انهي جي جو ڪافي سامان خواهہ محنت مريدن طرفان ٿيل آهي، تہ بہ سستائيءَ جي زماني ۾ بہ پندرهن لک روپيا ڪائي ويو هو.

ڪيٽيءَ جي پوک هميشه مريد ڪندا آهن، ۽ سموري پيدائش درگاهہ شريف جي لنگر تي ڪم ايندي آهي، مگر پير صاحب صبغة الله شاهہ رح انهي پوک تي پنهنجي سر پاڻ بہ محنت ڪندو هو. پوک ڪيڙڻ، ٻي محنت ڪرڻ، پوکڻ، وغيرہ سڀ پاڻ بہ ڪندا هئا. هڪ ٽڪرو پاڃين جو پنهنجي هٿ سان پوکيو هئائون جا ڀاڃي حويليءَ ۾ ڪم ايندي هئي.

پير صاحب سانگهڙ مان روانو ٿي ڪنگريءَ پهتو، ڪجهہ خاص ماڻهن سان ملاقاتون ڪري پاڻ ڪيٽيءَ وڃڻ لاءِ تيار مس ٿيو، تہ سي. آءِ. ڊي پوليس جو اٿالو اچي پهتو، ۽ کين ٻڌايو ويو تہ، "اوهان کي گورنر صاحب گهرايو آهي."

پاڻ محسوس ڪيائون، تہ مخالفن جي ڪوشش هٺي وڃي هنڌ ڪيو. ان ڪري کين ڪيٽيءَ نہ پهچڻ جو ڏاڍو ارمان ٿيو، جو تہ اصلي مرڪز هوئي ڪيٽي؛ پر هاڻي ڇا ٿِي ٿي سگهيو، پير صاحب کي پندرهن آنا تہ گرفتاريءَ جي پڪ هئي، پر هڪ آنو اهو بہ گمان هئن تہ گورنر ضرور گفتگو ڪندو.

ان ڪري پاڻ گورنر وٽ ويا، مگر گورنر کي ايترو هراسان ڪيو ويو هو، جو هن ڪنهن بہ گفتگو کان سواءِ کين ڊفينس آف انڊيا ائڪٽ هيٺ گرفتار ڪري ناگپور ڏي موڪلي ڇڏيو، ۽ يڪدم حر ايريا لاءِ مسٽر لئمبرڪ نالي هڪ اسپيشل ڪمشنر مقرر ڪيو ويو، جنهن کي وڏيون اختياريون ڏنيون ويون ۽ ڪافي تعداد ۾ ملٽري مقرر ڪئي ويئي. پير صاحب جي گرفتاري ۽ جلاوطني اهڙي تہ اوچتي ٿي، جو سندن مريدن مان جنهن بہ ٻڌو سو وائڙو ٿي ويو؛ انهي ۾ ڪوبہ شڪ ڪونہ هو، تہ سنڌ جي هندو خواهہ مسلمان ليڊرن هيءَ نهايت غلط ڪم ڪيو، ۽ گورنر جا حوصلا بہ جنگ جي ان وقت

جي حالت ايڏا خطا ڪري ڇڏيا هئا، جو هو سخت هراس ۾ اچي ويل هو. انهيءَ هراس ۾ هن حرن کي تباهه ڪرڻ لاءِ ايڏي ته وسيع پيماني تي ڪٺي تحرڪ ورتو، جو حرن ۾ ته ڇا، پر سالمن ۾ به هاهاڪار مچي ويئي.

اها خبر نٿي پئجي سگهي ته پير صاحب ڪهڙا حڪم ڏنا هئا، ۽ ڏنا به هئا يا نه، پر صورت حال صاف ظاهر ٿي ويئي، ته جيئن پير صاحب جي گرفتاريءَ حرن ۾ غم ۽ غصه پيدا ڪيو، تيئن وري اڳتي هلي انگريزي ملٽريءَ جيڪي وحشيانه ڪارروايون شروع ڪري ڏنيون، تن ته هيڪاري باهه تي تيل جو ڪم ڏيئي ڇڏيو.

اهي وحشيانه ڪارروايون رڳو حرن لاءِ نه هيون، پر جيڪي به حر ايراضيءَ وارا ڳوٺ هئا، تن ۾ رهندڙ هر هڪ ماڻهوءَ تي اوچتو اچي مصيبتون ڪڙڪنديون هيون؛ چاهي هو مريد هجي يا نه، چاهي سالم هجي، چاهي حر، بلڪ انهي اراضيءَ جا انگريزن جا ازلي وفادار ۽ حر جماعت جا سخت مخالف به ڇٽل نه هئا!

هيءَ 'مياڻ' جو ڳوٺ آهي، جو سڪر ۽ ڪينٽيءَ جي وچ ۾ آهي. هن ۾ گهڻو ڪري سپ مهاڻا رهن ٿا، جي پير صاحبن جا مريد بلڪل ڪونه هئا ۽ نڪي ڪڏهين به ڪنهن سياسي، انقلابي، يا رهزنيءَ جي تحريڪ سان ڪو واسطو هئن. سڌا سوڌا مزور ماڻهو، پلن ۽ مڇين جا ماريندڙ، ۽ وڪڻندڙ- هو درياءَ مان به مڇيون ماريندا هئا ۽ آسپاس جي زميندارن کان سندن ڍنڍون مقاطعه تي ڪٺي، اتان به مڇي هٿ ڪري وڪڻندا هئا. هنن کي وهم وگمان به ڪونه هو، ته مٿن به بيگناهه بي سبب انگريزي ملٽري حملو ڪندي، پر هڪ ڏينهن اوچتو سندن ڳوٺ کي ملٽري ڦري ويئي ۽ يڪدم ڳوٺ ڏانهن اندا ڌنڌ فائر به ڪرڻ لڳا ۽ باهه لڳائيندڙ نندا بم به اڇلڻ لڳا. ڳوٺ اڪثر ڪکائون هو، ان ڪري جتي به اهو بم ٿي ڪريو اتي باهه ٿي لڳي، ڳوٺ وارا سخت گهبرائجي ٻاهر نڪرڻ لڳا، ته مٿن گولين جي برسات وسڻ لڳي، ان هوندي به جيڪي چيخون ۽ رڙيون ڪندا 'پناهه' 'پناهه' ۽ 'رحم' 'رحم' ڪندا ٻاهر نڪتا، ته انهن تي به نڪو رحم ٿيو، نڪا پناهه ملي، بس جيڪو

بہ ننديو وڏو، ٻار ٻڍو، مرد عورت ٿي ڏٺائون. ان کي گولين سان چڻي ٿي
ڇڏيائون. هڪ طرف هنن جون رڙيون، ٻئي طرف باهہ جا اُلا. انگريزي فوجي
اتڪل ٿي سو کن هئا ۽ منجهن ڪابہ شناخت يا انسانيت ڪانہ هئي. ڳوٺ وارا
ويچارا ابوجهہ، بي فڪر، اڻ ڄاڻ، ڪن سو ڪن ڇا. هاڻي هنن وٽ سواءِ هن
جي ٻيو ڪوبہ رستو ڪونہ بچيو هو. تہ آسمان ڏانهن مهاڙ ڪري پنهنجي
حقيقي پناهہ ڏيندڙ کي ٻاڏائن، هنن جي رڙين تہ موربگو ملٽريءَ وارن ۾ ٽهڪڙو
مچائي ڏنو ۽ هو خوب گاريون گند ڏيئي چوڻ لڳا. "اجهو، هاڻي تو کين سندن
الله مدد ڏئي!"

پر... پر ملٽريءَ وارن جا اهي ٽهڪڙا اوچتا بند ٿي ويا. جڏهين سندن
پٺ کان چئني طرفن تان بندوقن جا نڪاءُ ٿي ويا ۽ گوليون شرڙاٽ ڪنديون
کين پُڇٽيون ڏيئي رهيون هيون. هنن کي وهم و گمان بہ نہ هو. تہ انگريزي
ملٽريءَ هان هان، فيل مست انگريز جي ملٽريءَ تي ڪي ڇٽ گوليون هلائي
سگهن ٿا؛ سي نهايت گهبراهٽ مان ايڏانهن مهاڙ ڪري گوليون هلائڻ لڳا، هنن
کي پاڻ کان غافل ڏسي اوچتو مياڻ جي ابوجهہ، اڻ وڙهندڙ مهاڻن جي دلين ۾
بہ ڪو اهڙو ڦيرو اچي ويو، جهڙو ڪنهن ٻليءَ کي ڪونيءَ ۾ بند ڪري
ڪو شخص ڏنڊو ڪٽي مارڻ اٿندو آهي، پوءِ ان مهل جو ٻلو... توبهہ، شينهن
جي بہ سائس جاءِ نہ هوندي آهي! هنن وٽ نڪي هٿيار هئا نڪي بندوقون؛
هنن کي جيڪي هٿ آيو سو کنيائون: لنيون، ڪهاڙيون، ڪاٺ، ٺوٺيون،
نڪر پٿر، ٻيو بہ الائجي ڇا ڇا کڻندا زالون مرد سڀ حملو ڪري هنن تي
وريا، ۽ اها ڪيڏي نہ حيرت انگريز ۽ تعجب خيز ڳالهہ هئي، جو جنهن بہ
ملٽريءَ واري کي هنن جو ڌڪ ٿي لڳو، سو رڙ ڪري ٿي ڪريو. تہ هنن
يڪدم سندس بندوقن تي قبضو ڪري اها هنن تي ٿي چوڙيون. هنن عمر ۾
ڪڏهين بندوق ڪانہ هلائي هئي، پر اڄ الائجي ڪٿان سکيا ملين، جو ڌڙاڌڙ
فائر ڪري رهيا هئا. بزدل ۽ ظلم ملٽريءَ وارا هي بہ طرفا حملا برداشت
ڪري نہ سگهيا ۽ وٺي ڀڳا. ڪي ڀڄندي مارائا ۽ ڪي ٻيلي ۾ گم ٿي ويا.

هاڻي جڏهين مياڻ وارا هن اوچتيءَ خدائي مدد سان مليا؛ تہ معلوم ٿين،
تہ هي پير واري رندن جي ڳوٺ جا غازي هئا. جي سندن پاڙيسري ڳوٺ وارن
اٻوجهن ۽ سانتيڪن جون رڙيون ٻڌي ۽ شعلا ڏسي بي اختيار هنن جي مدد لاءِ

آيا هئا. هو صرف چاليهہ هئا، جن ۾ ڪي عورتون بہ هيون، ملٽريءَ وارا ٽي سؤ کن هئا؛ پر نتيجو اهو نڪتو هو، جو سؤ کان وڌيڪ ملٽريءَ وارا مارجي ويا، ٽيهارو زخمي ٿيا ۽ پڇنڌڙ اٿاهہ بارود ۽ هٿيار ڇڏي ڀڄي ويا هئا.

هاڻي ٻچيل مهاڻن ۽ غازين گڏجي اهو مال غنيمت بہ ڊويو ۽ پنهنجا زخمي بہ کنيا. غازي تہ خطري کان غافل نہ هئا، تن اڳيئي ٻيلي اندر محفوظ هنڌ تي پناهہ گاهہ ٺاهي ڇڏي هئي، تنهنڪري سندن ڳوٺ اڳيئي بنا ڪنهن نقصان رسڻ جي خالي ٿي چڪو هو؛ پر تعجب اهو هو تہ پڇنڌڙ ملٽريءَ وارا انهي خالي ڳوٺ تي بہ فائرنگ ڪندا، باهہ جا بم اڇلائيندا پئي ويا، جنهن ڪري آسپاس ۾ اهي ئي خبرون پئي پکڙيون، تہ ظالمن مياڻ ۽ رندن جا ڳوٺ جلائي، سندن سڀ رهاڪو ماري ڇڏيا!

جڏهين مياڻ جا مظلوم رندن جي پناهہ گاهہ ۾ پهتا، تہ اتي هڪ روچ راڙو مچي ويو؛ چو تہ سڀ هڪٻئي جا سڃاڻو هئا. ڪي ڏاريا ڪونہ هئا. اگرچہ نڪي پير يائي هئا، نڪي مقصد يائي، پر پاڙيسري دوست تہ هئا. پيڙهين کان رستا هون.

هاڻي هڪڙا تہ زخمين جي ملم پٽي ۽ مظلومن جي خاطرداري ڪري رهيا هئا، تہ ٻين دورانديشن چيو، "يارو، ائين غافل نہ رهبو؛ خبر ناهي تہ وحشي ملٽريءَ وارا ڪٿان هتي بہ اچي ڪڙڪن. ان ڪري آسپاس ۾ مجاهد وجي انهن جي ٽوهہ لهن."

هيءَ صلاح مناسب سمجهي ڪجهہ وقت آرام ڪري اسر مهل هنن مان اڌ ماڻهو هٿيار ٻڌي نڪتا؛ اجا هنن جو تيار ٿيڻ، تہ مهاڻن مان بہ ڪي نوجوان هٿيار ڪٽي نڪتا، چي، 'اسين بہ اوهان سان گڏ هلي انهن ظالمن کان وير وٺنداسون، جن اسان سان بيگناهہ ظلم ڪيا آهن!'

ڏادي مشڪل سان ڪين مڃايو ويو، تہ بابا، هن وقت جي جنگ ڪا رڳي پهلواني ناهي، بلڪ باهہ سان کيڏڻو آهي؛ ان ڪري اوهين في الحال ٽريننگ وٺو، پوءِ بدلو وٺجو. نتيجو اهو نڪتو، جو اهي سڀ ٻچيل مهاڻا مرد خواهہ زالون، ٻار خواهہ ٻڍا، سڀ هڪدم ڦري غازي بنجي ويا. هنن کي پير صاحب غازي نہ بنايو هو، پر انگريزي ملٽريءَ وارا ئي کين غازي بنائيندڙ هئا!... دنيا ۾ هر هنڌ ائين ئي ٿيو آهي... ۽... ائين ئي ٿيندو رهي ٿو؛ مظلومن مان پاڻ کان پاڻيهي مجاهد نڪرندا آهن!

”ادا! اسان کي معافي ڏيندا، جو اسين اوهان جي تنظيم ۾ شامل ٿي نہ سگهنداسون“ جمڙائو جي منڍ کان اوڀر طرف رهندڙ عمر خاصخيليءَ جي ڳوٺ جي پٽيل اهو جواب ڳامون، وساڻ ۽ سندس استاد ڪرم علي چانگ کي ڏنو، جي هن ڳوٺ ۾ مجاهدانہ اسپرٽ پيدا ڪرڻ آيا هئا. ”پائو! اسين هميشہ کان سالم جماعت وارا ماڻهو آهيون، نڪي اسين ڪڏهين بہ ڪنهن وڳوڙي ڪارروائيءَ ۾ شامل ٿيا آهيون ۽ نڪي انگريز سرڪار بہ اسان تي ڪڏهين هٿ ڪنيو آهي. اوليوڪس ڪپتان بہ اسان کي ڪڏهين حرف نہ چيو.“

ڪرم علي چانگ گنڀير ٿي چيو، ”چاچا، اهي زمانا گذري ويا؛ ان وقت انگريز ڪنهن آهيءَ ۾ اڙٻل ڪونہ هو، ان وقت سندس ستارو بلند هو ۽ سندس بادشاهيءَ مٿان سج بہ ڪونہ لٿو ... پر اڄ هڪ طرف تہ جرمنيءَ جو هٽلر پيو کيس شڪستن تي شڪستون ڏئي، تہ ٻئي طرف جپان بہ ڏوڪيندو اچي ڪلڪتي کي ويجهو ٿيو آهي. هينئر انگريز اهڙو چتو ٿيو آهي، جو سالمن کي تہ ڇا، پر وقت اچڻ تي نامردن کي بہ نہ ڇڏيندو؛ بلڪ هو تہ نامردن کان وڌيڪ سندس انهن ازلي وفادارن کي پُڇڻيون ڪندو، جي سکيا ستابا هوندا؛ ان ڪري اسين اوهان کي اهو هر گز نٿا چئون، تہ، اسان جي تنظيم ۾ شامل ٿيو، بلڪ پنهنجو پاڻ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ، پنهنجي بچاءَ لاءِ ئي فوجي ٽريننگ وٺو.“

”اڙي ميان! پوڙهي ٿڌڪ ڏيئي چيو، ”اهڙو ڪو خطري جو وقت آيو، تہ اسين پنهنجو مال متاع ڪٽي ڪنهن وڏي شهر ڏي پڄي وينداسون ۽ پوءِ امن ٿيڻ تي واپس موٽي اينداسون. خدا جي فضل سان اسان جي ڳوٺ جا سڀ رهاڪو سکيا ستابا آهن، ڪوبہ ڏکيو بکيو ڪونهي؛ اسان جي پاڻ ۾ همدردي ۽ ٻڌي اينريقدر آهي، جو هڪڙي کي ڪا تڪليف ٿي رسي، ڪو مشڪل ٿو پيش اچي، تہ ٻيا يڪدم هن کي پنهنجي گهر جو ڀاتي سمجهي اهڙي همدردي ٿا ڪن، جو هو وري بہ پنهنجي پيرن تي بيهي ٿو وڃي!“

ڪرم علي چانگ نهايت گنڀير ٿي هن جي منهن ڏي نهاري چيو، ”حضرت نوح جي پٽ بہ پٽس کي چيو تہ جڏهين طوفان آيو ۽ ٻوڏ آئي، تڏهين آءٌ جبل جي چوٽيءَ تي وڃي پناهہ وٺندس؛ پر انهي قهر جي نزول وقت کيس

جبل جي چوٽي بہ بچائي ڪانہ سگهي؛ اوهان جي سڪيائي ئي اوهان لاءِ مصيبت پيدا ڪندي. اسين تہ وڃون ٿا، پر ڪڏهين نيٺ اسان ڪي ياد ڪندا."

نوي ورهين جو پوڙهو پٽيل ۽ سندس سٺ ورهين جو پٽ اهو ٻڌي وري بہ ٿهڪ ڏيڻ لڳا. مگر ارڙهن ورهين جي اڪيلي پوٽي بصران لانديءَ جي پرسان بيهي اها گفتگو ايتريقدر غور سان ٻڌي رهي هئي، جو جڏهين هو ٻئي اٺي نڪتا، تہ هوءَ ڪجهہ اڳيرو وڌي اگ ٿري آين، چي، "ادا، ترسو، ماني تہ کائي وڃو."

ڪرم علي هن ڏانهن نهاري سنجيدگيءَ سان چيو، "منهنجي ننڍڙي ڀيڻ! اسين مانيون کائڻ ڪونہ آيا آهيون، اسان جو منٿ منٿ قيمتي آهي؛ افسوس تہ رڳو اهو اٿم تہ تنهنجي ڏاڏي جي تہ عمر ئي صحيح سوچ جي ڪانهي، پر ميان محمد هارون (چوڪريءَ جو والد) بہ اسان جي ڳالهہ تي غور نٿو ڪري!"

بصران هڪ ٿهڪ ڏنو، هن جون اکيون گامونءَ ڏي اٿيون، هن ڏانهنس ڏسندي چيو، "پر آءٌ تہ اوهان جي ڳالهہ غور سان ٻڌي رهي هيس؛ ٻڌايو، آءٌ ڇا ڪريان؟"

گامون بي اختيار چوڻ لڳو، "توکي جيڪو بہ وجهہ ملي، سو جنگي تربيت ۾ خرچ ڪر؛ لٺ، ڪهاڙي، ترار، بندوق جيڪا هٿ اچيئي، ان کي هلائڻ سک ۽ ڳوٺ جي ٻين عورتن کي بہ سيکار؛ من اوهان کي ڏسي اوهان جي مردن کي بہ ڪا ساڃهہ اچي."

"پوءِ ڀلا اوهين وري ڪڏهين ملندا"، هن جي مهاڙ گامونءَ ڏي هئي.

"الائجي ڪڏهين ۽ الائجي ڪٿي،... ڪجهہ بہ چئي نٿا سگهون، تہ قسمت ڇا ڪندي؛ بهرحال تنهنجي ملاقات بہ دائم ياد رهندي."

هو هلڻ لڳو، ۽ بصران پڻ پڻ ڪري چوڻ لڳي، "آهين تہ الائجي ڪٿي جو، پر اي پرديسي! توکي بہ وساري ڪانہ سگهنديس!"

اجا ڪرم عليءَ جي اڳ ڪٿيءَ جي گونج ئي ڪنن مان ڪانہ نڪتي هئي، تہ هڪ ڏينهن پوليس اچي ڳوٺ ۾ لٿي: "جهٽ ڪريو، هڪدم اسان جي رسائي ڪريو." جمعدار اوطاق ۾ لهي آرڊر ڪيو.

پوڙهي پٽيل يڪدم پٽ کي سڏ ڪري چيو، "ابا هارون، مهمانن جي مرحبا ڪر!"

"مهمان ڇا جا؟ جعمدار ڪڙڪو ڪري چيو. "پوڙها! تون ڇا ٿو سمجهين؟ اسين ڪي واٽهڙو مسافر ٿي ڪونہ آيا آهيون: اسين سرڪار بهادر جي حڪم موجب اوهان وٽ انڪوائريءَ تي آيا آهيون."

"انڪوائري؟ ڪهڙي انڪوائري؟ اسين ڪي چور ڌاڙيل تہ ڪين آهيون. پنهنجو ڪمايون، پنهنجو کائون. نہ ڪنهن سان واسطو رکون نہ مطلب!"

"اهي مذاقون گهٽائي ڏينهن ڦبيون اٿوَ. اوهان کي ڪڏهين ڪو مڙس گڏيوئي ڪونہ هو. هلو ٿاڻي تي، صوبيدار صاحب سڏايو اٿوَ. ۽ پوءِ ڏسو تہ ڪيئن نہ ٿا سڀ سچيون ڪريو."

پوڙهي کي چڙ وٺي ويئي، هو جوش کان ڏڪڻ لڳو. "ٿاڻي تي! ڇو ٿاڻي تي هلون؟ اسان جي ستن پيڙهين ڪڏهين ٿاڻو نہ ڏٺو. اڄ اسين راهہ گناهہ ٿاڻي تي ٿائجي هلون؟"

"اهي بيوقوف ڪامورا هليا ويا، جن اوهان ڏي ڌيان ئي ڪونہ ٿي ڏنو. هينئر علي ڏنو خان نر آيو آهي نر!"

هي ڀڏي هارون کان بہ بس نہ ٿيو، ۽ گنڀير ٿي چوڻ لڳو، "نر هجي، ڪٺي مادي هجي: تنهن ۾ اسان جو ڇا؟ اسان ڪو سندس ڏوهاري تہ نہ آهيون؟"

" وري وات ٿو هڻين گولاڙا؟"

هارون جو منهن ٽامڻي ٿي ويو: بي اختيار پادر لاهي ڏانهنس اچلائي چوڻ لڳو، "گولاڙي جا ٻچا. تون گهر وينن کي گاريون ڏيڻ آيو آهين؟ سمجهيو ڇا اٿيئي؟"

جمعدار صاحب کي وهم و گمان بہ نہ هو، تہ هن ڊفينس آف انڊيا ائڪٽ جي زماني ۾ بہ ڪو ڇت اها جرات ڪندو. جو پوليس کي پادر هڻي: ان ڪري هن کي ڏڪ گسائڻ جي ڪابہ اون ڪانہ هئي، سو پادر سڌو اچي

منهن تي زيپٽ ڪيس. هاڻي هن جي غصي جي ڪا حد ئي ڪانه رهي، يڪدم پاڻ ۽ پوليس وارو اتي ڪڙا ٿيا؛ پاڻ بندوق سڌي ڪيائين ۽ پوليس وارو هٿڪڙي ڪڍي اڳتي وڌيو.

شينهن وانگر ڇال ماري هارون اچي جمعدار تي ڪريو ۽ بي اختيار بندوق کسي وٺي جو ڪنداڪ جو وار پوليس واري تي ڪيائين، ته رڙ ڪري وڃي پرانهون ڪريو. ايتري ۾ گوڙ تي ٻيا به اچي ويا، ۽ يڪدم جمعدار ۽ پوليس واري تي وٺ وٺان ٿي ويئي؛ ڪو لت، ڪو ٺڦر، ڪو ڌڪ، ڪو الر. مطلب ته جمعدار ۽ سپاهيءَ ٻنهي جا نشائي ٽٽي ويا. هنن کي جوش ته گهٽو ئي آيو، پر پوليس قوم کي مجبورين ۾ هوش به ٻين کان اڳ ايندو آهي؛ سو يڪدم ڪانئن معافيون گهرڻ لڳا، جي اسان کان ڀل ٿي، اسان ڇرچا ٿي ڪيا؛ مطلب ته اهڙي طرز ورتائون جو ڳوناٺان ڇپ ٿي ويا، ۽ پوءِ لڳا ٽڏيون منيون ڪرڻ. آخرڪار ٻچن سنئين ماني آڻڻ جي طلب ڪيائون؛ ڳوناٺا ابوجهه، هو سمجهندا آهن ته ڪنهن جي پيٽ ۾ نمڪ پيو، ته هو پوءِ نمڪ حرامي نه ڪندو؛ سي وجڻ وقت پاڪر پاڻي دوستن وانگر موڪلائڻ لڳا، ۽ پوءِ ته اها ڳالهه ئي وساري ڇڏيائون، پر پتو تڏهين پين، جڏهين پورن اٺن ڏينهن بعد اهو جمعدار، اهو ڪنسٽيبل، پنهنجي صوبيدار ۽ پنجويهن پوليس وارن سميت اوچتو اٿين اچي نازل ٿيو، جو هارون کي به هٿڪڙيون لڳايائون ته سندس نوي ورهين جي پيءُ عمر کي به قابو ڪري ڇڏيائون.

ان کان پوءِ جو گهڙي ٻيا ڳوٺ ۾، ته نه ڇڏيائون جو ڪو مرد ماڻهو آزاد!

هاڻي وڏيرن جا به نشا ٽٽا، جوش ختم ٿيو، لڳا آزيون نيزاريون ڪرڻ؛ آخرڪار رحم دل صوبيدار پورا ويهه هزار روپيه ڪدي، پوءِ به ڪانئن مچلڪا وٺي ويو، ته هر هفتي ٿاڻي تي حاضري ضرور پرائيندا رهندا.

اجوڪي رات عمر خاصخيليءَ جي ڳوٺ ۾ ماتم جي گذري. هنن کي ويساهه ئي نه پئي آيو، ته هيءُ ڇا ٿيو ۽ ڪيئن ٿيو؛ ۽ وري جڏهين سٺ پيڙهين ۾ پهريون دفعو سندن ڏهه ماڻهو ٿاڻي تي پهتا، ته ساڻن اها تعدي ٿي، جو ڇنيءَ جهڙو ڪير ياد اچي وين؛ چي، "ڪمبختو! هٿن خالي آيا آهيو؟ نه ڇيلو

نہ مکڻ، نہ کاتيون نہ گاهہ، نہ نقدي نہ مهماني!“

” هن جيئڻ کان موت ڀلو اٿوَ ابا!“ پوڙهي ڪنجهندي چيو، ”وچو ۽ وچي کي گاڙي ڳوليو. اڙي وچي انهي ڏينهن وارا جوان هٿ ڪريو، جن جو اسان قدر نہ ڪيو. هاڻي خواب وارا ڏينهن سڀ گذري ويا، امن چمن چٽ ٿي ويو، هاڻي جيئو تہ مڙس ٿي جيئو، نہ تہ سر ڏيئي سرها ٿيو!“

پر اها بہ ڪا هن جي خوش قسمتي هئي، جو پوليس وارن ڪين ايندڙ مصيبت کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ڪيو. ڇاڪاڻ تہ هڪ ڏينهن اوچتو ئي اوچتو انگريزي ملٽري بہ اتي ڪاهي آئي ۽ بي تحاشا سيني رهاڪن کي ٻڌڻ شروع ڪري ڏنائون.

ڳوٺ ۾ هاهڪار مچي ويئي، تہ ڪي نوجوان، جي ٻنين تي هوا سي ڊوڙي آيا ۽ اوچتوئي اوچتو ملٽريءَ وارن تي ٽٽي پيا. هڪڙن پنهنجون بندوقون ڪنيون ۽ ٻين ملٽريءَ وارن کان کسيون؛ پوءِ زالن مردن گڏجي مٿن اهي واچڻ ڪيا، جو بزدل ۽ ظالم ملٽريءَ وارا گاريون ڏيندا اتي ڀڳا... هن اچا پٺ ئي مس ڏني، تہ پوڙهي گجگوڙ ڪري چيو، ”اٿو، ڀڄو، جيڪي هٿ اچيوَ سو ڪٽي وڃي ٻيلائي شينهن وٽ پناهہ وٺو؛ نہ تہ نڪي ڪو سلامت بچندو نڪي لڄن جو خير رهندو!“

۽... ۽ اهڙيءَ طرح هي ست پيڙهيا سالم نهايت تيزيءَ سان جيڪي هٿ آين، جيڪي ڪٽي سگهيا، سو ڪٽي وڃي مکيءَ وارن سان مليا!

’هيچ‘ را ’هر چيز‘ ڪردي، انقلاب اي انقلاب!

پير صاحب جي اوچتيءَ گرفتاري غازين خواه سڄيءَ جماعت کي ترٽلي ۾ وجهي ڇڏيو. اها حقيقت هئي، تہ خود پير صاحب کي بہ اهو گمان نہ هو، تہ سندس ڪا اهڙي اوچتي گرفتاري ٿيندي؛ ڇو تہ جيئن اسين مٿي ٻڌائي چڪا آهيون، سنڌي وزير ۽ ميمبر ظاهر ۾ پير صاحب سان اهڙو دوستيءَ جو دم ڀيا هڻندا هئا، جو ڄڻ تہ سندس پڪا خيرخواهہ آهن؛ هن جي اندروني

چوُچڙين جي ڪنهن کي بہ خبر ڪانہ هئي. انهي بي فڪريءَ سبب پير صاحب بہ غازين لاءِ ڪوبہ اهڙو عام پروگرام ڪونہ ڇڏيو هو، جنهن تي عمل ڪن؛ ممڪن آهي تہ ڪيس گڙنگ بنگلي خواه درگاهہ تي ڪي نهايت، صحيح بهادريءَ ۽ پوريءَ شرافت وارا غازي مليا هجن ۽ انهن کي پاڻ ايترو سمجهائي سگهيو هجي، تہ جيڪڏهين خدانخواستہ انگريز مون کي ٻاهر وٺي وڃن ۽ وري سڄيءَ جماعت تي ڪي سخت قدم کڻن تہ پوءِ اوهين هنن مان شرافت جي ڪابہ اميد نہ رکجو ۽ 'وطن'... يا... 'ڪفن' جونعرو لڳائي، مکيءَ جي بيحد سلامتيءَ وارن هنڌن کي مرڪز بنائي، انگريزن سان مقابلو ڪجو؛ ۽ اها ڪوشش ونجو. جيئن جماعت گھٽ ۾ گھٽ مارجي ۽ انگريزن کي گھٽي ۾ گھٽو نقصان رسي؛ مگر بهرحال انهي جي ڪابہ صحيح خبر ملي نٿي سگهي.

ان ڪري هاڻ غازين ۾ ٽن خيالن وارا گروپ پيدا ٿي ويا:

هڪڙن جو خيال هو تہ بس، بنا ڪنهن پروگرام جي مارجي ۽ مرجي، ٻي ڪابہ ڳالهہ ياد نہ رکجي.

ٻين جو خيال هو، تہ بيشڪ مارجي ۽ مرجي، پروگرام سان، جيئن دشمن کي گهٽي ۾ گهٽو نقصان رسائي سگهجي ۽ دوستن لاءِ گهٽ کان گهٽ، ۽ پڻ اهي شخص، جي حُر تہ آهن پر غازي ناهن، انهن جي بچاءُ جي بہ پوري اون رکجي.

ٽين جو خيال هو، تہ ڪانگريسين وانگر پر امن ستياگرهہ ڪجي ۽ جيل پرجن؛ هن خيال کي ملهار فقير واريءَ پارٽيءَ جي پروپيگنڊا سبب تمام گهٽي تقويت هئي؛ پر جڏهين انگريزي ملٽريءَ طرفان پر امن حرن، سالمن، بلڪ نامريدن تي بہ حملا ٿيا ۽ ڪين هر طرح تباهہ ۽ ذليل ڪرڻ جو ڪم وسيع پيمانہ تي جاري ٿي ويو، بلڪ اهڙن ڳوٺن تي بہ اهڙا انڌاڌنڌ حملا ٿيا، جي مريد تہ نہ هئا، پر ان جي ابتڙ انگريزن جا ازلي وفادار هئا؛ تڏهين سيني کي محسوس ٿيو تہ اها ستياگرهہ واري ڳالهہ هينئر پائي بہ ڪانہ لهي، ان ڪري اها تہ پاڻ ڪان پاڻيهي ختم ٿي ويئي؛ باقي رهيا بہ طبقا، هڪڙا دشمن تي انڌاڌنڌ حملا ڪرڻ وارا ۽ ٻيا باپروگرام بچاءُ ۽ حملي ڪرڻ وارا.

انڌاڌنڌ حملي ڪرڻ وارن سنجيدن سان تہ ڪو رابطو ئي ڪونہ رکيو ۽

پنهنجي منهن ويهي رٿون رٿيائون، تہ پير صاحب جي گرفتاريءَ جا اصل بانيڪار آهن، اهي وزير ۽ اسيمبلي ميمبر، جي بہ ظاهر پير صاحب جا طرفدار ۽ بهي خواهہ هئا، ۽ باطن ۾ انگريز گورنر کي هن خلاف سخت هراس ڏيئي پڙڪائي ڇڏيو هئائون.

غازين جي خيال ۾ پهريان شخص هيءُ هئا:

مسٽر نهچلداس، خانبهادر الهہ بخش، سر غلام حسين، سيٺ سيتلداس، مکي کيم چند وغيره.

ان ڪري هڪ ٽولي تہ وئي سيٺ سيتلداس ڏانهن، جنهن کي ختم ڪرڻ ۾ ڪا ويرم ئي ڪانہ لڳي؛ ڇو تہ هو سمجهندو هو تہ آءٌ ايڏو عقلمند آهيان، جو منهنجي اندروني ڪارروائين جو حرن کي پتو بہ نہ پوندو، ۽ هو سدائين مون بابت وسوڙل ئي رهندا؛ ايتري قدر، هن پنهنجي پئسي ۽ هلنديءَ جي زور تي هن ڪن مسلمان عورتن کي بہ پنهنجي آشنائي ۾ رکيو هو. پر حرن جي دوستيءَ سبب انهن جي وارثن جي وير جو بہ خطرو ڪونہ هئس؛ مگر اڄ جڏهين انهن ڪمزور وارثن کي بہ اهو پتو پيو، تہ حر بہ سيٺ صاحب کي مارڻ پنيان آهن، تہ پاڻ اڳتي وڌي سندن رفيق ٿيا ۽ نتيجي طور سيٺ صاحب ڏينهن ڏٺي جو مارجي ويو!

ٻئي طرف شهر گهنبڻ جي مکي کيمچند کي بہ اهڙيءَ صورت سان ماريائون، جو سندس نوٽن سان ڀريل پيٽيءَ ۽ زيور يا ڪنهن بہ ٻئي سامان کي هٿ نہ لاتائون.

وري ڪين گمان پيو تہ خليفو محمد مهر بہ اندروني طرح پير صاحب جو مخالف هو، تہ ان کي بہ پورو ڪري ڇڏيائون؛ اگرچ اهو گمان غلط هو.

هاڻي باقي رهيا خانبهادر الهہ بخش، مسٽر نهچلداس ۽ سر غلام حسين؛ تن لاءِ هو وجهہ ڳوليندا رهيا ۽ آخرڪار خبر پين، تہ 17 مئي 1942ع تي لاهور ميل ۾ مسٽر نهچلداس، خانبهادر الهہ بخش ۽ سر غلام حسين جو پٽ منور حسين وڃي رهيا آهن.

17 مئي 1942ع تي حيدرآباد اسٽيشن جي پليٽ فارم تي وڏي هلچل متل هئي. بجليءَ جي بيشمار بلبن جي روشنائي اکين کي خيره ڪري رهي هئي. پوليس جو وڏو انالو هو ۽ ماڻهو بہ بيشمار آيل هئا؛ ڇاڪاڻ تہ اڄ سنڌ جو وزيراعظم خانبهادر الهہ بخش ۽ هندن جو نمائندو وزير نهچلداس لاهور ميل ۾ سکر وڃي رهيا هئا. پر حيدرآباد اسٽيشن تي بہ پوليس جي سلامي وٺڻ منظور ڪئي هئائون.

ٻارهين بجي مهل گاڏي آئي. وزير صاحب لٿا. سلامي ورتائون ۽ گاڏيءَ ۾ چڙهڻ لاءِ وڌيا. مسٽر نهچلداس تہ پنهنجي سنگتين سان ڳالهيون ٻولهيون ڪندو وڃي چڙهيو.پر عين وقت تي خانبهادر الهہ بخش جو ڪو بنهہ گهرو دوست سنڌس ڇيچ کي چونگ ڏيئي تيزيءَ سان ويٽنگ روم اندر وٺي ويو ۽ ڇپن تي آڱر رکي بي اختيار پٺين دروازي مان ڪڍي بند موٽر ۾ چاڙهي هليو ويو؛ جو ان وقت ويٽنگ رومن جا پنيان دروازا بہ ڪليل هوندا هئا. هيءُ ڪم ايڏيءَ تہ ڦـڙتيءَ سان ٿي ويو، جو ڪنهن کي پتو پيو نہ پيو. تہ خانبهادر گاڏيءَ ۾ چڙهيو ئي ڪونہ آهي ۽ گاڏي رواني ٿي ويئي!

گاڏي پليجاڻي اسٽيشن تي پهتي. تہ کيس بلڪل بي فڪريءَ سان سنگل ملي ويو، ڇو تہ صرف ست اٺ منٽ اڳ مال گاڏي بہ لنگهي ويئي هئي. پر گاڏي ميل ڏيڍ اڳتي لنگهي هڪ وسيع جهنگل ۾ پهتي. تہ اوچتو زنجير ڇڪجي ويئي. گاڏي ڊري ٿي. تہ هڪ گاڏي مان پنج- ڇهہ انگريزي لباس وارا اهڙا جنٽلمين لٿا. جن وٽ هوائي جهازن جي مسافرن وار اٽيچي ڪيس هئا؛ ۽ ائين پئي لڳو. تہ اهي فرنگي تازا ولايت مان موٽيا آهن.

ڊرائيور گاڏي صفا بيهارڻ لاءِ ٻئي حڪم جو منتظر هو تہ اوچتو انهن شخصن اٽيچي ڪيسن مان پستول ڪڍي ڊرائيور کي چيو، ”گاڏيءَ کي اڳيان خطرو آهي، بہ- ٽي پٽڙيون نڪتل آهن. هڪدم گاڏي بيهار!“

ڊرائيور کي پڪ ٿي. تہ هيءُ ڪوڙ ٿا هڻن؛ ڇو تہ صرف سوا پنج منٽ اڳ هتان بار گاڏي لنگهي آهي، ايتري ٿوري دير عرصي ۾ پٽڙيون ڪيئن نڪتيون هونديون؟ لاشڪ هيءُ حر آهن، جي انهي ويس ۾ آيا آهن ۽ گاڏي بيهاري ڪا ڦرلٽ. ڪا خونريزي ڪرڻ ٿا چاهين؛ سو يڪدم گاڏيءَ جي رفتار تيز ڪيائين!

ڏڙام....

گاڏيءَ جي انجڻ ڪري چوُر چوُر ٿي ويئي ۽ بيا بہ ڪيترائي گاڏا ڪري پيا. پستولن وارا وڏي اسپيشل گاڏن ڏي آيا. پر انهن ۾ نڪو خانبهادر نظر آين، نڪو نهچلداس؛ البت هڪ ڪوپي ۾ منور حسين ڏٺائون، جنهن کي خارن مان پورو ڪري ڇڏيائون ۽ پوءِ تڪڙو تڪڙو لهي گهاٽي جهنگ ۾ گم ٿي ويا.

هنن کي سخت حيراني هئي، تہ آخر سندن هيءُ بہ ٽي شڪار ڪيڏانهن گم ٿي ويا؛ ڪين وهم و گمان بہ نہ هو، تہ منجهانئن ئي ڪي اهڙا غدار بہ نڪرندا، جي ڪي وڏا انعام حاصل ڪرڻ لاءِ خانبهادر کي حيدرآباد ۾ لاهي ويندا، ۽ ڪين مسٽر نهچلداس جي انهي عقلمنديءَ جي بہ پروڙ ڪانہ هئي، تہ هو صورتحال کي محسوس ڪري يڪدم ڪاڪوس اندر لڪي ويو هو.

سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ، هنن غازين جوڪوبہ ارادو گاڏيءَ کي ڪيرائڻ جو نہ هو، بلڪ بيگاهہ وقت ٽي، خوفناڪ جهنگل وٽ بيهاري، سندن دشمن کي پنهنجي سلامتيءَ سان پورو ڪرڻ جو هو؛ پر ڊرائيور جي غلط سمجهہ سبب هيءُ اهڙو اندوهناڪ حادثو ٿي ويو، جنهن ملڪ ۾ ترٿلو مچائي ڇڏيو. سڄي هندستان ۾ گاڏيءَ ڪرڻ جو اهو پهريون واقعو هو ۽ انهي ڪري گورنمينٽ هائوس ۾ اهڙي تہ هاهاڪار مچي ويئي، جو يڪدم سنڌ ۾ رات جون سڀ گاڏيون هلڻ بند ٿي ويون ۽ ٽيليفونن ۽ تارن جي اهڙي تہ ڪٽ ڪٽ ڪٽا ڪٽ ٿي ويئي، جو ٻن هفتن اندر سڄي هندستان جو پهريون مارشلا سنڌ ۾ لڳي ويو. راجا ريل جو اتريون طرف ۽ اڀرندو طرف تہ باقاعده مارشل لا هيٺ آيو. پر انگريزي فوجون سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙي ويون، سڄو ملڪ هراس ۽ ترٿلي ۾ اچي ويو. ينگ صاحب نالي هڪ ملٽري آفيسر لکنوءَ کان گهرائي فوج جي ڪمان ان کي ڏني ويئي. هيءُ اصل ۾ انگلينڊ جو هڪ غنڊو هو، ۽ خاص غنڊن کي پڪڙڻ لاءِ ڪيس آفيسر بنايو هئائون. هن لکنؤ طرف بہ سلطانہ ڊاڪو ۽ سندس ٽولي کي ختم ڪرڻ ۾ نالو ڪڍيو هو.

مارشل لا لڳئي کي چوٿون ڏينهن ٿيو هو، سڄي ملڪ ۾ حڪم ٿي ويو هو، تہ هر ڪو پنهنجا هٿيار واپس ڪري، ميرپور خاص ۽ حيدرآباد جي هٿيارن جا سڀ دوڪان سيل ڪيا ويا، حيدرآباد ۾ جنهن وٽ وڏي لٺ،

ڪهاڙي، ۽ وڏو چاڪو ٽي ڏنائون سو بہ ٽي ڪسيائون.

پر پلا مهڙو قانون ڪم از ڪم موجوده ٿهيءَ تہ ڪڏهين ڪونہ ڏٺو هو. سو ڪيترائي اڀوجهہ اهو سمجهي نٿي سگهيا. تہ پنهنجا ليسن وارا هٿيار ڪٽڻ بہ ڪو ڏوهہ آهي!

چنانچہ عمرڪوٽ جو هڪ وڏيرو، ڪمشنر جو درباري، نهايت عزت وارو، ڪنهن بہ چوريءَ، ڌاڙيءَ پاٽاريءَ کان پري رهندڙ، هميشہ پوليس جو ساٿ ڏيندڙ، ڪلهي ۾ بندوق لٽڪائي، چاتيءَ تي ڪارتوسن جو پٽو ٻڌي اسٽيشن ڏي ويندو ڏسڻ ۾ آيو. واقف ڪارن ڪيس هڪدم آگاهہ ڪيو، تہ هن حد ۾ هٿيار ڪٽڻ جي سخت منع آهي، پر هو چوي تہ منهنجي گهوڙي عمرڪوٽ مان چوري ٿي هن طرف آئي آهي، آءٌ ان جي ڳولا لاءِ آيل آهيان، مون سان پوليس جو ليٽر بہ آهي، مون کي آخر ڇو روڪ ٿيندي!

دوستن گهٽي ٿي سمجهايس تہ 'سائين هيءَ مارشل لا آهي' پر وڏيري صاحب کي ڪهڙي خبر، تہ مارشل لا ڪهڙي بلا ٿيندي آهي، سو اطمينان سان اسٽيشن تي پهچي ٽڪيٽ وٺي ڏاڪڻ ڏي روانو ٿيو. اتفاق اهڙو، جو ڪنهن پوليس واري رستي ۾ بہ ڪونہ پڪڙيس، نہ تہ جيڪر ان کي ڏهہ ويهہ روپيہ ڏيئي جند ڇڏائي وڃي ها. پر بدقسمتي بہ ڪا نهي جڙي آئي هئي، جو ان ڏينهن ڪماني صاحب کي بہ ڪا ناهوڪي دپ نڪتي هئي، تہ تون هٿيارن ضبط ڪرڻ طرف ڪو خاص توجهہ نٿو ڏين؛ سو پنهنجي اٺالي سميت ڏاڪڻ وٽ سڙيو بيٺو هو. اوچتو وڏيري جي بندوق ۾ ڪنسٽيبل جو هڪ هٿ پئجي ويو، ۽ ٻيو سندس ٻانهن ۾.

"پنهنجي اٺم، ڪرين ڇا ٿو؟"

"پنهنجيءَ جا ... هل ڪمانيءَ وٽ"

"ڪماني صاحب! هي مون سان پوليس ليٽر بہ آهي، هيءَ مون کي ناحق روڪ ڇو ٿي ٿئي؟" وڏيري صاحب ليٽر ڏيکاري چيو، پر ڪماني صاحب بيڏڙڪ ڪٽي هٿڪڙي وجهايس؛ هو رڙيون ڪندو رهيو، پر ٻڌي ڪير. اجا ويرم ئي نہ گذري تہ پوليس قيدين جي لاريءَ ۾ انهن ساڳين دوستن وٽان اچي لنگهيو، جن روڪيو هئس؛ هن حسرت سان سندس رڙيون ٻڌيون، پر هو ڇا ڪن؛ ان وقت هراس ايڏو پکڙيل هو، جو سمجهدار شهرين کي تہ دپ هو. تہ متان هن جي بچاءُ جي ڪوشش ۾ پاڻ بہ سڪ ٿي وڃون!

اهو نازڪ مزاج وڏيرو؛ جو جگر جي خرابي سبب ننڊ اچڻ لاءِ انهي حد تائين حيلا ڪندو هو. جو گراموفون جو رڪارڊ چڙهائي انهي جي سريلي ساز تي ننڊ ڪندو هو ۽ آواز بند ٿيندو هو تہ ننڊ ڪلي پوندي هيس؛ سو اج اهڙي بدبوءِ پريل لاڪپ ۾ سٽيل هو. جنهن جي هڪ ڪنڊ ۾ قيدي ڪاڪوس پيشاب بہ ڪري رهيا هئا ۽ سمهڻ تہ ڇا. پر پوريءَ طرح وهڻ جي جاءِ بہ ڪانہ هئي. مگر چوندا آهن تہ 'ننڊ ڦاسيءَ جي تختي تي بہ نہ ڇڏي' سو جاءِ نہ هوندي بہ آڌيءَ بعد نيٺ وڏيري صاحب کي ننڊ اچي ويئي. ۽ علي الصبح ڪٺي وجي ملٽري ڪورٽ ۾ رجوع ڪيائونس.

ملٽري ڪورٽ جي وڏي جج کي ڏسي هن جي اکين ۾ چمڪ ۽ چهري تي رونق اچي ويئي. اڙي، هيءَ تہ پاڻ وارو 'اسلم بئرسٽر' آهي.

"اسلم صاحب!" وڏيري رڙ ڪئي. "مون سان ناحق ڪيو اٿن. پنهنجي بندوق... پوليس ليٽر سان. تہ بہ ساري رات ذلت سان پرايون اٿن. پائو! مون کي تہ هنن رهزنن کان ڇڏاءِ!"

'پر اسلم صاحب' اڄ 'اسلم بئرسٽر' ڪونہ هو. وڏيري صاحب جو 'پائو' ڪونہ هو. اڄ مارشل ڪورٽ جو جج هو. سوال پڇڻ کان اڳ ئي وڏيرو پاڻ قبولدار ٿي چڪو هو. ان ڪري دير جي ضرورت ئي ڪانہ هئي. جج صاحب اکيون هيٺ ڪري چيو. "ٽي سال جيل!"

"اسلم صاحب! اسلم صاحب!! هيءَ ڪهڙو ظلم ٿا ڪريو. ڪو خدا خوف ..." پوليس واري وات کي هٿ ڏيئي بہ ٺـڦڙون هٽي. گهلي وجي لاريءَ ۾ هنيس ۽ سينٽر جيل پهچائي سڌو وجي سي ڪلاس ۾ ڇڏيائونس. وڏيري کي اميد هئي تہ ڪم از ڪم ڪمشنر جو درباري هجڻ سبب ڪيس بي- ڪلاس ضرور ملندو. تيسين ڪي وارث بہ اچي نڪرندا: پر پتو تڏهين پيس جڏهين سچا سارا ڇتيهہ ڏينهن انهي سي ڪلاس ۾ منج وٽي وٽي هٿ ڦـٽجي پيس. ۽ نيٺ ايماندار انگريزي ملٽريءَ کي هـزارين روپيـہ نـذرانو ڏيئي وجي گهر پهتو؛ ۽ جگر تہ ڇا پر ساري جسم جون بيماريون ازخود دفع ٿي ويـيون!

مارشل لا جي لڳڻ شرط پوليس جو مکو مڇي ويو: جيڪو بہ سڪيو ستابو ٿي ڏٺائون، انکي اهڙا آڪيڙا تي چاڙهيائون، جو هن الهو تلهو ڏيئي ٿي جند ڇڏائي. ڪيترائي پئسي وارا ماڻهو حر ايراضي مان نڪري شهرن ۾ اچي ٿي وينا، تہ اتي وري پوليس پيرو کڻي ٿي اچي پهتين، تہ ڪڍو پئسا، نہ تہ ملٽريءَ وارن کي رپورٽ ڪري هٽايون ٿا ڪاٺ ۾. ساڳيءَ طرح حر ايراضيءَ ۾ جيڪي بہ رهنڌڙ هئا تن لاءِ بہ هترادو درخواستون ناهي، ڏارڏار هنڌن تان پوست ڪرائي پوءِ اچي ٿي انڪوائريءَ لاءِ ڪڙڪيا، جي اوهان حرن سان ساز باز رکو ٿا، ڪين تڪايو ٿا، هلو ٿاڻي تي، اوهين ٻارن ٻچن سميت گرفتار آهيو. مطلب تہ تيستائين اهي دڙڪا پئي هليا، جيستائين منجهہ رت جو آخري قطرو موجود هو.

پوليس جي هنن ڪارروائين انهن شخصن کي بہ ڌاڙيل بنجڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو، جن عمر ڀر ڪنهن جو ڪک بہ نہ کنيو هو. پر هاڻي هو ڇا ڪن، ملڪيت تہ سڀ پوليس ٻهاري ويئي، هاڻي گذر ڇا مان ڪن. وري جو پوليس سان هاڻا ماڻا ٿيا تہ حصن، پتين تي بہ ٺهي ويا، ۽ پوءِ خوب جهٽ هڻڻ لڳا.

مگر پوليس رڳو اتي بس نہ ڪئي، بلڪ هاڻي تہ سندن چاڙتن کان اهي درخواستون بہ ڪرائڻ لڳي، تہ منهنجو ڌاڙو لڳو آهي. شڪ فلاڻن ۾ آهي. پوءِ پوليس هڪدم اچي انهن فلاڻن تي ڪڙڪندي هئي، ۽ سندن گهر کي ٻهاري ڏيئي ڪجهہ چغلن کي ڏيندي هئي، باقي کڻي ٿي ويئي.

ڪيترن ئي ماڻهن ارادو ڪيو تہ مارشل لا ايراضيءَ مان نڪري ڪنهن ٻئي پاسي وڃون: سي پنهنجو زر زيور، ڍور ڍڳو، ٻني ٻارو وڪڻي سلامتيءَ وارن، پر انهن هنڌن تي وڃڻ ٿي لڳا، تہ يا تہ وچ ۾ پوليس ۽ ملٽريءَ جي ور ٿي چڙهيا، يا تہ جتي ٿي وڃي پهتا، اتي جي پوليس بہ هترادو درخواستون ناهي، اچي ٿي ڪين وڪڙ چاڙهيا.

سانگهڙ تعلقہ جي ڪوٽ نواب جا ٻگٽي اصل کان وٺي انگريزن جا خاص وفادار هئا، تن جو هينئر حرن تي باهيون ٻرنديون ڏٺيون تہ وٺي پاڻ ئي حرن

تي پورش ڪيائون. هنن جي وٿاڻن تي حملا ڪري ڍور ڦري ويا، هنن جي ڳوٺن مان سامان لٽي آيا؛ اهو ڏسي ڪي حر ڪين سمجهائڻ ويا، ته ”پيلي ’آروٽي اڍائي پهر‘ نيٺ اهي لڙ به لهي ويندا، پاڻ پاڙيسڙي راڄ جا ماڻهو آهيون، اوهين ته اسان سان لٽ مار نه ڪريو.

پر بگٽين کي پنهنجي ’بلوچ بهادر‘ هجڻ تي ناز هو، تن الٽو حرن سان جهڳڙڻ شروع ڪيو. جهڳڙو وڌي انهي حد تي پهتو، جو حرن به ڪٽي مٿن يورش ڪئي. هو ته اڳيئي جان کان بيزار هئا، تن سندن ٽيهارو ماڻهو ڌڙي رکيا، پنجاهي ڦٽي وڌا. سندن نقصان به ٿورو ٿيو، پر انهي نقصان کي هو ان زماني ۾ ڳڻيندا ئي ڪونه هئا، مگر بگٽين کي اهڙو سبق مليو، جو منجهائڻ گهٽا لڌي اچي سانگهڙ وينا.

پوي جا ملٽريءَ کي خبر، سي وجي مٿن ڪڙڪيا، ۽ سندن گهرن ۽ وٿاڻن جون تلاشيون ورتائون، ته حرن جا سامان ۽ ڍور هٿ اچي ويا؛ ملٽريءَ وارن کين ’حرن جا مال هٿ ڪرڻ‘ جي ڏوهه ۾ ڪٽي ٻڌو ۽ پتو تڏهين پيو، جڏهين پاڻ به حرن سان گڏ اچي ڪئمپ ۾ پهتا. هو گهٽي ئي پنهنجي وفادارين جا واسطا وجهڻ لڳا، پر هڙا سڪيا ستايا ماڻهو سگ سميت ملٽريءَ وارن کي خدا ڏياري، سو منجهائڻ خوب جاوا ڪيائون. ۽ وري خود ڪئمپن اندر جو هيءُ حرن کي نوڪلا هٿ اچي ويا، سو اٿي هنن به منجهائڻ خوب بخار ڪڍيا ۽ وري دانهون اهي ڪرڻ لڳا، ته هيءُ ٿا اسان کي مارين!

حر ايراضيءَ جي انهي انڌير گرديءَ جو نتيجو اهو نڪتو، جو ٻيا ته نهيو، پر ڪولهي ۽ ٻيا اوڦتو ماڻهو به ڪوڙيون بندوقون ۽ ڪوڙا ريوالور ڪٽي ڳوٺ ڦرڻ لڳا. پوليس وٽ جڏهين ماڻهو ڦر جون رپورٽون ڪٽي ويندا هئا، ته پوليس الٽو کين گاريون گند ڪري ڪٽي ٻڌندي هئي، ته اوهين رات جو حرن کي ٽڪايو ٿا ۽ هاڻي پاڻ بچائڻ خاطر ڪوڙيون رپورٽون ناهي ٿا اچو!

اهو انهي زماني جو عجيب و غريب واقعو آهي، جو ڪيري جي هڪڙي رواجي پوليس واري کي شام جو ڪا جهجهڪي آئي، سو فل ڊريس پائي گهوڙي تي چڙهي اچي ڀهراڙيءَ جي هڪ وڏي سيٺ تي ڪڙڪيو، ته سيٺ

صاحب توتي درخواست آهي، تہ تو هڪڙي حرياڻي پاڻ وٽ وهاري آهي ۽ ان جي معرفت تنهنجو حرڻ سان بہ ساز باز آهي، سو انهي سميت هل هينئر جو هينئر ٿاڻي تي، ڪماني صاحب پاڻ جاچ لاءِ اچي ويو آهي!

سيٺ صاحب وٽ هڪڙي مسلمان عورت سربت طور ورهين کان ويٺل هئي، انهي جو حرڻ سان ذرو بہ واسطو ڪونہ هو. مگر اڄ تہ پاڻي پئي پريو؛ سيٺ خيال ڪيو تہ جيڪڏهن انهي عورت سميت ڪمانيءَ وٽ ٿو پيش ٿيان تہ عزت تہ هلي ويندي، پر في الحال منهنجا بہ لاهہ نڪري ويندا؛ سو اها سوچ بہ ڪانہ ڪيائين، تہ صرف هڪ پوليس وارو بيگاهہ وقت تي مون جهڙي وڏي ماڻهوءَ لاءِ ڪيئن موڪليو ويو هوندو. نڪا وارنٽ ڏسڻ جي طلب ڪيائين، ۽ لڳو ڪيس منٿون ميڙون ڪرڻ؛ آخرڪار انهي پوليس واري کي سڄا سارا اٺ هزار روپيا ڏيئي جند ڇڏايائين. پوليس واري پانيو هو تہ آءٌ ڪو سؤ پنجاهہ کڏي چاندو پاڻي ڪري ايندس، پر هيڏي ڏاڙي هٿ اچڻ تان خود هن کي بہ اهڙي چؤنٽرا ڪؤنرا لڳي ويئي، جو سڄي رات ننڊ نہ آيس ۽ صبح جو بنا ڪنهن چاڻ جي ضروري تيڙ ٿاڙي ڪٽي وڃي ميرپورخاص پهتو. اتي خوب خرچ ڪري اسپتال ۾ اڳئين ڏينهن جي داخلا ڏيکاري، ڪجهہ وقت فرضي بيمار رهي، ٿر ڏانهن بدلي ڪرائي هليو ويو. وري ڪپري جو تہ منهن بہ نہ ڏنائين، بلڪہ ناري ڊويزن کان ئي پاسو ڪندو رهيو.

"اي واهہ پائي گامون واهہ!" سيٺ سڳني مـل سخت ميار جي لهجـي ۾ چيو.

"چـو چـو سيٺ؟" گامـونءَ حيرانيءَ مان چـيو، "چـا تي ڪاوڙيو آهين پائي؟"

"ڪاوڙ پلا ڪيئن نہ ٿيندي؟" سيٺ ڪجهہ نماڻو ٿي چيو، "ٻڌو اٿم، تہ سيني گاجين کي مکيءَ ۾ گڏ ٿيڻ جو سڏ ٿيو آهي؟"

"ها، اهو تہ سچ آهي، پر (مرڪي) انهي تان توکي چو ڪاوڙ لڳي آهي؟" گامونءَ چيو.

"هن ڪري"، سيٺ رنٿهارڪو منهن ڪري چيو، "جو اوهين مون کي

جاڻ ئي ڪونہ ٿا ڪريو."

"تــو ڪـي؟" گــامـون ٺهـڪ ڏئي چيو، "سيٺ وڏا! تـون بہ مڪــيءَ وٽ هلندين؟"

"چو ڪين هلندس؟ آءُ 'گاجي' نہ آهيان ڇا؟"

"گاجي تہ تون بيشڪ آهين" گامونءَ گنڀير ٿي چيو، "پر سيٺ صاحب! تو مڪيءَ جي مرڪز ۾ پهچڻ کي راند سمجهيو آهي؟"

"اڙي ڀائي! 'راند' نہ هوندي تہ ڪٿي 'موت' هوندو!" سيٺ مشڪي چيو، "جڏهن سر جو سانگو لاٿو، تہ پوءِ جهڙي راند تهڙو موت!"

"سيٺ صاحب!" گامونءَ بنهہ گنڀير ٿي چيو، "هونءَ تہ مڪيءَ تائين پهچڻ ۾ ئي خبر ناهي ڪنهن ملٽريءَ، ڪنهن پوليس سان بہ مقابلو ٿي وڃي؛ پر جي خيريت سان پهچي، تہ بہ واٽ اهڙي تہ اٿانگي آهي، جو ڇٺيءَ جو کير ياد اچيو وڃي. چوندا آهن، 'سپ نہ ماري، سپ جو سراپ ماري' سو موت ايترو ڏکيو ناهي، جيترا وچ جا لوڏا ڏکيا آهن."

"پر عشق زوراور!" سيٺ مرڪي چيو، "جڏهن اُکريءَ ۾ مٿو وڌو، تہ پوءِ مهرين جو ڪهڙو ڊپ! چوندا ڪين آهن تہ:

وڏا وڻ وٽڪار جا، جت نيلا سجن نانگ،

(پر) سسئيءَ ڇڏيو سانگ، تہ ڇپر مڙبوئي ڇاڙڪي!

(فخر مان ڇاتي ٺوڪي) اوهان جي دعا سان سڳنومل هاٿي واٽيو ناهي، پر گاجي آهي، گاجي!"

"چڱو گاجي صاحب!" گامونءَ کنگهڪار ڪري چيو، "امتحان ڏيندين؟"

"بيشڪ ڏيندس."

"تہ پلا ڌوتي ذرا قابو ٻڌ!"

"ڌوتي ڇڙي پيئي، تہ پرواهہ ناهي" سيٺ ڪلندي ڌوتي پري ڪري چيو، "هيءَ ڇڏي ڏسين ٿو؟"

ٺهڪ ڏيئي گامونءَ جواب ڏنو، "مون کي تہ اڄ ڇڏيءَ جو بہ خير نظر نٿو اچي."

"پر اسان جا سردار صاحب، ڪٿي آزمايو، ٻيو ڇا. اوهين مسلمان تہ سمجهندا آهيو، تہ اسان کان سواءِ دنيا ۾ ٻيو ڪو بهادر ئي ڪونهي؛ پر ڀائي،

نڪا بهادري ڪنهن جي ميراث آهي، نڪا بزدلي."

ٿپ ڏيئي گامون اٿيو؛ پستول پربائين ۽ سوپاري ڪٽي سيٺ جي مٿي تي رکيائين؛ پوءِ ڏهه قدم پوئتي هٽي چيائين، "هاڻي وڻان ٿو سوپاريءَ جو نشان؛ پوءِ خبر پوندي تنهنجي بهادريءَ جي!"

"بيدڙڪ وٺ گامون خان، اجهو ٿا اچا ڪارا پڌرا ٿين!"

نشان چٽيندي گامونءَ چيو، "بارن ٻچن کان موڪلائي آيو آهين؟"

"اها موڪلاڻي ان وقت ئي ڪئي هيم، جڏهن پير صاحب ڏانهن ٿي ويس...."

"چڱو ته وٺ پلا" گامونءَ سوپاريءَ جو نشان وٺي ڪٽي ٺڪاءُ ڪريو، ته سوپاري وچي پري پيئي، پر سيٺ مشڪندو رهيو. بي اختيار پاڪر پائي چيائينس، "سيٺ سڳنا مل! توتي صد رحمتون هجن، تون بيشڪ سائين بادشاهه جي ڪلام موجب 'مٿير' مرد آهين!

جنهن ديس جي واڻڪي مٿي ڦري هيئن پٿر بنجي پوي، اهو ديس هاڻي گهڻو وقت ڌارين جو غلام رهي نه سگهندو. هاڻي مڪيءَ جي مرڪز، ته ڇا، پر ملتريءَ جي معرڪن ۾ به گڏ وٺي وڃڻ جي لائق ٿي چڪو آهين!"

سڳنو مل مشڪڻ لڳو. گامونءَ وري چيس، "سيٺ صاحب! اهو آهي انساني ذهن جو تماشو؛ جڏهن انسان پاڻ کي 'بزدل' سمجهڻ لڳي ٿو، تڏهن ڪوئي جو ڪڙڪو به ڪيس ڦٽڪائي ڇڏيندو آهي. پر جڏهن هو پاڻ کي 'شينهن' ٿو تصور ڪري، ته پوءِ هو ڪنهن کان به نٿو مڙي. بس هاڻي هر وقت پاڻ کي تيار رکج، ڪنهن به مهل اوچتو هلنداسون. چاڪاڻ ته نوس نوس ڪندڙ ڪتن کان به ته پاڻ بچائڻو آهي."

اڄ جڏهن سيٺ سڳنو مل عرف 'غازي سڳنو' گامونءَ ۽ ٻين سان گڏجي مڪيءَ جي ٻيلي ۾ گهڙيو، تڏهن ڏسندڙ حيران هئا. ته هن ۾ هيڏو ڦيرو ڪيئن آيو؛ ٻيلي جي شروعات کان وٺي مرڪز تائين اٽڪل ڏهن ميلن جو مفاصلو هو. ڪٿي ڪٿي اهڙو ته گهاٽو ٻيلو به هو، جو ڏينهن ڏٺي به رات جو گمان پئي پيو. ڪٿي وري اهڙي ڇِڪڻ هئي، جو پير ئي گپي ٿي ويا؛

تڏهن بہ بار بار خبردار جو آواز پئي آيو تہ ’هڪ انچ هٽندؤ، تہ اهڙيءَ ڏبڻ ۾ گهڙي ويندؤ. جتان يا عمر نڪري نہ سگهندؤ‘ ڪٿي نهايت ڳتيل وڻن منجهان اهڙا لنگهہ هئا. جو جڻ تہ بيلي جون غارون آهن، تہ ڪٿي وري بيلن جي وچ ۾ پٽن اندران نهيل غارون هيون، جن مان ڪلاڪ ڪلاڪ بانبڙا پائي لنگهڻو ٿي پيو. انهي سموري رستي ۾ شينهن، سوئر، بگهڙن، گدڙن، نانگن ۽ ارڙن جا آواز پئي آيا؛ مگر غازي سڀني تي نہ ڪو ٿڪاوٽ جو آثار هو نہ ڪا ٿيڻ جو.

هاڻي هو هڪ وڏي ٿم مان ٻاهر نڪتا، تہ اوچتو ڇا ٿا ڏسن، جو هڪڙو نهايت شاداب ۽ پر فضا ٽڪرو آهي، جنهن ۾ ساوڪ جهرمر لڳايو بيٺي آهي ۽ پکي پرندا منڙيون لاتيون پيا ڪن؛ پر اهو ٽڪرو بہ ڀڪو ناهي، بلڪ ورن وڪڙن ۾ آهي، ۽ انهي ۾ ڪافي لانديون نهيل آهن، جي سڀ ماڻهو سان پربور آهن.

هڪ هنڌ پري کان هڪڙي وڏي لاندي ڏسڻ ۾ پئي آئي؛ چيو ٿي ويو تہ انهي ۾ سڀني مهم جو وڏو سردار يا ڪماندر– ان– چيف ترسيل آهي. هنن جي پهچڻ بعد اعلان ٿيو، تہ ”اجوڪي رات آرام ۽ ٿڪ پيڻ ۽ هڪ ٻين سان ملاقات لاءِ آهي؛ ڪارروائي سياڻي رات جو ٿيندي.“ هيءُ ٻڌي هرڪو پنهنجي پنهنجي آستاني ڏي وڃي ترسيو. جيئن تہ سڀ ٿڪل هئا، ان ڪري گهڻو ڪري هرڪو ماني کائي آرام ڪرڻ لڳو. سواءِ ڪن خاص جاٺن پهلوانن جي، جي واري سان مختلف هنڌن تي پهرو ڏيئي رهيا هئا.

صبح جو ڏنڊڻ پاڻي، ناشتي کان واندا ٿي ڪرم علي، گامون ۽ سڀنو مل گهمڻ نڪتا؛ ڪرم علي هنن جي واقفيت ڪرائيندو پئي ويو:

”هيءُ عثمان هنگوري جا ساٿي آهن، جي سڀ مڪمل طرح ملٽري يونيفارم ۾ آهن“ سيٺ ۽ گامونءَ ڏٺو تہ هو پنجاهہ سٺ هئا.

”هيءُ ڌاڪو ماڻهن جو دستو، ميري نظاماڻيءَ جو آهي، جو بہ هڪ وڏو شير مرد آهي.“

”هيءُ نوي ورهيہ جو ميرو هنگورو آهي، جو ڇرائي ڳوٺ مان پنهنجو دستو وٺي آيو آهي.“

”هيءُ هڪ غريب ڏگاڻي جو دستو آهي، هيءُ پنجاهي ڪن ماڻهو آهن، پر

آهن سڀ شينهن!"

"هيءُ الله بچائي خاصخيليءَ جو دستو آهي، جو بہ هڪ نهايت جاننو جوان آهي."

"۽ هو جوان ڏسين ٿو نہ، اهو اٿيئي اسان جي مکي سرڪار جي سي- آءِ- ڊيءَ جو ڪمانڊر جيئندل خان خاصخيلي؛ هي اهڙيون تہ عجيب و غريب جاسوسي ڪارروايون ڪندو آهي، جو انگريزن جا وڻ وڃي ويندا آهن."

"پر شائين" سيٺ حيرت مان چيو، "هو تہ ڏسو، جهڙا هندو هجن؛ ۽ هوءَ مائي، جيڪا ڪنهن مهل گهونگهٽ مٿي ڪٺي ائين پيئي نهاري، جو چڻ تہ چنڊ ڪڪرن مان پيو چمڪي، سا بہ تہ هندوئاڻي پيئي لڳي."

"هائو پائو!" ڪرم عليءَ جواب ڏنو، "اهو مشهور بهادر 'ويرجي نڪر' آهي ۽ اها سندس محبوبہ آهي، جا هر ڏک سک ۾ گڏ هوندي اٿس. اها راجپوت مائي پاڻ بہ وڏي دلير آهي."

ڪرم عليءَ مرڪندي وڌيڪ چيو، "ويرجي نڪر پيڙهين کان پير سائين بادشاهہ جو مريد آهي، ۽ دعوتي آهي. هو ايڏو تہ غريب پرور آهي، جو هڪ ڏينهن وٽس هڪ پسايو ذات جو 'آچر' نالي غريب ننڍڙو زميندار فريادي آيو، تہ منهنجي اٺ ايڪڙ ڪن زمين آهي، جنهن کي پاڻ ئي کيڙي پوکي، آزاد طرح سان سندس پيدائش کڻندو آهيان ۽ اسان جي ڳوٺ ۾ پيا بہ اهڙا 15-20 گهر آهن. اسان جي پر ۾ هڪ وڏو زميندار 'ارباب وسايو' آهي، جنهن جي ڏيڍ هزار کن زمين آهي. اسان جي ڳوٺ وٽ وڏن کان وٺي هڪ مقام آهي، ان جي پر ۾ هڪڙي غريب مجبور پسايي کان ارباب صاحب ڪجهہ زمين خريد ڪئي هئي، ان بعد وري منهنجي نمبر ۾ اچي اک وڌائين؛ هن مون کي سنو اگهہ آڇيو، پر مون جواب ڏنو تہ 'هڪ تہ اها زمين مون کي وڏن کان مليل آهي ۽ ان جي پر ۾ ٿي وڏا بہ پوريل آهن، منهنجو نمبر توکي ڏيڻ کان پوءِ اسان لاءِ تہ مقام ڏي وڃڻ جي واٽ بہ ڪانہ رهندي؛ ٻيو تہ آءٌ پاڻ بہ اها وڏن جي نشاني ڇڏڻ نٿو چاهيان.' ارباب جڏهن مون کي لالچون ڏيئي ٿڪو، تڏهن غصي مان پرچي ويو ۽ مون کي ڏاڍي مار ڪڍي ڪونيءَ ۾ پوري ڇڏيائين، ۽ پوءِ وري ٽن ڏينهن تائين روزانو مار ڪڍائيندو پوري ڇڏيندو هو.

ٽن ڏينهن بعد ڪڍي پوءِ چيائين، 'هاڻي وڃي سوچ، ۽ مون کي نمبر

وڪرو ڪري اچي ڏي، نہ تہ هڪ هفتي بعد هو انهي نمبر تـــي زوريءَ قبضـو ڪندو.‘

ڇهہ ڏينهن گذري ويا آهن، آءٌ ڪنهن بہ حالت ۾ نمبر ڏيڻ لاءِ تيار نہ آهيان، ويجهيءَ ڇڪ جو ڪوبہ زميندار ارباب جي ڊپ کان منهنجي مدد نٿو ڪري؛ اڄ اوچتو ٻڌم تہ اوهين هن پٽ ۾ شڪار لاءِ آيا آهيو، اوهان جو نالو اڳيئي ٻڌو اٿم، ان ڪري پناھہ وٺڻ آيو آهيان.“

نڪر ويرجيءَ اهو ٻڌي گنڀير ٿي چيس تہ، ”تون بي فڪر ٿي پنهنجي زمين تي وڃ، پل تہ سپاٽي سندس ماڻهو اچن، پوءِ ڏسج تماشو.“

ارباب کي تہ پڪ هئي تہ ڪوبہ ويجهيءَ ڇڪ آچر جي مدد نہ ڪندو؛ سو ستين ڏينهن صبح جو پنهنجي ڪمدار هٿ ويهارو ماڻهو موڪليائين، جن اچي نمبر تي قبضو ڪيو. آچر هڪ ماڻهو اطلاع لاءِ ويرجي نڪر کي موڪليو ۽ پاڻ بہ ڪين سمجهائڻ لاءِ ويو، تہ هنن ڪٽي ٻڌس.

نڪر اطلاع ملڻ شرط اچي ويو ۽ ڪمدار سميت سيني تي پرزور حملو ڪري سيني کي ڪٽي ٻڌايائين ۽ هر هڪ سان اهڙي تہ جٺ ڪيائين، جو ڇٺيءَ جو کير ياد اچي وين، ۽ پوءِ چيائين تہ هاڻي وڃي پنهنجي ارباب صاحب کي سلام ڏجو چئجو تہ ”هن بعد جيڪو بہ هيڏانهن آيو، ان کي انهن نمبر جو ’ڀاڻ‘ بنائيندا سون.“

بس ڪتي ڪن ودبا، ارباب صاحب جا ماڻهو مورڳو اڳيان نمبر بہ ڇڏي ڀڄي ويا!....

”۽ هي سڪيلڊو ۽ عبدالله راجڙ آهن، جي بهادر راجڙن جا دستا وٺي آيا آهن.“

”او ڀائو ڪرم علي!“ هڪ جانٺي جـوان آواز ڏنو، ”اوهين ذرا هن مائيءَ جي پوٽنان وڃجو. علي الصبح جو شڪار ڪري آئي آهي، سو تہ گهلارائي اچوس.“

”اهو ’ملوڪ خاصخيلي‘ آهي، اسين هن کي ’صحرائي عُقاب‘ سڏيندا آهيون. هيءُ هڪڙو ٿي سَوَن جو مٽ آهي، هيءُ جڏهن پنهنجو جٿو وٺي

ملتريءَ وارن تي وچي ٿو ڪِڙڪي، تڏهن جڻ تہ جهرڪين تي عقاب پيو. صحرا يعني ٿر جي پٽن، ورن، وڪڙن، لنگهن وغيره جو اهڙو تہ واقف ۽ حرفتي آهي، جو ملتري وارن جون متيون منجهائي ڇڏيون اٿس. ڪرم عليءَ چيو ۽ 'حاضر سائين' چئي هو سپ مائيءَ پٺيان وڃڻ لڳا. مائي تہ بنا پوئتي نهارڻ جي بيپرواهيءَ سان پئي ويئي. ڪجهہ اڳيرو وڃڻ بعد هوءَ وٽن جي جهڳٽي اندر گهڙي ۽ ٿاريون پري ڪندي، واٽ ڏاهيندي، انهيءَ مان ٻاهر نڪتي، تہ ڏسڻ ۾ آيو تہ بہ پهلوان قسم جا ڳوناٺا زمين تي ٻڌل پيا هئا. هڪڙي جي مٿي مان رت نڪتل هو، ٻئي جي ٽنگ مان، ۽ ٻنهي جون بندوقون پريان پيون هيون. "اجهو اهي پيا اٿوَ ماريا غدار!" مائيءَ ٺهڪ ڏيئي هنن ڏي نهاري چيو.

"تون... تون" گامونءَ حيرت مان چيو، "تون 'بصران خاصخيلڻ' تہ نہ آهين؟"

"اوهہ!" مائيءَ حيرت مان مرڪي چيو، "تون آهين پرديسي! عجيب اتفاق آهي، جو ٻئڻ هتي اچي مليا آهيون."

"اسان ۾ ڪوبہ پرديسي ڪونهي؛ اسين تہ اڳ بہ وطني هئاسون ۽ هاڻي تہ مورڳو هڪ ٻيلي جا رهاڪو آهيون... منهنجو نالو 'گامون' آهي، آءٌ ذات جو 'وساڻ' آهيان ۽ ٽنڊي آدم جي ويجهو 'چامن وساڻ' جي ڳوٺ جو وينل آهيان، پر... پر بصران! تون هلڪڙي چوڪري، تو هنن ٻن جاڻنن کي ڪيئن ٻڌي ورتو؟"

"چاڪاڻ تہ هيءُ غدار آهن" بصران ٺهڪ ڏيئي چيو ۽ 'غدار معنيٰ ياڙي.'

"ڀلا اسان کي اها روئداد تہ ٻڌاءِ!"

"بس روئداد اها، تہ آءٌ صبح جو دلو ڪٺي واهيءَ تان پاڻي ڀرڻ آيس، تہ وٽن جي پٺيان چڻ پڻ ٻڌم" (ڪلي) "هاڻي اسين اهي عمر خاصخيليءَ جي ڳوٺ وارا آسائشي ڪونہ آهيون؛ مارئي انگريز جي پوليس ۽ ملتريءَ نہ رڳو اسان کي بهادر بنائي ڇڏيو آهي، پر چوڪنو بہ؛ سو آءٌ نهايت خبرداريءَ سان وڌي اهڙي هنڌ آيس، جو سندن آواز ٻڌڻ ۾ اچي، هنن مان هڪڙي چيو 'پر ادا لڪانا: هاڻي منهنجو خيال آهي تہ اڳتي نہ وڃون. اسان اتفاق سان هنن

جـو وڏو مرڪز ڏسي ورتو آهي، هاڻي سڌو هلي ٿا ملٽريءَ جي صاحب کي اطلاع ڏيون.‘

لڪاني وري جواب ڏنو ’ياڻو آچر، ڳالهہ تہ واهہ جا ڪئي اٿئي. هاڻي ڪسڪ سوُر پڙهوَن، متان ڪنهن غازيءَ کي سٽس پوي: آهن پنهنجا سڀ سچاڻو، پئون نہ ڪنهن ڏچي ۾!‘

مون صورتحال کي نازڪ سمجهيو. پير پير ۾ ڏيئي هنن جو اڳ ورتم ۽ انهي پيچري وٽان لڪي بيٺس، جتان هيءُ لنگهڻا هئا: هڪڙو لنگهي ويو ۽ ٻيو ٻنيان هو تہ وڏي نڪاءُ جو ڪرايومانس پريل دلو مٿي وارو: تہ جيڪو حال ٿيس سو پاڻ ڏسو ٿا. ٻيو واڻڙو ٿي مون ڏانهن وڌيو. تہ ڪٺندي هڪ بندي، سڌي گوڏي تي واڇٽ ڪرائي مانس تنگ واري، تہ رڙ ڪري ڪري پيو: بندوقون تہ ٻنهي جي هٿن مان ڇڏائجي ويون هيون، مون بہ بنديءَ سان ئي مٿن اهڙا وار ڪيا، جو ساڻا ٿي پيا. (ڪلي) پوءِ سندن ئي پٽڪن سان ڪٺي ٻڌومان، بندوقون اوجهو اهي پريان پـيون اٿن، ۽ مڙس ڪارتوسن جا پٽا ٻڌيو پيا اٿوَ!“

گامون سنجيدو ٿي سيٺ سڳني مل جي ڪلهي تي هٿ هٽي چيو، ”سيٺ صاحب! ڏسين تو همت جو تماشو، ۽ بدنيتيءَ جي قلهڙائي؟ اصل طاقت تہ آهي دل ۾. هٿيار فقط انهي جي امنگن ڪڍڻ لاءِ آساني پيدا ڪن ٿا: پوءِ انهي کي بندوقون هٿ نہ ايندیون آهن.تہ بہ نڪر: پتر، لٺ ڏکي سان بہ بدنيت بندوقن وارن کي ڪيرائي ڇڏيندي آهي!“

”مائي بصران“ سيٺ سڳني مل چيو، ”تون تہ ڪا بنهہ بهادر ٿي ڏسجين.“

”ڪاڪا!“ مائيءَ مرڪي چيو، ”اها تہ اسان مکيءَ جي شهينٽين لاءِ معمولي ڳالهہ آهي، جو ٻن مردودن کي پورو ڪريون. بزدلن کي گهلي ڪٺمپ ۾ هلو، تہ انهن پهلوانيائين سان ملايانوَ، جن سوَن جا ميچالا ڪڍيا هوندا!“

”ڪاڪا!“ مائيءَ بصران مرڪي چيو، ”چا نالو اٿيئي سيٺ صاحبُ؟“

”سڳنو مل“ ٿهڪ ڏيئي سيٺ چيو، ”تہ نہ گاجي سڳنو!“

”ها تہ سڳنا غازي!“ بصران کلندي چيو، ”هيءَ اٿيئي مائي فريدان، ڏيءَ عرس ۽ زال محمود جي: جا هيڏانهن ايندي ايندي بہ پنهنجي ٻين ساٿين سان 25 ملٽريءَ وارن سان مقابلو ڪندي آئي آهي، ۽ هنن ٻن ٽن کي ماريو،

چئن پنجن کي ڦٽيو؛ پوءِ سندن هٿيار ۽ ڪارتوس مالِ غنيمت طور کڻي آيا آهن." مائيءَ فريدان مرڪندي کڻي ڪنڌ هيٺ ڪيو.

"۽ هيءَ آهي مائي مرادان، ڏيءَ امام بخش خاصخيلي، ويٺل ڳوٺ مکڻ خاصخيلي؛ جنهن جو والد پنهنجي امن پسند ڳوٺ تي انگريزي ملٽريءَ جي رهزنن جو بنا سبب ٿهري حملو ڪرڻ وقت ساٿن چڪريون کائيندي، ڪين پنجٽيون ڏيندي شهيد ٿي ويو ۽ سندس جاءِ وري هن بهادر نياڻيءَ والاري، هيءَ به هيڏانهن ايندي پنهنجن ساٿين سميت انگريزي ملٽريءَ سان چڪريون ڏيندي آئي آهي. هونءَ ته هيءَ سڄي حملي ۾ شامل هئي، پر جڏهن ملٽريءَ وارا ڀڳا، تڏهن سڀ غازي به ڇڙوڇڙ ٿي، هنن جي پٺيان پيا. پوءِ به سڪ سپاهي هن جي به ور چڙهي ويا، هن وٽ ڪارتوس کڻي ويا هئا. ته ڪُنداڪ جا وار ڪري به ٻنهي کي جهنم اماڻي ڇڏيائين."

"۽ هيءَ؟" مائي بصران ٿهڪ ڏيئي چيو، "اسين ته ڪيس 'نوري نمائي' چونديون آهيون، جو هيءَ ڪيٽيءَ طرف مياڻ جي ويٺل آهي، پر اها مهائي ناهي، بلڪ رند بروچ آهي. سندس پيءُ 'رانول خان' مراد سنجرائيءَ جي ڳوٺ وٽ رهندڙ هو، هن به ساٿين سان گڏ انگريزي ملٽريءَ وارن سان ڪافي چڪريون کاڌيون آهن ۽ ڪيترن کي ئي جهنم رسيد ڪيو اٿس. (کلي) مگر سندس ٻين هٿيارن کان وڌيڪ خونخوار آهن، خنجر ڪٽاريون اکيون، آءُ پانيان ٿي ته هن کان ضرور ڪي وڏا جاسوسي ڪم ورتا ويندا!"

مائي نوران اهو ٻڌي کلڻ لڳي.

"۽ هيءَ سانگهڙ کان اپرندي 15 ميلن جي مفاصلي واري ڳوٺ صاحب خان جي ويٺل مائي 'منان' ڏيءُ 'نور محمد خاصخيلي' آهي جا عمر ۾ ته سٺ سالن جي آهي، پر مقابلي وقت جوانن جا به ڪن ڪپيو ڇڏي.

هن جي حوالي هڪ عورتن ۽ ٻارن جي مرڪز کي سنڀالڻ جو ڪم ڪيو ويو هو.

هڪڙي ڏينهن ٻيون عورتون ۽ ٻار ته ويجهي جهنگل ۾ پڪڙيل هئا، پر پاڻ ٻن ڪنوارن ۽ هڪ بيوه عورتن کي سخت غمگين ڏسي ڪين وندرائڻ لاءِ ڪوڏين راند پٽي ڪرايائين، ته اوچتو وٽن اندر سس ڦس ٻڌائين.

هن نهايت آهستگيءَ سان ٽنهي عورتن کي چيو ته "لٺيون ۽ ڏنڊا کڻي

هنن هنڌن تي بيهو، تہ آءٌ اچان ٿي." پوءِ نهايت خبرداريءَ سان وکڙ ڪائي وڃي هنن جي سبب ڦس ڦس بڌڻ لڳي: هڪڙي ٻئي کي چيو "يار آهن تہ پدمٽيون، پر ويون الائي ڪاڏي." ٻئي ورندي ڏني "هونديون اتيئي ڪنهن جهوپڙيءَ ۾، خبرداريءَ سان هل تہ ڪنيي اچونءِ. تون هِن پاسي وڃ تہ آءٌ هُن پاسي ٿو وڃان."

بس پوءِ تہ مائيءَ منان کي اهڙا اڪيلا شڪار خدا ڏياري، سو هڪڙي کي پاڻ ڏڙي رکيائين. تہ ٻئي کي وري سندس ساٿين ڪيرائي ڇڏيو، ۽ پوءِ جڏهن ٻئي سردار کي پيش ٿيا، تہ سچائجي پيا: چو تہ هو بہ سنگت جا ئي ماڻهو هئا. جن کي شيطان چونگ ڏيئي غدار بنايو هو. هڪڙو هو نبو پيو هو صابو، ٻئي غلام حيدر وساڻ جي ڳوٺ جا هئا. پوءِ جنڻ ڦٽ بعد هو وري توبہ تائب ٿيا ۽ هاڻي نهايت سنا ڪم ڪندڙ ثابت ٿيا آهن.

"هيڏانهن اچ ادي مَرڪان!" بصران هڪ جوان عورت کي سڏ ڪندي چيو، "چاچا، هيءَ اصل بدين تعلقہ جي ڳوٺ ننڊي شهر جي آسپاس جي وينل آهي، سندس پيءُ جو رستو علڻ خاصخيليءَ سان ٿي ويو هو، جو هن سانگهڙ تعلقہ جي پادريءَ واري ڳوٺ جي پر جو زميندار هو، ان ڪري لڏي اچي اتي وينا هئا. علڻ خان جو پٽ دلدار احمد هڪ تعليم يافتہ، پُر جوش مجاهد آهي، هيءَ ان جي پاڃائي آهي ۽ سندس مڙس ڪافي پئسا ڪٺي وڃي ڪراچيءَ آسودو ٿيو آهي، پر هيءَ جوش جهاد سبب پنهنجي ڏير سان گڏ هتي آيل آهي. هيءَ بندوق، تلوار، خنجر، پستول، ڪهاڙي، لٺ وغيره سيني هلائڻ جي ماهر آهي ۽ انگريزي ملٽريءَ وارن سان ڪافي چڪريون ڏنيون اٿس."

مائي بصران مرڪندي چيو، "هاڻي هلو هن پيءَ لانديءَ ۾ تہ ڪجهہ چاندو پاڻي بہ ڪريون ۽ سيٺ سگني مل غازيءَ کي مکيءَ جون پيون شيهنٽيون بہ ڏيکاريون."

لانديءَ ۾ ڪافي عورتون هيون، هنن جو بصران کي ايندو ڏٺو، سو سڀ "قربان قربان" چونديون مرحبا لاءِ اٿيون، هنن کي سندس ڪارنامي جي

خبر هئي، سي مبارڪ ڏيڻ لڳيس تہ 'ڀُٽي تہ سني ڪرائي اٿيئي'.

پوءِ ڪرم علي، گامون ۽ سڳني مل جي مرحبا ڪري کين مکڻ ماني حاضر ڪيائون. ناشتو ڪري، گهاٽي ڏڌ جا وٽا پي، سيٺ چيو، ''ماڻي بصران' هاڻي وعدو پورو ڪر.''

''حاضر ڪاڪا. اها سامهون وينل مائي 'عاقلان ڏيءَ ڪمونءَ جي' آهي، هيءُ سانگهڙ جي پر ۾ وڏيري عرس جا هاري هئا، پر ويچاريءَ جا ماءُ - پيءُ ٻئي مري ويا، ۽ وڏيري عرس شفيق پيءَ وانگر پنهنجي گهر ۾ پناهہ ڏنيس؛ پر وڏيري جي زال ۽ ننهن ڀاڻ ۾ اهڙا جهيڙا ڪرڻ لڳيون، جو هيءَ بيزار ٿي ڪانئن موڪلائي شهدادپور جي هڪ وڏيري وٽ وڃي رهي؛ ان جو پٽ تعليم يافتہ ۽ بهادر هو، هو غازين سان وڃي شامل ٿيو ۽ ملٽريءَ وارن سان معرڪا ڪندي شهيد ٿي ويو، هن صدمہ ڪان سندس ماءُ وفات ڪري ويئي.

بس پوءِ تہ وڏيرو سڀ لاڳاپا لاهي زمينون سندس ايماندار ڪمدار جي حوالي ڪري اچي غازين جي سٿ ۾ شامل ٿيو ۽ سندس روڪڻ وچان بہ هيءَ اچي ڪئمپ ۾ پهتي، پوءِ ڪيترن ئي معرڪن ۾ دشمن کي پُٺيون ڏنيون اٿس.

۽ هوءَ پنجاهہ ورهن جي جوان پوڙهي آهي مائي ''هَولَ'' جنهن پنهنجي پٽ کي غازي نہ بنجڻ سببان ڇڏي ڏنو، ۽ پاڻ اچي هن خدائي فوج ۾ شامل ٿي.

هڪ دفعہ هيءَ ۽ ٻي هڪ غازياڻي سانگهڙ مان سودو سامان وٺي هڪ دستي کي پهچائڻ ٿي ويون، تہ بہ ميل ڪن ٻيلي اندر پندرهن ڪن ملٽريءَ وارا ايندا ڏٺائون. هي چاهين ها تہ لڪي رهن ها ۽ هو هليا وڃن ها، پر هن چيو تہ اسان جيڪڏهين هنن جو لائق استقبال نہ ڪيو، تہ پوءِ 'مڪيءَ چايون' ٿي چا ڪيوسون؛ سو هڪ وڏي جهڳٽي ۾ اهڙي پوزيشن وٺي ويٺيون، جو جڏن ئي ملٽريءَ وارا هنن جي پرسان اچي لنگهيا، تہ هنن پستولن جا واجٽ ڪرائڻ شروع ڪين ۽ جيستائين هو پاڻ سنڀالين ئي سنڀالين، تيستائين ڇئن کي ڦٽي وڌائون ۽ پوءِ پاڻ هيٺ ويهي رهيون، ملٽريءَ وارن مورچو وٺي ڪٽي انڌاڌنڌ گوليون ڇوڙيون، جي سڀ اڪارت وين ۽ هنن ڪجهہ دير بعد وري بہ مٿن فئرن جو ٻيو دس موڪليو، وري بہ ٽي چار ڦٽجي پيا؛ ايتري ۾ نڪائن جي

آوازن تي غازي بہ اچي پهتا، پوءِ تہ چڪيءَ جي ٻن پڙن وانگر انهن ظالم بزدلن سان اهڙو حال ٿيو، جو گهٽوئي مال غنيمت ۽ بہ ساٿي ڇڏي اٿي ڀڳا. انهن قيدين کان ڪافي قيمتي احوال مليا، ۽ نيٺ سندن عيوض ۾ بہ غازي قيدي آزاد ٿيا.

هوءَ مائي مريم "رنل پٽ" جي وينل اٿو.

"رُنل پٽ ڇا؟" گامونءَ ڪلي چيو، "نازنينون تہ ماٺا ڪري محبوبن سان رُسنديون ٻڌيون اٿئون، پر پٽون بہ رُسنديون آهن، سو تہ توکان ٿا ٻڌون!"

بصران کلي چيو، "اها پٽ ٻين پٽن کان بنهہ پري ٻيلي اندر اڪيلي ٿي اڪيلي آهي، ان ڪري چوندا اٿس 'رنل پٽ' ان جي پر ۾ 'نورل چانگ' جي ڳوٺ ۾ هيءَ رهي ٿي."

"تڏهين تہ اسان جي مِٺيائي آهي" ڪرم علي چانگ چيو.

"ها، پر هيءَ اهڙي تہ شهسوار آهي، جو پنهنجي ڪميت جي وسيلي ويجهي تر جي گهوڙن ڊوڙائڻ جي مقابلن ۾ گوءِ کٽي ويندي هئي."

"پوءِ ڪو مرد بہ ڪانئس ڪونہ کٽي نہ سگهيو ڇا؟" گامونءَ پڇيو.

"اسين مڪيءَ جون شينهڻيون ڪي مردن کان گهٽ آهيون ڇا؟" بصران ٺهڪ ڏيئي چيو، "هان، هڪڙي سُرخي جي سوار هن تي فتح پاتي، پر گوڏا کوڙي! آخر تہ هن محب جو نالو بہ محب علي هو."

هاٿي بصران ٿڌو ساهہ کڻي چيو، "هن کي سليمان بہ سڏيندا هئا؛ هنن جو مڱڻو بہ ٿي ويو، پر شاديءَ تي جهاد کي فوقيت ڏيئي هيءَ اچي ميدان جنگ ۾ پهتي، ۽ دشمن تي خوب وار ڪري ٿي."

۽ هيءَ بهادر عورت آهي مائي 'سرندي ڏيءَ لقمان جي، وينل ڳوٺ مکڻ خاصخيلي.' هن پنهنجي والد ۽ چاچي سان گڏ انگريزي ملٽريءَ سان ڀهريون معرڪو ڪيو، جنهن ۾ سندس چاچو اکين اڳيان شهيد ٿي ويس. هيءَ ۽ سندس بهادر پيءُ تڏهين بہ مقابلي ۾ ثابت قدم رهيا ۽ ڪيترائي زخم کاڌائون، تہ بہ فتح ڪرڻ بنا نہ هٽيا.

هوءَ نوجوان مائي 'بيگو رندڻ' آهي جنهن جو مڙس ڏاڍو ڏاڙبل هو، بہ ٽي دفعا ٽيپون بہ ڪٽيون هئائين، پر غازي تحريڪ سندس بهادرين کي سنئينءَ راهہ تي آڻي ڇڏيو. هيءَ پنهنجي مڙس ۽ پيءُ سان گڏ انگريزي ملٽريءَ سان

لڙندي آهي ۽ جڏهين مردانه ملٽري پوشاڪ پهري سهڻو نوجوان بنجي هٿيار لڳائي نڪرندي آهي، تڏهين سندس حسن ڏسڻ وٽان هوندو آهي.

هيءَ 'بڪار' جي پر واري ڳوٺ سهتي خاصخيليءَ جي هڪ فداءِ تعليم ماستر جي ڌي 'پان پيڻ' آهي ۽ پنهنجي بهادر مڙس سميت مشهور مجاهد 'پائي خان چانگ' جي دستي ۾ شامل آهي. هيءَ به جڏهين انگريزي ملٽريءَ سان مد مقابل ٿئي ٿي، تڏهين تن بدن جو ڪوبه هوش نٿي رکي ۽ دشمن کي اهڙا نه واجٽ ٿي ڪڍي، جو ڏندين آڱريون اچيو وڃن.

۽ هيءَ جوان عورت مائي 'زهران' آهي، جا به رُنل پٽ جي آسپاس جي آهي. هيءَ وڏي شهسوار ۽ نشانه باز بهادر عورت آهي. مردانو ملٽري لباس پائي پاڻ کي "عثمان" سڏائيندي آهي. هن جا مقابلا ڏسو نه حيران ٿي وڃو.

هيءَ مائي 'پيروزان' آهي، جا ناري جي پرينءَ پر الله رکئي وساڻ جي ڳوٺ جي وينل آهي ۽ تمام آسودي گهر جي آهي. هن پنهنجي مڙس ۾ جهاد جو جوش نه ڏسي بدامنيءَ وقت ڪيس ٻارن ٻچن، ملڪيت ۽ ڍورن سميت حيدرآباد طرف امن واري هنڌ موڪلي ڇڏيو ۽ پوءِ پاڻ وڏي دليري سان آسپاس کي سنڀالڻ لڳي. آخرڪار مارشل لا لڳڻ بعد ڪافي ماڻهن کي ونئي هڪ امن جي جڳهه تي مرڪز قائم ڪيائين.

اتي هڪ دفعه هڪ غدار مٿس ڪهاڙيءَ سان حملہ آور ٿيو، ته هن مرچن ڪٽڻ جي مهلڙي سان سندس اهڙو ته زوردار مقابلو ڪيو جو نيٺ ڦٽي ساڻو ڪري ڇڏيائينس، ۽ هوٿن به هٿيار بند ملٽريءَ وارن سان اڪثر لنين ۽ بندين سان وار ڪري فتح ياب ٿيندي آهي.

۽ هوءَ نوي ورهين جي، جوانن کان به جوان پوڙهي ڏسين ٿو؟ اها "راڻي سادان" آهي، جا مشهور مجاهد "بچو بادشاهه" جي بيگم آهي.

۽ هوءَ مائي 'آسو ڌيءَ عثمان ماڇي' آهي، جنهن جو ڳوٺ سانگهڙ کان ٽن ميلن جي فاصلي تي آهي، هيءَ به وڏي بهادر عورت آهي.

هاٿي ڪرم عليءَ مرڪي چيو، "۽ هوءَ جا پريان پٺائي گهوٽ جي ڪلام موجب 'پکي ۾ پدمڻي، جڻ ڏئي وراڪا وڃ!' سا ڪير آهي؟"

بصران کلي چيو، "انهي جي پوري خبر اڄ رات جو ظاهر ٿيندي، آءٌ اڳواٽ ٻڌائي مزو نه ڦٽائيندس. پر ادا، هاٿي ڪيتريون ڳٺي ڪيتريون ڳٺيان.

جي مکيءَ جا مور وڏا مٿير آهن، تہ مکيءَ جون ماکيون بہ بي شمار آهن.

جڏهين گرفتار ٿيل جاسوسن کي هوش آيو، تڏهين هنن نهايت دکدائڪ نموني سان پنهنجو احوال ٻڌايو تہ ”اسين پيرون مل جي ڳوٺ جي پر واري هوندل ماڇيءَ جي ڳوٺ جا وينل آهيون، اسين پير صاحب جا مريد نہ آهيون، تہ بہ هفتو کن ٿيو جو ملٽريءَ وارن ناحق اسان جي ڳوٺ کي گهيرو ڪيو ۽ سڀ مرد گرفتار ڪري اڇي ڪئمپ ۾ چڙهيائون. ان بعد ڏاڍي مشڪل سان اسان ٻن کي ڇڏيائون، تہ جيڪڏهين اوهين حرن جي ڪنهن وڏي مرڪز جو پتو ڪڍي ايندؤ تہ اسين اوهان سڀني کي آزاد ڪنداسون، نہ تہ ڳوٺ ۾ رهيل باقي پوڙها، ٻار ۽ عورتون سڀ گرفتار ڪري ايندا‌سون. ان ڪري اسين لاچار ٿي هن ڪڏي ڪم ڪرڻ لاءِ آياسون. هاڻي اسين تہ ٻن ٻاهين ۾ اچي مُنا منا ٿيا آهيون، هوڏانهن ملٽريءَ وارن ماريو هيڏانهن اوهين ٿا ماريو. ٻڌايو تہ ڪاڏي وڃون!“

صحرائي عقاب هنن جي زباني ٻڌي ڪين چيو، ”چڱو في الحال تہ اوهان جو علاج ٿيندو، پوءِ ڏٺو ويندو.“

تقرير جو وقت سانجهي نماز کان پوءِ جو مقرر ٿيل هو، ان ڪري شام جو همراهہ پاڻ کان پاڻهي پهلوانيءَ جا مظاهرا ۽ مقابلا ڪرڻ لڳا.

اول تہ ملهن جا مقابلا ٿيا. سنڌ جي ملهہ ساريءَ دنيا ۾ مشهور آهي، پر هتي بہ اهڙا مٿير ملهہ آيل هئا، جو سندن مقابلا ڏسي حاضرين جي واهہ واهہ ٿي نڪري ويئي.

ان بعد جڏهين شهسواريءَ جا مقابلا ٿيا، تہ ذڪر ڪيل مائي مريم بہ پنهنجي ڪميت سان حصو ورتو ۽ اهڙيون تہ ڪمالاتون ڏيکاريائين، جو ڏسندڙ بي اختيار عش عش ڪرڻ لڳا.

هاڻي وري آيو نشان بازن جو وارو، ٻيا ننڍا ننڍا مقابلا هلندي هڪ عجيب مقابلو سامهون آيو، هڪ رواجي ڏاڳي ۾ ڪوڏي ٻڌي، هڪ وڻ جي ٽاريءَ ۾ ٻڌي ان کي لوڏو ڏيئي ٻڌندڙ ماڻهو هٽي ويو، ۽ هاڻي نشانہ باز فرلانگ تان بيهي چيو، ”دوستو! حڪم ڪريو تہ گولي ڏاڳي کي هڻان يا

ڪوڏيءَ ڪي؟"

ماڻهن جا آواز نڪتا "ڪوڏيءَ ڪي!"

نشانہ باز چڱيءَ طرح نشان ٻڌي "پيچ پاڳارا" جو نعرو لڳايو ۽ نڪاءُ جو ٺي گولي، تہ ڪوڏي هيٺ ڪري پيئي ۽ ڏاڍو اڏامي ويو. 'مرحبا صد مرحبا' ۽ 'واهہ واهہ' جا آواز بلند ٿيا.

هاڻي وري ڪوڏي ٻڌي لٽڪائي ويئي ۽ آواز ڏنو ويو تہ 'هاڻي ڪوڏيءَ جو وارو آهي.' نشانہ باز نڪاءُ ڪرايو ۽ ڏسندڙن وجي ڏنو تہ ڏاڍو سلامت هو، پر ڪوڏي ٽڪر ٽڪر!

'هيءُ ڪير آهي' 'هيءُ ڪير آهي' 'اسان ڪي هن بهادر جو نالو ٻڌايو وجي.' جا آواز بلند ٿيا.

جواب آيو هيءَ "مشهور مٽير، 'سڪيلڊو' عرف 'سڪيو راڄڙ' آهي!

هاڻي آواز آيو تہ ڪنهن ڇوڪري جي مٿي تي صوف رکي، ان جي نشانہ بازي ڪبي.

هيءُ وڏو خطرناڪ ڪم هو، پر يڪدم بہ بهادر ڇوڪرا نڪري آيا. هو چوي 'مون تي صوف رکو.' هو چوي 'مون تي' ۽ وري ضد اهڙو، جو نہ هو هٽي ۽ نہ هو هٽي!

انهي تي ماڻهن ڪي لڳو رؤنشو. چوڻ لڳا ڀلا ملهہ وڙهو. پوءِ جيڪو جيتي، انهي تي ٻئي ڄڻا 'يا عليءَ' جا نعرا هڻي سندرا ٻڌي اٿيا. هڪ ملهہ برابر رهي، ٻي ننڍي جيتي ورتي ۽ سٽ ڏيئي صوف ڪٽي بيهي رهيو.

منتظم وڏي اڳتي آيو. ڪيس آفرين ڏيئي چيائين، "هن مقابلي بدران ٻيو هي مقابلو ٿو ڪجي، تہ سامهين انب جي وڻ جي هڪ ٽاريءَ جا ٻہ پن جدا ٿي بيٺا آهن، انهن مان هينين پن جو نشانو وٺو."

فوراً ملوڪ خاصخيلي نالي بهادر بندوق ڪٽي اچي بيٺو. هن ڪي "صحرائي عقاب" سڏبو هو ۽ سندس نظر بہ عقاب جهڙي هئي. نشانو ٻڌي گولي ڇڏيائين تہ هيٺيون پن اڏامي ويو! 'واهہ ملوڪ واهہ' 'صحرائي عقاب زنده باد' جا نعرا بلند ٿي ويا!

"ساٿيو! دوستو!" سردار اعليٰ تقرير ڪندي بلندآواز سان چيو.

"اڄوڪو ڏينهن نہ فقط اسان حرن جي تاريخ ۾ اهم آهي، پر سنڌ جي

تاريخ ۾ به اهم جڳهه والاريندو؛ اڄ هتي اسين مڪيءَ جا متير ۽ سنڌ جا سورما سڀ هن لاءِ گڏ ٿيا آهيون، ته ظالم غلام ساز سامراجين ڏانهن پنهنجي روش بابت هڪ فيصلو ڪريون.

انهي ۾ شڪ ڪونهي، ته انگريزن ۽ سندن ڪن ديسي چاڙتن جي ڪوشش سان اسان جو رهبر اعليٰ 'حضرت پير سائين بادشاهه' گرفتار ٿي چڪو آهي، جنهن ڪري هن جي دل ۾ آزاديءَ جي جهاد لاءِ جيڪو نقشو رٿيل هو، سو اسان تائين پهچي نه سگهيو آهي، مگر سندس اهو نعرو اسان جي دماغن ۾ گونججي رهيو آهي ته:

"وطن - يا - ڪفن"

۽ اهي ٽي به لفظ اسان جي رهبريءَ لاءِ ڪافي آهن.

عام طرح اهو مشهور آهي، ته حضرت پير سائين بادشاهه کي درگاهه شريف تي گرفتار ڪيو ويو هو، مگر اسان جي اطلاعن موجب اهو غلط آهي؛ پاڻ درگاه شريف تان ڪيٽي ڏانهن وڃي رهيا هئا، ته اڳيان سيد فتح علي شاهه طرفان سندس باغ ۾ اسپيشل پوليس وارا لڪائي وهاريا ويا هئا، جن دغا سان کين گرفتار ڪيو هو.

۽ اوهان کي آءٌ اها خوشخبري ڏيان ٿو، انهي شاهه صاحب کي اسان جو بهادر غازي خان محمد سنجراڻي جوڳي سزا ڏيئي چڪو آهي!

(آواز "پيچ پاڳارا پيچ!" "پيچ پاڳارا پيچ!!")

"اسان جي رهبر اعظم جي گرفتاريءَ بعد اسان لاءِ ٽي رستا هئا:

هڪ ته پڃي وڃي ڪن بي خطر هنڌن تي رهڻ،

ٻيو ته ملهار فقير واريءَ پارٽيءَ جي رٿا موجب ستياگرهه ڪرڻ، ٽيون ته ظالمن، غلام سازن ۽ انهن جي چاڙتن کي گهٽي ۾ گهٽو مارڻ ۽ پاڻ به شهادت حاصل ڪرڻ.

جيئن ته رهبريءَ جو هڪ مرڪز نه هجڻ سبب ڪن ماڻهن ٻهريان به طريقا آزمايا ۽ جن ۾ پوئين طريقي جي طاقت ناهي؛ سي اڄا به آزمائي رهيا آهن، مگر انهي مان نتيجو ڪهڙو ٿو نڪري، سو خود ملهار فقير جي لفظن ۾ ٻڌو:

"جيڪي شهرن کي ويجهو هئا، سي شهرن ۾ لڏي وڃي ويٺا، انهن سان

وري اهڙي حالت ٿي، جو انهن جون نوجوان عورتون پوليس عملدارن ۽ وڏن ماڻهن پنهنجن گهرن ۾ بنا نڪاح جي وهاري ڇڏيون ۽ ڪيترين سان (زوريءَ) نڪاح وجهي ڇڏيو. جيڪو جماعت وارو فرياد ڪرڻ ايندو هو تہ ڪيس جيل ۾ اماڻيو ويندو هو. واهہ مارشل لا سڳورا تنهنجيون ڪرامتون!

”ملٽريءَ جي سپاهين ڪي ڪا عورت هٿ ايندي هئي، تہ اهڙو شرمناڪ وحشيانہ سلوڪ ڪندا هئا جو ڪي عورتون بيهوش ٿي وينديون هيون تہ ڪي مري بہ وينديون هيون.

”هڪ دفعي سانگهڙ جي لڳ پونگر جي ڳوٺ ڪي ملٽريءَ گهيرو ڪيو. ٻچو مري گهوڙي تي چڙهي ڪنهن ڪم سان نڪتو، تہ هڪ ملٽريءَ جي (ديسي) سپاهيءَ ڪيس گولي هڻي ڪيرايو. اتي ڪانين جو پراڻو نار ڊٺل پيل هو، هن غريب زخميل ٻچوءَ کي ڪانين تي رکي باهہ ڏنائون، مظلوم ۾ جيستائين ساهہ هو، ڇيڇلائيندو رهيو، آخر سڙي ڪانين ۾ ئي خاڪ ٿي ويو. شهيد جي رڙين تي سندس ماءُ ڳوٺ کان نڪتي ۽ رڙ ڪري چيائين، ”ڇا، توهين انسان نہ آهيو، آدم خور آهيو؟.... اسان جي وطن جا ديسي ٿي ڪري اهڙو ظلم ڪريو ٿا، فلنگيءَ جي چوڻ تي ڪتي وانگر اسان کي پٽيو پيا. اهي ڳاڙهي منهن وارا باندر (انگريز) اسان جي ملڪ ۾ سدائين نہ رهندا، توهين ۽ اسان هتي رهنداسون، ڪجهہ تہ شرم ڪريو. توهان جي مارڻ سان اسين ڪتي ڪونہ پونداسون. ۽ نہ توهان جي مارڻ سان ملڪ ڇڏي ويندا سون. هي ملڪ ’اسان جو‘ آهي، اسين رهنداسون، پر توهان جا آقائون نہ رهندا!

”ايتري ۾ ملٽريءَ جي سپاهين ڳوٺ جي ماڻهن کي گرفتار ڪري آندو، انهن ۾ ڪي پوڙها، ڪي ڏهن ورهين جا ٻار بہ هئا. شهيد جي والده رڙ ڪري چيو ’او قاسائيو، او بي رحمو! خدا توهان جو خانو خراب ڪري، ڪتي جي موت مرو، انهن پوڙهن ۽ معصوم ٻارن اوهان جو ڇا بگاڙيو آهي؟‘

ملٽري آفيسر ڏند ڪرٽي ڪيس لڪڻ هڻڻ شروع ڪيا، جو هوءَ رڙيون ڪندي بيهوش ٿي ويئي ۽ ملٽري آفيسر حڪم ڪيو تہ هن پوڙهيءَ ڪتيءَ کي هٿ اس ۾ ئي مرڻ ڏيو، هاڻ هلو.

”رمضان شريف جي مهيني ۾ مان (ملهار فقير) تراويحون پڙهائي رهيو

هئس، تہ ملٽريءَ اسان جي مسجد کي گهيرو ڪيو ۽ نماز بعد اسان کي گرفتار ڪري سانگهڙ وٺي ويئي ۽ ٿاڻي جي ايڏي ننڍي ڪمري ۾ بند ڪيو، جو سمهڻ تہ ڇا، پر سڀ ويهي بہ نہ سگهندا هئا. هن نموني سان هن بلئڪ هال ۾ ٽي ڏينهن گذارياسون، اسان کي کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڏنائون، هڪڙي ڇوڪري چيو تہ 'بک لڳي آهي' ملٽري آفيسر جواب ڏنو تہ 'توهان کي کارائينداسون تہ اسان جي ڪوني پائخاني سان خراب ڪندؤ پل مري وڃو!' اهڙي نموني ست ڏينهن ڪجهہ کائڻ لاءِ نہ مليو، بک جي ڪري اسين تمام ڪمزور ٿي ويا هئاسون، اهڙيءَ حالت ۾ بہ اسان مان ڪن ڪان پاڻي پرايو ويندو هو، تہ ڪن ڪان اٺي جون ڳوٺيون ڪٺايون ويندڀون هيون. بک جي ڪمزوريءَ ڪري سامان کڻندي ڪري پئون، تہ ماريو ويندو هو.

"ڪشنو گرگلو چريو هو، صفا اگهاڙو ڦرندو هو، پر ڪجهہ تازو تڪڙو هو، ان ڪري ڪيس بہ ملٽريءَ گرفتار ڪري ڪيترو ئي عرصو قيد رکيو.

"هڪ مينهن جي ڏنار کي ملٽري پڪڙي آئي. ماڻهو هن کي 'خاڪو' سڏيندا هئا، آفيسر جو هن کي 'خاڪو' سڏيندي ٻڌو تہ پڇيائين، 'ڪيا تم ڈاکو هو؟'

هن ابوجهہ اهو اکر نہ سمجهندي جواب ڏنو، 'ها صاحب مان خاڪو آهيان' تہ آفيسر صاحب نالي جي نہ سمجهڻ سبب حڪم ڪيو 'اسکو ڦانسي ديدو، لٽڪائو سالے کو!'

"عورتون پنهنجي ٻچن لاءِ ماني تيار ڪري رکنديون هيون، پر خبر پوندي هئي تہ هنن کي انگريزي ملٽريءَ وارن گولين جو شڪار ڪري ڇڏيو، اهو ڊڪيل طعام ڏسي مائرون پنهنجي اولاد کي پڪاربنديون هيون تہ 'پٽ اچ، تنهنجي مانيءَ جي مهل ٿي آهي' ، ائين پڪاريندي ڪي ويچاريون چريون ٿي ونديون هيون.

"ڪيترا ماڻهو پوليس هٿ سان پڃائي وري ڪين پڪڙائي انهن کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو. جن مان ڪيترا تہ حرن کي سڃاڻيندا بہ ڪونہ هئا." (پنهنجون ٻچارون ۽ تاريخ حريت سنڌ)

"هاڻي اڄ اسان کي اهو فيصلو ڪرڻو آهي تہ ڇا، اوهين ان نتيجي تي راضي آهيو؟

ڇا اوهان کي اها ڳالهہ پسند آهي، تہ انگريزي ملٽري ۽ پوليس وارا اسان جي مردن خواه عورتن کي ڦرين، مارين ۽ بي عزت ڪن؟

ڇا، اوهين انهن نتيجن تي بہ راضي آهيو، تہ ملهار فقير جي اطلاعن موجب انگريزي ملٽريءَ وارا بيڪس عورتن سان ايتري قدر ڏاڍ ڪن، جو هو مري وڃن؟

ڇا، اوهان کي اهڙين رهزنن کي پنهنجي ملڪ ۾ برداشت ڪرڻ ۾ ڪابہ غيرت ڪانہ ايندي؟

ڇا اوهان اهو پهاڪو وساري ڇڏيندؤ تہ:

مال صدقو سر جو

سر صدقو لڄ جو؟

جي نہ، تہ پوءِ غيرتمند بهادر بنجي اٿو ۽ انهن ظالمن کان پورو پورو انتقام وٺو، جن اسان جي فردن کي ڦريو، ماريو، لٽيو ۽ بي عزت ڪيو آهي، هنن جون ڪوپريون ڇُور ڇُور ڪريو، سندن سنڌَ سنڌَ ورهايو، سندن جسن کي پروڻ بڻايو.

۽ نہ فقط انهن کي، بلڪ جيڪي بہ اسان جا ديسي غدار سندن ڇاڙتا بنيا آهن، تن جي بہ رت جا درياءَ وهايو، جيئن هڪ ايراني شاعر لاهوتيءَ چيو آهي تہ:

”در خونِ خائنانِ وطن واجب است غسل

در شـرعِ انـقلاب، بہ نصِ ڪـتابِ سرخ

(انقلابي بي شريعت جي ڪربلائي ڪتاب جي آيتن موجب وطن جي ظالمن ۽ غدارن جي رت سان غسل ڪرڻ واجب آهي.)

اٿو پيائرو، اٿو ڀينرون، اٿو اي سنڌ جا شيرو، اٿو اي مکيءَ جون شيهنٽيون، انهن ظالمن ۽ غدارن کان پنهنجي انهن پيائرن ۽ ڀينرن جو انتقام وٺو، جي انهن رهزن هٿان ماريا ۽ بي عزت ڪيا ويا آهن.

قرآن پاڪ جي ارشاد موجب اوهان مان هر هڪ تي واجب آهي، تہ هنن جا گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ ڏهہ عدد ضرور جهنم رسيد ڪريو.

يقيناً هو بہ اسان تي وار ڪندا، پر اسين ’وطن جا شهيد‘ ۽ ’آزادي جا شهيد‘ ٿينداسون ۽ هو ڪتن جي موت مرندا.

اسان تي اسان جو آئينده نسل فخر ڪندو ۽ هنن تي مرڻ بعد بہ دائمي طرح لعنت پيئي وسندي.

ڇا توهين تيار آهيو؟

(آواز: ’اسين تيار آهيون بلڪل تيار آهيون‘)

”تہ پوءِ اٿو، سرن سان ڪفن ٻڌي اٿو، اهو پر زور نعرو لڳائي اٿو تہ:

’وطن‘ -- يا -- ’ڪفن‘

۽ انهن ظالمن ۽ سندن ڇاڙتن کي آگاهہ ڪريو تہ:

”ڪئٽ سنڌ!“

سنڌ خالي ڪريو اي رهزن سامراجيو!

جي نہ، تہ هن اسان جي مقدس سر زمين تي اوهان جو سَنڌ سَنڌ ويہو، اوهان جو هر فرد هتي ڪتي جو ڪاچ ٿيندو. هيءَ سر زمين اسان جي آهي، اسان جي وڏن جي آهي، ڪنهن بہ سامراجيءَ يا ان جي ڇاڙتي جو هن جي هڪ انچ تي بہ حق ناهي؛ اسين ۽ اسان جا آئينده نسل اسان جي هن مقدس سر زمين تي قبضو ڪندڙن ظالمن رهزنن خلاف تيستائين جهاد جاري رکندا، جيستائين هنن سامراجين جو هڪ فرد بہ هتي موجود هوندو!

نعرو لڳايو:

”ڪئٽ سنڌ!

”سنڌ خالي ڪريو!

”آزاد سنڌ زنده باد!

”سامراجي مرده باد!

”سامراجين جا ڇاڙتا مرده باد!

”وطن جا غدار سدا برباد!

”دوستو! اگرچہ هن جهاد آزاديءَ ۾ اسان جي جماعت ۾ بہ هندو ڀائر شامل آهن، پر ٻيا هندو ڀائر سڄي ملڪ ۾ بہ اهو جهاد ڪري رهيا آهن ۽ جيئن ساري هندستان ۾ سامراجين تي وار ڪري رهيا آهن، تيئن سنڌ ۾ بہ سندن وار جاري آهن، ۽ هڪ بهادر سنڌي هندو نوجوان ’هيمو ڪالاڻي‘ تہ انهي مقدس ڪوشش ۾ ڦاسيءَ بہ چڙهي چڪو آهي، پر ٻيا ڪيترا جيل ڀري چڪا آهن.

ياد رکو،

هيءُ آزاديءَ وطن جو جهاد رڳو اسين نـ ڪري رهيا آهيون، بلڪ دنيا جي ٻين ڪافي غلام ملڪن ۾ بـ جاري آهي. اهي بـ اسان کان گهڻو وڌيڪ ڪمزور آهن، پر هڪڙا مرندا وڃن ٿا، ٻيا انهن جي لاشن جي ڍيرن مٿي بيهي ظالمن تي وار ڪندا وڃن ٿا. ڪامياب ٿيندا وڃن پيا؛ جهاد وطن ۾ سنڌ تنها نـ آهي، پر ساري جهان ۾ اهو جهاد پنهنجي پنهنجي نموني تي هلي رهيو آهي ۽ اهو وقت پري ناهي، جو سڄيءَ دنيا مان غلاميءَ جون پاڙون پٽجي وينديون."

'انشاءالله' 'انشاءالله' جا آواز بلند ٿيا!

هاڻي ڪمانڊر سيني ڏانهن ڏسي چيو، "اڄوڪي ڪارروائي منهنجي هن تقرير تي ختم آهي، هن بعد وڌيڪ ڪارروائي سياڻ رات ٿيندي، ۽ اها صرف انتظامي هوندي، اهي چوويهہ ڪلاڪ آءٌ سيني صاحبن کي سوچڻ لاءِ ڏيان ٿو، جيڪي بـ صاحب هنِ فيصلي بعد بـ هن پروگرام سان متفق نـ هجن، اهي مهرباني ڪري خاموشيءَ سان، عزت ۽ احترام سان اسان کان جدا ٿي وڃن، جيئن هڪ پختون شاعر چيو آهي تـ:

**گريزد از صفِ هر ڪـ مرد غوغا نيست،**
**ڪسي ڪـ ڪشتہ نـ شد، از قبيلهءِ ما نيست!**

(جيڪو بـ شخص ويڙهو نـ هجي، سو مهرباني ڪري اسان جي صفن مان نڪري وڃي، جيڪو شهيد نـ ٿيو، سو جڻ تـ اسان جي قبيلي مان ئي نـ آهي!)

۽ (وڏي آواز سان) هن بعد بـ ڪو گدڙ اسان شينهن سان گڏ رهيو ۽ ڪار مردان جي مهل ۾ پيچ پاڻي پڳو، تـ اسان ڪليو اعلان ڪريون ٿا، تـ هن کي خود اسان جي گولي ئي پورو ڪندي ۽ اهو ڪتي جي موت مرندو. اسان کي اهو ڪم سرانجام ڪرڻ ۾ ڪابـ دوستي، ڪوبـ لحاظ، ڪابـ عزازت آڏي ڪانـ ايندي!"

"پيچ پاڳارا پيچ!" ۽ "وطن- يا- ڪفن" جي نعرن سان هيءُ اجلاس ختم ٿيو، هاڻي سردار مرڪندي حڪم ڪيو تـ هيءُ "شمشير و سنان" وارو پروگرام پورو ٿيو، هاڻي "چنگ و رباب" جو دور شروع ٿئي، جو روح کي

تسڪين ڏيڻ جو هڪ ذريعو آهي.

هيءُ ٻڌي جماعت جا فنڪار مرد، عورتون ۽ ڇوڪرا رقص و سرود، آواز و نغمہ جو پروگرام پيش ڪرڻ لڳا. تہ اڳ ۾ ئي سيٺ سڳنو مل وڏي اسٽيج تي آيو ۽ چوڻ لڳو، "ساٿيو! غازيو! اڄوڪي مبارڪ موقعي تي اسان سنڌ جي هندن جا جذبات بہ ٻڌو!

هن اول تہ ڪنور ڀڳت جي طرز سان تان ڪڍي ۽ پوءِ نهايت پرسوز ۽ پرجوش آواز سان هوند راج 'دکايل' جو شعر ڳائڻ لڳو:

مرنداسون- مگر- سنڌ کي آزاد ڪنداسون،
آزاد ڪنداسون - اسين - آباد ڪنداسون!
تون سنڌ جي سودي لئہ سِتون جيڪي ستين ٿو،
تنهنجون سي رٿون رهزني برباد ڪنداسون!
بم گولا هوائن مان ۽ گوليون پيو وسائج،
سينن کي ستمگر اسين فولاد ڪنداسون!
سنڌين جا پڳل پونگڙا برباد پلي ڪر،
جي فرش وبو، گهر عرش تي ايجاد ڪنداسون!
ورثي ۾ ڇڏينداسون نہ، پوين لئہ غلامي،
هن ڪوڙهہ ۾ ڪمزور نہ اولاد ڪنداسون!"

هن غزل تي بي اختيار نعرا بلند ٿيا:

"غلامي مرده باد!
"سامراج مرده باد!
"سامراجي ڇاڙتا مرده باد!
"وطن فروش مرده باد!
"آزاد سنڌ زنده باد!

سڳنو خاموش ٿيو تہ ڇم، ڇم، ڇم جو آواز آيو ۽ اسٽيج جي هڪ پاسي کان هڪ ارڙهين ورهين جي نهايت خوبصورت نوخيز نازنين، ناچ ڳائي جا ڳاڙها ڪپڙا پائي پنهنجي ڪجهہ ساٿين ۽ ساٿياڻين سان اسٽيج تي آئي، ۽ سيني کي هٿ ٻڌي سلام ڪري، هڪ پرسوز تان ڪڍي، شاهہ جو ڪلام اُچاريائين!

چو ٿيون پڇايو پنڌ پيرا وو پيرا،
واٽون وندر جون وڻ پيا ڏسيندا.
وو چو ٿيون پڇايو....

هيءَ ڪافي نہ هئي، پر هڪ آگ هئي، جنهن تفريح جي صورت ۾ ڪئن جي وسيلي دل و دماغ تائين سونهاري سيد جو اهو پيغام پهچائي ڏنو، جنهن بعد ڪنهن ٻئي پيغام جي ڪا ضرورت ئي ڪانہ هئي.

هيءَ وقت جي راڳڻي هئي، جنهن کي هن اهڙي تہ ڪامياب طريقي سان پيش ڪيو جو بار بار 'واهہ واهہ'، 'صدقي صدقي' جا آواز بلند ٿي رهيا هئا. قابل ڳائيندڙن وانگر هن انهي مختصر ڪافيءَ کي سُر جهلائيندڙن ساٿين سان پورو ڪلاڪ ٻي هلايو، ۽ هر مصرع تي ڪيترا ئي شاهہ صاحب جا موزون بيت پئي اچاريائين. اگرچہ پروگرام وڌيڪ بہ هو، مگر سردار نٿي چاهيو تہ هيءُ اثرات سڄي رات سيني جي دلين تي ڇانيل هجن. تنهن اشاري سان پروگرام ختم ڪيو ۽ سيني کي اجازت ڏيئي، هن کي اسٽيج تي ترسڻ جو اشارو ڪيو.

اسٽيج خالي ٿيڻ بعد هن وڏي تري رواج موجب سندس مٿي تي هٿ ڏيئي چيو، "ڇا نالو اٿيئي ڌيءَ؟"

"زينب، - سردار!"

"آءُ خوش ٿيندس، جيڪڏهين مونکي اڳتي 'سردار' بدران 'بابا' سڏين؛ ڪنهن جي ڌيءَ آهين تون؟"

هڪ اوچنگار ڏيئي پنهنجو سر سندس سيني ۾ لڪائي زينب جواب ڏنو "تنهنجي بابا!"

ڳراٽڙي پائي سندس پيشانيءَ تي چمي ڏيئي سردار چيو، "مون کي تو جهڙيءَ سگهڙيءَ ڌيءَ جو پيءُ سڏائڻ ۾ فخر ٿيندو؛ پر ظاهري طرح تنهنجا ڪي تہ مائٽ هوندا؟"

"منهنجو ڪوبہ مائٽ ڪونهي بابا، مون کي ڪابہ خبر ڪانهي، تہ آءُ ڪير آهيان، ڪٿي جي آهيان. منهنجي پالينڌڙ ماءُ مون کي مڪيءَ جي ٻيلي

مان آگوڻو چوسيندي لڏو هو. آسپاس تمام ڪافي رت وهيل هو، جنهن مان معلوم پئي ٿيو تہ منهنجا مائٽ سڀ ظالمن ماري ڇڏيا هئا."

"تو هيءُ فن ڪٿان سکيو؟"

"منهنجي پالينڊز ماءُ هڪ لنگهي (ڳائڻ وڄائڻ واري) هئي، آءٌ انهن ۾ رهندي نہ فقط از خود اهو سکي ويس، پر مون کي هن ڪلا سان دلي اُنس آهي."

"ڌيءَ زينب! اسان وٽ مجاهد تہ تمام گهڻا آهن، پر اهڙا ڪلاڪار بهادر نهايت ٿورا آهن، جي جاسوسيءَ جو ڪم سرانجام ڏين، ۽ ظالمن جا قيمتي راز هٿ ڪن. چاء، تون انهي ڏِس ۾ اسان جي مدد ڪنديئين؟"

"دل جان سان بابا" زينب ڪنڌ جهڪائي هٿ ٻڌي چيو، "هڪڙي مجاهده جڏهين سر ڏيڻ لاءِ سنيري اچي ٿي، تڏهين باقي ڪهڙي ڳالهہ لاءِ تيار نہ ٿيندي؟"

"مگر ڌيءَ" سردار گنڀير ٿي چيو، "هيءُ ڪم سر ڏيڻ کان بہ وڌيڪ خطرناڪ آهي، تون انهن رهزنن جي اڏن ۾ ويندينءَ، جي وڏا مهذب سڏائيندي بہ وڏا وحشي آهن. تمام وڏو خطرو آهي، تہ هو تنهنجي عزت تي بہ حملو نہ ڪن."

"مون کي منهنجو الله پناهہ ڏيندو بابا!" زينب آگر آسمان ڏانهن ڪندي چيو، ۽ وري گنڀيرتا سان چيائين، "پر، جيڪڏهين خدانخواستہ ڪو اهڙو واقعو پيش آيو، تہ بہ آءٌ انهن سان ٿينديس، جن لاءِ پنائي گهوٽ چيو آهي تہ:

**تن جيسر ميرياٺين جس، جي لله ڪارڻ لنديون!**

ممڪن آهي تہ مون هڪڙيءَ جي عزت جي قرباني ٻين سون اهوجهن جي عصمت جو بچاءُ بنجي."

"مگر بابا، آءٌ جاسوسيءَ جي فن مان ڪجهہ بہ واقف ڪانہ آهيان."

"توکي هيءُ مجاهد ٽريننگ ڏيندو" سردار هڪ ننڍڙي جهڳٽي طرف اشارو ڪيو، تہ عين ان جي وچ مان هڪ وجيهہ ۽ بارعب نوجوان نروار ٿيو ۽ مرڪندو ادب سان سلام ڪري اچي بيٺو.

"هيءُ اسان جي سي. آءِ. ڊي کاتي جو آفسر اعليٰ 'جيئندو' آهي" سردار چيو، "هيءُ انهي فن جو اهڙو تہ ماهر آهي، جو (مرڪي) سچ پچ تہ هن جي ڪنهن بدليل ويس وقت هن جو ڪا ٻنهہ دل گهري بہ هن کي مشڪل

سچائي سگھندي!"

"مگر آءٌ تڏهين بہ سچائي ڏيکاريندس، سردار"، زينب دل ئي دل ۾ چيو، سندس روح ۾ هڪ تڏڙي تڏڙي ليڪ بلند ٿي رهي هئي.

"ڏيءَ زينب!" سردار گنڀير ٿي چيو. "اسان جي هيءَ مهم صاف صاف قربانيءَ جي مهم آهي، ڪُلي ڪُلائي "گوريلا جنگ" آهي، جنهن جو مقصود صرف دشمن کي گهٽي ۾ گهٽو نقصان پهچائي، شهيد ٿيڻ آهي. فتح جو حصو- جيڪڏهن قادر اسان کي بنا ڪنهن اميد جي ڪٽي ڏنو- تہ سندس ڪرم؛ پر اسان پنهنجي پروگرام ۾ اهو آئينده نسل لاءِ ئي ڇڏيو آهي.

مختصر ٽريننگ بعد اهو توتي ئي ڇڏيو ويندو، تہ تون ظالمن وٽ پهچڻ ۾ ڪهڙا ذريعا ٿي اختيار ڪرين، ڪيئن ٿي ڪاميابيون حاصل ڪرين ۽ ڪيئن پاڻ جهڙين ٻين 'وطن چاين' کان ٿي گوءِ کٽين!"

هاڻي سردار ٿوري ساهي کٽي نهايت گنڀير آواز ۾ چيو. "اسين انساني جذبات، انساني ڪمزورين ۽ جبلتن کان اڻ واقف نہ آهيون، جائز مسرتن کان پاڻ ۽ پنهنجن ساٿين کي محروم ڪرڻ اسان جو پروگرام ناهي؛ مگر ڏيءَ! جيئن اسان 'جيئندي' ۽ ٻين مجاهدن کان اهو "ڏاڙهيءَ جو عهد" ورتو آهي تہ هو وطن جي آزاد ٿيڻ تائين جماعت جي اجازت بنا ڪنهن بہ عيش کي ويجهو نہ ويندا، تيئن ٻين مجاهدياڻين وانگر تو کان بہ 'سيند جو قرار' طلبيون ٿا!"

"خدا تعاليٰ منهنجي هن سيند جي عزت کي برقرار رکندو بابا" زينب پنهنجي سيند جي چڳ پڪڙي، بي اختيار سردار جي قدمن کي لڳائيندي چيو.

وري بہ ڪيس اٿاري سندس نراڙ چمي سردار چيو. "پاڪ پروردگار تنهنجي سيند سلامت رکندو ڏيءَ! مون کي هاڻي اوهان تي ڪلي اعتماد آهي. وڃو، ڏٺي اوهان جو نگهبان هجي، جيستائين توهين خالص انهي ڪارڻ جهاد ڪريو، تيستائين هر وقت ان کي پاڻ سان گڏ سمجهجو!"

زينب تہ جيئندي سان گڏ سندس لانديءَ ڏي- ۽ وري رات جي وقت- وڃڻ ۾ هبڪي رهي هئي، پر جڏهن سندس لانديءَ اندر گهڙي، تڏهن ڪيترين ئي ٻيون مجاهد عورتون ۽ مرد ويٺل ڏٺائين، جي هن کي پر اشتياق نظرن سان ڏسي رهيا هئا.

"خوش آمديد. اسان جي ڪاتي جي نئين ڪارڪن!" هڪ سندس هم عمر نازنين مرڪندي چيو، "منهنجو اصلي نالو فريدان آهي، ۽ ڪاتي جو نالو 'نمبر ائون' آهي، ڏسون تہ اسان جي نئين ساٿياڻي اسان ڪان ڪيتري قدر گوءِ ٿي کڻي."

"اڄ بہ نئون ساٿي آهيان. منهنجيون ڀڄڙيون!" سيٺني حيران ٿي مردن جي ٽوليءَ ڏي ڏٺو، 'غازي سگهنو' مرڪي رهيو هو! "مون کي اجا مڪمل فوجي بنائڻ ۾ گاجي هيڪي رهيا آهن، تنهن ڪري في الحال تہ ٿيندس 'سانگهڙ سرڪار' جو سي آءِ ڊي، پوءِ ڏٺو ويندو."

'سانگهڙ سرڪار' 'سانگهڙ سرڪار' ہہ- ٿي آواز بلند ٿيا. جيئندي کلي چيو، "سيٺ وڏا، هي نئون نالو تو ڪٿان بنايو آهي؟"

"جتان 'غازي سگهنو' بنيو، اتان 'سانگهڙ سرڪار' جو نالو بہ بنيو آهي، پڳوان ڪندو تہ ڪنهن وقت هيءَ سانگهڙ سرڪار هڪ آزاد سرڪار هوندي، ۽ اڄ سندس 'فنئنس منسٽر' هوندس."

"توکي هينئر بہ فنئنس منسٽر بنايو ويندو، غازي سگهنا!" سيٺني ڇرڪ ڀري هن آواز تي نهاريو، سردار اعليٰ يا ڪمانڊر ان چيف اچي رهيو هو، سڀ ادب مان اٿي بيٺا.

سردار مرڪي چيو، "اسان کي تنهنجو تجويز ڪيل نالو 'سانگهڙ سرڪار' ڏاڍو پسند آيو آهي؛ انهي جي انعام ۾ توکي 'سانگهڙ سرڪار' جو 'فنئنس منسٽر' يا 'مالي وزير' بنائجي ٿو. سڀاڻي شام جو جيڪا 'انتظامي ڪانفرنس' ويهندي، ان ۾ 'ماليات' بابت مهرباني ڪري پنهنجيون سڀ رٿون بنائي اچج."

"رٿون نہ جناب"، سيٺ سگهني مل کلي چيو، "مان تہ 'بجيٽ' پيش ڪندس 'بجيٽ'!"

سڀ کلي پيا، سردار گنڀير ٿي چيو: "۽ انشاءالله تعاليٰ اها بجيٽ نہ فقط منظور ٿيندي، مگر تڪميل تي بہ پهچائي ويندي."

رات جو آرام ڪرڻ بعد جڏهن صبح جو سڀ جاسوس عورتون نويڪليون ٿي ويٺيون، تڏهن زينب چيو تہ "اديون، اڄ نئين آهيان- هينئر پاڻ

ڪي ڪو خاص ڪم بہ ڪونهي- جو نہ اوهين مون کي پنهنجا احوال ٻڌايو تہ انهن مان مون کي اوهان جي واقفيت بہ ملي ۽ اوهان جي تجربن مان اڳتي سبق بہ پرايان!" هن جي اها صلاح سيني کي ڏاڍي پسند آئي. سڀ کان اول مائي "بيگو زال اسماعيل رند" پنهنجو داستان ٻڌائڻ شروع ڪيو:

آءٌ ٽنڊي الهيار جي پرسان رندن جي ڳوٺ ۾ ڄاپس. منهنجي شادي تيرهن ورهين جي عمر ۾ مکي ٻيلي ۾ رهندڙ اسماعيل رند سان ٿي. پاڻ سکيو ستابو هو. وٽس ويهارو کن ايڪڙ زمين ۽ ڪافي مال هو.

اسماعيل رند نهايت بهادر ۽ بي ڊپو انسان هو. رند قوم ۾ وڏي عزت رکندو هو. سندس دوستي بہ دلير انسانن سان هئي. بعضي بعضي ڌاڙيل، پاتاريدار ۽ ڀڳل ماڻهو بہ وٽس پناهہ اچي وٺندا هئا. بہ دفعا هو پاڻ بہ جيل ڪاٽي آيو هو.

غازين جي تنظيم شروع ٿيڻ تي منهنجي خاوند بہ ان ۾ سرگرم حصو وٺڻ شروع ڪيو ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ ترقي ڪري هڪ ڪمانڊر جي درجي تي پهچي ويو. غازي تحريڪ سندس طبيعت ۾ وڏو ڦيرو آندو. پهرياڻين تہ هو ڌاڙيلن کي پناهہ ڏيڻ پنهنجو شان سمجهندو هو- پر هاڻ هو نيڪ نمازي بڻجي ويو ۽ پنهنجي ڪم ڪار کان سواءِ اوڦتو ماڻهن سان رستو رکڻ ڇڏي ڏنائين.

اسان وٽ ملڪيت تہ جام هئي- پر اولاد کان محروم هئاسين. سو اسان ملڪيت تہ ڪئي غازين جي حوالي ۽ پاڻ وري گوريلا دستن ۾ شامل ٿي وياسين. مرڪز ۾ مون کي دستوري ملم پٽيءَ ۽ رڌ پچاءُ سان گڏ گهوڙي سواري ۽ بندوق وغيره هلائڻ جي تربيت پڻ ڏني ويئي ۽ آءٌ انهن معاملن ۾ پڙ تي ويئس.

هڪ ڏينهن اسان جي جٿي کي بہ ڇاپي مارڻ جي هدايت ملي. اسان گهاٽو ٻيلو ٻيرين پنڌ اُڪري، نارو ٽپي صحرائي علائقي ۾ داخل ٿياسون جتي هٿياربند غازي اسان لاءِ اُٺ جهليو بيٺا هئا. اُنن تي سوار ٿي اسان اڳتي وڌياسين. سانجهيءَ کان ڪلاڪ کن اڳ اوچتو پر وارين پٽن مان هڪ غازي ظاهر ٿيو ۽ چيائين تہ "هن طرف اچو- 'صحرائي عقاب' اوهان جي انتظار ۾ آهي!"

'صحرائي عقاب' جو نالو ٻڌي اسان محسوس ڪيو تہ اڳيان ضرور ڪا

وڏي مهم آهي جو هن اسان جي مدد طلب ڪئي آهي ڇاڪاڻ عام حالتن ۾ هو پنهنجي دستي کان ئي ڪم وٺندو آهي. اوهان کي خبر آهي تہ ’صحرائي عقاب‘ اسان جي نامور جانباز مجاهد ’ملوڪ خاصخيليءَ‘ جو لقب آهي. هو اسان جي صحرائي علائقي جو ڄڻ تہ روح آهي جنهن کان سواءِ بدن بيڪار آهي.

’صحرائي عقاب‘ ڏاڍي محبت سان اسان جو استقبال ڪيو ۽ رات آرام سان گذارڻ لاءِ چيائين. فجر مهل اسان سندس جٿي سان گڏ اُٺن تي سوار ٿي پٽن جي اڻ کٽ سلسلي ۾ سفر شروع ڪيو. اسان جملي 75 مجاهد هئاسون. اسان کي پٽن جي پويان 300 فوجين جي هڪ ڪئمپ تي حملو ڪرڻو هو. ڪاميابي جي حالت ۾ اسان کي وڏي انداز ۾ بندوقون، بارود ۽ ٻيو سامان هٿ اچڻ جي توقع هئي.

دشمن تي حملي ڪرڻ لاءِ 25-25 مجاهدن جا ٽي دستا ناهيا ويا. ’صحرائي عقاب‘ ڪافي اڳتي اڪيلي سر هلندو رهيو ۽ ٽي ئي دستا خبرداريءَ سان سندس پوئتي هلندا رهيا. هڪ پٽ جي اوٽ ۾ اڌ ڪلاڪ ڪن دوربينيءَ سان صورتحال جو جائزو وٺڻ کان پوءِ هن ٻن دستن کي کاٻي ۽ ساڄي طرفان اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنو ۽ هڪ دستي سان پاڻ اڳتي وڌڻ لڳو. مناسب مقام تي پهچي، صحرائي عقاب حملي جو حڪم ڏنو: ’شاباس شڪاري– هاڻ تنهي طرفن کان نشانا ٻڌي گوليون هلايو. خبردار! هڪ گولي بہ خطا نہ وڃي!‘

ان وقت فوجي چانهہ وغيره پي رهيا هئا. ڪن ٿورن کي ورديون پاتل هيون. وٺن هٿيار بہ ڪونہ هئا. گولين جي اوچتي وسڪاري کين بدحواس ڪري ڇڏيو. هو پناهہ وٺڻ ۽ هٿيار کڻڻ واسطي بدحواس ٿي هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙڻ لڳا. حواس بجا اچڻ تي هٿيار کڻي مورچن ۾ ويٺا، پر هينئرئين تي هجڻ ڪري بچاءُ ڪرڻ مشڪل ٿي پيو. اسان کين پڳڙن وانگر پچڻ شروع ڪيو. جلد ئي دهشت وچان هنن فرار جي راهہ ورتي.

هن معرڪي ۾ اسان کي سائيڪو ڪن رائفلون، هزارين گوليون، سنگينون ۽ بي انداز راشن هٿ آيو. انهيءَ مان ڪافي حصو ’صحرائي عقاب‘ اسان جي حوالي ڪندي چيو تہ، ”مڪيءَ جي سردار کي سلام ڏيئي چوندا تہ

هي هڪ ادنيٰ تحفو منهنجي طـرفــان آهي- آئينده بـ، پـيو مال جلد ٿي پـيش ڪبو!"

اسان هاڻ تيزيءَ سان پنهنجي مرڪز ڏانهن رُخ ڪيو. مڪيءَ جي ٻيلي کان 5-6 ميل اوريان هتاسون تـ اوچتو ڏاکڻيءَ ڪنڌ کان وڏو غبار اُٿيو ۽ اُنن تي سوار فوجين جو دستو نظر اچڻ لڳو جن جو رُخ اسان ڏانهن هو. اسان بـ ٻيلي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اُنن کي تيز ڪيو. پر ٻيلي کان باقي اڌ ميل ڪن اوريان فوجين جي گولين اسان تي وسڻ شروع ڪيو. اسان جي سردار ڏهن مجاهدن کي اٺن تان لهي، مورچا ٺاهي، فوجين جي اُنن کي نشانو بنائڻ جي هدايت ڪئي ۽ رهيل مجاهدن کي تيزيءَ سان ٻيلي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ حڪم ڏنو. سندس اها سوچ ڪامياب ٿي. غازين جي فائرن فوجين جي پهرين قطار بيڪار ڪري ڇڏي. سندن اُنن فوجين سميت اچي گوڏا کوڙيا. حملـ آور فوجين جو تعداد ڏيڍ سئو ڪن هو. جنهن ڪئمپ تي صحرائي عقاب حملو ڪيو هو، تنهن جـي ويجهــو اهي خيمـ زن هئا ۽ کين وائرليس ذريعي مدد لاءِ گهرايو ويو هو.

اسان جي گولين جي ڪري پهرياٽين تـ هو پريشان ٿي پيا- پر پوءِ جلد ٿي هو اُنن جي پاڪڙن ۽ پاڻيءَ جي ٽانڪين پويان مورچا ٺاهي، جنگي مهارت سان فائرنگ ۾ جنبي ويا. جيئن تـ ٻئي ڌريون مورچن ۾ محفوظ هيون، تنهن ڪري اها فائرنگ بي سُود رهي. اسان تـ اهو معرڪو ساٿين کي ٻيلي ۾ داخل ٿيڻ جي مهلت لاءِ شروع ڪيو هو. فوجي وري اسان جي تعداد بابت منجهيل هئا. پر انهيءَ وچ ۾ هن زبردست فائرنگ جو پڙلاءُ وڃي 'صحرائي عقاب' جي ڪئمپ تائين پهتو. اڌ ڪلاڪ اندر اهي بـ اچي فوجين جي پويان پهتا.

هاڻ فوجي اچي ٻن باهين ۾ ڦاٿا. مجبور ٿي، جان بچائڻ لاءِ فائر ڪندي، ساٿين جا لاش لتاڙيندي ۽ تمام گهڻا هٿيار ۽ بارود ڇڏيندي وٺي ڀڳا. انهن لاشن ۾ هڪ لاش سندن ميجر جو پڻ هو. اسان کي هن معرڪي ۾ بـ پنجاهـ ڪن رائفلون، هزارين گوليون ۽ ٻيو سامان هٿ آيو. اهو سامان گڏ ڪري اسان ٻيلي ۾ داخل ٿياسون ۽ مرڪز ڏانهن رخ ڪيو.

رستي تي اسان کي هڪ قافلو نهايت بري حالت ۾ مليو. پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو هو 'حر' نـ هئا بلڪـ ناري ۾ رهندڙ 'سانوٽيءَ' جا ماڻهو هئا.

جيڪي ٿر ۾ وس جي مند ۾ وانڍون لڳائي رهندا هئا. هن سال بہ بي خبريءَ ۾، دستور موجب پنهنجو رستو وٺيو پئي ويا تہ اوچتو ملٽريءَ وارن جو نزلو مٿن نازل ٿيو. پر ملٽريءَ وارا فقط ڏهہ ٻارنهن هئا، سو هيءُ پنهنجا ڍور ۽ سامان وٺن ڇڏي ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا ۽ اچي ٻيلي ۾ پناهہ ورتائون. انهيءَ افراتفريءَ ۾ ڪن جا ٻار ٻچا وڇڙي ويا. ڪجهہ مارجي ويا ۽ ڪيترائي زخمي ٿي پيا. هاڻ هو ساهہ پٽڻ لاءِ ڪنهن پناهہ گاهہ جي ڳولا ۾ هئا. انهن مظلومن کي پر واري مرڪز ڏانهن اُماڻي اسان اڳتي روانا ٿاسون ۽ پيچرا ۽ سرنگهون پار ڪري وڃي پنهنجي ڪئمپ تي پهتاسون.

منهنجي بهادريءَ جي خبرن کان متاثر ٿي سردار منهنجي لاءِ جاسوسيءَ جو ڪم رٿيو جنهن لاءِ نهايت بهادر ۽ سمجهو عورتن جي ضرورت هئي. اهو ڪم مردن لاءِ البتہ مشڪل هو. مون کي سنجهوري شهر جي چئن هنڌن تان وڏيون رقمون ڪڍڻيون هيون. انهيءَ ڪم لاءِ مون کي هڪ مِددگار عورت بہ ڏني ويئي.

ٻئي ڏينهن عليٰ الصبح غازين جو هڪ دستو اسان کي مڪيءَ کان ٻاهر ڇڏڻ لاءِ سنيربو. ٻنپهرن ڌاري، اسان کي پري کان ڏهن ٻارنهن فوجين جي دستي سان 2-3 قيدي نظر آيا. جيڪي اسان کي تحريڪ جا ماڻهو محسوس ٿيا. تنهن ڪري انهن کي ڇڏائڻ لازم هو.

سردار جي هدايت موجب اسان ڏاڍي خبرداريءَ سان چؤطرفِ مناسِب هنڌن تي مورچا لڳايا ۽ 'شاباس شڪاري' جي نعري تي نهايت احتياط سان فائرنگ شروع ڪئي سين. جيئن قيدين جو وار بہ ونگو نہ ٿئي. فوجين جا بہ ساٿي تہ ڀهرئين ئي حملي ۾ ڍڙجي پيا، ٻين ترت ئي مورچا ناهي مقابلو شروع ڪيو. مون همت ۽ سوچ کان ڪم وٺي فوجين تي پوئتي کان وڃي حملو ڪيو ۽ ٻن جڻن کي ڍڙي رکيم. ٻچيل فوجين ڀڄي جان بچائي. اسان پنهنجو سفر جاري رکندي، ٻيلي مان اُڪري سنجهوري واري علائقي ۾ داخل ٿياسون. هتان اسان جا محافظ ساٿي واپس ٿيا. مون ۽ منهنجي ساٿڻ فوجي وردي مٿائي ڀهراڙي جي عورتن وارو لباس پهريو. بندوقون ۽ ورديون هڪ وڻ هيٺان دفن ڪري، اسان سنجهوري شهر جو رستو اختيار ڪيو. منهنجي ساٿڻ انهيءَ علائقي جي وک وک مان واقف هئي. هڪ ويران رستو وٺي اسان شهر

۾ گھڙيونسين ۽ بازارن مان ٿيندي هڪ گھٽيءَ ۾ سندس ماساتن جي گھر پهتيونسين. اُتي اسان کي ڏاڍي عزت ۽ محبت ملي.

هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات جي آرام کان پوءِ اسان سونپيل ڪم جي رٿابندي ڪئي. جن چئن گھرن ڏانهن اسان کي وڃڻو هو، تن تي سرڪاري نظرداريءَ جا اطلاع هئا جنهن ڪري اسان کي نهايت خبرداريءَ کان ڪم وٺڻو هو. سڀ کان اول اسان کي 'وڏيري متوءَ' جي حويليءَ ۾ وڃڻو هو، وڏيرو متو ظاهري طور انگريزن جو دوست، صلاحڪار ۽ حرن جو دشمن پر حقيقت ۾ حرن جو وڏو مددگار هو.

اسان اڃا صلاحون پئي ڪيون تہ هڪ عجيب اتفاق ٿيو. منهنجي ساڻڻ شاهہ سائينءَ جو ڪلام پئي جهونگاريو "واٽ وندر جي وڻ پيا ڏسيندا." تہ ٿيو بہ ائين. اسان جي ميزبانن کا سڪا باسي هئي جنهن سلسلي ۾ هو عزيزن ۽ دوستن کي دعوت ڏيڻ جو پروگرام ٺاهي رهيا هئا. دعوتين ۾ وڏيري متوءَ جو نالو بہ هو. هنن اسان کي بہ سڏ ڏيڻ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ چيو. اسان جي تہ الله ٻڌي!

ٻئي ڏينهن اسان پنهنجي ميزبانن سان گڏ سڪا جا سڏ ڏيڻ لاءِ نڪتيون سين ۽ مختلف گھرن مان ٿيندي اچي وڏيري متوءَ جي گھر نڪا ڪيوسين. وڏيريءَ اسان کي عزت سان ويهاريو. سڪا جي دعوت قبول ڪندي اسان کي لسي پاڻيءَ جي لاءِ چيو. اسان تہ پاڻ اُتي ترسڻ جا بهانا پئي ڳوليا. ٿوري ئي دير ۾ وڏيرو متو بہ اچي پهتو.

وڏيرو متو اڌڙوٽ عمر جو هڪ ڏيا وارو مرد هو. هُن اسان کي دستوري پليڪار ڏني. آءُ سائس خلاصي ڳالهائڻ واسطي موقعي جي تاڙ ۾ هئس. هڪ دفعو وري قدرت مدد ڪئي ۽ وڏيري ڪنهن ڪم سان اُٿي ويئي. مون موقعو ڏسي چٺي وڏيري متوءَ جي حوالي ڪئي. هن چٺي پڙهي اسان کان زهڻ وارو هنڌ پڇي چيو تہ هو پاڻهي اُتي جواب پهچائيندو. اسان جو ڪم آسان ٿيو ۽ اسان سامت جو ساهہ کنيو.

هاڻ اسان ٻئي گھر بابت صلاح ڪئي ۽ فيصلو ڪيوسين تہ اُتي منهنجو اڪيلو وڃڻ مناسب ٿيندو. آءُ اُن گھر جا پورا نشان پتا وٺي ٿاڪ منجهند جو سخت گرميءَ ۾ اوڏانهن رواني ٿيس ۽ ڪيتريون ئي گھٽيون پار ڪري اُن گھر

وٽ پهتيس. جڏهن پڪ ٿيم تہ آس پاس ڪو ڏسڻ وارو ڪونهي تڏهن دروازي کي ٿورو زور ڏنئي، اندر داخل ٿيس. اندر ہ عورتون ۽ هڪ وچولي عمر جو مرد ويٺا هئا. جن دستوري عليڪ سليڪ کان پوءِ هن منهنجو احوال پڇيو. مون چٺي مرد کي ڏيندي چيو ’ابا آءُ هڪ مسڪين عورت آهيان. منهنجي مدد ڪريو- وڌيڪ احوال هن چٺيءَ ۾ آهي!‘ چٺي پڙهڻ کان پوءِ هن پنهنجي زال سان اندر وڃي مشورو ڪيو ۽ پوءِ مون کي ٻئي ڏينهن اچڻ ’لاءِ چيائين.

اُتان نڪري، ڪيترين ئي گهٽيون لتاڙي، آءُ پروگرام موجب ٽئين گهر وٽ پهتيس. اُتي پهچي هيڏانهن هوڏانهن پئي نهاريم تہ اندران هڪ جوان نڪتو. شڪل شبيهہ ۽ وضع قطع مان هو مون کي گهربل ماڻهو محسوس ٿيو. اکين جي اشارن مان تصديق ڪندي مون چٺي سندس حوالي ڪئي ۽ اُن جو جواب ٻئي ڏينهن گهريومانس. پوءِ آءُ خير سان واپس گهر پهتيس.

ٻئي ڏينهن نيرن ڪري آءُ وري پنهنجي مهم تي نڪتيس: سڀ کان اول وڏيري متوءَ جي گهر پهتيس جنهن رومال ۾ ٻڌل رقم منهنجي حوالي ڪئي ۽ سردار لاءِ هڪ زباني پيغام ڏنو. ان کان پوءِ ٻئي گهر ويس جتان بہ پئسا ۽ ضروري ڪاغذ مليا. ساڳيءَ ريت باقي هنڌن تان پئسا وغيره ڪٺي، مليل رقمون ۽ ڪاغذ محفوظ طريقي سان چيلهہ تي ٻڌي، ماساتن کان موڪلائي واپسيءَ جو سفر شروع ڪيوسون. نشان ٿيل هنڌ سان پهچي، وردي پائي ٻيلي اندر داخل ٿيونسون. ٻن ڏينهن تائين پيچرن ۽ سرنگهن جو اٽانگو سفر ڪندي، سلامتيءَ سان پنهنجي مرڪز پهچي جڏهن سردار اڳيان نوٽن جون ٿهيون ۽ خط رکياسين تہ هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اسان کي خاص مبارڪون ڏنائين.

مائيءَ بيگوءَ جي داستان کان پوءِ هڪ ننڍي نيٽيءَ خوبصورت نازنين، مرڪندي پنهنجو داستان شروع ڪيو:

”منهنجو نالو بصران ڌيءَ هارون خاصخيلي آهي. آءُ جمڙائوءَ جي منڊ جي اوپر طرف ڳوٺ ’عمر خاصخيلي‘ جي رهاڪو آهيان. اسان جي ڳوٺ جا

سڀ رهاڪو 'سالم جماعت' ۾ شامل نهايت امن پسند ماڻهو هئا. منجهن ڪوبہ لچ لوفر، چور چڪار، سست يا ٺوٺي نہ هو ۽ نہ ئي وري هو ڪنهن سياسي چڪر ۾ پوندا هئا. منجهائن ڪوبہ تعليم کان عاري نہ هو. انهن سڀني ڪري الله پاڪ اسان جي رزق ۾ ڏاڍي برڪت وڌي هئي ۽ اسان ڏاڍا سکيا ستابا ۽ آسودا هئاسون. اسان جون ڳوٺون شاداب ۽ آباد ۽ اسان جو ڳوٺ ڀهڪندڙ ۽ مثالي هو.

پر مارشل لا لڳڻ شرط اسان تي انگريزن جي پوليس ۽ ملٽريءَ بلڪل بي گناهہ اهڙا تہ ظلم ۽ ستم ڪيا جو اسان نهايت لاچار ٿي پنهنجو ڳوٺ، پنهنجيون ڀنيون، بلڪ پنهنجيون تيار پوکون ڇڏي، 'ذلت جي زندگيءَ کان عزت جي موت' کي هزار دفعا بهتر سمجهي، اچي غازين جي سٿ ۾ شامل ٿيا آهيون. هاڻ اسان هر ڪنهن جي دل ۾ هڪ ئي تمنا آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ ظالم جهنم رسيد ڪري پوءِ شهيد ٿيون. اسان ڪُل پنج سئو آهيون- اسان پنهنجو حصو پنج هزار مردودن کي جهنم رسيد ڪرڻ مقرر ڪيو آهي. اسان جي دل ۾ ٻي ڪابہ تمنا نہ آهي.

اسان پاڻ سان ڏهہ ٻارنهن اٺي جون ڳوٺيون ۽ ٻيو ضروري سامان کڻي، مکيءَ ٻيلي جي اونهي جهنگل ۾، پاڻيءَ جي وهندڙ هڪ اڏ جي ڪناري تي منزل ڪئي ۽ اُتي ڪئمپ لڳائي. حفاظت خاطر ڏهہ ٻارنهن چٽا ڪئمپ جي چوڌطرف پري پري تائين پکيڙي ڇڏيا.

هڪ ڏينهن ٻنپهرن جو، ڪئمپ کان ٿورو پرتي آءٌ مال چاري رهي هيس، پري کان ڪو شخص نهايت بدحواسيءَ ۾ پاڻ ڏانهن ڊوڙندو ڏٺم. آءٌ پنهنجو پاڻ سنڀالي، سندس سامهون آيس تہ هو ڊپ ۾ دانهن ڪري، آتڙجي وڃي سامهين وڻ سان ٽڪريو ۽ ڏڪو ڪائي سهڪڻ لڳو. سندس ڊپ پريل اکيون اوڏانهن ئي ڪتل هيون جتان آيو هو. مون کيس آٿت ڏيندي چيو 'ڊج نہ- هتي تنهنجو ڪوبہ دشمن ڪونهي- آءٌ تنهنجي مددگار آهيان!' ڪجهہ دير ماٺ رهڻ کان پوءِ هن ٻڌايو تہ چار ماڻهو سندس جان جي پويان پيل آهن جنهن ڪري هو وٺي ڀڳو آهي.

آءٌ کيس تسلي ڏيئي ڪئمپ ۾ وٺي آيس. احوال وٺڻ تي معلوم ٿيو تہ 'لونگ' نالي اهو شخص پڻ اسان وانگر ظلم جو شڪار ٿي پنهنجا پئسا

ڏوڪڙ ڪٺي ڀڳوتان ڀڳو هو. سندس ارادو مکيءَ کان ٻاهر هڪ دوست ڏانهن وڃڻ جو هو پر واٽ تي ڪيس چار هٿياربند غازي مليا جن ڪانئس ڪي سوال پڇيا. هڪ عام ڪاروباري شخص هجڻ ڪري هو حرن جي دهشت برداشت ڪري نہ سگهيو ۽ کين دشمن سمجهي، بدحواس ٿي وٺي ڀڳو هو.

اسان جي همراهن کيس ٻڌايو تہ بدحواسيءَ ۾ هو پنهنجي اصل واٽ ۽ گهربل ڳوٺ کان گهٽو پري نڪري آيو هو ۽ هاڻ سونهين کان سواءِ هن جو ٻيلي کان ٻاهر نڪري منزل تي پهچڻ محال هو.

اسان جي ماڻهن مان هڪ پوڙهي شخص ليلائيندي چيو تہ جيڪو سونهون 'لونگ' کي ڇڏڻ وڃي، سو سندس پوٽي رهيل پٽ جي خبر بہ وٺندو اچي. کين ٻڌايو ويو تہ اسان جي ڳوٺ ڇڏڻ مهل سندس پٽ کنهن ٻئي ڳوٺ ويل هو. هو جي موٽي بہ آيو هوندو تہ ڳوٺ جي جاءِ تي ڪاريءَ وارا ڪک ڏسي وري کنهن ٻئي پاسي نڪري ويو هوندو.

گهٽي بحث کان پوءِ فيصلو ٿيو تہ لونگ کي وٺي ويندڙ سونهون واپسيءَ تي پوڙهي جي پٽ کي بہ ڳولهي پاڻ سان گڏ ڪئمپ ۾ آڻيندو. اهو ڪم بابي پنهنجي ذمي ڪنيو ۽ آءُ ساڻن گڏ رواني ٿيس. بابو ٻيلي جي ورن وڪڙن مان چڱي طرح واقف هو- وٽس هڪ رائفل بہ هئي. اسان ٻيلي جي ورن ۽ وڪڙن مان ٿيندا ٻن ڏينهن کان پوءِ هڪ ڳوٺ ۾ بابي جي دوست جي گهر پهتاسون. اُتي پهچي لونگ پنهنجي گهر ڏانهن روانو ٿيو ۽ اسان واپسيءَ جو رستو اختيار ڪيوسون. واٽ تي ٻيلي اندر هڪ ٻي ڪئمپ تي رات رهي آرام ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيوسين، رات جي مانيءَ کان پوءِ راڳ جي محفل شروع ٿي. اوچتو پهريدارن زوردار آواز ۾ خطري جي خبر ڏني ۽ ٻڌايو تہ فوجين جو هڪ ٽولو ڪئمپ تي حملي لاءِ وڌي رهيو آهي.

سردار ٻارن، عورتن ۽ بزرگن کي پناه گاهن ۾ وڃڻ لاءِ چيو ۽ غازين کي هٿيارن تي هڪ هنڌ گڏ ٿيڻ جو حڪم ڏنو. هٿياربند غازين کي پوءِ سردار ٽن طرفن ۾ مورچہ بند ڪرايو ۽ فوجين جي ويجهي اچڻ تي مٿن ٽنهي طرفن کان زبردست فائرنگ ڪرائي. اهو معرڪو آڌيءَ رات تائين هليو- آخرڪار فوجي زبردست جاني نقصان ڪائي پوئتي هٽيا.

هاڻ اها جاچ شروع ٿي تہ اهي فوجي آخر اهڙي محفوظ مقام تائين پهتا

ڪيئن؟ انهيءَ جاچ ۾ قدرت اسان جي رهنمائي ڪئي. ياچوڪڙ فوجي پنهنجا چار سپاهي نهايت زخمي حالت ۾ پوئتي ڇڏي ويا هئا. انهن مان ٽي تہ انگريز فوجي هئا، باقي هڪ چٽو سنڌي هو جيڪو پنهنجي آخري پساهن ۾ هو. ڪيس وطن ۽ انسانيت جي ناتي ڇيو ويو تہ هو سندس آخري وقت ۾ اهو راز ظاهر ڪري پنهنجي عاقبت سجائي ڪري. هن سچي ڪندي ٻڌايو تہ، "اوهان مان ڪيترائي ماڻهو انگريزن جا خابرو آهن، جن ڪي ڳجهيءَ طرح پگهار ملندو آهي. اوهان جيَ هڪ ماڻهوءَ 'ڏاڙهون' جي بي ايمانيءَ ڪري ملٽري وارن کي حملي ڪرڻ جو موقعو مليو آهي!"

اسان وٽ ڪئمپ ۾ 'ڏاڙهون' نالي بہ شخص هئا جن کي اُن زخمي فوجيءَ آڏو آندو ويو. فوجيءَ غدار کي سڃاتو. وڌيڪ جاچ مان معلوم ٿيو تہ غدار 'ڏاڙهون' جي شادي تازي ٿيل هئي، هو فطرتاً هڪ بزدل انسان هو. سندس تمنا هئي تہ ڪنهن بہ نموني سلامتيءَ واري هنڌ تي پهچي پنهنجي زال سان عيش ۽ آرام واري زندگي گذاري. هڪ ڏينهن انهيءَ سوچ ۾ محو هو ڪئمپ کان پريرو مال چاري رهيو هو تہ ڪيس مکيءَ ۾ رهندڙ هڪ ماڻهو مليو جيڪو دراصل انگريزن جو جاسوس هو. 'ڏاڙهونءَ' بنا سوچڻ سمجهڻ جي هن سان پنهنجي اندر جو احوال اوريو. جاسوس بہ موقعو غنيمت سمجهي ڪيس انگريزن سان شامل ٿيڻ جو مشورو ڏنو ۽ يقين ڏياريائينس تہ جي هو سندس مشوري تي هلندو تہ انگريز ڪيس انعام سان ڏئي ڇڏيندا.

'ڏاڙهون' هن جي ڳالهين ۾ اچي ڪيس ڪئمپ جو سمورو احوال ٻڌائي راتوهي هٽڻ جي صلاح ڏني. گهٽن ۽ گهيڙن بابت ڏنل سندس معلومات ڪري فوجي راتوهو هٽڻ ۾ ڪامياب ٿيا. راتوهي وقت هيءُ غدار بيماريءَ جو بهانو ڪري وڃي عورتن ۽ ٻارن سان گڏ لڪيو هو.

غداري ثابت ٿيڻ تي سندس زال کانئس طلاق وٺي هڪ ٻئي غازيءَ سان شادي ڪئي ۽ ڪيس وڻ سان ٻڌي گولين سان اُڏايو ويو.

صبح جو اسان اُن ڪئمپ مان موڪلائي، خير سان اچي پنهنجي اڏي تي پهتاسون. اسان جي ڪئمپ وارا بہ هاڻ عام امن پسند ڳوٺائن مان بدلجي فولادي انسان بنجي چڪا هئا. اسان بہ غازين کي تلاش ڪري اُنهن ۾ شامل ٿياسون. اهڙيءَ ريت اسان جي زندگيءَ جو نئون باب شروع ٿيو. غازين وٽ

هر قسم جي تربيت جهڙوڪ نرسنگ، جنگجوئي، يتيم ٻارن کي سنڀالڻ، ٻارن جي تعليم وغيره جو بندوبست هو.

هڪ ڏينهن غازين سان گڏ ڪنهن مهم ۾ بهادريءَ سان وڙهندي بابو شهيد ٿي ويو. سندس شهادت کان پوءِ مون قسم کنيو تہ باقي حياتي غازين جي خدمت ۽ جهاد ۾ گذاريندس ۽ پنهنجو نالو اُنهن مجاهد عورتن جي لسٽ ۾ لکارايو جيڪي مهم جُو آهن ۽ هر وقت جان جي بازي لڳائڻ لاءِ تيار آهن.

هڪ ڏينهن اسان جي جاسوسن، ڪئمپ کان ڪجهہ فاصلي تي ملٽريءَ جي هڪ دستي کي چرپر ڪندي ڏٺو. اسان جي ڪمانڊر، اسڪائوٽ غازين جو هڪ دستو علي گوهر نظاماڻيءَ جي ڪمان ۾ وڏيڪ جاچ لاءِ روانو ڪيو. آءٌ زور ڪري، مرداني ڊريس پائي هن دستي ۾ شامل ٿيس.

گهاٽا وڻ، ٻيچرا ۽ سرنگهون پار ڪري، اسان فوجي دستي جي اچي قريب ٿياسون. اسان جي ڪمانڊر چيو تہ ڪنهن غدار جي ڪري هي فوجي هيستائين پهچي سگهيا آهن. پر اسان کين اڳتي وڌڻ ڪونہ ڏينداسون- خالي هٿين واپس وڃڻ بدران پنهنجي ڪئمپ وارن واسطي ڪجهہ تحفا کڻي وينداسون.

پوءِ اسان نهايت هوشياريءَ ۽ خاموشيءَ سان فوجين کي گهيري ۾ آڻي ’شاباس شڪاري‘ ۽ ’ٻيچ پاڳارا‘ جي نعرن جي گونج ۾ مٿن گولين جا وسڪارا لائي ڏنا. دشمن ۾ ٽاڪوڙو پئجي ويو. اسان فائر ڪندا سندن ويجهو پوندا وياسين تان جو چالون ماري وجي مٿانئن ڪڙڪياسون ۽ هٿو هٿ لڙائيءَ ۾ جنبي وياسون. ٿوري ئي دير ۾ اهي ياڙيتو سپاهي همت هاري ويٺا ۽ ڀڄڻ تي زور رکيائون. اسان کي هن معرڪي ۾ 15-16 رائفلون، سوين گوليون ۽ ٻيو سامان هٿ آيو. هن معرڪي جي رپورٽ سردار کي ڏني ويئي جنهن ۾ منهنجي بهادريءَ جي خاص طور تي تعريف ڪئي ويئي.

هڪ ٻن ڏينهن کان پوءِ سردار مون کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ منهنجي همت، بهادري ۽ هوشياري کي ڏسندي منهنجي لاءِ هڪ خطرناڪ ڪم رٿيائين. مون کي سردار ٻڌايو تہ سانگهڙ شهر ۾ هڪ وڏيري جي حويليءَ ۾ هڪ پڙهيل ڪڙهيل هوشيار عورت جو رابطو اسان جي جاسوسي نظام سان آهي. چؤطرف پکڙيل اسان جا جاسوس ضروري خبرون، احوال ۽ راز، خاص مقرر

ڪيل عورتن ذريعي، اُن عورت تائين پهچائيندا آهن. اُها عورت وري اهي احوال اسان جي مقرر ڪيل همراهن تائين پهچائيندي آهي. هيستائين اهو ڪم هڪ ٻئي مرڪز جي حوالي هو- پر هاڻ اهو ڪم بہ اسان جي حوالي ڪيو ويو آهي. اسان کي انهيءَ عورت کان معلومات حاصل ڪري، مختلف ماڻهن تائين پهچائڻي آهي. تون سانگھڙ پهچي، اُنهيءَ عورت سان رابطو رکي، ڪانئس احوال وٺي اچ.

مون اهو ڪم خوشيءَ سان قبول ڪيو ۽ ٻن غازين سان گڏجي رواني ٿيس. ٻن ڏينهن جي پنڌ کان پوءِ جهنگل جي ڪناري تي سانگھڙ شهر سامهون پهتاسون. مون سان گڏ آيل غازي اتان واپس ٿيا، ۽ آءٌ احتياط سان، آڏا اُبتا چڪر ڪاٽيندي، اُن عورت جي گهر تائين وڃي پهتيس. اُن وقت اُها عورت اڪيلي ويٺي هئي. ڪيس خاص لفظ چئي پنهنجي سڃاڻپ ڏنم. عورت احتياط کان ڪم وٺندي، نوڪر ڇوڪري کي بازار مان ڪجهہ آڻڻ واسطي ڇيو. ڇوڪري جي رواني ٿيڻ تي مون کيس سردار جو نياپو ڏنو. نياپو ٻڌي هوءَ اندر ويئي ۽ جلد ئي هڪ تمام ننڍڙي ڳنڍڙي آڻي منهنجي حوالي ڪيائين ۽ صلاح ڏنائين تہ بہ چار ڏينهن ترسي، وڌيڪ اهم معلومات کڻي وڃان. ايتري ۾ گهر جون ٻيون عورتون بہ ٻاهران اچي ويون. ڪين چالاڪ عورت اهو چئي مطمئن ڪيو تہ آءٌ سندس ڦڦيءَ جي ڌيءَ آهيان. اهڙي ريت مون اُتي رهي اُن عورت جي ڪم جو انداز ڏٺو. هونئن تہ هوءَ سڄو ڏينهن ڪم ڪار ۾ رُڌل رهندي هئي، پر جڏهن ٻنپهرن جو گهر جا ڀاتي آرام ڪندا هئا تہ هوءَ سموري خبرچار ويهي لکندي هئي.

آخر ٽن ڏينهن کان پوءِ، ڳچ ساري معلومات ڏيئي هن مون کي رخصت ڪيو ۽ آءٌ ساڳين گهٽن گهيرن ۽ پيچرن مان ٿيندي، ڪاميابيءَ سان پنهنجي مرڪز تي موٽيس. هن پهرئين ڪاميابيءَ کان پوءِ آءٌ باقاعدي جاسوسي ڪاتي ۾ شامل ٿي آهيان."

مائيءَ بصران کان پوءِ مائيءَ زهران پنهنجو داستان بيان ڪيو:

"اسان جو ڳوٺ، مکي ٻيلي ۾ 'رتل پٽ' کان ڇئن ميلن جي فاصلي تي

هڪ نديءَ ڊنڊ جي ڪناري تي آهي.

آءُ يارنهن ورهين جي هئس تہ بابو گذاري ويو. گهر ۾ باقي مون کان پنج سال ننڍو ڀاءُ عثمان هو. بابي جي ڇڏيل ملڪيت اسان جي گذران واسطي ڪافي هئي.

آءُ ننڍي هوندي کان نهايت همت واري ۽ بهادر هئس. مون کي گهوڙي سواري ۽ نشاني بازيءَ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. انهيءَ شوق ۾ ڳوٺ کان پري پري تائين نڪري ويندي هئس. هڪ دفعي اسان جي ميهار هوت ۽ مون تي ٻن رهزنن حملو ڪيو پر اسان مڙسان مڙسيءَ سان مقابلو ڪري ٻنهي کي ٻڌي ڳوٺ وارن جي حوالي ڪيو. جنهن ڪري ڳوٺ ۾ منهنجي بهادري مشهور ٿي ويئي.

غازين جي تنظيم جو اثر اسان جي ڳوٺ تي بہ پيو. ڪيترائي جوان ۽ نوجوان شام جو ڳوٺ جي ٻاهران پريڊ ۽ نشاني بازيءَ جي مشق ڪرڻ لڳا- آءُ بہ انهن ۾ شامل هوندي هيس.

ترت ئي تنظيم جي سلسلي ۾ تبليغي پروگرام بہ شروع ٿيا ۽ مڪيءَ ۾ مردن ۽ عورتن واسطي تبليغي جماعتون اچڻ لڳيون. انهيءَ مقصد لاءِ ڪنهن وڏي مرڪزي ڳوٺ ۾ پروگرام رکيا ويندا هئا ۽ مقرر وقت ۽ ڏينهن آس پاس جي ننڍن ڳوٺن جا ماڻهو اچي گڏ ٿيندا هئا. اهي گڏجاڻيون بہ ٻہ ٽي ڏينهن ۽ بعضي بعضي هفتو هفتو ٻيون هلنديون هيون. وعظ ڪندڙ ڀريائين تنظيم جي ضرورت بابت سمجهائيندا هئا. ٻوءِ خاص ماڻهو پرجوش تقريرون ڪري ماڻهن کان قسم نامان وٺندا هئا. اُن بعد هر روز ماڻهن کي فوجي تعليم ۽ بندوق بازيءَ جي مشق ڪرائي ويندي هئي.

هڪ دفعي اسان جي ڳوٺ ۾ ڪاڏي ٻهريل چار عورتون آيون جيڪي گهر گهر وڃي عورتن کي سمجهائينديون هيون. اهي اسان جي گهر بہ آيون ۽ اسان کي ٻڌايائون تہ ڪيئن نہ تعليم ۽ تنظيم کان پري رهي اسان انسانيت ۽ آزاديءَ کان محروم ٿي ويون آهيون. گهرو هنرن جو ذڪر ڪندي هنن ٻڌايو تہ اسان واندڪائيءَ ۾ چرخا چوري، ڪتڻ جو ڪم ڪري پنهنجي خاندان لاءِ ڪپڙو تيار ڪري سگهون ٿيون. سادگي اختيار ڪري پنهنجي مالي حالت سڌاري سگهون ٿيون- پنهنجي ڳوٺ ۽ قوم لاءِ ڪارگر ٿيڻ لاءِ هنن ٻيا بہ

مثال ڏنا.

اهي تنظيمي سرگرميون اڃا هلي رهيون هيون تہ اوچتو پير سائينءَ جي گرفتاريءَ جي خبر آئي. اها خبر ٻيلي جي رهاڪن واسطي، جيڪي اڪثر ڪري پير سائينءَ جا مريد هئا، موت ڪان گهٽ نہ هئي. هر طرف نهايت بيچيني، بي آرامي ۽ بدامني جو دور اچي ويو. اسان جو ڳوٺ جڻ تہ جنگ جو ميدان بنجي ويو. ڪمزور دل ۽ غير مريد تہ شروعات ۾ ئي ڀڄي ويا. البتہ عقيدتمند ٻيلي ۾ پناه گاهون ناهي مورچہ بند ٿي ويهي رهيا. ٻارن ٻچن ۽ ڪمزورن کي محفوظ طريقي سان اونهي ٻيلي ۾ رکيو ويو.

انگريز فوجون اُن وقت مکي ٻيلي کي گهيري ۾ آڻي چڪيون هيون ۽ افواه هئا تہ سندن دستا عنقريب ٻيلي ۾ داخل ٿيندا. انهن حالتن ۾ دوست ۽ دشمن ۾ تميز ڪرڻ مشڪل ٿي پيئي ڇاڪاڻ تہ ٻيلي اندر اڃا تائين هر قسم جا ماڻهو موجود هئا جن ۾ اهڙا غدار بہ هئا جيڪي ظاهر ۾ تہ اسان جا دوست پر درپرده انگريزن جا جاسوس هئا.

اسان پنهنجي پر واري وساڻن جي ڳوٺ کي ڇهن ڳوٺن جو مرڪز بنائي هڪ مزاحمتي مهم شروع ڪئي. هن مرڪز مان روزانو غازين جو هڪ ٽولو گشت ڪندو مکيءَ جي ڇيڙن تائين ويندو هو ۽ غازين جي ٻين دستن سان گڏجي انگريز فوجين تي ڇاپا هڻي کين جاني نقصان پهچائي، جنگي سامان هٿ ڪري موٽندو هو.

انهن حالتن ۾ مون کي بہ جوش آيو ۽ ڪو ڪارنامو سرانجام ڏيڻ جو سوچڻ لڳيس. هڪ ڏينهن عثمان کي ڳوٺ وارن جي حوالي ڪري، مشڪي گهوڙي تي سوار ٿي، پنهنجي ناناڻڪي ڳوٺ ڏانهن رواني ٿيس. واٽ تي هڪ ڳوٺ ۾ پنهنجي ننڍپڻ جي سهيليءَ حليمان سان ملي، پنهنجو ارادو ٻڌائي، مدد گهريم. هن گهربل سامان آڻي ڏنو.

صبح جو سويل، مرداڻو لباس پائي، ڪلهي تي رائفل ڪٽي، گهوڙي تي سوار ٿي آءُ غازين جي دستي جي ڳولها ۾ نڪتيس جيئن ساڻن شامل ٿي فوجين سان معرڪو ڪجي.

هڪ ڳوٺ جي ٻاهران منهنجي ملاقات ڪن نوجوانن سان ٿي. جڏهن پڪ ٿيم تہ اُهي پير سائينءَ جا مريد آهن تڏهن پنهنجي واقفيت ڪرائي پنهنجي

خواهش جو اظهار ڪيم. هو ڏاڍا خوش ٿيا ۽ منهنجي ملاقات پنهنجي بزرگن سان ڪرايائون. اُهي بہ ڏاڍو خوش ٿيا. هڪ پير مرد تہ منهنجا هٿ چمي چوڻ لڳو تہ 'جي هن جهڙا سهڻا غازي، هيترو سفر ڪري جهاد لاءِ اچن تہ پوءِ سمجهو تہ بيڙائي پار آهن.'

ڪجهہ ڏينهن جي انتظار کان پوءِ، هڪ ڏينهن شام جو سانيڪو ڪن غازين جو هڪ باهٿيار دستو فوجي لباس ۾ اُن ڳوٺ ۾ آيو اُنهن ۾ صرف چار غازي گهوڙن تي سوار هئا- ٻيا سڀ بنا سواري جي هئا. آءٌ بہ اُنهن ۾ شامل ٿي ويئس. سڄي وات اسان پير صاحب تي سِر گهورڻ وارا گيت جهونگاريندا رهياسون. سومهڻيءَ ڌاري مکيءَ ۾ بہ ميل ڪن اندر هڪ گهاٽيءَ ويءَ اندر اسان ديرو ڄمايوسين. سالار جي حڪم تي هڪ غازي فقير جو ويس ڌاري، ٻيلي ۾ فوجي ٺڪاڻن جي ڳولا لاءِ روانو ٿيو ۽ فجر مهل اهم معلومات کڻي موٽيو. انهيءَ مطابق اسان تيار ٿي، نماز پڙهي، الله تعاليٰ کان ڪاميابيءَ جي دعا گهري پنهنجي مهم تي روانا ٿياسون.

جهنگل ۾ ڪافي دير هلڻ کان پوءِ منزل تي پهچي، سردار جي هدايت موجب ٻہ ٻہ ڄڻا ٿي گهاٽين ڄارين جي پويان مورچہ بند ٿي وياسون. ٿوريءَ دير کان پوءِ 25 فوجين جو هڪ دستو ظاهر ٿيو. سردار 'شاباس شڪاري' جو نعرو هڻي حملي جو حڪم ڏنو ۽ جواب ۾ اسان 'پيچ پاڳارا' جو نعرو هڻي فائرنگ شروع ڪئي. شروعاتي نقصان کان پوءِ فوجي بہ مورچا ناهي مقابلو ڪرڻ لڳا پر بيسود. جڏهن سردار محسوس ڪيو تہ دشمن هاڻ پوين پيرن تي آهن، تڏهن اڳتي وڌي هٿو هٿ مقابلي جو حڪم ڏنائين. نتيجي ۾ دشمن پنهنجا ڪافي زخمي ۽ مرده سپاهي ڇڏي ڀڄڻ تي مجبور ٿيا. هٿو هٿ مقابلي ۾ مون بہ هڪ سپاهيءَ کي جهنم رسيد ڪيو.

مون مال غنيمت مان صرف ڪجهہ گوليون ڪنيون ۽ واپس رواني ٿيس. هن پهرئين ڪاميابيءَ منهنجي دل مان سمورو زنانون حجاب ڪڍي ڇڏيو ۽ مون محسوس ڪيو تہ جيڪڏهن دل ۽ دماغ همٿ وارا آهن تہ پوءِ عورتون مردن کان گهٽ نہ آهن.

ڪجهہ عرصي بعد معلوم ٿيو تہ ٻيلي ۾ داخل ٿي قتل عام و غارت گيري ڪرڻ خاطر انگريز فوجون ٻيلي کان ٻاهر وڏي تعداد ۾ گڏ ٿي رهيون

آهن. اهي بہ خبرون مليون تہ انهن ٻيلي ۾ داخل ٿي ڳوٺن کي تباهہ ڪرڻ ۽ جلائڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪري اسان فيصلو ڪيو تہ ٻارن ۽ عورتن کي حفاظت خاطر ٻيلي ۾ اچا بہ وڌيڪ محفوظ هنڌن ڏانهن روانو ڪجي. اسان جي ڳوٺ جا ٻار ۽ عورتون بہ هڪ اهڙي مرڪز ڏانهن منتقل ٿيڻ شروع ٿيا. رستي تي اسان کي پناهہ لاءِ لڏيندڙ اهڙا ٻيا بيشمار ٽولا مليا.

انگريز فوج ماڪڙ وانگر مکيءَ کي برباد ڪري رهي هئي. هنن نامرادن نہ رڳو ماڻهن جو شڪار ٿي ڪيو، بلڪ گهرن، جهوپڙين، ڪرن، ويندي سرسبز ٻنين کي بہ باهيون ٿي ڏنيون.

هڪ ڏينهن مکيءَ جي سردار جي حڪم مطابق اسان جا ٽيهہ جوان ڳوٺ کان پنج ميل پري هڪ خاص هنڌ تي ڪنا ٿيا. اُتي سٺر کن هٿياربند جوان اڳ ۾ ئي موجود هئا. سندن سردار پير سائينءَ جو وڏي انقلابي ذهنيت رکندڙ هڪ خاص خليفو 'اسماعيل' هو جيڪو جنگي فن کان سواءِ هٿيار ناهڻ جو ٻڻ ماهر هو. قصو ڪوتاهہ، رٿيل منصوبي مطابق اسان اُتان لنگهندڙ هڪ فوجي دستي تي حملو ڪري ڪين وڏو نقصان پهچايو ۽ اسان کي گهڻو مالِ غنيمت هٿ آيو. اسان جي ڪمانڊر کي جڏهن معلوم ٿيو تہ مرداني ورديءَ ۾ آءٌ دراصل هڪ عورت آهيان تہ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ، "جيڪڏهن اسان جي اها ئي رفتار رهي تہ اُهو ڏينهن پري نہ آهي جو انگريز ازخود صلح جو هٿ ڊگهاڙي، پير سائينءَ کي آزاد ڪري. اسان جا مطالبا مڃي ۽ سنڌ کي آزاد ڪري!" هن ٻڌايو تہ، "انگريز سخت مصيبت ۾ مبتلا آهن. هڪ طرف جرمن وڏي اچي مصر ۽ ايران وٽ پهتا آهن تہ ٻي طرف جپان آزاد هند فوج جي مدد سان اراڪان جي ٽڪرين وٽ انگريزي فوج کي تباهہ ڪندو ڪلڪتي ڏانهن پيو وڌندو اچي!"

هاڻي منهنجو پاءُ بہ معرڪن ۾ شريڪ ٿيڻ لڳو ۽ هڪ معرڪي ۾ بهادريءَ سان وڙهندي شهيد ٿي ويو. سندس شهادت منهنجي همٿ ۽ جذبي کي اچا بہ وڌايو.

هڪ ڏينهن مرڪز جي نئين سردار کي هڪ خاص ڪم واسطي هڪ هوشيار ۽ دلير عورت جي ضرورت پيئي جنهن لاءِ مون کي سڏ ٿيو. روبرو معلوم ٿيو تہ سنجهوري ۾ پير صاحب جي هڪ زميندار مريد کي انگريزن

سندس حويليءَ ۾ سخت پهري هيٺ نظربند ڪري رکيو آهي جو ڪين گمان آهي تہ ڪيس پير صاحب جي ڪنهن پوريل خزاني جي خبر آهي. پر هو سخت ڌمڪين ۽ لالچن جي بہ انهيءَ ڳالهہ کان انڪاري آهي. مون کي فوجين جي جاچ ۽ سخت پهري وچان حويليءَ ۾ داخل ٿي، ڪيس هڪ خط پهچائي جواب آڻڻو هو.

ٻئي ڏينهن مون نئون لباس پاتو ۽ خط کي ران تي ٻڌي ٻيلي مان رواني ٿيس. وچينءَ ڌاري ٻيلي کان ٻاهر هڪ ڳوٺ ۾ پنهنجي ناناڻڪي مائٽن وٽ پهتيس. هو مون کي ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا. مون کين ٻڌايو تہ آءٌ هڪ سهيليءَ سان ملڻ واسطي سنجهوري وڃي رهي هيس. گهر جي مالڪ اها ڳالهہ ٻڌي هڪ امانت سنجهوري ۾ رهندڙ دوست واسطي منهنجي حوالي ڪئي.

ٻئي ڏينهن ڪانئن موڪلائي آءٌ لاريءَ ذريعي سنجهوري پهتيس ۽ ڏس پتا پڇندي اُن گهر پهتيس جتي امانت پهچائڻي هئي. اُهي ڏاڍا شريف ماڻهو هئا- مون کي ڏاڍي عزت ڏنائون. احوال پڇڻ تي مون ٻڌايومان تہ آءٌ پنهنجي ننڍي ڀاءُ جي ڳولها ۾ آهيان ۽ معلوم ٿيو اٿم تہ هو سنجهوري پاسي آهي. مون کين ٻڌايو تہ منهنجي سنجهوري ۾ ڪابہ واقفيت نہ آهي. هنن مون کي پاڻ وٽ رهڻ لاءِ چيو.

ڏينهن ٻن کان پوءِ آءٌ مائيءَ سان گڏ شهر ۾ خريداري واسطي نڪتيس. رستي تي هڪ عاليشان حويلي نظر آئي جنهن جي دروازي تي ملٽريءَ وارا پهرو ڏيئي رهيا هئا. مائيءَ کان پڇڻ تي معلوم ٿيو تہ اها حويلي مون واري گهربل وڏيري جي ئي هئي! مائيءَ ٻڌايو تہ هوءَ ان حويليءَ ۾ ڪم ڪري چڪي آهي ۽ هاڻي بہ ضرورت پوڻ تي اُتي ايندي ويندي آهي. مون کيس چيو تہ هاڻي جي اُتي وڃي تہ مون کي بہ وٺي هلي جيئن آءٌ وڏيري کي منهنجي گم ٿيل ڀاءُ واسطي عرض ڪريان. مائيءَ ٻڌايو تہ هونئن تہ وڏيرو وڏيءَ هلندي پڄنديءَ وارو آهي پر اڄڪلهہ هو ڪنهن جي مدد ڪرڻ کان مجبور آهي.

اسان ٻئي ڏينهن صبح جو حويليءَ ۾ داخل ٿيوسين. ملٽريءَ وارا مائيءَ کي سڃاڻندا هئا تن روڪ ڪونہ ڪئي. وڏيري مون کي ڏسي خوش ٿي. ڪيس منهنجيون ڳالهيون ڏاڍيون وڻيون سو مون کي پاڻ وٽ ترسائي ڇڏيائين. ٻنپهرن جو مائيءَ کان پوءِ وڏيريءَ کي زور ڏيندي، مناسب موقعو ڏسي مون

ڪيس پنهنجي گم ٿيل پاءُ بابت عرض ڪيو ۽ چيومانس تہ اها ڳالهہ وڏيري سان پڻ ڇوري. منهنجو عرض قبولي هن رئيس کي مٿي گهرايو ۽ منهنجو مسئلو سندس ڪن تي آندائين. ٿوري دير کان پوءِ وڏيري ڪنهن ڪم سان اتان هٽي تہ مون موقعو غنيمت ڄاڻي خط ڪڍي رئيس جي حوالي ڪيو. رئيس خط پڙهي سوچ ۾ پئجي ويو. ايتري ۾ وڏيري بہ واپس اچي ويئي. رئيس ڪيس بہ خط پڙهايو. ٻنهي منهنجي همٿ تي مون کي آفرين ڏني. شام جو جوابي خط ڏنائون.

خط ڪڍي آءُ احتياط سان ٻاهر آيس. ٻيلي مان نڪتي مون کي ويهارو ڏينهن ٿي چڪا هئا. هتي وري صورتحال اها هئي جو سانگهڙ ۽ ان جي آس پاس وارن ڳوٺن ۾ گهر گهر جي تلاشي ٿي رهي هئي- رستن تان هلندڙ مسافرن کان بہ پڇا ڳاڇا ٿيون- پوليس ۽ سي آءِ ڊيءَ رڻ ٻاري ڏنو هو. آءُ وري ٻيلي جي گهيڙن ۽ گهٽن کان ٿيندي اچي مرڪز تي پهتيس. سردار ۽ جيئندو مون کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا- مون کي آفرين ڏيئي باقائدي جاسوسي کاتي ۾ شامل ڪيائون."

هاڻ مائيءَ "عاقلان" پنهنجي ڪهاڻي شروع ڪئي.

"آءُ هڪ غريب هاريءَ 'ڪمونءَ' جي ڌيءَ آهيان. بابو سانگهڙ جي پير سان وڏيري عرس جي هارپ ڪندو هو. ويهن ورهين جي هئس تہ امڙ گذاري ويئي- ٻن سالن کان پوءِ بابو بہ الله کي پيارو ۽ آءُ ٻنهہ يتيم ٿي ويس. سهاري ۽ روزيءَ خاطر شهداپور جي هڪ وڏيري جي حويليءَ ۾ پهتيس جيڪو پير صاحب جو پڪو مريد هو. سندس گهر ۾ هر طرف خوشحالي هئي. پر هلچل شروع ٿيڻ تي هن خوشحال گهر تي بہ اثر پيو. وڏيري جو پٽ جيڪو ڪراچيءَ ۾ پڙهندو هو، حر ليڊرن سان لهہ وچڙ ۾ اچي پڪو غازي بڻجي پيو ۽ ترت ئي ڪنهن معرڪي ۾ هن شهادت ماڻي. سندس والده هيءُ صدمو برداشت نہ ڪري سگهي ۽ مهينو کن بيمار رهي گذاري ويئي. انهن صدمن وڏيري تي وڏو اثر وڌو. ۽ هن پنهنجي باقي زندگي غازي تحريڪ لاءِ وقف ڪري ڇڏي. مون کي وڏي رقم ڏيئي آزاد ڪرڻ جو ارادو ڪيائين پر مون

انڪار ڪيو ۽ سائس جهاد ۾ شامل ٿيڻ جو ارادو ظاهر ڪيم. هاڻ وڏيري پنهنجي ڪجهه ملڪيت زمين ۾ دفن ڪئي، ۽ بچيل غازين ۾ ورهائي. مون کي ساڻ ڪري ڪاهي پيو مڪيءَ ۾. پاڻ تہ يونيفارم پائي رائفل کنيائين هٿ ۾- مون وري عورتن جي تربيتي ڪئمپ ۾ داخلا ورتي جتي شروع ۾ مون کي اسپتالي ڪم جي تربيت ملي.

هڪ دفعي مانجهي نالي هڪ مجاهد کي نهايت زخمي حالت ۾ آندو ويو. کيس گولين جا ڪافي زخم لڳل هئا تہ بہ سور ۽ تڪليف کان بيپرواه هو. سندس هڪ ئي تمنا هئي تہ هو چاڪ ٿئي وري جهاد ۾ شامل ٿيئي. سندس بهادريءَ جا داستان بہ گهڻا هئا- هر ڪنهن سندس بهادريءَ جي تصديق ٿي ڪئي. مون کي بہ هُن ڏاڍو متاثر ڪيو.

اديون اهڙن مانجهي مردن ۽ جانبازن کي انگريز تہ نهيو، پر اسان جون ديسي اخبارون غنڊا، ڏاڙيل، رهزن، خونخوار ۽ الائجي ڇا ڇا پيون سڏين ۽ نين نسل جي ذهن ۾ بہ اهو ئي زهر پيئون اوتين. اهي سڀ اخبارون اشتهارن جي ڪمائين وسيلي انگريزن جو نمڪ پيون کائين- اسان غازين جي تہ ڪا اخبار آهي ئي ڪونہ!

پر مون ڪتابن ۾ پڙهيو آهي تہ سئو سال اڳ 1857ع جي آزاديءَ جي جنگ کي اول بلوو، فساد وغيره سڏيو هو- پر هينئر صوبائي آزادي ملڻ شرط انهيءَ کي آزادي جي جنگ سڏيو وڃي ٿو. سو اسان جي هن جنگ کي بہ نيٺ ڪڏهن سنڌ جي آزاديءَ جو جهاد چيو ويندو ۽ قوم جي نونهالن جي دماغن مان اجوڪو زهر نڪري ويندو!

خير- هڪ ڏينهن سردار اعليٰ کان اسان جي ڪئمپ ڪمانڊر کي نياپو مليو جنهن مطابق ڪريم بخش نالي هڪ بارسوخ شخص کي اغوا ڪري ڪئمپ ۾ آڻڻو هو. اهو شخص انگريزن جو خير خواه ۽ حر تحريڪ جو دشمن هو ۽ دوکي سان غازين جي هڪ دستي تي حملو ڪرايو هئائين. غازي تہ هن حملي ۾ شهيد ٿي ويا، پر هو پاڻ بہ سخت زخمي ٿي گهر ۾ علاج ڪرائي رهيو هو.

انهيءَ مهم لاءِ مون کي چونڊيو ويو. منهنجو ڪم اهو هو تہ ڪنهن طريقي سان نوڪرياڻي ٿي ڪريم بخش جي گهر داخل ٿي وڃان؛ پوءِ موقعي

ملڻ تي ڳوٺ ۾ موجود تحريڪ جي ماڻهن کي صورتحال کان آگاهه ڪريان.

پروگرام مطابق ٻن غازين جي حفاظت ۾ پنهنجي ڏاري آءُ مکيءَ جي ڪناري تي پهتس. تنهن کان پوءِ اڪيلي سر پنڌ ستيندي ٻئي ڏينهن صبح جو اچي ڪريم بخش جي ڳوٺ پهتس جتي تحريڪ جي هڪ همدرد خميسي جو گهر به هو، جتي هو پنهنجي ٻن جوان پٽن سان رهندو هو. خميسي منهنجو سنو آڌر ڀاءُ ڪيو. شام جو هو خبر وٺي آيو ته ڪريم بخش واقعي سخت بيمار آهي ۽ کيس تهل ٽڪور لاءِ نوڪرياڻيءَ جي ضرورت آهي. هن مشورو ڏنو ته ڪريم بخش جي گهر آءُ اڪيلي وڃان سندس مشوري مطابق آءُ هڪ پريشان حال عورت جي صورت ۾ وڏيري ڪريم بخش جي گهر جي ٻاهران وڻ هيٺان وڃي ويٺس.

ڪجهه دير کان پوءِ گهر مان هڪ پيرسن عورت نڪتي ۽ مون کي اُتي ويٺل ڏسي احوال پڇيائين. مون کيس ٻڌايو ته آءُ ٿڪل ۽ بکايل غريب عورت آهيان، ۽ روزگار جي تلاش اٿم. هوءَ مون کي اندر وڏيري وٽ وٺي ويئي ۽ منهنجي سفارش ڪيائين. وڏيريءَ کي به مون سان همدردي محسوس ٿي. مون کان هڪ ٻه ڏينهن گهر جو ڪم ڪار ڪرائي، پوءِ وڏيري ڪريم بخش وٽ وٺي ويئي، جنهن ٿوري سوال جواب کان پوءِ مون کي نوڪريءَ ۾ رکڻ قبوليو. مون ڏينهن رات محنت ڪري گهر جي سڀني ڀاتين کي پنهنجو شيدائي ڪري ڇڏيو- خاص ڪري وڏيري ڪريم بخش جي ته ڏاڍي تيمارداري ڪيم.

وڏيري جو پٽ وري مجاهدن ۾ شامل هو، ۽ سندس ننهن دربرده حرن جي همدرد هئي- اِها خبر مون کي بعد ۾ پيئي.

هڪ ڏينهن اوچتو هوءَ باورچي خاني ۾ آئي ۽ تمام خبرداريءَ ۾ ٻڌايائين ته سڀان رات جو غازي چڙهائي ڪندا- انهيءَ سلسلي ۾ مختصر پروگرام به ٽڪڙو ٽڪڙو ٻڌائي ويئي. آءُ ته سخت حيران ٿي ويس.

ٻي ڏينهن فجر مهل جڏهن وڏيرو پنهنجي ڪمري ۾ اڪيلو هو ۽ وڏيري کٽ تي ليٽي پيئي هئي ته دروازي تي آهستي نڪاءُ ٿيو. مون اُٿي دروازو کوليو ته چار ماڻهو ڌوڪيندا اندر آيا- دروازو اندران بند ڪري منهنجا هٿ ٻڌائون. اُن بعد مون کي اڳتي ڪري، وڏيريءَ جي ڪمري ۾ آيا ۽ ان کي به

رسيءَ سان ٻڌائون. پوءِ اڳتي وڌي ڪريم بخش جي ڪمري ۾ آيا ۽ ڪيس چوڪنيو ٻڌي چادر ۾ ويڙهي ڪنيائون. اهو سمورو ڪم ڏهن منٽن ۾ پورو ٿي ويو. پوءِ اسان وڏيري ڪي جيپ ۾ ڪٽي تيزيءَ سان روانا ٿياسون ۽ اڌ رات ڌاري مکيءَ جي ڪناري تي پهتاسون جتي ڏهاڪو ڪن غازي ٻن گهوڙن سوڌو تيار بيٺا هئا. اسان پنڌ ڪندا وڃي پنهنجي ڪئمپ تائين پهتاسون.

غدار وڏيري جو آخري حشر اهو ٿيو جو هن کي وڻ سان ٻڌي گولين سان پرڻ ڪري، سندس لاش کي سانگهڙ جي ٻاهران رستي تي رکيو ويو- سندس گلي ۾ چٺي لٽڪائي ويئي ته، "پنهنجي قوم سان غداري ڪرڻ واري جو دنيا ۽ آخرت ۾ هيءَ حال ٿيندو آهي- ٻيا ماڻهو هن مان عبرت حاصل ڪن، نه ته انهن جو اهڙو ئي حشر ٿيندو!"

دستخط

ڪماندر 'انتقامي دسته'

هاڻ هڪ نوجوان عورت 'نور خاتون ڌيءَ راول رند' پنهنجو داستان شروع ڪيو:

اسان رند بلوچ آهيون. اسان جي رهائش سکر ۽ ڪينٽيءَ جي درميان هڪ ننڍي ڳوٺڙي ۾ هئي. منهنجو پيءُ راول رند هڪڙو سچو ۽ نيڪ حر هو. هو مياڻ جي مهاڻن وٽ مزدوري ڪندو هو ۽ انهن جون گاڏيون ڪاهي، مال آڻيندو نيندو هو ۽ پنهنجي مڇي مانيءَ وارو هو. مياڻ جا مهاڻا پير صاحب جا مريد نه ڪونه هئا، پر سندس ڏاڍو احترام ڪندا هئا ۽ وقت تي رسائي لاءِ کي خوشيءَ سان منهن ڏيندا هئا. بابي کي مزدوريءَ مان ڪو فالتو وقت ملندو هو ته پنهنجي ڳوٺ مان نڪري آسپاس جي ڳوٺن ۾ به ڪم ڪار تي نڪري ويندو هو.

جڏهن غازين جي تنظيم شروع ٿي تڏهن منهنجي عمر ڏهه ٻارنهن سال هئي. هڪ دفعي مزدوريءَ جي سلسلي ۾ بابو ڪنهن ٻئي ڳوٺ طرف ويٺو هو، تڏهن هن اسان جي ڳوٺ کان ست اٺ ميل پري هڪ ڳوٺ ۾ مون کي ڇڏيو. انهيءَ ڳوٺ ۾ پير صاحب جا جان نثار مريد رهندا هئا جيڪي غازين

جي تنظيم واري پروگرام ۾ حصو وٺندڙ هئا- آءٌ بہ انهن سان شامل ٿي ويس. ٻين عورتن سان گڏ مون ائٽ هلائڻ، سواري ڪرڻ وغيره جي تربيت حاصل ڪئي جيڪا اڳتي هلي مون کي ڏاڍو ڪم آئي.

آءٌ 19-20 سالن جي هئس تہ مارشل لا لڳايو ويو. پير صاحب جي گرفتاريءَ کان پوءِ اسان جي ڳوٺ جا جنگجو غازي جهاد جي تياري ۾ تہ لڳي ويا- پر اڳتي ڪم ڪي ڪنان، ڪيئن ۽ ڪڏهن شروع ڪجي، انهيءَ ۾ سڀ منجهي پيا- هر ڪنهن جي پنهنجي سوچ ۽ راءِ هئي. چئن ڏينهن جي مونجهاري کان پوءِ اسان هڪ ماڻهوءَ کي سردارن ڏانهن هدايتون وٺڻ لاءِ موڪليوسين.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ اُهو همراه موٽيو، پر ڪافي نراس ڏسڻ ۾ آيو. هن ٻڌايو تہ جڏهن هو ڪيٽيءَ جي ٻاهران پهتو تہ هن ڏٺو تہ اُتي دستور موجب هٿياربند غازي سخت پهرو ڏيئي رهيا آهن ۽ ڪنهن کي سڃاڻپ کان سواءِ داخلا جي اجازت نہ هئي. جيئن اوهان کي خبر آهي تہ سخت حفاظتي قدم انهيءَ ڪري ڪنيل هئا جو ڪيٽي پير صاحب جو خاص وڏو مرڪز آهي جنهن اندر بي انداز کاڌي خوراڪ جو سامان، بارود، هٿيارن جو وڏو ذخيره ڪيل آهي. هن نهايت پراسرار هنڌ جي چوطرف ميلن تائين سرنگهون خفيہ سرنگهون تيار ڪرايل آهن- چون ٿا تہ پير صاحب جيڪڏهن ڪنهن نموني ڪيٽيءَ ۾ پهچي وڃي ها تہ پوءِ سندس انگريزن جي ور چڙهڻ ناممڪن هجي ها.

قاصد ٻڌايو تہ ڪيٽيءَ اندر وفادار ۽ جان نثار اڳوائن سان گڏ ڪي اهڙا بہ خليفا آهن جن کي پنهنجين ملڪيتن ۽ گهرن کي بچائڻ جي وڏي اون آهي. اندروني طرح هو منٿ منٿ جون خبرون انگريزن تائين پيا پهچائين. خود پير صاحب جا ڪي عزيز ۽ خاص دوست جيڪي سندس موجوده ۽ آئينده ايندڙ عروج جا اندروني طور مخالف آهن، سي بہ ڪيس زوال ۾ آڻڻ لاءِ انگريزن سان ٻٽ ٻنجي ويا آهن. بظاهر نہ ڪا صلح جي اُميد آهي ۽ نہ ئي وري پُرامن ستياگرهي طريقن مان فائدو نظر ٿو اچي. سواءِ مرڻ مارڻ جي ٻيو ڪوبہ رستو باقي بچيل نہ آهي.

قاصد جو بيان ٻڌي، اسان جي ڳوٺ وارن ايندڙ خطري کي اڳوات محسوس ڪري، ويجهي گهاٽي ٻيلي اندر وڃي پناه گاهہ ناهي ۽ جيڪو سامان

ڪٽي سگھيا، ڳوٺ خالي ڪري روانا ٿي ويا. ترت ئي پر واري "مياڻ" جي ڳوٺ تي ظالم انگريزن وحشياڻو حملو ڪيو ۽ ڳوٺ کي جلائڻ ۽ ماڻهن کي مارڻ جي ڪارروائي ۾ مصروف هئا تہ اوچتو اسان همراهن هنن تي وجي پوئٽان حملو ڪيو. نتيجي طور ملٽريءَ وارا پنهنجا ڪافي ماڻهو مارائي پڇي نڪتا. اسان جا همراهہ مياڻ جي ٻچيلن کي پنهنجي پناهہ گاهہ ۾ وٺي آيا.

ان ڪان پوءِ اسان مان ٻيا غازي بہ اچي مليا ۽ اسان وٽ چڱو موچارو مرڪز قائم ٿي ويو. ٿوري ئي وقت ۾ اسان هڪ وڏي ملٽري اڏي تي ڇاپو هڻي ڪافي فوجين کي ماري جام سارو رسد ۽ هٿيار هٿ ڪياسون. ان بعد اُتان ڪوچ ڪري مکيءَ جي وڏي مرڪز ۾ اچي رهياسون. اُتي ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ سردار اعليٰ مون کي هڪ ڏاڍي خطرناڪ، ڏکئي پر دلچسپ ڪم لاءِ چونڊيو.

ڳالهہ دراصل اها هئي تہ سردار اعليٰ، گورنمينٽ جي سانگھڙ واري هيڊ ڪوارٽر ۾ ٽينڊڙ ڪارگذارين جو احوال هٿ ڪرڻ جو خواهشمند هو. انهيءَ ڪم لاءِ هن هڪ 'الهرڪئي' نالي هڪ غير حر کي چونڊيو هو. الهرکيو انگريزي ملٽريءَ جا اتاهہ ظلم ڏسي، ڪانئن انتقام وٺڻ ۽ پنهنجي ملڪ مان تڙي ڪڍڻ لاءِ اچي غازين سان شامل ٿيو هو. سردار جي مشوري مطابق مون کي الهرڪئي جي زال جي حيثيت ۾ ساڻس اول شهدادپور پوءِ سانگھڙ وڃي رهڻو هو. اتي نوڪري هٿ ڪري، ملٽريءَ جي چرير ۽ پروگرامن بابت معلومات حاصل ڪرڻي هئي. خاص خبرون ۽ مواد ٻيلي ۾ هيڊ ڪوارٽر تائين پهچائڻ منهنجي جوابداري هئي.

اديون توهان پاڻ سوچيو- هڪ ڪنواري عورت لاءِ هڪ غير مرد سان ظاهري طور تي زال مڙس جي رشتي سان رهڻ ڪيڏو نہ مشڪل ڪم هوندو. اسان ٻئي انهيءَ سوچ ۾ غلطان هئاسون. آخر الهرڪئي مون کي آٿت ڏيندي چيو تہ پيڻ جنهن صورت ۾ اسان پنهنجون جانيون قربان ڪرڻ جو ارادو ڪري چڪا آهيون تہ هيڏي اهم ڪم لاءِ، هيءَ ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي. اهو ٻڌي مون ۾ بہ قومي جذبو اُڀري آيو ۽ وراڻيومانس تہ 'ڀائو- ڪا پرواهہ ناهي- دشمن کي زڪ پهچائڻ لاءِ هر حيلو ڪرڻ ضروري آهي.'

الهہ رکيو ڪو گھڻو پڙهيل تہ نہ هو- پر هو ڏاڍو چالاڪ ۽ رلڻو ملڻو-

جتي بہ ويندو هو، دوست ناهي وڃندو هو.

پروگرام مطابق اسان اول شهدادپور وياسين. اُتي مون کي هڪ شريف واقف ڪار وٽ چڏي، الهرکيو سانگهڙ روانو ٿيو ۽ هفتي کن کان پوءِ سانگهڙ ۾ ملٽريءَ وارن وٽ راشن جي حساب ڪتاب رکڻ جي منشي گيري وٺي موٽيو. سانگهڙ ۾ هڪ مسواڙي جاءِ بہ هٿ ڪئي هئائين. آءٌ سائٽس رواني ٿيس. الهرکئي جي دوستن اسان جو گهر هر ضروري سامان سان پري ڇڏيو هو.

الهرکئي جي ڪم جي نوعيت اهڙي هئي جو بنا ڪنهن تڪليف جي ڪيس سموري فوجي نڪائن جو تفصيل، اُنهن جو هنڌ مڪان، فوجين جو تعداد وغيره، سڀ حاصل ٿي ويا. هاڻ اها معلومات مون کي اسان جي مرڪز تائين پهچائڻي هئي. مون روانگيءَ جو پروگرام ناهيو ۽ پاڙي ۾ اها ڳالهہ مشهور ڪيم تہ ڪجهہ عرصي لاءِ پيڪن وڃي رهي آهيان. آچر ڏينهن صبح واري لاريءَ ۾ سوار ٿياسون. رستي ۾ سنجهوري کان ٿورو اوريان اسان لهي پياسون. ڪلاڪ ڏيڍ جي پنڌ کان پوءِ مڪي ٻيلي ۾ داخل ٿياسون جتان الهرکئي کان موڪلائي ۽ آءٌ مردانہ يونيفارم پهري، پٽڪي ۾ وار لڪائي، هر طرح جون تڪليفون برداشت ڪندي اچي سردار وٽ پهتيس ۽ ڪيس سموري معلومات پيش ڪيم. سردار اها معلومات ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انهيءَ جا نقل تيار ڪرائي ٻين مرڪزن تائين پهچارايائين.

ڪجهہ ڏينهن ٻيلي ۾ رهڻ دوران مون ٻين غازين سان گڏ ڪافي ننڍا وڏا معرڪا سر ڪيا. آخر رٿيل پروگرام موجب واپسيءَ جو سفر شروع ڪيم ۽ ڪافي پنڌ ۽ لارين جي سفرن بعد سانگهڙ پهتيس. ٽن هفتن کان پوءِ وڌيڪ اهم معلومات گڏ ڪري مون وري ٻيلي جو رخ ڪيو. انهيءَ عرصي ۾ انگريزي فوج ۾ وڏو اضافو آيو هو ۽ سنڌن چرير بہ ڪافي وڌي ويل هئي. منهنجي مهيا ڪيل معلومات سردار پنهنجي صلاحڪار ساٿين اڳيان رکي- فيصلو ڪيو ويو تہ اول دشمن جي ننڍن اڏن جن ۾ 12 کان وٺي 50 ماڻهو رهن ٿا ۽ ڪافي راشن ۽ هٿيار وغيره آهن، حملا ڪيا وڃن. انهن اڏن تي حملا ڪرڻ لاءِ خاص دستا تيار ڪيا ويا جن مٿان تجربيڪار سالار مقرر ڪيا ويا- اهي دستا وقفي وقفي سان روانا ڪيا ويا. جلد ئي اهي دستا دشمن تي

ڪامياب حملا ڪري، وڏي انداز ۾ هٿيار ۽ ٻيو مال غنيمت ڪٺي سوڀارا ٿي موٽڻ لڳا.

آءٌ هڪ دفعو وري موٽي سانگهڙ آيس- اُتي الهه رکئي کي قدري پريشان ۽ مايوس ڏٺم. هن کان معلوم ٿيو تہ غدارن جي سازشن ڪري ڪيترائي بهترين سردار ۽ ٽولا پڪڙجي آيا آهن. هاڻ خاص جاسوسن جو وسيع ڄار سانگهڙ ۾ هر هنڌ تي وڇايو ويو آهي- اهي جاسوس هر جڳهہ، هر رنگ ۾ ڪم ڪري رهيا آهن- الهه رکئي جي دفتر ۾ بہ ماڻهو خاص طور تي مقرر ڪيا ويا آهن جيڪي هر ڪنهن ماڻهوءَ جي چرپر تي سخت نظر رکي رهيا آهن- انهن حالتن ۾ الهه رکئي بہ احتياط اختيار ڪيو هو.

مون هاڻ پنهنجي ڪم جو دائرو وسيع ڪيو. پنهنجي اثر رسوخ سان ميل ميلاپ وڌائيندي، شهر جي معزز گهراڻن ۾ وڃي نڪرندي هيس؛ اُتي مرد ماڻهو جيڪي ڳالهيون ڪندا هئا، سي ڌيان سان ٻڌي، اُنهن مان ڪم جون ڳالهيون الهه رکئي کي نوٽ ڪرائيندي هيس.

انهيءَ وچ ۾ هڪ اهم ڳالهہ ٿي. الهہ رکئي جي وڏي ڪمانڊر ينگ صاحب جي اسسٽنٽ سان دوستي ٿي وئي. اهو اسسٽنٽ تمام شوقين مزاج، عياش ۽ شرابي هو. مٿس ملٽري ڪمانڊر جو ڏاڍو راز هو. مون کي ڏسندو تہ چوندو هو تہ الهہ رکيو وڏو خوش قسمت آهي جو ڪيس تو جهڙي پدمڻي ملي آهي. اسان جون زالون تہ ڳرا ڳرا ڪاڏا ڪاٺي روڳي بنجي ويون آهن. اهي ڳالهيون هو نشي ۾ ڪندو هو ۽ منهنجي تعريف مان ڍاپندو ئي ڪونہ هو.

ملٽري ڪمانڊر ينگ صاحب بابت مشهور هو تہ هو دراصل ولايت ۾ ٻاڻ بہ وڏو ڌاڪو هو. پوءِ هن جي صلاحيتن مان ڪم وٺڻ واسطي ڪيس امان ۽ عهدو ڏيئي پهرئين افريڪا ۾ پوءِ هندستان ۾ ايس بي اسپيشل پوليس مقرر ڪيو ويو جتي هن يو پيءَ جي مشهور ڌاڙيل سلطانہ ڌاڪوءَ کي ختم ڪري نالو ڪڍيو. سنڌ سرڪار يعني خان بهادر الله بخش سرڪار هن کي خاص پگهار ۽ ڀتا ڏيئي، حرن سان منهن ڏيڻ لاءِ گهرايو هو. هن کي پنهنجي ڪم ڪار کي آزاديءَ سان هلائڻ لاءِ سنڌ سرڪار خاص اختيار ڏنا هئا. مثال طور هو هڪ لک رپين تائين خرچ ڪري سگهيو ٿي ۽ ٻيو ڪوبہ آفيسر سندس ڪم ۾ دخل نہ ٿي ڏيئي سگهيو.

هاڻي هڪ پاسي ملٽريءَ جي جرار فوج هوائي جهازن سميت، ٻئي طرف ٽن هزارن جوانن واري ايس بي آر جنهن ۾ بروهي ۽ بلوچ ڀرتي ڪيا ويا هئا، ٽئين طرف سرحدي فوج، ٻه فوج جيڪا سرحد طرف قبائلين جي مقابلي لاءِ انگريزن اُتان ئي ڀرتي ڪئي، تہ چوٿين طرف بيڪانير ۽ ٻين رياستن جون فوجون، ساري هندستان مان چونڊ سي آئي ڊي، سياسي شعور وارا پوليٽيڪل ايجنٽ، لئمبرڪ جهڙا اسپيشل ڪمشنر- مطلب تہ حرن کي ڪچلڻ لاءِ انگريز ۽ مقامي غدار حڪومت ڪابہ ڪثر ڪونہ ڇڏي هئي. وڏا وڏا ملٽري آفيسر حرن کي ايڏيءَ منظم قوت سان مقابلو ڪرڻ تي آفرين چوندا هئا.

ينگ صاحب باوجود پنهنجي سخت گيريءَ جي هڪ ڳالهہ ۾ نهايت نرم هو. هن کي جيڪو ماتحت پسند ايندو هو، اُن کي موج ڪرائي ڇڏيندو هو.

خير- اُهو مٺو شرابي بدڪردار اسسٽنٽ خبر ناهي ينگ صاحب کي ڪيئن وڻي ويو جو هو سندس خاص رازدان ٿي ويو. ينگ صاحب جا سڀ خفيہ فائل وٽس رهندا هئا. مون بہ ان احمق انسان کان ڪم وٺڻ جو فيصلو ڪيو. گهر ۾ اچڻ کان پوءِ نشي جي حالت ۾ هو ڦونڊ ۾ پرجي پنهنجي سچائي ڏيکارڻ لاءِ وڏا وڏا راز کولي وهندو هو- چي: ’اڄ ينگ صاحب ڏهہ ماڻهو خفيہ طور تي ڀرتي ڪري انهن کي بہ بہ هزار رپيا ڏيئي فلاڻي طرف روانو ڪيو آهي- پلا خزانو آهي منهنجي هٿ ۾- مون هڪ هڪ سئو هنن کي گهٽ ڪري ڏنا- سو اهڙو آهي اسان جو اثر‘ ائين چئي نوٽن جي ٿهي ڪڍي مون کي ڏيکاريائين. اهڙي اُلوءَ کي ڏوريءَ ۾ ٻڌڻ پلا ڪو ڏکيو ڪم هو! آءٌ بہ ظاهر داريءَ طور پنهنجي تعريف تي سندس مهرباني مڃيندي رڳو ايترو چوندي هيس تہ ’سچ؟ ڇڏ ڳشا!‘ تہ وڌي اچي منهنجا هٿ هٿن ۾ وٺي چمندو هو ۽ پوءِ جيڪي پڇندي هيس، ٻڌائيندو هو. ان طرح ٻن ٽن هفتن اندر اسان کي اُهي راز معلوم ٿي ويا جن ڏانهن هيلتائين ڪنهن جو خيال بہ نہ ويو هو. اسان کي ينگ صاحب جي پروگرامن ۽ ڪم جي طريقن بابت اهم معلومات حاصل ٿي ويئي.

ينگ صاحب پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترن ئي غدارن تي هٿ رکيا هئا. الهہ رکئي انهن سيني جا نالا، نشان پتا، مهانڊا ۽ مقرر ڪيل حدون

لکي مون کي پڙهي پڌايون تہ آءٌ خود حيران ٿي ويس تہ مارا جيڪو ڪم ملٽريءَ جا هزارها ماڻهو بہ نہ ڪري سگهيا اُهو ڪم هيءُ اسان جا ديسي غدار ينگ صاحب جي ريين تي موهجي، هڪ طرف غازين جا طرف دار بنيا آهن تہ ٻئي پاسي انهن کي ئي منظم پروگرام بنائي گرفتار يا قتل پيا ڪرائين!

انهن ئي ڏينهن ۾، لاهور ميل ڪيرائڻ واري سرڪردي حر اڳواڻ 'منو خاصخيليءَ' جي گرفتاريءَ يا قتل ڪرڻ بابت سرڪار طرفان وڏو انعام نقد ۽ زمين جي صورت ۾ رکيو ويو هو- مگر منوءَ جو پاڇو بہ نظر نہ ٿي آيو.

ينگ جي هڪ سنڌي ڪارندي (جيڪو سانگهڙ جو باشندو هو ۽ جنهن جي دوستي منوءَ جي خاص ساٿين سان هئي) منوءَ جي هڪ ساٿيءَ سان وچي رابطو قائم ڪيو ۽ ڪيس چيائين تہ سندس هڪ سئوٽ انگريزي فوج گرفتار ڪيو آهي، تنهن ڪري هاڻ هو بہ انگريزن جي خلاف ٿي پيو آهي. اهڙيءَ طرح هو ڪيتري عرصي تائين منوءَ جي ماڻهن سان گڏجي، ٻيلي جي اندر رهيو ۽ سڀني کي يقين ٿي ويو تہ هو سچو ساٿي آهي.

جلد ئي انهيءَ غدار کي هڪ عجيب موقعو ملي ويو. لاهور ميل ڪرائيندڙن جو بهادر سرڪدو 'منو' اوچتو بدلجي رنن جو چور ٿي پيو ۽ هڪ دوست جي معشوقہ سان وچي سلسلو ڳنڍيائين. هو سائس تڪرار ڪرڻ لڳو تہ اُن کي بہ قتل ڪري وڌائين- انهيءَ تي سندس ساٿي سندس خلاف ٿي پيا. مقتول جي هڪ دوست کي تہ ايڏا خار آيا جو موقعي جي تاڙ ۾ رهڻ لڳو. منو وري پنهنجي ساٿين جي خوف کان رات جو مخفي هنڌن تي سمهڻ شروع ڪيو.

ينگ جي جاسوس انهيءَ صورتحال جو فائدو وٺي انهيءَ خاص مخالف ساٿي کي پنهنجي طرف آڻڻ شروع ڪيو تان جو هو اچي ينگ جي حضور ۾ پهتو. ينگ صاحب جهڙو چالاڪ ۽ هر فن مولا شخص هن سان ڏاڍي تواضع ۽ محبت سان پيش آيو- وڏي رقم ڏنائينس ۽ ٻيا اڳتي جا بہ ڳلتا پڌايائينس.

هڪ ڏينهن ٻنپهرن مهل منو هڪ پٽ تي ستل هو تہ انهن غدارن جي سازش سان اوچتو ملٽريءَ وارا کيس گهيري، گرفتار ڪري سانگهڙ وٺي آيس. رنن جي چور ٿيڻ سبب هو ايترو تہ بزدل بنجي چڪو هو جو ٿوريءَ مار ۽ ڪجهہ ڏتن سان هن وڏا راز کولي ڏنا ۽ ڪافي ماڻهو گرفتار ڪرايائين ايڏي

غداريءَ جو انعام ڪيس ڦاسيءَ جي صورت ۾ مليو.

الهہ رکئي اها لسٽ تيار ڪري مون کي ڏني جا مون دستور موجب مرڪز ۾ پهچائي. سردار هن لسٽ جا نقل تيار ڪرائي سڀني مرڪزن ڏانهن موڪليا ۽ آءٌ سانگھڙ ڏانهن موٽيس.

هڪ رات الهرکئي سان گڏ هو حيوان بہ اسان جي گھر آيو، آءٌ جا هن سان محبت سان مليس، تہ هو بہ الهرکئي جي خيال ڪرڻ ڪان سواءِ ئي بي اختيار مون کي ڀاڪر پائي اکين ۾ پاڻي آڻي چوڻ لڳو "محبوب! تون ڪاڏي ويئي هيئين؟ تو ڪان سواءِ تہ سڄي سانگھڙ سڃ پئي لڳي!"

مون هن کي پاڻ ڪان پري ڪري الهرکئي کي اشارو ڏنو. جو گھر جي ٻئي حصي ۾ هليو ويو ۽ هن کي چيم بہ "پيارا! آءٌ بہ تو سان ملڻ لاءِ بي قرار آهيان، پر ڪجھہ ڏيان تہ ڪندو وڃ: منهنجي مڙس جي ڀيڻي ايڏو گستاخ تہ نہ ٿيندو وڃ، هيءُ وڏو خارباز آهي."

تہ هن ٺهڪ ڏيئي چيو، "ڇا جي خاربازي، ڇا جو مڙس؟ اوهان ۾ جي اهڙي خاربازي ۽ غيرت هجي ها، تہ هيءُ مٺ جيترا انگريز ست سمنڊ پار لنگھي اوهان تي ڪيئن اچي حڪومت ڪن ها؛ چوندا آهن تہ ٻني ۽ ونيءَ ڪنهن پاڙيءَ ڪان ئي کسبي آهي، سو اوهان ڪان جڏهن ٻنيون ٻيون کسجن، تڏهن ئي چپ آهيو، تہ ونين کسجڻ تي وري ڪهڙي خاربازي ڪندؤ؟"

منهنجي دل کي هڪ وڏو ڏڪ لڳو. ڪيڏو نہ سچ پيو چوي هيءُ جانور، ۽ ڪيڏا نہ بي غيرت آهن سنڌي، جي خاموشيءَ سان سامراجين جون هيءُ سڀ ڪار گذاريون پيا برداشت ڪن.... يڪدم منهنجي دل ۾ غم ۽ غصي جي بي بہ هڪ لهر اُٿي. هڪڙو شير مرد پير صاحب بادشاهہ هن ۾ پيدا ٿيو، جنهن "ڪئٽ سنڌ" يعني "اي ڌاريان سامراجيو، اسان جي سنڌ خالي ڪريو" جو نعرو لڳائي اٿيو تہ ٻين لکن نہ فقط سنڌس مخالفت ڪئي، بلڪ سامراجين جا چاڙتا ٿي ٻيهي رهيا آهن! پر.... پر منهنجي دل ۾ تاريخ جا ورق اٿليا. غازين جي تقريرن مان جيڪي ٻڌو هئم، سو تري آيم، تہ نيٺ بہ اسين ئي ڪامياب ٿينداسون، اڄ ڪٿي اهي ڌارين جا چاڙتا زور آهن، پر نيٺ

وطن انهن جو آهي جي وطن جا محب آهن. جڏهن بہ اسان جو وطن سامراجين کان آزاد ٿيو، تڏهن آخرڪار سندن اهي ڇاڙتا بہ پاڻيءَ جي ڦوٽن وانگر اڏامندا ويندا. . ."

مون کي ويچارن ۾ غرق ڏسي هن چيو، "پياري، تنهنجي الھ رکئي کي بہ نوٽن سان پري ڇڏيو اٿم؛ تنهن ڪري تون ان جو ڪو فڪر ٿي نہ ڪر. نڪي ان کان ڊپ رک؛ ڪول شيشو ۽ پر جام!"

بس، پوءِ تہ هليا پيگن تي پيگ ۽ دورن تي دور، اوچتو مستيءَ ۾ پرچي هن چيو، "اڙي محبوبڙي! تنهنجا اهي ماٺا باقي بہ- چار ڏينهن آهن؛ اسين ترت ٿي حورن ۽ پرين جي هڪ اهڙي ڪيمپ هٽ ڪرڻ وارا آهيون، جو پوءِ تون الٽو اسان يارن جي خوشامند ڪندي وتنديئين، تہ سائين ڪا هڪ نظر هيڏانهن بہ!"

مون هن کي هڪ پيگ وڌيڪ ڏيندي ڳراٽڙي پائي چيو، "ڇڏ گشا، اهي دڙڪا تہ نہ ڏي."

تہ هيءَ مست ٿي چوڻ لڳو، "دڙڪا نہ آهن، سچ آهي. اڄهو تازو هڪ عمرڪوٽ جو دوست هت آيو آهي، جنهن مون سان سازباز سٽي، ينگ صاحب آگاهہ ڪي ڪيو آهي تہ عمرڪوٽ کي ويجهو 'ٽالهي ۽ مالهي' جوٽيجن جا جاڙا ڳوٺ آهن، جي اگرچہ مارشل لا حدن کان ٻاهر آهن، پر اهي ٻئي ڳوٺ حرن جا آهن ۽ هو حرن جي خوب مدد ڪن ٿا. هاڻي اسان جي فوج سيان رات جو اوچتو وڃي متن ڪڙڪندي ۽ سڀ زالون مرد گرفتار ڪري ايندي. پوءِ هتي سڀ پرده نشين ۽ عصمت ماب جوٽيجيون ڪُتر ٿينديون ڏسنديئن."

منهنجي لاءِ هيءَ هڪ اهم خبر هئي. مون هن جي ڏاڍي خوشامد ڪندي ڪيس ايترا پيگ چڙهايا، جو هو نشي ۾ ڌُت ٿي پيو. جڏهن الهرکئي کي اها هن کان مليل خبر ٻڌايم تہ هن يڪدم متي کي ڪٽي هٽ هنيا ۽ چيائين، "نوري پيڻ! هيءَ بيحد هئبتناڪ ۽ دکدائڪ خبر آهي. اهي جوٽيجا بيشڪ پير صاحب جا مريد آهن ۽ حُر آهن، پر مون کي ذاتي خبر آهي، تہ هنن ڪنهن بہ حُر سان ساز باز نہ رکڻ جو گويا قسم کنيو آهي. سندن عورتون ايڏيون تہ شريف ۽ عصمت ماب آهن، جو بيان ئي ڪري سگهجي، وڏي ڳالهہ، تہ هنن جو غازي تحريڪ کان ڪنارو ڪيو، ان ڪري ڪا مصيبت

آئي، تہ اهي ويچاريون پرده نشين عورتون تہ مقابلو بہ ڪري نہ سگھنديون ۽ خدا ڄاڻي مٿن ڪهڙا ظلم ٿيندا.

”هيءُ جانور تہ الائجي ڇا پيو بڪي، پر در حقيقت انگريزي ملٽريءَ وارن، پوليس ۽ غدارن جي آهي جوڻيجن جي دولت تي اک؛ جو اهي ٻئي ڳوٺ ڏاڍا سکيا آهن. خاص هنن جي دولت ڦرڻ لاءِ هنن ايڏو سنگين ۽ ڪميڻپ ڀريو قدم رٿيو آهي، پر نوري پيڻ، هنن عصمت ماب، شريف ۽ اٻوجهہ عورتن کي ضرور بچائڻ گھرجي.“

آءٌ وسميءَ ۾ پئجي ويس ۽ هو بہ ڳڻتين ۾ غرق ٿي ويو. سڄا سارا ٻہ ڪلاڪ سوچڻ بعد هن چيو: ”تون اتي تيار ٿي ۽ بلڪل ترين جهڙا ڪپڙا پائي هتان نڪري، ڪنهن بہ طرح ميرپور جي لاريءَ ۾ هلي وڃ؛ اتان وري عمرڪوٽ جي لاريءَ ۾ چڙهي هڪ بجي ڏاري جوڻيجن جي ڳوٺ وٽ لهي وڃي، انهن کي خبردار ڪر؛ جيئن نهايت خاموشيءَ سان هو گھٽ ۾ گھٽ لڄون ڳوٺ کان ٻاهر ڪڍي سگھن، پوءِ مردن جي جيڪا قسمت هوندي.“

رات جو وقت، سانگھڙ ۾ ڪرفيو، لاريءَ تي پهچڻ ڏکيو ڪم هو، پر ڏٽي مددگار ٿيو، جو آءٌ ڪامياب ٿي ويس ۽ پروگرام موجب وڃي جوڻيجن ۾ پهتيس.

اتي جا خبر ٻڌايم، تہ هنن ۾ ٻاڪر ڪٿو پئجي ويو، خطري جي احساس سبب هنن بنا دير جي عورتن کي بيل گاڏين ۾ سوار ڪري، ڳوٺ مان ڪڍڻ جو پروگرام ناهيو. پر منجهيا اچي، تہ وڃون ڪيڏانهن! آخر کين خيال آيو، تہ هن پٽ ۾ سڀ کان وڌيڪ مهل جو مڙس ماڻهو آهي ’خانصاحب عطا محمد پلي‘؛ پناهہ ملندي، تہ ان وٽ ملندي؛ ان ڪري ’سامون‘ وٺي اوڏانهن هلجي.

مگر انساني احتياط سبب اهو بہ ويچار آين، تہ ڄاڻ کان سواءِ اتي هلي نڪرجي، ۽ هو ’سامون جهلڻ‘ کان انڪار ڪري تہ پوءِ؟.... پوءِ تہ مورڳو ڊبل خوار ٿينداسون. ان ڪري تيز رفتار گھوڙي تي ڪو ماڻهو هن سان اڳواٽ ملي ۽ واپس اچي بيل گاڏين کي رستي تي ملي.“

آخر ’عبدالحئي‘ نالي هڪ جوڻيجو تيار ٿيو، جو هِنَ ڳوٺ ۾ تنها غازي هو؛ پر گھوڙي تي لانگ ورائي هو بہ سوچڻ لڳو، تہ خانصاحب اٽڪل 3 بجي

ڏاري ماني کائي، پوءِ ڪندو آهي آرام، سو اٽندو آهي ڇهين بجي؛ انهي وقت اندر ڪيس ڪوبہ ننڊ مان اٿاري جاڳ ڪري نہ سگهندو؛ ان ڪري ڪا اهڙي هوشيار عورت بہ گڏ هلي، جا اول تہ ڪنهن طرح دربان کي ڳلتا ڀڏي، ڪوٺ اندر گهڙڻ ۾ ڪامياب ٿئي، پوءِ وري خانصاحب کي جاڳائي احوال بہ ڀهچارائي سگهي... پر انهي ڪم لاءِ سنڌن ڳوٺ واري ڪابہ موزون ڪانہ هئي، جو هنن مان نڪا خانصاحب جي محرم هئي نہ ٻوري هو پردي نشين عورتون اهڙيون چالاڪ بہ هيون. هنن کي ڳڻتين ۾ ڏسي غازي عبدالحئي کي انهي خدمت لاءِ بہ مون پنهنجو پاڻ آڇيو ۽ گهوڙي تي چڙهي هن سان گڏ اتي هليس.

رستي ۾ مون هن کان خانصاحب جا ذاتي احوال کوٽي کوٽي پڇيا، ۽ اها حقيقت معلوم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس، تہ خانصاحب هڪ شادي ٿر جي درسن مان ڪئي هئي، اها بي بي صاحبہ تہ وفات ڪري ويئي؛ پرانهي پنهنجي سگهڙپائي، عقلمندي ۽ نيڪ دليءَ جا خانصاحب تي اهڙا اثر ڇڏيا، جو خانصاحب انهي جي والد درس محمد صديق ۽ ٻين جي بيحد گهڻي عزت ڪندو آهي. هاڻي مون گويا ڇپٽي وڃائي مشڪل حل ڪري ورتي. جيئن 3-4 بجي ڏاري خانصاحب جي ڳوٺ وٽ پهتاسون، تہ مون عبدالحئي کي ٻاهر بيهڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ سڌي دربان وٽ پهچي ڪيس نهايت پراثر لهجي ۾ چيم: "چاچا حامد، دروازو کول، آءٌ چاچري تعلقي جي درس محمد صديق جي پائيجي آهيان ۽ ضروري ڪم سان هتي آئي آهيان هينئر لاريءَ مان لٿي آهيان، اندر وڃڻو اٿم!" درس محمد صديق جو نالو ٻڌي پوڙهي چاچي حامد ڇرڪ ڀري اکيون مهٽي بي اختيار ڪٿي دروازو کوليو ۽ آءٌ اندر هلي ويس.

اندر پهچي نڪا ڪيم هم، نڪا تم، بنگلي جو نقشو مون کي معلوم هو. خانصاحب وچئين هال جي اولهہ واريءَ ڪوٺيءَ ۾ آرامي هو. سخت، ٻپهر ۽ لُڪَ سبب بيبيون ۽ ٻانهيون بہ آرامي هيون. سو مون هال جي دروازي کي جا تمام زور مان لت هنئي، تہ دروازو ٺڪاءُ ڪري، ڪري پيو. خانصاحب کي هڪ ماٺي جهلي هئي رهي هئي. دروازي کي سخت ڌڪو اچڻ ۽ آواز ٿيڻ تي خانصاحب بہ ڇرڪ ڀري جاڳي پيو، ۽ گهر جي ٻين ماڻهن تي بہ اثر پيو.

هونئن تہ خانصاحب هن طرح آرام ڦٽائڻ تان سخت غصي ٿئي ها، پر

مـون يڪـدم رڙ ڪـري چيـو: ”ابڙا! اُٿ، ’سامـون‘ آچـي دروازي تي پهـتيـون اٿيئي.“

سڄيءَ سماٽ قوم لاءِ ”ابڙي“ جو لفظ گويا هڪ اهڙو طلسمي لفظ آهي، جهڙو علي بابا وارو سم سم، خانصاحب جو غصو تہ الائي ڪاڏي ويو، تپ ڏيئي اٿي چيائين: ”گهوريس سامن جي نالي تان؛ اما، تون ڪير آهين؟“

مون کيس جواب ڏنو تہ، ”آءٌ عبدالحئي جوڻيجي سان گڏجي آئي آهيان. خبر ملي آهي تہ اڄ رات جو ٽالهي مالهي جوڻيجن جي ڳوٺن تي انگريزي ملٽري حملو ڪري سڀ مرد عورتون گرفتار ڪندي، انهيءَ ڊپ کان ٻنهي ڳوٺن جي مردن سندن لڄون ڳوٺ مان ڪڍي، ڪنهن ننگ پرور وٽ سام پوڻ لاءِ روانيون ڪيون آهن. هنن جي نظر ۾ تو کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نہ سُجهيو، ان ڪري بيل گاڏيون تو ڏانهن اچي رهيون آهن ۽ اسين اڳواٽ ڄاڻ ڪرڻ لاءِ آيا آهيون، تہ متان اتفاق سان تون بہ ڊڄي وڃين تہ پوءِ...“

خانصاحب تپ ڏيئي منهنجي وات کي هٿ ڏيئي، ٽري رواج موجب منهنجي مٿي تي هٿ رکي چيو، ”ڌيءَ! متان اهڙو لفظ وات مان ڪڍيو اٿيئي. مهلون مردن تي اينديون آهن ۽ سامون بہ ڪنهن پاڳن واري جي پناهہ ۾ اينديون آهن، آءٌ ڪو هن وقت سامن کي موٽائي پنهنجون سٺ پيڙهيون لڄائيندس ڪيئن؟“

مون کي خانصاحب جي دليريءَ تان ڏاڍي خوشي ٿي، پر کيس وڌيڪ پڪو ڪرڻ لاءِ چيم: ”مگر خانصاحب! ملڪ ۾ باهہ پيئي ٻري، ملٽري سڌي تو وٽ ايندي، پوءِ ان وقت؟“

خانصاحب جتي پائي پٽڪي جا ٻہ آڏا ابتا وَرَ ڏيئي چيو، ”ان وقت پهريائين آهن اسان سيني جا سِرَ، پوءِ ملٽري پل لاشن تان لنگهي وڃي، سامن تي قبضو ڪري!“

هن گوڙ تي گهر جون سڀ عورتون ۽ ڇوڪرا اچي ويا هئا. خانصاحب جي همشيره هڪ دلير ۽ بارعب عورت هئي؛ خانصاحب کيس مخاطب ٿي چيو: ”ادي، آءٌ وڃان ٿو سامن جو استقبال ڪرڻ؛ اوهين بہ سڀ ڀينرن جي مرحبا لاءِ تيار رهو.“

هو بي اختيار ٻاهر نڪتو، تہ آءٌ بہ پٺيانئس نڪتيس. سخت ڪاڙهو،

سخت لُڪَ، پر خانصاحب نڪو سواريءَ جو خيال ڪيو، نڪو ٻيو ۽ سڌو ڏکڻ طرف رستي ڏي هلڻ لڳو. نوڪر چاڪر گهٻرائجي گهوڙا تيار ڪرڻ لڳا. پر پاڻ اڳتي وڌي وڃي عبدالحئي سان مليو ۽ ڏانهس تيز نظر سان نهاري چوڻ لڳو: "هيءَ بہ ڪا ٻچا ڳاچا جي مهل هئي! سامون وني ڪوٽ جي در ڪي پڇي اندر نٿي آيوَ؟" ۽ پاڻ وري ساڳيءَ طرح اڳتي هلڻ لڳو.

تان جو ٻن ميلن جي مفاصلي تي ساماري عمرڪوٽ واري وڏي رستي جي موڙ وٽ آياسون، تہ اوير کان بيل گاڏيون بہ اچي پهتيون.

"پينرون پلي آيون جي آيون، نچ آيون. ياءُ جو دروازو اوهان لاءِ سدائين کليل آهي ۽ سندس سر اوهان جي عزت تان قربان ٿيڻ لاءِ هميشہ تيار آهي."

۽ پوءِ بہ خانصاحب پيادو ئي پيادو واپس ڪوٽ وٽ پهتو. عورتون لهي اندر ٿيون. خانصاحب جي همشيره ان کان اڳ تيار هئي. هوءَ هر هڪ کي ياڪر ڀتيندي، ٿري رواجِ موجب چُني اوڍائيندي عزت سان وهاريندي ويئي. بدامنيءَ جي خوف کان ڪوٽ جي چئني ڪندن تي مورچا ٺهيل هئا. خانصاحب هڪدم انهن مورچن ۾ هٿياربند وفادار همراهہ وهاريا. هر هڪ کي ڪافي باروت ڏيئي، سندن سرڪردي "جيئندي هاليپوٽي" کي چيائين، "سر ڏيڻ تائين سامن جو وار ونگو ٿيڻ نہ ڏجو." جيئندو هڪ دلير نوجوان هو، تنهن جواب ڏنو "خانصاحب! ڪوبہ فڪر نہ ڪجو. انشاءالله تعاليٰ انگريزي ملٽري بہ ڏيهن کي ڏس ڏيندي رهندي تہ ڪن مڙسن سان پلئہ اٽڪيو هو!"

پوءِ خانصاحب پاڻ بہ هٿيار ٻڌي کٽ دروازي تي وجهائي ان تي وينو، ۽ اطمينان سان سگريٽ دکائي سُوٽا هڻڻ لڳو. مشهور هو تہ خانصاحب سگريٽ مان سگريٽ دکائيندو آهي، پر اهڙي شخص کي بہ ننڍ مان اٿڻ کان وني هيستائين سگريٽ ياد نہ هئي، هاڻي جو سامت ۾ اچي سگريٽ پيتائين تہ نهايت اطمينان سان مرڪندي، مون کي چيائين، "مائي تون ڪير آهين؟"

دربان ڏاڍو پريشان هو، هن اڳوات چيو، "سائين! هيءَ درس محمد صديق جي ياٽيجي آهي ۽...."

خانصاحب ٿهڪ ڏيئي چيو: "چاچا، درس صاحب جون ياٽيجيون مان تو کان وڌيڪ سڃاڻان ٿو، پر هن کان خبرون پڇڻ ڏي.... ۽ هان، هاڻي اوهين سڀ پري ٿي وڃو."

هاڻي سڀ پري ٿي ويا ۽ مون هن مهل جي مڙس ماڻهوءَ کي سڀ احوال ٻڌائڻ شروع ڪيو. احوال پورو ڪرڻ تي هن تہ مون کي آفرين ڏني؛ مگر منهنجي دل ۾ الائجي ڪهڙو پور آيو، جو گنڀير ٿي چيومانس تہ، ”خانصاحب! اوهين ڪو اندازو لڳائي سگهو ٿا، تہ اوهان اڄ جيڪو ڪم ڪيو آهي، ان مان اوهان لاءِ نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟“

خانصاحب ٿهڪ ڏيئي چيو: ”نتيجو؟ نتيجو وڌ ۾ وڌ اهو نڪرندو، جو ملٽريءَ وارا حملو ڪري هتي ايندا. اسين انشاءالله پيش ڪونہ پونداسون ۽ گهٽ ۾ گهٽ مان، منهنجي همشيره تہ وڙهندي وڙهندي شهيد ٿي وينداسون.“

”۽ پوءِ...؟“ مون ساڳيءَ گنڀيرتا سان چيو.

”پوءِ جا ويچار منهنجي بلا ڪري! اهي نڪي ابڙي ڪيا نڪي مان ڪندس. مان نڪي اوهان جي جماعت مان آهيان، نڪي غازي آهيان؛ ان ڪري ٻا پروگرام ڪونہ ٿو لڙان. مون کي هينئر فقط هڪ ئي ويچار آهي، جو اهو آهي، تہ مون ۽ منهنجي همشيره کي جيئرو گرفتار نہ ڪن. باقي اسان جي شهادت بعد پوءِ ڇا ٿيندو، سو بار ڌڻي تعاليٰ تي آهي، مون تي ڪونهي. ان ڪري مان انهي پوئتي جي اون رکڻ لاءِ ذرو بہ ويچار ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيان.“ خانصاحب اهي سڀ گفتا نهايت اطمينان سان ڪيا ۽ هن چئن تہ دل جا وهم سڀ وساري ڇڏيا.

مون کي خانصاحب جي اها جانبازي ايڏي تہ پسند آئي، جو ڪيس ڏاڍيءَ عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏسڻ لڳس. هاڻي هن ڪلندي مون کي چيو: ”مائي نوري، موت تہ هر ڪنهن انسان تي ضرور ايندو آهي، ۽ ان لاءِ بہ هڪ وقت مقرر آهي، ان تي ضرور مرڻو آهي. چاهي ڪهڙا بہ بچاءُ ڪجن، تہ بہ انهي وقت تي ضرور مربو، پوءِ جو بيمارين ۾ ڦٿڪي مرجي، تنهن کان ڇو نہ اهڙو سجايو ٿي مرجي، جو انهي نالي تي ست ئي پيڙهيون فخر ڪنديون رهن؟

هاڻي جڏهن مون اهو سجايو ٿي مرڻ قبول ڪيو آهي، تڏهن پريشان ٿي، مرڻ بدران ڇو نہ ڪلندي ڪلندي مران؟

ان ڪري بي فڪر ٿي ويهہ تہ ويهي رهاڻ ڪريون. تون مون کي مجاهدن جا ڪارناما ٻڌاءِ، ۽ آءٌ وري توکي هن علائقي جي مثيرن جون

خبرون ٻڌايان!"

هاڻ هلي اسان جي رهاڻ: مون تہ پنهنجي مجاهدن جا ڪارناما ٻڌايا، ۽ خانصاحب جيڪي سندس تعلقي ۽ آسپاس جي تعلقي جي دليرن جا احوال ٻڌايا. انهن احوالن ۾ پهرينءَ حُر هلچل جا ذڪر بہ آيا. ۽ انهي هلچل تي سندس قوم جي هڪ شاعر "مل محمود پليءَ" جا ڪاهيل بيت بہ ٻڌايائين، جي مون کي ڏاڍا پسند آيا ۽ مون اهي لکي بہ ورتا.

پر انهن سڀني کان وڌيڪ ذڪر هن ٻڌايا 'صوفي قلندر بخش شهيد' جا، جنهن سان خانصاحب کي بي پناهہ عقيدت هئي. سندس اعليٰ درجي جي رنگين آدم قد تصوير بہ وٽس هئي، ۽ ٻيا بہ ڪافي فوٽو هئس. پاڻ صوفي شهيد جي بهادرين، دليرين، ۽ عقلمندين جا ڪيترائي ذڪر ڪيائين. آءٌ انهيءَ رهاڻ ۾ ايڏي تہ محو رهيس، جو اهو بہ ياد نہ رهيم، تہ مسون کي واپس وڃڻو آهي.

اسان تہ سمجهيو هو تہ اڄ رات جوڻيجن جي ڳوٺن تي حملو ٿيندو، سندن عورتون ۽ نياڻيون ان ڪري سڄي رات خدا تعاليٰ کي ستائينديون رهيون؛ پر صبح جو خبر پيئي تہ حملو ڪونہ ٿيو، ۽ ٻيو ڏينهن خواہ رات بہ ائين ئي گذري ويا؛ انهيءَ وچ ۾ خانصاحب سندس ڪوٺ اندر بنگلي تي بہ مورچا نهرائي ورتا، سندس ڪيترائي جانباز هاري ناري خواہ دوست بہ ازخود اتي اچي ويا، ۽ ٻيا بہ آسپاس جا حر يا حرن جا همدرد ڳوٺ کان پرپرو لڪي اچي ويٺا.

ٽئين ڏينهن صبح جو هن ناٽڪ جو آخري پردو کليو، جڏهن هڪ گورو ملٽري آفيسر خانصاحب جي ڳوٺ آيو ۽ اميد جي خلاف ساڻس گڏ فقط 5-4 سپاهي هئا. خانصاحب اتفاق سان ان مهل اندر هو؛ ان کي ڄاڻ ٿيو تہ ملٽري آفيسر اوهان سان ملڻ لاءِ آيو آهي.

خانصاحب بي فڪريءَ سان اٿيو، پستول پري کيسي ۾ وڌائين ۽ پنهنجي همشيره کي اڪيلو سڏي منهنجي مُوجودگيءَ ۾ چيائين: "ادي! هاڻي 'ٻاگهي' بنجڻ جي مهل اچي ويئي اٿيئي. آفيسر صاحب جو بنا سپاهہ جي آيو آهي، سو سندس مطلب اهو ئي هوندو، تہ مون کي ٺڏيون مٺيون ڳالهيون ڪري وٺي وڃي سانگهڙ ۽ پوءِ ڪن سامن تي حملو: سو آءٌ بہ شهادت جي

ڪين جيئرو هٿ ڪين ايندس، ۽ مون ڪان پوءِ هو ڪندا ڪوٽ تي حملو؛ منهنجي روح جي خوشي انهي ۾ ٿيندي، جو تنهنجو لاشو دروازي وٽ هجي!"

سندس همشيره گنيير ٿي نهايت دليريءَ سان چيو: "ياٽرا، الله سائين تنهنجو وار ونگو نه ڪندو، پر جيڪڏهن ڪا قضا الهي آئي ته انشاء الله تعاليٰ دنيا اهو ئي نظارو ڏسندي، جيڪو تون چاهين ٿو!"

مون خانصاحب کي پنج منٽ ترسڻ لاءِ چيو ۽ پنهنجي ڳنڍڙي کولي مرداني وردي پائي ساڳيءَ طرح پستول پڙي سلوٽ ڪري اچي چيومانس، "اردلي حاضر آهي!"

خانصاحب کلي چيو: "چڱو سهڻا اردلي صاحب، هلو ته گڏ هلي شهيد ٿيون ۽ بهشت ۾ به هلي رهائيون ڪريون"

خانصاحب جو ڪابو هٿ ڪيسي ۾ هو، مون به سندس اها طرز پسند ڪري، ڪابي ڪيسي ۾ پستول رکي هٿ اندر ڪيو.

در ڪان ٻاهر نڪري خانصاحب سندس مدارالمهام 'جيئندي هاليپوٽي' کي چيو، "پٽ- هاٿي الوداع، اهڙي مڙسي ڪج، جو سنڌ نالو به پيو اسان سان گڏ ڳائجي."

جيئندي سلوٽ ڪري ڪنڌ جهڪائي نهايت گنيير ٿي چيو، "انشاءالله" ۽ خانصاحب بي فڪر ٿي وڏي اوطاق ۾ پهتو ته ملٽريءَ جي صاحب سندس استقبال ڪري مرڪي چيو، "خانصاحب! ٻيو هٿ ته ڪيسي مان ڪڍ!"

خانصاحب گنيير ٿي چيو، "هڪڙي ۾ هٿڪڙي لڳائي وٺو، ته پوءِ ٻيو ٻاهر ڪڍان."

صاحب ٺهڪ ڏيئي چيو، "اسان کي خبر آهي ته صوفي قلندر بخش شهيد وانگر اوهان جي به انهي ٻئي هٿ ۾ پستول آهي، ۽ هن اوهان جي نوجوان صاحبزادي به ائين ڪيو آهي، (هن مون کي خانصاحب جو صاحبزادو سمجهيو) ۽ سچ پچ ته توهان ڪم اهڙو ڪيو آهي، جو جيڪر گولين سان اوهان جا جسم پروڻ ڪري ڇڏجن؛ مگر اسين ائين ڪين ڪريون، جو اسان جو رڪارڊ اوهان ۽ اوهان جي والد جي خدمتن سان ائين پربور آهي، جو اوهان کي

ڪجهه به ڪري نٿا سگهون. اوهان وٽ ڪڏهن ڪا پاٿاري ته ڪانه رهي آهي، بلڪ اوهان بدمعاشن کي پڪڙڻ لاءِ هميشه پوليس جو ساٿ پئي ڏنو آهي. هاڻي ڀلا اسين اوهان کي ڇا ڪريون؟

"اسين اوهان وٽ اهائي خوشخبري کڻي آيا آهيون ته لئمبرڪ صاحب نه فقط اوهان کي معاف ڪيو آهي، پر اوهان جي صدقي جوٽيجن جي ٻنهي ڳوٺن کي به معاف ڪيو آهي، هن شرط سان، ته اوهين ضامن پئو ته هو حر هلچل ۾ ذرو به بهرو نه وٺندا."

هيءَ عجيب خبر ٻڌي، آءٌ حيران ٿي ويس؛ پر خانصاحب ٺهڪ ڏيئي ٻيو هٿ ڪيسي مان ڪڍي سيلوٽ ڪيس ۽ چيائين ته "مون کي صرف اها خوشي آهي، ته اوهان ۾ به ڪي سمجهدار آهن. پر صاحب بهادر! آءٌ ڪابه ٺڳيءَ جي ضمانت پيش ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيان. جوٽيجن دوستن کي آءٌ فقط ايتري صلاح ڏيئي سگهندس، ته جنهن صورت ۾ اوهين مارشل لا حدن کان ٻاهر آهيو، ان ڪري ٻرنديءَ باهه کان پاسو ڪندا رهو ته چڱو، جيئن هيستائين ڪيو اٿو. پوءِ اها صلاح هو مڃين يا نه مڃين، سا سندن مرضي، مگر سامون جهلڻ کي احسان بنائي، ڪين انهي طرح گهُٽڻ جو ڪم نڪو مون کان پڄندو، نڪي انهي ڳالهه کي آءٌ ڪو احسان ٿو سمجهان."

آفيسر هيءُ ٻڌي، ٽپ ڏيئي اچي خانصاحب کي ڀاڪر پاتو ۽ چيائين، "بيشڪ جهڙو لئمبرڪ صاحب کان ٻڌو هيم، اهڙو توهان کي ڏٺم. اڄ جڏهن مارشل لا وڏن ڏينگن جا پتا پاڻي ڪري ڇڏيا آهن، تڏهن اوهان جهڙي مرد ماڻهو سان رڳي ملاقات به منهنجي لاءِ شرف جو باعث آهي.

"اوهان کي ڪڏهن به ڪو ڪم پوي، ته مون وٽ بيڌڙڪ هليا اچجو، ۽ نه فقط ايترو، بلڪ آءٌ خود لئمبرڪ صاحب کي جيڪا اوهان بابت رپورٽ ٻڌائيندس، سا به پاڻهي وقت تي اوهان کي معلوم ٿيندي.

"اوهين بي فڪر ٿي سامون سندن ڳوٺن ڏي واپس ڪريو. اوهان سان اهو به وعدو آهي، ته چاهي حالتون ڪهڙيون به خراب ٿين، چاهي انهي ڳوٺن جي مردن کي ڪهڙا به نقصان رسايون؛ پر انهن ڳوٺن جي ڪنهن به مائيءَ ۽ نيائي جو نڪي وَار ونگو ٿيندو، نڪي سندن عزت احترام ۾ ڪو خلل ايندو. هاڻي اهي سامون جڻ ته توهان جي ياران اسان جي حفاظت ۾ آهن.

توهين مهرباني ڪري اها مبارڪباد هاڻي وڃي انهن ماين کي پهچايو، ته هنن تان هراس دفع ٿئي."

اسين واپس پهتاسون، ته خانصاحب آواز ڏنو، "در کوليو، سڀ خير آهي!" دروازو جو کليو، ته اندريون نظارو ڏسي آءٌ حيران ٿي ويس. خانصاحب جي همشيره هٿيار ٻڌي نهايت گنڀير ٿي سر ڏيڻ لاءِ تيار ٿي بيٺي هئي، ۽ ٻين سامن وري ڇا ڪيو هو، جو جن کي هٿيار هٿ آيا تن هٿيار کنيا هئا، ۽ ٻين لنيون ڏڪا، بلڪ هڪ سڄي لانڊي پٽي انهي جا لڪڙا هٿ ۾ کنيا هئا، ۽ سڀ سر جون سٽون ڏيڻ لاءِ تيار ٿيون بيٺيون هيون؛ جڻ ته خانصاحب جي همشيره جي همت هنن سڀني اهوجهه پرده نشين ۾ به هڪ مجاهداڻو روح ڦوڪي ڇڏيو هو. خانصاحب کلي سڀني کي آفرين سان گڏ مبارڪباد ڏني ۽ جيڪا به تيار حاضر ماني هئي، سا کڻي وڃي آفيسر سان گڏ کاڌائين.

شام جو سامون وڃڻ لاءِ تيار ٿيون، ته غازي عبدالحئي مون کي اڪيلو وٺي آهستگيءَ سان چيو: "پيڻ! اسان کي ته امان ملي، پر ويچارو تنهنجو نقلي مڙس الهرکيو گرفتار ٿي ويو، ۽ تنهنجي گرفتاريءَ جون به پوريون ڪوششون هلي رهيون آهن. تعجب آهي جو ڪين اها خبر بلڪل نه پيئي، ته تون ڪا هيڏانهن آئي آهين؛ جو هنن جي ليکي تون مرڪز ۾ هلي ويئي آهين. ان ڪري هاڻي تنهنجو سانگهڙ وڃڻ چٽو، نڪي اسان سان گڏ هلج، باقي خانصاحب جي هٿان ڪنهن به طرح واپس پهچي وڃ."

خانصاحب مون کي هڪ - ٻه ڏينهن ڏاڍي عزت احترام سان رهايو، ۽ پوءِ وڏيءَ حفاظت سان اماڻي ڇڏيائين جا اچي مرڪز ۾ پهتيس.

منهنجي هن آخري ڪارنامي سبب سڀ غازي مون کي ڏاڍي احترام جي نظر سان ڏسن ٿا."

مائي مرادان عرف هيتي ڌيءَ امام بخش خاصخيليءَ جو داستان:

آءٌ مکڻ خاصخيليءَ جي ڳوٺ ۾ جايس. هيءُ ڳوٺ مکيءَ جي اوله واري ڪناري کان ڏهاڪو کن ميل اندر آهي. منهنجو پيءُ وٽ نه هو ڪو ٻني ٻارو، ۽ نه ئي هو ڪا نوڪري يا مزدوري ڪندو هو. هو هڪ دلير انسان هو-

سندس لاڳاپو چورن، ڌاڙيلن ۽ پاٽاريدارن سان هو. پر جڏهن غازين جي تنظيم قائم ٿي ته هو به انهيءَ ۾ شامل ٿي ۽ ٽريننگ حاصل ڪري جلد ئي پهرئين درجي جي غازين ۾ اچي ويو. جڏهن اسان جي ڳوٺ تي ملٽريءَ ڪاهه ڪئي تڏهن بابو مقابلو ڪندي شهيد ٿي ويو ۽ آءٌ ڳوٺ جي ٻين عورتن سان گڏ مکيءَ ۾ هڪ محفوظ هنڌ تي هڪ مرڪز ۾ منتقل ٿي ويس. هتي آءٌ ماني وغيره پچائڻ ۽ زخمين جي خدمت ڪندي هيس.

هڪ دفعي هڪ دوبدو معرڪي ۾ ٻن سک فوجين کي جهنم رسيد ڪيم، جنهن تي ڪئمپ ۾ مون کي ڏاڍي عزت ملي ۽ مون کي 'شير دل' جو خطاب مليو.

هڪ ڏينهن مرڪز ۾ هڪ 17-18 ورهين جي نوجوان کي بطور يرغمال آندو ويو- سندس پيءُ هڪ وڏو زميندار هو. ۽ غازين جي دشمنيءَ ۾ پيش پيش. اُنهيءَ پلاند ونڻ جي خيال کان سندس پٽ کي باندي بنايو ويو هو. ڇوڪرو نهايت شريف ۽ فضيلت وارو هو- کيس پٽس جي روش پسند نه هئي- چوندو هو ته کيس ڇڏيو وڃي جيئن هو غازين جي خدمت ڪري. سدائين پنهنجي ماءُ ۽ ڀيڻن کي ياد ڪري پيو روئندو هو. مون ساڻس واعدو ڪيو ته کيس ضرور سندس ڀيڻن ۽ ماءُ سان ملائيندس.

آءٌ انهيءَ باري ۾ سوچيندي رهيس. آخر سوچيم ته ڪنهن نموني سندس پيءَ کي ٻيلي ۾ ڪٺي اچان ۽ اُنهيءَ جي عيوض هن جوان کي آزاد ڪرايان. اها ڳالهه مون پنهنجي هڪ ذات ڀائيءَ يوسف سان ڪئي- هو منهنجي مدد ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. هڪ ڏينهن موقعو ڏسي اسان ڪئمپ مان روانا ٿياسون. ٻيلي جي هڪ ٻئي ڳوٺ مان يوسف جا ڪجهه دوست به اسان سان شامل ٿيا، اسان ٻيلي کان ٻاهر ٿي اُن زميندار جي ڳوٺ پهتاسون. ڳوٺ چڱو وڏو هو- منجهس سئو سوا گهر هئا- هڪ چيڙي تي وڏيري جي حويلي هئي.

آءٌ غريب ۽ لاچار عورت جو ويس ڪري حويليءَ ۾ داخل ٿي وڏيريءَ سان مليس. کيس اُن وقت نوڪرياڻيءَ جي ضرورت ڪونه هئي پر منهنجي حال تي رحم کائي مون کي حويليءَ ۾ رهڻ ڏنائين. هوءَ پنهنجي وڇڙيل پٽ کي ياد ڪري ڀيئي روئندي هئي. وڏيرو وري سڄو ڏينهن ملٽريءَ وارن جي

ڪئمپ ڏانهن اچ وڃ لايو ويئو هو جيڪا ڳوٺ کان ڏهاڪو ڪن ميل پري هئي. سندس حويليءَ تي ڇئن خانگي چوڪيدارن کان سواءِ ڇهه ملٽري وارا پهرو ڏيندا هئا.

ڪجهه ڏينهن کان منهنجو بازار وڃڻ ٿيو. موقعو وٺي پنهنجي ساٿي يوسف سان رابطو ڪري، سائس سمورو احوال ڪيم. ٻئي ڏينهن يوسف وري مليو ۽ ٻڌايائين تہ حويليءَ تي زبردست پهري ڪري وڏيري کي اُتان اغوا ڪرڻ مشڪل ٿيندو، البتہ ڪيس رستي تان ڪٽي سگهجي ٿو. انهيءَ واسطي مون تي اهو ڪم رکيو ويو تہ ڪيس وڏيري جي اچ وڃ جي پروگرام کان آگاهہ ڪريان.

هڪ ڏينهن وڏيري تي هزار رپيا ڪٽي حيدرآباد ۾ ملٽريءَ جي وڏي صاحب سان ملڻ جو پروگرام ٺاهيو. مون پنهنجي ساٿين کي ان پروگرام کان آگاهہ ڪيو. فجر مهل يوسف ۽ سندس ساٿي مقرر ڪيل رستي تي جهنگ ۾ لڪي ويٺا. وڏيري جي ويجهو اچڻ تي هڪ ڄڻي وڃي گهوڙي جي واڳ جهلي تہ ٻيا بندوقون تاڻي بيهي رهيا. اسان وڏيري کي قابو ڪري، پٺڪي سان ٻڌي جهنگ ۾ داخل ٿي وياسون. يوسف جي دوستن وٽ وڏيري کي ڇڏي، آءٌ ۽ يوسف پنهنجي مرڪز ۾ پهتاسون. اُتي هڪ بزرگ دوست معرفت مکيءَ جي سردار سان رابطو ڪري ڪيس حقيقت کان آگاهہ ڪيوسين. هو انهيءَ ڳالهہ تي راضي ٿيو تہ وڏيري جي عيوض سندس پٽ کي آزاد ڪيو وڃي. سردار صاحب اسان جي انهيءَ ڪارنامي کي تحسين جي نگاهہ سان ڏٺو. صبح جو سردار صاحب منهنجو ۽ يوسف جو نڪاح پڙهايو. اسان پنهنجي رهڻ واسطي هڪ لانڍي پنهنجي هٿن سان ٺاهي.

هڪ ڏينهن مکيءَ جي سردار اعليٰ نياپي مطابق هڪ وڏي معرڪي واسطي، اسان جي ڪئمپ مان 25 غازي، ناري جي هُن پار 'اَوَڏ' وري پٽ جي طرف موڪليا ويا. انهن 25 غازين جي دستي ۾ يوسف بہ شامل هو ۽ منهنجي زور پرڻ تي مون کي بہ شامل ڪيو ويو. اسان جي دستي جي اڳواڻي پنجاهہ سالن جو تجربيڪار جنگي جوڌو 'خير محمد سنجراڻي' عرف 'خيرو سنجراڻي' ڪري رهيو هو.

اسان سرنگهن، گهاٽن جهنگلن ۽ ور وڪڙن مان ٿيندا منزل ڏانهن

هلياسين. رستي تي اسان ٻيا دستا بہ ڏنا جيڪي اسان وانگر گهرايا ويا هئا. مقرر هنڌ تي اسان وارو دستو رند ٻروچن تي مشتمل هڪ ٻئي دستي سان شامل ڪيو ويو ۽ هڪ گڏيل دستي جو ڪمانڊر 'وريام' مقرر ٿيو.

ڪجهہ دير کان پوءِ مکيءَ جو سردار اعليٰ 'شيخيو راڄڙ' جنهن کي 'شيخيو' ۽ 'سيڪيو' بہ چيو ويندو آهي، پنهنجي صلاحڪارن ۽ ماتحتن سان گڏ نهايت شاندار نموني سامهين جهنگل کان ظاهر ٿيو.

هاڻ اسان اڳتي وڌڻ شروع ڪيو ۽ پنجن ڪلاڪن جي جانڪاه مسافريءَ کان پوءِ 'پڪسري موريءَ' وٽ پهتاسون. هتي فوجين جي هڪ ڪمپني جي ڪئمپ لڳل هئي- ڪئمپ جو مقام ناري واهہ جي ڪناري وارو ڪشادو ٿلهو هو. چؤطرف ٻيلي جو گهاٽو جهنگل ۽ ميلن تائين انساني قد کان ٿيٽان ڊگها سَرَ بيٺل هئا.

سردار اسان کي پوزيشن ۾ آڻي، صورتحال جو دوربينيءَ سان جائزو وٺڻ لڳو. فوجي اُن وقت ماني کائي رهيا هئا. اسان سردار جي حڪم تي فائرنگ شروع ڪئي ۽ فوجين ۾ ڦڙڦوت پئجي ويئي ۽ هو هٿيار کڻڻ لاءِ ڊوڙڻ لڳا، پر انهيءَ جو انهن کي موقعو نہ مليو. غازي ڪين گهيري ۾ آڻي سندن ڪئمپ ۾ ڪاهي پيا ۽ هٿو هٿ لڙائي شروع ٿي ويئي. جلد ئي هو ويهہ- پنجويهہ لاش ۽ ڪيترائي زخمي ڇڏي بي ترتيبيءَ سان سَرَن ۾ غائب ٿي ويا. اسان اڃان مالِ غنيمت جمع ڪري رهيا هئاسون تہ اسان کي ڪوچ ڪرڻ جو حڪم مليو. ڏهاڪو کن ميل هلڻ کان پوءِ خبر پيئي تہ اڳتي مشهور 'ڳجهڙي پٽ' تي غازين ۽ فوجين جي زبردست ويڙهہ هلي رهي آهي. فوجين وائرليس تي پنهنجي هيڊ ڪوارٽر تان مدد گهري آهي جتان هڪ دستو روانو ٿي چڪو آهي. اسان کي اُهو دستو وچ تي ئي روڪڻو هو. اسان اُتي مورچا لڳاياسون. ڪجهہ دير کان پوءِ فوجي دستي بہ وٽن مان منهن ڪڍيو ۽ اسان مٿن فائرنگ شروع ڪئي. هن اوچتي فائرنگ تي اول تہ هو گهبرائجي ويا پر پوءِ پير ڄمائي مقابلي ۾ جنبي ويا. اهو سلسلو ڪلاڪ کن هليو، فوجين جي پويان بہ فائرنگ شروع ٿي ويئي. سندس پويان اُهي غازي هئا جن کي اسان جي مدد لاءِ موڪليو ويو هو. اهو بہ طرفو حملو فوجي برداشت نہ ڪري سگهيا ۽ ڇڙوڇڙ ٿي فرار ٿيڻ تي مجبور ٿي ويا.

اسان هاڻ ڳجهڙي پٽ ڏانهن وڌياسين. پر اُتي پهچي معلوم ٿيو تہ اُتي غازي اڳيئي سويارا ٿي چڪا هئا. خير اسان هڪ مناسب هنڌ تي آرام ڪرڻ لاءِ ڪئمپ لڳائي. فجر مهل اُتي نماز پڙهي، نيرن ڪري، نئين معرڪي لاءِ تيار ٿي ويناسين. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ قاصد آيو جنهن اسان کي نقشن جي مدد سان، نئين محاذ بابت سمجهايو.

اسان هاڻ نقشي مطابق پيچرن تي پنڌ شروع ڪيو. رستي تي هر هنڌ هزارين غازين کي جهاد جي تيارين ۾ مشغول ڏٺوسين. هڪ هنڌ اسان هٿيار ٺاهڻ جي ديسي نموني جو ڪارخانو ڏٺو، جتي انگريزي ساخت جي نموني جون هوبهو يارنهن ڏڪيون 3.3 رائفلون پئي تيار ٿيون. انهن جا نال قبائلي پٺاڻ اُستادن جي نگرانيءَ هيٺ پئي ٺهيا تہ ڪنداڪ وري سنڌي ڪاريگرن پئي ٺاهيا. مگر اهي رائفلون انگريزي رائفلن جهڙيون ديرپا نہ هيون. انهن جا نال جلدي شڪستہ ٿيو ٿي پيا. انهن کي مرمت لاءِ وري اتي واپس ٿي موڪليو ويو. رستي تي اسان جنگي تربيت جا مرڪز پڻ ڏٺا. اُستاد گهڻو ڪري سنڌي هئا.

ويهارو ڪن ميلن جي پنڌ کان پوءِ، جهنگل مان نڪري اسان اچي پوٺي تي پهتاسون. اُتي هڪ پٽ جي پاسي ۾ رات رهي آرام ڪيوسون. صبح جو اجا تيارين ۾ هئاسون تہ ٻيلي مان هڪ سوار قاصد اطلاع ڪٿي آيو تہ ٻيلي تي جهازن وسيلي بمباريءَ سان باهيون لڳي رهيون آهن ۽ اهي جهاز صحرا تي حملا ڪندي ڏٺا ويا آهن. اهو ٻڌي سردار اسان کي پٽن اندر پناهہ گاهون ٺاهڻ جو حڪم ڏنو. اسان بيلچن جي مدد سان اهو ڪم ٻنپهرن تائين مڪمل ڪري ورتو. وچينءَ ڌاري پري کان جهازن جا آواز اچڻ لڳا. ٿوري ئي دير ۾ هڪ ٻئي پويان ٻہ جهاز ايندا نظر آيا. اسان هڪدم پناهہ گاهن ۾ داخل ٿي وياسون. هوا بازن نهايت احتياط سان جهازن کي هيٺ غوطا هڻائي اسان جي تلاش شروع ڪئي ۽ بمباري بہ شروع ڪيائون. پر واري ڪري اهي بم بي اثر ثابت ٿيا.

اوچتو... اسان جي سردار اعليٰ 'شيخيہ راجڙ' هڪ هينائينءَ تي آيل جهاز جو نشان ٻڌي فائر ڪيو. گولي سڌي جهاز جي انجڻ ۾ لڳي ۽ جهاز پڙڪو ڪائي جلڻ لڳو. منجهس ويٺلن جون دردناڪ چيخون بلند ٿيون ۽ پل

جو پل ۾ جهاز ٽڪرا ٽڪرا ٿي هيٺ ڪريو. هيو جهاز هن حيرت انگيز ڪارنامي تي هيراسجي پڇي نڪتو ۽ غازي 'پيج پاڳارا' جا نعرا هڻندا پناهه گاهن مان ٻاهر نڪري آيا.

اسان رات رهي آرام ڪيو ۽ صبح جو واپسيءَ جو سفر شروع ڪيو. رستي تي هڪ فوجي ڪئمپ نظر آئي، جنهن کي گهيري ۾ آڻي حملو ڪيوسون. انهيءَ معرڪي ۾ مون يوسف کي گهيري مان ڇڏائيندي ڇهن فوجين کي جهنم رسيد ڪيو.

سردار منهنجي بهادريءَ کي ڏسندي، مون کي پاڻ جيئندي جي جاسوسي ڪاتي ۾ داخل ڪيو.

هاڻ 34 سالن جي مائي 'جادُو' مٺي مگر حاڪمائي آواز ۾ پنهنجو داستان شروع ڪيو.

آءٌ مکي ٻيلي ۾ 'اوَدِ پٽ' جي دامن ۾ هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ ڄائيس. بابو ڪڙمي به هو ته لوهار به. اسان وٽ ڪجهه چوپايو مال ۽ هڪ پلو گهوڙو به هو. بابو هڪ سچو مجاهد ۽ جفاڪش انسان هو، تنهن ڪري مون به مجاهدانه زندگي اختيار ڪئي. ويهن ورهين جي عمر ۾ نشانه بازيءَ ۽ شهسواريءَ ۾ آءٌ پنهنجو مٽ پاڻ ثابت ٿيس.

غازي هلچل شروع ٿيڻ تي بابو ۽ آءٌ تحريڪ ۾ شامل ٿي وياسون. مارشل لا بعد مون کي جاسوسيءَ جي خفيه مرڪز ۾ موڪليو ويو. ان بعد مون کي اڄ تائين بابي ۽ ٻين مائٽن جو ڪوبه پتو نه آهي ته هو ڪٿي آهن.

هڪ ڏينهن اسان جي استاد جيئندي خان اسان کي هڪ اهم منصوبي لاءِ سنيڙايو. انهيءَ منصوبي مطابق اسان کي نهايت هوشياري ۽ خبرداريءَ سان معلوم ڪرڻو هو ته انگريز فوجون ڪٿي ڪٿي پڪيون ڪئمپون ۽ عارضي مرڪز قائم ڪيا آهن. استاد ٻڌايو هيءُ ڪم نهايت خطرناڪ آهي- انهيءَ ۾ گرفتاريءَ جو سخت خطرو آهي. گرفتار ٿيڻ جي حالت ۾ دشمن اسان کان راز حاصل ڪرڻ لاءِ هر قسم جا حربا اختيار ڪري سگهي ٿو جنهن ۾ عذاب

ڏيڻ، ڪيترائي واعدا ۽ سبز باغ، مصنوعي دوستيءَ جا اقرار، گوليءَ سان اُڏائڻ جا دڙڪا شامل آهن. ثابت قدم رهڻ جي حالت ۾ ته اجا به جان بچڻ جو امڪان آهي. پر دشمن جي ڳالهين ۾ اچي يا موت کان ڊڄي اقرار ڪرڻ جي حالت ۾ ته موت يقيني آهي.

خير- هر طرح سان پڪو پختو ڪرڻ کان پوءِ اُستاد مون کي ۽ جهوني ساٿيءَ 'رجب' کي پيءُ ۽ ڌيءَ جي روپ ۾، انگريزن جي ڪنهن خير خواه ڳوٺ کان ڪم شروع ڪرڻ جي هدايت ڪئي، جتان اسان کي نهايت خبرداريءَ ۽ هوشياريءَ سان دشمن جي ڪئمپن طرف وڌڻو هو. هر هنڌ اهڙا جانباز موجود هئا. جيڪي اسان جي حاصل ڪيل معلومات پاڻهي مرڪز تائين پهچائڻ جا ذميدار هئا. انهن کي اسان سان رابطا ڪرڻ ۽ سڃاڻپ لاءِ خاص اشارا ۽ لفظ ڏنل هئا.

منهنجو ساٿي چاچو 'رجب' هڪ عجيب انسان هو. مڪيءَ ۾ رهندڙ هڪ غريب گهر جو هي فرد، سيلاني طبيعت وارو هو. هن شادي ڪانه ڪئي هئي. مهينن جا مهينا گهمڻ ڦرڻ کان پوءِ گهر وارن واسطي اناج، گيهه وغيره ڪٺي ايندو هو. نهايت رحم دل، ڏاڍي پر اثر گفتار وارو هي شخص داستان گوئيءَ ۾ ماهر ۽ سچو غازي هو. سندس دوست سائس ڪچهريءَ لاءِ واجهائيندا هئا. هر هنڌ کيس پليڪار ملندي هئي. سندس صلاحيتن کي ڏسندي کيس جاسوس ڪاتي ۾ رکيو ويو هو.

رجب پنهنجي ڪم جي شروعات 'پيرو خاصخيلي' جي ڳوٺ کان ڪئي جيڪو مڪيءَ کان ڇهه ميل کن پري هو. ۽ ان ۾ پير صاحب جو ڪو به مريد نه هو. هن ڳوٺ ۾ سندس ڪيترائي دوست هئا. ڪين خبر هئي ته رجب شادي ڪونه ڪئي هئي، تنهن ڪري آءٌ ئيس پائيٽي ۽ هو ٿيو منهنجو چاچو. منهنجو ڪم هو ڳائڻ مهل رجب کي سُر وٺائڻ.

اسان رجب جي هڪ دوست جي گهر پهتاسون. اُتي اسان کي ڏاڍي آجيان ملي. خير و عافيت کان پوءِ اسان ماني شروع ڪئي. انهيءَ وقت ميزبان جو هڪ اجنبي دوست به اچي ويو ۽ اسان سان مانيءَ ۾ شامل ٿيو. ماني کائيندي ڳالهيون ڪندي، هن اجنبيءَ ٻڌايو ته هو هن وقت حڪومت جو ملازم آهي ۽ سندس ڪم ڳوٺن ۾ چڪر هڻي حرن بابت معلومات هٿ ڪرڻ

آهي. هن کي حُرن تي خاص ڪاوڙ هئي جو هنن سندس گهر جلائي، هن جي والد کي ماري ڇڏيو هو.

خير- ماني کائي اسان سمهي پياسون. رات جي پوئين پهر اوچتو منهنجي اک کلي- اُن وقت اجنبي، اسان جي ميزبان سان سُس پُس ڪري رهيو هو. اجنبيءَ ٻڌايو تہ دراصل هو حرن جو همدرد هو، پر سرڪاري جاسوسن کي ڌوڪو ڏيڻ خاطر هو پاڻ کي سرڪاري جاسوس ۽ حرن جو دشمن ظاهر ڪندو آهي. ڪيس حرن جي هٿان پنهنجي غدار پيءُ جي مارجڻ تي ڏک نہ بلڪ خوشي هئي ڇاڪاڻ تہ سندس پيءَ محض انگريزن جي اڳيان سچائي ڏيکارڻ لاءِ پنهنجي نوجوان مجاهد ڀائيٽي مجاهد 'علڻ' کي فوجين جي هٿان مارايو هو. هن ٻڌايو تہ سندس پيءُ حرن کي ڌوڪي ڏيڻ خاطر ظاهر ۾ هنن جو همدرد هو ۽ وڏيون لاڦون هڻندو هو، پر عين آزمائش وقت بزدل ٿي پنهنجن کي مارائي وجي پار پوندو هو.

اسان جي ميزبان بہ اهائي ڳالهہ ڪئي- يعني ظاهر ۾ سرڪاري جاسوسن جي خوف کان هو حرن جي خلاف هو، پر اندروني طور تي هو حُرن جو سڄڻ ۽ سرڪار جو دشمن هو!

صبح جو اسان پنڌ پياسون. مون رجب سان سمورو احوالُ ڪيو. هو اهو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو- ڪيس يقين هو تہ وقت تي اهو دوست ڪارگر ثابت ٿيندو!

قصو ڪوتاه- اڳتي هلي هڪ خاص هنڌ تي پهچي اسان ڪپڙا بدلائي پيشہ ور راڳيندڙن جو لباس پهريو. اسان جي سامهون وڻڪار جي پوئتان فوجين جي هڪ ڪئمپ هئي. اسان ڪئمپ جي دروازي تي پهتاسون تہ چوڪيدار هڪل ڪري اسان کان پڇيو تہ اسان ڪير آهيون. رجب خوشامندي انداز ۾ اڌ سنڌي تہ اڌ اردو زبان ۾ هن کي صوبيدار سڏيندي ٻڌايو تہ ابن ڏاڏن کان وٺي اسان جو گذر سفر جو دارومدار داستان گوئيءَ ۽ ڪلام گوئيءَ تي آهي. اسان اوهان صاحبن جون دليون وندرائڻ لاءِ قديم سنڌ جا داستان ۽ ڪلام وارث شاهہ جو هير رانجهو، بلي شاهہ جو ڪلام، اُن کان سواءِ ملتاني، سرائڪي زبان جا ڪلام ٻڌائڻ آيا آهيون. پهريدار اسان کي اُتي بيهاري، اجازت وٺڻ لاءِ اندر ويو. ٿوري دير کان پوءِ پاڻ سان گڏ اڌڙوت عمر واري

هڪ آفيسر کي وٺي آيو جنهن اسان کي گهري نظر سان جاچي ڏٺو ۽ ڪجھ سوال جواب ڪرڻ کان پوءِ مطمئن ٿي ڪئمپ اندر وٺي هليو. اُتي وري هڪ انگريز ڪپتان اڳيان اسان کي پيش ڪيائين ۽ اُن کي سڄي ڳالھ ٻڌايائين. انگريز ڪپتان بہ راضي ٿيو ۽ فيصلو ٿيو تہ رات جو فوجي جوانن اڳيان اسان پروگرام ڪنداسون ۽ پوءِ آرام ڪري صبح جو روانا ٿينداسون. پروگرام جي تياريءَ تائين اسان ساري ڪئمپ کي نظر مان ڪڍندا رهياسون. رات جي خاموشيءَ ۽ بجليءَ جي زبردست روشنائيءَ ۾ رجب سنڌيءَ ۽ پنجابيءَ ۾ زبردست ڪلام ٻڌايا. آءٌ بہ ساٿس سُر ملائيندي رهيس. هر طرف کان واھ واھ ۽ ريين جو مينهن وسي ويو.

صبح جي وقت ڪئمپ وارن ڏاڍي قرب سان موڪلايو. اسان کي تعريفي سرٽيفڪيٽ پڻ ڏنائون.

اُتان روانو ٿي، اسان پنڌ کي چڪيو. ٻنپهرن ڌاري هڪ ٻي فوجي ڪئمپ جي ويجهو پهتاسين. ڪئمپ جي ٻاهران واھ جي ڪپ تي فوجي جوان وهنجي رهيا هئا. اسان کان احوال وٺي خوش ٿيا تہ هڪ عرصي کان پوءِ سنڌن وندر جو سامان مهيا ٿي رهيو آهي. اسان کي هنن پنهنجي آفيسر جي اڳيان پيش ڪيو جنهن سرٽيفڪيٽ ڏسي، اسان کي ڪئمپ ۾ ترسڻ ۽ رات جو تماشو ڪرڻ جي اجازت ڏني. اسان کي هڪ ننڍي راٺوٽي اندر رهايو ويو. هيٺ گلم وڇايل هو جنهن تي ويهي اسان ٻاهر جو نظارو ڪرڻ لڳاسين. وچينءَ مهل اوچتو ڪئمپ تي غازين حملو ڪيو جو بہ ڪلاڪ ڪن هليو. ڪافي ملٽريءَ وارا هن حملي ۾ زخمي ٿيا. اسان خير سان سڄي رات انهن کي وندرايوسين. صبح جو اُتان روانا ٿياسون.

هاڻ اسان جي اصل آزمائش شروع ٿي. ٻن ڪئمپن مان ڪامياب ٿي جڏهن ٽئين ڪئمپ تي پهتاسون تہ حالتون مختلف هيون. هتي اسان کي عام راڳيندڙ سمجهڻ تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو. ڪئمپ جي ٻاهران ئي ڪپتان اسان کي شڪ جي نگاھ سان ڏسندي پاڻ سان گڏ اچڻ لاءِ چيو. ايندڙ خطري جو احساس ڪندي ڪئمپ ۾ آفيس ڏانهن ويندي، رستي ۾ پاسن تي بيٺل وڏي گاھ ۾ مون آهستي آهستي نهايت هوشياريءَ سان پنهنجي ننڍڙي هٿ اچلائي ڇڏي جنهن ۾ ڪجھ پئسا ۽ ڪو اهڙو سامان هو جنهن مان

اسان جي سچائيءَ تي سگهي ٿي.

ڪپتان اسان کي پنهنجي آفيس ۾ وهاري ڪجهه وقت اسان ڏانهن غور سان نهاريندو رهيو. آخرڪار هڪ گهري نگاهه وجهندي چيائين: ”مون کي ڪامل يقين ٿي ويو آهي ته اوهان جاسوس آهيو- اوهان جيڪي ڪجهه ڳالهايو آهي، ڪوڙ آهي! هاڻ اوهان لاءِ بهتر ائين ٿيندو ته سچو مقصد بيان ڪريو.“

چاچي رجب نهايت سڪون سان جواب ڏنو ته: ”سائين اسان جو مقصد پيٽ گذران آهي- اسين نڪي جاسوس آهيون، نڪي ان فن مان واقف آهيون- جيڪڏهن اجازت ڏيو ته پنهنجو ڪم ڏيکاري ڪو گذران حاصل ڪريون- نه ته اڳتي وڃڻ جي اجازت ڏيو!“

هاڻ ڪپتان اول ڌمڪيون ڏنيون، پوءِ وري خوش آمد تي لهي آيو. اسان کي چانهه پياري پنهنجي مصر ۾ رهڻ دوران تجربي جو قصو ٻڌائڻ لڳو. پوءِ وري نصيحتون ۽ قسمين قسمين واعدا ڪرڻ لڳو. پر اسان وٽان ڪجهه به حاصل ڪري نه سگهيو. نيٺ ڪڪ ٿي پهرئين اسان کي ڪوارٽر گارڊ ۾ بند ڪيائين پوءِ رجب کي چوڪنيو ٻڌرائي، نيٺ جي لڪڻ سان ويچاري جي هٿن ۽ پيرن جي ترين کي ڪُٽي ڪارو ڪري ڇڏيائين. رجب ويچاري ايڏي مار ۾ ٻڙڪ به ڪونه ڪڍي. گهڻي تڪليف تي فقط لااله الاالله ٿي چيائين. رجب کي مار ڏيندي ڪپتان مون کي به ڌمڪيون ڏيندو رهيو. پوءِ اسان کي سوچڻ لاءِ ڪجهه وقت ڏيئي هو ٻاهر ويو هليو.

ڪجهه دير بعد هڪ نوجوان ديسي عملدار اندر آيو ۽ اسان سان همدرديءَ جو اظهار ڪرڻ لڳو. پر اسان خاموش رهياسيون.

رات جو انگريز ڪپتان وري اسان جي لانديءَ ۾ آيو. سندس هٿ ۾ هنٽر هو جنهن سان اڌ ڪلاڪ کن رجب کي بي درديءَ سان ڪٽيائين. پوءِ مون کي هڪ لانديءَ ۾ ڏار رکيائون. ڪلاڪ کن ڪان پوءِ انگريز عملدار مون وٽ آيو. اول نصيحتون ڪيائين پوءِ ڏاڍي بيدرديءَ سان مون کي مارڻ لڳو. پهريائين لڪڻ سان، پوءِ بوٽ جا ٺڏا به هنيائين. منهنجي ڪيڪن ۽ دانهن تي ڪيس ڪوبه قياس ڪونه آيو. اڌ رات تائين مون سان اها ڪار ٿيندي رهي. جڏهن اڌ مٺي ٿي ويس تڏهن هو هليو ويو. صبح جو ديسي آفيسر منهنجي لاءِ چانهه ۽ بسڪوٽ کڻي آيو ۽ مون سان همدرديءَ جو اظهار ڪرڻ لڳو. رجب

بابت معلوم ٿيو تہ هن سان هر قسم جي سختي ڪئي ويئي، ويندي ڪيس ڏنپ بہ ڏنا ويا پر هو خاموش رهيو.

اهڙيءَ ريت ٽي ڏينهن گذري ويا. چوٿين ڏينهن انگريز ڪپتان تار ڪري سانگهڙ مان سجاڻپ لاءِ چار ماڻهو گهرايا. انهن مان ٽي ڄڻا تہ اسان کي ٻنهہ ڪونہ سڃاڻندا هئا. باقي چوٿون رجب کي سڃاڻندو تہ هو، پر ڪيس اسان جي اصليت جي خبر ڪونہ هئي. ڪيس مون بابت تہ ڪابہ خبر نہ هئي. هن رجب بابت ڪپتان کي وزندار لفظ چيا ۽ ڪيس ٿڏو ڪيو. نيٺ هفتي ڪان پوءِ اسان آزاد ٿياسون ۽ چڪر هڻندا اچي مڪيءَ ۾ داخل ٿياسون. اُتي مقرر هنڌ تي اسان کي رهبر مليو جنهن سان گڏجي اسان غازين جي هڪ ڪئمپ ۾ پهتاسون. اُتي ماني ٽڪي ڪائي اسان ڪئمپ جي سردار کي سمورو احوال ڏنوسون. رجب جي زخمن کي ڏسي سردار قسم کنيو تہ جيستائين ان ظلم جو هو اُن انگريز کان انتقام نہ وٺندو، تيستائين سنوارت نہ لهرائيندو. ٻئي ڏينهن صبح جو ناشتو ڪري اسان جهنگل جي ڪناري هڪ بيابان ۾ داخل ٿياسون ۽ ڏهاڪو ميل ڪن پنڌ ڪري پٽن جي دامن ۾ هڪ محفوظ هنڌ تي پهتاسون. اندر ڪئمپ ۾ هڪ پرشڪوه سردار ويٺو هو- هُن اسان کان تفصيلي احوال پڇيو ۽ ظالم آفيسر جي ڪئمپ جو احوال ٻڌي ڪٽي ماٺ ڪيائين. پوءِ هن بہ قاصد ڪمڪ واسطي روانا ڪيا ۽ ٻن ڏينهن اندر ڏيڍ سئو غازي پهچي ويا. اسان اُنن تي سوار ٿي اولهہ طرف رخ ڪيو ۽ رڻ اُڪري ٻيلي ۾ داخل ٿي هڪ محفوظ ڪئمپ تي منزل ڪئي سون. اُتي سپني غازين ۾ هٿيار، بارود ۽ يونيفارم ورهايا ويا. هاڻ اسان منظم طريقي سان پنهنجي منزل ڏانهن وڌڻ شروع ڪيو، جنهن جي خبر صرف چند ماڻهن کي هئي. آخر اسان مطلوب ڪئمپ ويجهو پهتاسون. هر طرح جي ڳڻ ڳوت ۽ سوچ ويچار کان پوءِ غازين آڌيءَ رات جو ڪئمپ طرف چئني طرفن کان بانبڙا پائي آهستي آهستي وڌڻ شروع ڪيو. ڪئمپ کي گهيري ۾ آڻڻ کان پوءِ اڱواڻ جي واتان شينهن جي گجگوڙ وارو نعرو ”شاباس شڪاري" نڪتو ۽ جواب ۾ 'الله اڪبر' ۽ 'پيج پاڳاره' جا نعرا هڻندا غازي پروانہ وار ڪئمپ مٿان ٽٽي پيا. فوجي شروعات ۾ تہ بدحواس ٿي ويا ۽ غازين جي شروعاتي حملي ۾ سندن وڏو نقصان ٿيو. پر پوءِ هو بہ صف بندي ڪري مقابلي ۾

اچي ويا. رات جي ٽئين پهر تائين گهمسان جي دوبدو جنگ هلي. آخر غازي سوپارا ٿيا. اسان جا پنج مجاهد شهيد ٿيا. اسان جام مال غنيمت کڻي واپسيءَ جو سفر اختيار ڪيو. سفر دوران مون کي رجب ٻڌايو تہ معرڪي دوران هن اُن ظالم انگريز ڪپتان کي گولي هڻ ڪيو هو ۽ ڪيس گولين جو نشانو بنائي جهنم رسيد ڪري پنهنجي انتقام جي آگ ٺڏي ڪئي.

اسان جي ٻين ساٿين تہ ٻيلي جي راهہ ورتي. مون کي هڪ اهم ڪم لاءِ ڪيري موڪليو ويو. ڪيري ۾ گهربل گهر تائين پهچي مون چٽي ۽ پيسا انهن جي حوالي ڪيا. هنن اُهي پئسا ۽ چٽي زمين ۾ دفن ڪري ڇڏيا ۽ مون کي فوراً اُتان روانو ٿيڻ لاءِ چيائون ڇو تہ سندن گهر تي سرڪار جي نظر هئڻ سبب سخت خطرو هو. ۽ ٿيو بہ ائين منهنجي رواني ٿيڻ کان پوءِ ٽن ڪلاڪ اندر سرڪار انهيءَ گهر تي ڇاپو هڻي اُتي رهندڙ ٻئي مرد ۽ عورتون گرفتار ڪري ورتيون.

پنهنجو داستان ختم ڪندي مائي جادوءَ چيو تہ سندس داستان ٻڌائڻ جو مقصد اهو هو تہ سڀني عورتن کي محسوس ڪرڻ گهرجي تہ جدوجهد جي راهہ ۾ ٻين تڪليفن کان سواءِ سخت مارون ۽ ايذا بہ رسي سگهن ٿا. ڪين انهيءَ امڪان کان غافل رهڻ نہ گهرجي. سندس داستان ۾ اهو بہ سبق آهي تہ ظالمن تي خدا جو قهر اوس نازل ٿيڻو آهي.

هائي نهايت خوبصورت مائي فريدان عرف نمبر '8' پنهنجو داستان ٻڌايو:

"منهنجو پيءُ 'عرس' لاڙ طرف چندا موريءَ ۾ گيهہ جو هڪ ننڍو واپاري هو. پوءِ هٿونگي طرف هڪ وڏي زميندار سان دوستيءَ ڪري اُتي اچي رهيو. گيهہ جو واپار ڪندي، ڪجهہ زمين بہ ورتائين ۽ سکيو ٿيندو ويو.

هڪ ڏينهن ڪيري ۾ هن جي ملاقات پير صاحب پاڳاري جي هڪ خليفي 'اسماعيل' سان ٿي جو پير واري ڳوٺ 'باداٺو' ۾ رهندو هو. اها واقفيت وڏي گهاٽي دوستيءَ تائين پهتي ۽ ٻئي ڪاروباري ڀائيوار بنجي ويا. ٻنهي جا خيال بہ ساڳيا هئا. انهيءَ ڪري سندن دوستي بہ پائيدار ثابت ٿي. بابي تي خليفي جي عقيدي جو رنگ بہ چڙهڻ لڳو ۽ آخر هو بيعت ڪري پير

صاحب جو مريد ٿي ويو. غازي تنظيم جي شروع ٿيڻ تي بابي جنس ۽ نقدي صورت ۾ ايڏي تہ مدد ڪئي جو پير صاحب جو منظور نظر غازي بڻجي ويو ۽ سندن خواهش تي اسان وڃي 'ڪنگري شريف' ۾ رهياسون.

قصر ڪوتاه- ٿوري عرصي بعد بابا ۽ امڙ وفات ڪري ويا. اسان جو ڀاءُ شادي ڪري پنهنجي ساهورن وٽ ميرپورخاص هليو ويو. منهنجي شادي بہ 'محمود' نالي هڪ نوجوان سان ٿي.

هڪ ڏينهن صبح جو سويل منهنجو گهر وارو پنهنجي والد سان گڏ تڪڙو تڪڙو گهر آيو. ايندي سان نقدي، زيور ۽ ڪپڙا وغيره ٻن ننڍين پيتين ۾ پريا جيڪي اسان آسانيءَ سان گڏ کڻي سگهياسين ٿي. سامان کڻي گهر کي تالو هڻي اسان ٻاهر بيٺل هڪ گهوڙي گاڏي تي چڙهياسون. خيرپور ڏانهن ويندڙ رستي جڏهن جهنگل وٽ پهتاسون تڏهن گاڏيءَ ڇڏي، سامان کڻي اسان جهنگل ۾ داخل ٿي وياسون. ٿوريءَ دير ۾ اسان ملٽريءَ وارن جون گاڏيون پير جي ڳوٺ ويندي ڏٺيون. منهنجو سهرو اسان کي اُتي ڇڏي پاڻ تڪڙو تڪڙو هڪ طرف هليو ويو. اڌ ڪلاڪ کان پوءِ اسان بندوقن جا ٺڪاءُ ٻڌا. اسان محسوس ڪيو تہ ڪنگريءَ وارن جو ڪوس ٿي رهيو آهي. ڪجهہ دير بعد هوائي جهازن جا لامرا بہ ڏٺاسون ۽ بم گولن جا هئبتناڪ ٺڪاءُ بہ ٻڌاسون. سمهڻيءَ مهل منهنجو سهرو زخمي حالت ۾ موٽيو. کيس ٻانهن ۾ گولي لڳي هئي. سهري احوال ڏيندي ٻڌايو تہ ڪالهہ شام جو خبر پئي تہ مارشل لا لڳي چڪو آهي ۽ مکيءَ جا غازي جهاد ۾ مصروف ٿي ويا آهن. اسپيشل ٽرين ذريعي خيرپور ريلوي تي ملٽريءَ جو اچڻ شروع ٿي ويو آهي. انهيءَ اطلاع تي جيڪي هٿ لڳو، سو کڻي في الحال تہ اسان سر بچائي جهنگ ۾ اچي پهتاهئاسون. اڳتي جي نہ ڪا خبر هئي ۽ نہ ٿي ڪو پروگرام. سهري اهو بہ ٻڌايو تہ ملٽريءَ وارن پير صاحب جي بنگلي ۽ ڪوٽ تي وحشيانہ بمباري ڪري انهن کي تباهہ ڪري ڇڏيو آهي. پير صاحب جو سانگهڙ جي پر وارو 'گڙنگ بنگلو' بہ بمباري سان ڊاهي ڇڏيو اٿن. پير صاحب جا بہ صاحبزاده نظربند ڪري الائجي ڪيڏانهن وٺي ويا آهن. حالتون بلڪل نازڪ آهن.

رات اسان اُتي گذاري. صبح جو اُتان اُٿي گهاٽي جهنگ مان پئي وياسين

تہ اسان کي ويهارو کن هٿيار بند غازي گڏيا جن مان ڪي منهنجي سهري کي سڃاڻندا هئا ۽ ساڻس ڏاڍي عزت سان مليا. اسان انهن سان شامل ٿي وياسون. اڳتي هلي ويهن پنجويهن ملٽري وارن جي هڪ دستي سان معرڪو ٿيو. هن معرڪي ۾ ملٽري وارا پنهنجا ٻہ ساٿي مارائي، ڀڄي ويا- اسان کي ڪافي هٿيار ۽ ٻيو مال هٿ آيو. ٽن ڏينهن جي پنڌ کان پوءِ اسان خاص مڪيءَ جي ٻيلي اندر اچي پهتاسون. اُتي عجيب لقاءُ هو. هر طرف مرد، عورتون، ٻار ۽ چوپايو مال نظر اچي رهيو هو. هر طرف مصيبتن جا ماريل، پر تمام باهمت انسان، جيڪي مرڻ مارڻ واسطي تيار هئا، نظر اچي رهيا هئا.

خير- آخرڪار هڪ اهڙي مرڪز تي پهتاسون، جتي سڀ سردار اچي جمع ٿيا هئا. اُنهن صورتحال تي غور ڪري فيصلو ڪيو تہ عورتن ۽ ٻارن واسطي مڪيءَ جي چئني ڪنڊن تي چار وڏا مرڪز اهڙن هنڌن تي قائم ڪيا وڃن جو چؤطرف کان ايندڙ عورتون ۽ ٻار انهن مان ڪنهن بہ هنڌ تي بلڪل آسانيءَ سان ٻهچي سگهن.

منهنجي سهري تي ٻي انتظامي ڪم کان سواءِ اهو ڪم رکيو ويو تہ هو اسيمبليءَ جي انهن ميمبرن جو تعاون حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪوششون وٺي جيڪي ڪجهہ قدر اڳيئي همدرد هئا. ان کان سواءِ ڪانگريس، مسلم ليگ ۽ ٻين جماعتن کي بہ پير صاحب جي رهائيءَ ۽ حرن تان پابندي هٽائڻ لاءِ جلسا وغيره ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو وڃي.

مگر حالتون بنهہ خراب هيون. انگريز کي جنگ کي منهن ڏيڻو هو. هن گهر جي دشمن کي فنا ڪرڻ لاءِ، سڌو وائسراءِ کان حڪم جاري ڪرائي، حر تحريڪ کي ڊفينس آف انڊيا ايڪٽ هيٺ خلاف قانون قرار ڏيئي مارشل لا لڳائي ڇڏيو. جڏهن اسان جي مسلم اخبارن ۽ هڪ اڌ انڌي منڊي ڪانگريسي اخبارن اسيمبليءَ جي ميمبرن کي مجبور ڪيو ۽ هو وفد ٺاهي گورنر وٽ پهتا تہ گورنر صاحب ٻليءَ جهڙو ٻوٿ ڪندي فرمايو تہ 'معزز ميمبرو! هن وقت معاملو منهنجي اختيار کان نڪري، وڃي وائسراءِ بهادر تائين پهتو آهي؟ ان ئي مارشل لا لڳائي حرن جو معاملو ملٽري ڪمانڊر جي حوالي اهڙيءَ طرح ڪيو آهي جيئن هڪ وڙهندڙ دشمن کي فوج جي حوالي ڪبو آهي. اهو معاملو مرڪزي سرڪار جي سپرد آهي، انهيءَ ڪري انهن بابت

اسيمبليءَ اندر يا ٻاهر ماڳهين ذڪر ڪرڻ ئي خلاف قانون آهي، ۽ اهڙن ماڻهن تي مارشل لا ائڪٽ تحت ڪارروائي ڪئي ويندي!'

بس- گورنر صاحب جو ايترو چوڻ ۽ ويچارن اسيمبليءَ جي وڏيرن جي ڪنن مان دونهان نڪري ويا ۽ آئينده مرڳو حرن يا پير صاحب جو نالو وٺڻ کان ئي توبهه ڪيائون!

ساڳئي وقت ڪانگريسين به 'ڪئٽ انڊيا' تحريڪ هلائي انگريزن جون وايون بتال ڪري ڇڏيون هيون. پر اخبارن ۽ اسيمبلين اندر انهن بابت باقاعدي اسپيڪرن جي اجازت سان سوال جواب پئي ٿيا!

پينرون- اهو آهي اسان ۾ ۽ هنن ۾ فرق- جو ته ڪانگريس به واڻيا ته انگريز به واڻيا. واڻيا واڻين سان ته نهي سگهن ٿا... پر اسان مجاهدن جا ٻئي دشمن ثابت ٿيا آهن. هڪڙا ظاهر ٻيا باطن!

ڪجهه ڏينهن بعد خليفي صاحب مون تي هڪ تمام اهم ۽ نازڪ ڪم رکيو- مون کي سنجهوري ۾ رهندڙ هڪ ماڻهوءَ کي هڪ ضروري خط پهچائي، اُن جو جواب آڻڻو هو. اهو ڪم انهيءَ ڪري خطرناڪ هو جو سنجهوري ۾ هر طرف ملٽريءَ جون چوڪيون قائم ٿي چڪيون هيون. آءٌ اهو خط پنهنجي چوٽيءَ ۾ ٻڌي. سانگهڙ مان ٿيندي سنجهوري پهتس ۽ مطلوب ماڻهوءَ تائين خط پهچائي جواب وٺي، خيريت سان واپس آيس. مون کي هن ڪارنامي تي وڏي شاباس ملي.

هاڻ سلامتيءَ جي خيال کان سيني عورتن کي ڪافي پرانهون پٽن ڏانهن وٺي وڃڻو هو. اهو ڪم ڪجهه ٻين غازين سان گڏ منهنجي ۽ منهنجي مڙس تي رکيو ويو.

اسان جو قافلو گهٽن ڏکن ڏولاون سان اٺانگن پيچرن وسيلي پٽن جي ويجهو وڃي پهتو. آءٌ منهنجو مڙس ۽ ٻه ٽي غازي اڳواٽ وڏي لڪل هنڌن تي پهتاسين. جيئن هڪ لڪيل اڏي اندر پهتاسون ته هڪ غازيءَ جي واقف عورت نظر آئي.- پر اُن عورت ڪيڪار جو ڪوبه جواب ڪونه ڏنو ۽ هڪ سرنگ ڏي هلي ويئي. اسان به سندس پوئتان وياسون. اندر اونده هئي. هن عورت آواز ڏنو: 'ڪريمان ڪٿي آهي؟'

ٻيءَ عورت چيو: 'نماز پيئي پڙهي!'

هن تيزيءَ سان چيو: ’چئوس تہ اها امن واري نماز چڏي، باهر هلي عشق جي نماز ادا ڪري، جا تلوارن جي ڇانوَ ۾ پڙهبي آهي!‘ ۽ پاڻ اڳتي هلي هڪ ٻيءَ سرنگ ڏانهن وڌي. اندر هڪ ننڍڙو ڏيئو پئي ٽمڪيو. هڪ عورت پنهنجي ٻارڙي کي کير پيارڻ لاءِ اُٺي تہ اوچتو هن جو آواز ٻڌائين. ’پيڻ جلدي ڪر وردي پائي، جو ٻاهر انسان ذات جو قتلام ٿي رهيو آهي.‘ ٻار جي ماءُ هڪدم مرداني فوجي وردي پائڻ شروع ڪئي، پر تڏ سبب ڇاتي وڌي هئيس، انهيءَ ڪري وردي چڪي ٻڌڻ لڳي، تہ کير جون ڌارائون وهڻ لڳيون. هن سندس ٻارڙي ڏي نهاري دردناڪ آواز ۾ چيو: ”ٻچڙا! هيءُ کير تہ قدرت تو لاءِ پيدا ڪيو آهي، پر هينئر ڏيڻ جو وقت ڪونهي. جي جيئري موٽيس تہ اچي پياريندي سانءِ. نہ تہ بهشت ۾ پياريندي سانءِ.“

هو تہ ورديون پائي نڪتيون، پر رهبر عورت ٻيءَ سرنگ ڏانهن وڌڻ لڳي.

پينرون- اُتي پهچي جيڪو نظارو اسان ڏٺو سو قيامت تائين نہ وسرندو. هڪ نوجوان جي شادي ٿي چڪي هئي ۽ ماڻس کير جو وٽو ڀري اچا هٿ ۾ ڏنس تہ هن عورت آواز ڏنو: ’مجاهدو نڪرو جهاد لاءِ!‘ يڪدم ماءُ چيو: ’پٽڙا هاڻي توتي هي کير حرام ٿي چڪو- يڪدم سهرا لاهي وردي پايو‘ ٻي عورت چيس: ’ادي! اجوڪي رات تہ ڪنوار وٽ گهارڻ ڏينس.‘ هن مجاهدياڻي جواب ڏنس: ’مون اها شادي بہ رڳو اوهان جي زور ڀرڻ تي ڪئي، نہ تہ هي شادين جو وقت ڪونہ هو. هاڻي جي سلامت رهيو تہ اچي ڪنوار سان گهاريندو. نہ تہ وڃي حورن سان لائون لهندو!‘

جوان هڪدم سهرا لاهي وردي پاتي ۽ اسان حيرت ۽ درد سان پئي هن کي ڏٺو تہ اوچتو ٻيءَ سرنگ مان سندس ڪنوار بہ وردي پائي، هٿيار ٻڌي نڪتي ۽ جهاد ڏانهن وڃڻ ۾ گهوٽ کان بہ بہ قدم اڳتي هئي. مائي فريدان شوڪارو ڀريندي چيو: ’۽ پينرون- اهڙن شخصن کي اسان جون اخبارون ۽ اسان جا انگريزن جي پروپئگنڊا هيٺ آيل پائر تا سڏين ڌاڙيل، وحشي، جهنگلي، خونخوار ۽ رهزن!

**تن صرافن جي سمجهہ تي سئو دفعا افسوس ڪر،**
**موتين کي ڪوڏين جو مٽ بنائڻ بي قدر!**

هاڻي اسان بہ مجاهدن سان گڏ ٽڪڙا ٽڪڙا جهاد جي ميدان ڏي هلياسون. پري کان جهنگل کي باهيون ڏنل هيون ۽ ٽڪا ٽوڪيءَ جا زوردار آواز اچي رهيا هئا.

هڪ جهڳٽي جي پنيان ٻارڙن جون رڙيون ٻڌي، اسان اُن طرف وياسون ۽ ڏٺوسون تہ هڪ فوجي آفيسر ٻار هٿ ۾ ڪٽي هڪ نهايت پريشان حال، رت ڀريل ڦاٽل ڪپڙن سان هڪ عورت کي چئي رهيو هو تہ: ’سالي! هاڻي بہ مڃ ۽ هلي مون سان عيش ڪر، نہ تہ هيءُ ڇورو ٿو وڃهانءِ باهہ ۾!‘

هن عورت جواب ڏنو: ’ظالم، وحشي، مون پنهنجا سڀ پٽ الله جي راهہ ۾ ائين ڏيئي ڇڏيا آهن جيئن پنهنجو پيارو خاوند ڏنم. تون اهو واءُ مغز مان ڪڍي ڇڏ تہ ڪا آءٌ انهيءَ ڪري تنهنجي شيطاني خواهشن اڳيان ڪنڌ جهڪائيندس!‘ هاڻ هو وحشي ظالم، ٻار کي باهہ تي اُڇلائڻ تي هو، تہ منهنجي مڙس نشان چٽي ٽڪاءُ جو ڪرايس گولي سڌي ٻانهن ۾- ٻار هٿ مان ڇڏائجي ويس ۽ تمام ٽڪڙ مان مائيءَ جا ٻيا بہ ٻار ڪٽي وڃي ٽرڪ اندر پهتو. اسان ٽرڪ تي فائر ڪيا، پر هو ٽرڪ ڀڄائي ويو.

هاڻي غازين اڳتي وڌي، وڙهندڙ فوجين جي پويان حملو ڪيو. فوجي هن اوچتي حملي کان گهبرائجي ويا ۽ جيئن اوڏانهن منهن ڪيائون تہ اڳ وڙهندڙ غازي بہ کين پٺيون ڏيڻ لڳا. منهنجي لاءِ هيءُ پهريون معرڪو هو. آءٌ بہ خوب جوش سان وڙهيس. سيني مون کي شاباس ڏني.

اڌ ڪلاڪ جي مقابلي کان پوءِ فوجي سندن ساٿين جا لاشا ۽ ڪافي سامان ڇڏي فرار ٿي ويا. غازين کان خبر پئي تہ ڪنهن غدار جي سازش ڪري مٿن اوچتو حملو ٿيو هو، جنهن ڪري ڪيترائي ٻار هٿن گرفتار ڪري ورتا هئا.

هن معرڪي ۾ اهو گهوٽ ۽ ٽج ڏيندڙ عورت بئي شهيد ٿي ويا. ٻيا بہ ڪجهہ مجاهد شهيد ۽ زخمي ٿيا. پر فوجين جي ٿيل نقصان جي اڳيان اهو ڪجهہ بہ ڪونہ هو.

واپس ڪئمپ تي پهچي منهنجي مڙس جي حڪم تي مائيءَ جي ٻارن کي بچائڻ لاءِ آءٌ هڪ غازيءَ سان واٽڪو لباس پائي ميرپورخاص رواني ٿيس جو اندازو هو تہ اهي فوجي اُتي جا هئا. ميرپورخاص پهچي اسٽيشن وٽ هڪ

هوٽل جو ڪمرو مسواڙ تي ڪيوسين. اُتي ٽڪاڻو ناهي، اسين روزانو چوڪرن جي تلاش ۾ نڪرندا هئاسون.

آخر هڪ ڏينهن مون هڪ چوڪر کي مارڪيٽ وٽ گدرن جون ڪلون ميڙيندي ڏٺو، جي هو جهوليءَ ۾ وجهي شهر کان ٻاهر وڃڻ لڳو. مون کي شڪ پيو، سو پٺ ورتي مانس. شهر کان ٻاهر هو جهنگ اندر گهڙيو. اُتي ٻه ٻار ٻيا ويٺل هئا. جن جي اڳيان هن وڃي ڪلون اڇلايون! مون وڃي پڇيومانس ته ’ڇا اوهان فلاڻي عورت جا ٻار آهيو؟‘

هو روئي اچي مون کي چنبڙيا ۽ روئي پنهنجي ماءُ ۽ پنهنجي پائرن بابت پڇڻ لڳا- مون کين آٿت ڏني ۽ پاڻ سان گڏ وٺي رواني ٿيس. رستي تي مون کي ٻڌاياءون ته کين ملتريءَ وارا خبر ناهي ڇو جهنگ ۾ اڇلائي ويا هئا. ڪو اوهي واهي نه هجڻ ڪري هو ائين ئي گذران ڪري رهيا هئا.

مون پڇيومانس ته هيڏي وڏي شهر ۾ اوهان ڪنهن کان ماني ڇو نه گهري؟ ته هن جواب ڏنو ته کين امڙ جي هدايت هئي ته ڪڏهن به ڪنهن کي سوال متان ڪريو، نه ته قيامت جي ڏينهن ڪير نه بخشيندي سانوَ!

مون کي هن جي ڪردار تي ڏاڍي حيرت ۽ فخر ٿيو. کين مرڪز تي آئي ماءُ سان ملايم- سڀ ڏاڍا خوش ٿيا. پر اها گهڙي منهنجي واسطي دک جو سامان ڪٺي آئي. منهنجو مڙس مون کان پوءِ هڪ معرڪي ۾ سخت زخمي ٿي پوين پساهن ۾ هو. مون کي ڏسي مرڪندي موڪلايائين. آءٌ اڄ تائين هن جي نالي کي زنده رکندي اچان.

هاٿي مائيءَ ’ٻان ٻيڻ‘ پنهنجو داستان شروع ڪيو:

اسان جو شاداب ڳوٺ ’سهتي خاصخيليءَ جو ڳوٺ‘، مکي ٻيلي اندر، ’بڪار‘ نالي پٽ جي اُلهندي ڪنڊ تي آهي. بابو هن ڳوٺ ۾ اڪيلو پڙهيل ماڻهو هو. سنڌي ۽ ديني علم سان گڏ هو ٽريننگ ڪاليج پاس ڪيل هو. هن پنهنجي ڳوٺ ۾ اسڪول کوليو هو جنهن ۾ ڇهين درجي تائين تعليم مون به حاصل ڪئي. آءٌ ٻيءُ جي اڪيلي ڌيءَ هئس. ٻارهين تيرهين ورهين جي هئس ته بابي وفات ڪئي. وڏي ٿيڻ تي منهنجي شادي 35 ميل پري هڪ ڳوٺ جي

نوجوان زميندار سان ٿي. هو بہ مائٽن جو اڪيلو اولاد هو. ڪجهہ عرصي کان پوءِ سندس پيءُ بہ گذاري ويو ۽ سمورو ڪاروبار سندس هٿ ۾ آيو. اڻ پڙهيل هجڻ ڪري هن سموري ڪاروبار جو حساب ڪتاب ۽ لکپڙهہ منهنجي حوالي ڪئي. هو مون سان ذاتي محبت ڪندو هو ۽ ڪاروبار کان سواءِ ٻين ڳالهين ۾ بہ مون سان صلاح مصلحت ڪندو هو.

منهنجو مڙس حر خاندان جو هو جنهن ڪري غازي تحريڪ شروع ٿيڻ شرط اُن ۾ شامل ٿي ويو؟ آءٌ بہ ساڻس ٻانهن ٻيلي ٿي ويس. اسان جو ڳوٺ، آسپاس وارن ڳوٺن جو مرڪز مقرر ٿيو. غازين جي ٻريدن کان سواءِ اُتي اهم اجتماع بہ ٿيندا هئا.

هڪ ڏينهن اسان کي سالار اعليٰ جي هدايت پهتي جنهن مطابق اسان کي ڳوٺ ڇڏي اونهي ٻيلي ۾ سرنگهن اندر وڌيڪ محفوظ مرڪز ٺاهڻو هو. اسان ٻنل اکين سان پنهنجي گهرن ۽ ڳوٺ کي الوداع چئي، گهاٽي ٻيلي ۾ هڪ رهبر سان گڏ داخل ٿياسون ۽ ننڍيون وڏيون سرنگهون پار ڪري هڪ وڏي سرنگهہ ۾ داخل ٿياسون جنهن واسطي رهبر ٻڌايو تہ ٻچو بادشاهہ جي زماني جي ٺهيل آهي ۽ هاڻي غازين ان کي صاف ڪري وڌيڪ ڊگهو ڪيو هو. ٽي ميل کن ان ڊگهي سرنگهہ ۾ ٻہ- ٻہ ڄڻا گڏ ٿورا ڪُبڙا ٿي هلي سگهياسين ٿي. سرنگهہ پار ڪري اسان هڪ وٽڪار وچ ۾ پهتاسون جتي ڳوٺ ٻڌي ويٺاسين.

ٻئي ڏينهن هڪ وڏي مهم جي رٿابنديءَ لاءِ ڳوٺ کان پري صحرا ۾ منهنجي مڙس کي سڏايو ويو. آءٌ بہ يونيفارم پائي ساڻس شامل ٿيس. سرنگهن مان ٿيندا اسان پٽن جي دامن ۾ پهتاسون. اُتي پٽن مان هڪ گهوڙي سوار تيزيءَ سان اسان وٽ پهتو. معلوم ٿيو تہ غازين جو هڪ ٽولو پٽن تي موجود هو ۽ هنن فوجين جي دستي کي پاڻ ڏانهن ايندي ڏٺو هو. هاڻ اُهي فوجي دستي کي گهيري ۾ آڻي ختم ڪرڻ جي رٿ ڪري رهيا آهن. اسان بہ انهن سان شامل ٿي وياسين. اسان جا مورچا پٽن مٿي ٺهيل هئا. شتر سوار فوجي بيخبريءَ ۾ پٽن جي هيٺان پٽي لنگهيا سندس تعداد اسيءَ کن هو- سندس لباس مان محسوس ٿيو پي تہ اُنهي ۾ شايد جوڌپور جي راجا جا سوار شامل هئا. خير- اڌ ڪلاڪ جي سخت مقابلي کان پوءِ هو ڪافي لاش ۽ سامان

ڇڏي فرار ٿي ويا.

اسان مال غنيمت کڻي مرڪز تي پهتاسون. مرڪز جو سردار 'ٻائي خان چانگ' هو جنهن جي عمر لاچار 25 سال کن ٿيندي، پر سندس شڪل، هلت چلت ۽ حڪم احڪام ڏيڻ مان ائين پي معلوم ٿيو ته هو ضرور ڪن جنگجو جوڌن جي صحبت ۾ رهيو آهي.

ٻئي ڏينهن پٺن جي وچ ۾ هڪ ميدان تي سڀيئي سردار گڏ ٿيا. پوءِ سردار اعليٰ اسان کي مڪمل پروگرام سمجهايو. ماڻهن جي سوالن جي جواب ۾ هر ڳالهه جي پوري پوري وضاحت ڪئي ويئي. اجتماع جي برخواست ٿيڻ تي سڀني پنهنجي پنهنجي مرڪز جي راهه ورتي. اسان به وڃي پنهنجي مرڪز تي پهتاسون.

مهيني کن کان پوءِ اسان رائفلن ۽ ڪارتوسن جي کوٽ پوري ڪرڻ لاءِ فوجين جي هڪ گشتي دستي تي ڪامياب ڇاپو هنيو. هن دستي تي اسان 'رحمون خاصخيليءَ جي ڳوٺ' وٽان موريءَ واري ناڪي وٽ معرڪو ڪيو. مون هن معرڪي ۾ پوريءَ طرح حصو ورتو. جوش ۾ هڪ دفعي ته دشمن جي وچ ۾ به هلي ويئس. منهنجي بهادريءَ جي سڀني تعريف ڪئي، پر اڳتي احتياط کان ڪم وٺڻ جي تنبيهه به ڪيائون.

ڇئن ڏينهن کان پوءِ، سردار اعليٰ هڪ وڏي معرڪي واسطي سڀني مرڪزن مان 10-15 غازي گهرايا. اسان جي مرڪز مان منهنجو سرتاج ڏهن غازين سان گڏ انهيءَ معرڪي ۾ شامل هو. هن وڏي معرڪي ۾ غازين کي شاندار ڪاميابي حاصل ٿي. پر منهنجي خاوند کي شهادت حاصل ٿي. اول ته مون کي سخت صدمو پهتو، پر جلد ئي سامت ۾ اچي اجا به وڌيڪ جوش ۽ جذبي سان جهاد ۾ حصو وٺڻ لڳيس.

منهنجي بهادري سبب ٻائو جيئندي مون کي به پنهنجي ڪاتي ۾ شامل ڪيو.

هاڻي سائيڪو ورهين جي ڪاري رنگ ۽ جاڻني بدن واريءَ 'هوندل ماڇياڻي' پنهنجو داستان شروع ڪيو.

آءُ ماڇي ذات جي آهيان. منهنجو ڳوٺ سنجهوري کان 16 کن ميل اولهہ طرف 'ڳوٺ جهان خان مريءَ' جي ويجهو هو. منهنجو پيءُ مڇي جي ڪم کان سواءِ مقاطعي ۽ مزدوري جو ڪم پڻ ڪندو هو. منهنجا ڀائر پڻ انهيءَ ڌنڌي ۾ سندس مدد ڪندا هئا. اسان مناسب طرح خوشحال هئاسين. مون تي ڪو خاص ڪم يا ذميداري ڪونہ هئي. آءُ البيلي ٿيو پيئي گذريندي هئس.

آءُ جڏهن 14 ورهين جي هيس، تڏهن بابي 'محرم خاصخيليءَ' کان هڪ ڍنڍ مقاطعي تي ڪنئي. مال جي چوريءَ کي روڪڻ کان لاءِ اسان عارضي طور ڍنڍ جي ويجهو محرم خاصخيليءَ جي ڳوٺ ۾ اچي رهياسين.

هڪ دفعي آءُ ڍنڍ تان مڇيءَ جو ٽوڪرو کڻي پئي آيس تہ رستي تي مون 'پلو خاصخيلي' نالي هڪ ماڻهوءَ کي گُردن جي تڪليف ۾ بي تاب ڏٺو. مون سندس ٽاڪور ڪئي ۽ ڪيس آٿر ڏيئي، سندس گهر پهچايومانس. اگرچہ آئون سانوري ۽ هو ڳورو هو ۽ اسان جون ذاتون بہ ڌار هيون، پر اسان کي هڪ ٻئي سان محبت ٿي ويئي ۽ آخرڪار اسان جي شادي ٿي ويئي. پلو ڏاڍو قابل ۽ سڌي لائين وارو ڪاروباري انسان هو. پيءُ کان کيس زمين، چوپايو مال وغيره مليل هو. انهيءَ کان سواءِ هو ننڍن ڳوٺن ۾ اناج، گيهہ، ٻڪريون وغيره جمع ڪري سانگهڙ طرف موڪليندو هو. اسان جي شاديءَ ۾ پلوءَ جا مائٽ خوش ڪونہ هئا. هنن اسان جو مسلسل بائيڪاٽ جاري رکيو. آخر تنگ ٿي اسان پنهنجو ڳوٺ ڇڏي مکي ٻيلي جي اندر پلوءَ جي هڪ پراڻي دوست جي ڳوٺ ۾ رهائش اختيار ڪئي. وقت سان گڏ اولادي بہ ٿياسون.

آءُ شروع کان بهادر ۽ همٿ واري هئس. هڪ رات پلو گهر ۾ موجود نہ هو تہ رات جو ٻہ چور اسان جي گهر ۾ واردات جي خيال کان داخل ٿيا. اڪ ڪلڻ تي مون اڪيلي زال ذات ٻنهي مردن کي قابو ڪري پوليس جي حوالي ڪيو. منهنجي انهيءَ ڪارنامي تي پوليس مون کي 200 ربيا انعام ڏنو. ۽ چوڌطرف منهنجي بهادريءَ جي هاڪ ٿي ويئي!

اسين جنهن ڳوٺ جا رهاڪو ٿياسين، اُتي جا رهاڪو پير صاحب جا جان نثار مريد هئا.

پير صاحب جي گرفتاريءَ جو ٻڌي ڳوٺ وارن ۾ هلچل مچي ويئي. عورتن پنهنجا زيور لاهي ڦٽا ڪيا. مردن ڪاروبار ترڪ ڪري ڇڏيو. مکي ۾

اُتل پٽل ٿي ويئي. ماڻهو بي پناهہ ريلن جي شڪل ۾ مڪيءَ ۾ داخل ٿي رهيا هئا. روزانہ هر طرف کان بدامنيءَ جون خبرون اچي رهيون هيون.

پلو هوشيار ڪاروباري شخص هو. وٽس ڪافي ملڪيت ۽ بچت هئي. اسان انهيءَ ڪشمڪش ۽ بدامنيءَ واري ماحول مان نڪري ڪنهن امن واري علائقي ۾ رهائش اختيار ڪري سک سان زندگي گذاري سگهياسين ٿي. پر پلو هن آزمائش واري وقت ۾ ائين ڪرڻ جو سوچي بہ نہ ٿي سگهيو. هو پير سائينءَ جو پتنگ هو. ڪو ڪير پياڪ مجنون نہ هو. اسان گڏجي، مڪيءَ ۾ رهي مجاهدن ۾ شامل ٿي، پير صاحب تي قربان ٿيڻ جو فيصلو ڪيو، ۽ ايندڙ وقت لاءِ تياري شروع ڪئي. هڪ ڏينهن اسان جي دستي کي بہ تيار ٿي روانگيءَ جو حڪم مليو. اسان جي دستي ۾ چاليهہ جانباز مرد ۽ چار عورتون شامل هيون. رستي تي اسان کي ٿيهارو کن همراهہ بہ مليا. ڇئن ڏينهن جي پنڌ کان پوءِ اسان پٽن جي اڻ کٽ سلسلي جي وچ ۾ اهڙي هنڌ تي پهتاسون جتي پاڻيءَ جا قدرتي چشما هئا ۽ اهڙو خاص گاهہ هو جنهن کي اُڪارڻ بعد خوشبودار چانهہ جو ڪم ٿي ڏنو.

ڪجهہ عرصي کان پوءِ خابرن اسان کي اطلاع ڏنو تہ ٻن سون فوجين جو هڪ شتر سوار قافلو، پنج ميل کن پري اوپر کان اسان ڏانهن اچي رهيو آهي.

اسان جي تجربہ ڪار سالار اسان کي جنگي انداز ۾ مورچہ بند ڪرايو. اسان باهہ جهڙي تتل واري ٽي پوزيشن وٺي دشمن جو انتظار ڪرڻ لڳاسين. آخر دشمن ظاهر ٿيو. اول مٿن سامهين طرف کان گوليون هليون، ۽ پوءِ ساڄي ۽ کابي طرفان. نتيجي ۾ 15-20 منٽن کان پوءِ دشمن پويان پير ڪيا. هن موقعي تي سردار هڪ پٽن جي پويان لڪايل اُٺن تي سوار مجاهدن کي هنن جو تعاقب ڪرڻ جو حڪم ڏنو. نتيجي طور دشمن پنهنجا چاليهہ سوار مارائي فرار ٿيو. اسان جا ڏهاڪو کن مجاهد شهيد ٿيا. اسان کي ڪافي هٿيار، بارود، اُٺ، پاڻيءَ جون ٽانڪيون ۽ راشن هٿ آيو.

ٽين ڏينهن آسمان تي هڪ جهاز ظاهر ٿيو ۽ هيٺ لامارا ڏيڻ لڳو. اسان بہ پٽن ۾ نهيل پناهہ گاهن ۾ داخل ٿي وياسين. اهو جهاز بي سود لامرا ڏيئي واپس ويو هليو.

اڃا اسان پٽن ۾ ئي هئاسين تہ هڪ ڏينهن اسان وٽان عورتن، پوڙهن،

ٻارن ۽ ڪجھ جوان مردن تي مشتمل هڪ قافلو لنگھيو جنهن ۾ ڪوبہ سجي لڳين ڪونہ هو. سڀيئي وڍيل ۽ زخمي ٿيل هئا. خبر پيئي تہ اهي ويچارا مکيءَ جي هڪ ڳوٺ جا پرامن رهاڪو هئا. اِهي نڪي پير صاحب جا مريد هئا ۽ نڪي سندن واسطو حر تحريڪ سان هو. هنن ويچارن جڏهن آسپاس جي ڳوٺن تي فوجين جي حملن ۽ ظلمن جون ڳالهيون ٻڌيون، تڏهن لاچار ڳوٺ ڇڏي ڪنهن پاسي وڃڻ جو فيصلو ڪيائون. پر رستي ۾ هڪ فوجي دستي مٿن حملو ڪري سندن ماڻهو ماريا ۽ ڦرلٽ ڪئي. هو ويچارا ڇڙوڇڙ ٿي جان بچائڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڀڳا تہ فوجي بہ سندن ڪڍ پيا. آخر ويچارا بچيل هڪ ٽولي جي شڪل ۾ ڀٽڪندا ڀٽڪندا غازين کي مليا جن کين پنهنجي حفاظت ۾ اسان ڏانهن موڪليو هو.

جلد ئي فوجين اسان تي حملو ڪري، اسان کي بدلي وٺڻ جو موقعو ڏنو. اهي آيا تہ هئا حملو ڪرڻ، پر گھڻا جوان مارائي وڏو نقصان پائي، شڪست کائي ڀڳا. اسان خدا جو شڪر ادا ڪيو جو اسان کي مظلوم غريبن جو بدلو وٺڻ جو موقعو مليو.

ٻئي ڏينهن اوسي پاسي جا نمائندا گهرائي هڪ وڏي مجلس ڪئي ڪئي ويئي جنهن ۾ صورتحال جو جائزو ورتو ويو، آئينده جو پروگرام ۽ حڪمت عملي رٿي ويئي. اهو بہ فيصلو ڪيو ويو تہ اسان مان ڪي ماڻھو ساري ريگستان جو چڪر هڻي دشمن جي ڪئمپن بابت معلومات حاصل ڪن. منهنجي گهر واري ۽ مون کي بہ هڪ اهڙي دستي ۾ شامل ڪيو ويو. اسان جي حوالي ڏاڍو علائقو ڪيو ويو.

ٻن ڏينهن جي گشت کان پوءِ اسان کي پري کان اُٺ نظر آيا. دوربين مان اندازو ٿيو تہ اُتي ڪا فوجين جي ڪئمپ آهي. هاڻ مسئلو پيدا ٿيو تہ ان ڪئمپ ۾ ڪهڙي نموني داخل ٿي تفصيل معلوم ڪجن. اسان اڃا انهيءَ سوچ ۾ هئاسين تہ اسان کي ڇئن ماڻهن جو هڪ ٽولو نظر آيو جن ۾ هڪ اڌڙوٽ عورت بہ شامل هئي. پڇا مان معلوم ٿيو تہ سنياسي قسم جا سيلاني فقير هئا، جيڪي سنڌ ۽ جيسلمير جي سرحدن کان سفر گذر حاصل ڪرڻ لاءِ هر موسم ۾ پيا ايندا ويندا آهن ۽ جوڳين وانگر ٻوٽين وغيره جو ڪاروبار ڪندا آهن. وٽن عجيب و غريب ٻوٽيون بہ هيون جيڪي اسان ڪانئن وڏي

انداز ۾ خريد ڪيون. ڪانئن ايترو معلوم ٿيو تہ ٻيلي ۾ فوجين جو جام انداز موجود آهي.

اُنهن جي وڃڻ کان پوءِ اسان مان چئن جوانن ۽ مون ڪي ساڳيا سيلاني جوڳي فقيرن وارا لباس پهرايا ويا. اسان جوڳين کان خريد ڪيل ٻوٽيون اُنن تي رکيل خرزنين ۾ پري، فوجي ڪئمپ جو رُخ ڪيو.

ڪئمپ جي چوڪيدارن اول تہ بيزاريءَ جو اظهار ڪيو. اسان ڪين ٻڌايو تہ اسان سنڌ جي لاڙ طرف جا جوڳي آهيون ۽ هن وقت سرحدن جو گشت ڪري ٻچن جو گذران حاصل ڪرڻ لاءِ نڪتا آهيون. ائين چئي اسان جي سردار پنهنجي زنبيل مان عجيب ٻوٽيون، لعلون، ٻڙا، سپون وغيره ڪڍي، زمين تي وڇايل گودڙي نما چادر تي، پيش ور جوڳين وانگر ڪڍي رکيون، ۽ انهن جي وصفن بابت مبالغہ آرائيءَ کان ڪم وٺندي زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏيائين. انهيءَ دوران اسان جو هڪ همراه ۽ آءٌ ڪئمپ اندر داخل ٿي ٿورو پريان هڪ تنبوءَ پرسان ويٺلن جي پر سان پهتاسون ۽ ڪين ساڳيون شيون ڏيکارڻ لڳاسين، ۽ ڪئمپ جو جائزو بہ وٺندا رهياسين. اسان اندازو لڳايو تہ ڪئمپ ۾ چار سئو کن جوان رهيل هئا. وٽن اُٺ ۽ گهوڙا ۽ ٻيو سامان ڪافي انداز ۾ هو. ٿوري خريد فروخت کان پوءِ اسان واپس ٿياسون ۽ هڪ وڏو چڪر ڪاٽي پنهنجي مرڪز تي پهتاسون ۽ سمورو احوال ڪيوسون.

صبح جو وري توڪل جي ترهي تي هڪ پاسي روانا ٿياسون. ٻنپهرن ڌاري اسان کي ڪڇ جي طرف رهندڙن جو گڏهن تي سوار هڪ قافلو مليو. معلوم ٿيو تہ هو هميشہ اُن موسم ۾ لاباري لاءِ سنڌ ڏانهن ايندا آهن ۽ پورهيو ڪري اناج ڪٺي واپس ٿيندا آهن انهن ٻڌايو تہ اُتان چار ڪوه کن پري فوجي ڪئمپ هٽيو وينا آهن. ڊپ جي ڪري هنن کي حوصلو ئي ڪونہ ٿيو جو ڪئمپ کي تفصيل سان جاچي سگهن.

اسان وري ساڳيو طريقو اختيار ڪيو. يعني جوڳين وارو لباس پائي، سامان جو زنبيلون ڪلهن تي رکي ڪئمپ طرف وڌياسون. ڪجهہ وقت پنڌ ڪرڻ کان پوءِ چند فوجي اسان طرف ايندا نظر آيا. هنن پهرين اسان کان سوال جواب ڪيا ۽ مطمئن ٿيڻ تي اسان کان پڇيائون تہ ڇا اسان ڇهن سوارن جو

ٿولو ڏنو هو. اسان جي انڪار تي هو تيزيءَ سان هڪ طرف روانا ٿي ويا. اسان ٻـ اڳتي وڌڻ بدران اُتي هڪ پاسو وٺي حالتن جو جائزو وٺڻ جو فيصلو ڪيو. رات جو گهگهـ اونداهيءَ ۾ اسان پوئتيءَ ترسايل رفيقن ڏانهن وڌڻ شروع ڪيو. واٽ تي اُنهن فوجي سوارن کي ايندو ڏٺو سين. جيڪي ڇهن سوارن کي ڳولڻ لاءِ نڪتا، پر انهيءَ ۾ ناڪام ٿي واپس پٺي آيا.

خير- اسان پنهنجن همرائن سان گڏ واپس مرڪز تي پهتاسون. صبح جو وري ساڳئي مهم تي نڪتاسون. ٻـ ميل اولهـ طرف پنڌ ڪرڻ ڪان پوءِ اسان ڪجهـ هرڻ ڊوڙندي ڏٺا جن جي شڪار واسطي ڪجهـ فوجي جوان پويان لڳل هئا. ٿورو اڳتي وڌياسين تـ اهي شڪاري مايوس ٿي موٽي رهيا هئا. اسان کي ڏسي هنن پنهنجو رخ اسان ڏانهن ڪيو ۽ حاڪماڻي انداز سان سوال جواب ڪيا. اسان کين اهو ٿي ٻڌايو تـ اسان جوڳي فقير آهيون ۽ گذر سفر سانگي پيا هلون. اطمينان ٿيڻ تي هنن اسان کي پنهنجي ڪئمپ ۾ اچڻ لاءِ چيو. ڪئمپ ۾ پهچي اسان ٻوٽيون ۽ ٻيو سامان ڪڍي اُنهن اڳيان رکيو ۽ دستوري لٻاڙون شروع ڪيوسين. ڳالهين دوران ٿي معلوم ٿيو تـ جن ڇهن ڄڻن جي هنن کي تلاش هئي اُهي دراصل حر مجاهد هئا جن کي سرحد جي ويجهو بلوچ ريجمينٽ پڪڙيو هو ۽ اڳتي روانو ڪرڻ لاءِ انهن جي حوالي ڪيو هو. موقعو وٺي اُهي مجاهد گهوڙن سميت فرار ٿي ويا ۽ هاڻ هي اچي تٽ پٽ ۾ پيا هئا!

خير- اسان انهيءَ ڪئمپ جو چڱي طرح جائزو وٺي واپس ٿياسون. شام جو اسان هڪ اهڙي هنڌ تي پهتاسون، جتان هڪ فوجي ڪئمپ نظر اچي رهي هئي.

پر هاڻ اسان جي قسمت پلٽو کاڌو. هن ڪئمپ ۾ اسان کي شڪ جي نگاه سان ڏٺو ويو. دستوري پڇا ڪان پوءِ اسان کي انگريز ڪمانڊر جي اڳيان پيش ڪيو ويو جنهن ترجمان معرفت پڇا ڳاڇا ڪئي ۽ پوءِ ڪوارٽر گارڊ ۾ بند ڪرائي ڇڏيو.

شام ڌاري اسان کي وري انگريز آفيسر جي اڳيان پيش ڪيو ويو جتي هاڻ هڪ سنڌي آفيسر بـ ويٺو هو. سنڌي آفيسر اسان ڪان انيڪ سوال پڇيا. انهيءَ دوران انگريز آفيسر اسان کي ڌيان سان جاچيندو رهيو. پوءِ ٻئي پاڻ ۾ ڪافي دير صلاح مصلحت ڪندا رهيا. آخر اسان تي بي پناهـ تشدد

ڪيو ويو- پر هو اسان مان ڪجهہ حاصل ڪري نہ سگهيا. اسان آخر وقت تائين پنهنجي بيانن تي ثابت قدم رهياسين. آخر هنن مون کي تہ آزاد ڪيو، پر مردن کي سانگهڙ واري وڏيءَ ڪئمپ ڏانهن روانو ڪيائون.

آءٌ صحرا مان طرح طرح جون تڪليفون ڏسي واپس مرڪز تي پهچي ويس. منهنجو جسم تہ اڳيئي ڪارو هو، پر هن بي پناهہ تشدد انهيءَ کي ويتر ڪارو ڪري ڇڏيو. پائو جيئندي مون کي هيڏي باهہ مان بہ ڪُندن تي نڪتل ڏنو، تڏهن ڪٿي پاڻ سان شامل ڪيائين.

هاڻي مائي 'مرڪان' پنهنجو احوال ٻڌائڻ شروع ڪيو:

آءٌ لاڙ علائقي ۾ بدين شهر کان اٺ ميل پري ننڌي جي آسپاس هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ ڄايس. اسان پوءِ لڏي سانگهڙ ۾ آياسين جتي بابا جو رستو پير صاحب جي مريد 'علڻ خاخصيليءَ' سان ٿيو. وڏيرو علڻ پادريءَ واري ڳوٺ کان ڪجهہ ميل پريان مکيءَ ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ رهندو هو. علڻ خان روشن خيال ماڻهو هو. تعليم واسطي ڳوٺ ۾ اسڪول بہ کولايو هئائين. سندس ٻہ پٽ هئا. ننڍو پٽ منهنجو هم عمر هو، جنهن سان اڳتي هلي منهنجي شادي ٿي. وڏو پٽ دلدار احمد شهر ۾ پڙهندو ۽ غازي تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن هو. تحريڪ کي سمورو وقت ڏيڻ خاطر هن شادي بہ ڪونہ ڪئي. وڏيري جي وفات کان پوءِ هن انهيءَ سبب ڪري پڳ بہ ڪونہ ٻڌي، صرف ذاتي خرچ لاءِ ڪجهہ رقم ڪٽندو هو ۽ پنهنجو سمورو وقت ۽ طاقت تحريڪ لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين.

آخر مارشل لا لڳي ۽ جهاد جو وقت اچي ويو. منهنجو مڙس تہ اهڙي موقعي تي ٻرندي باهہ کان بچڻ لاءِ وڃي ڪراچيءَ ۾ ويٺو پر آءٌ جهاد خاطر پنهنجي ڏير سان ٿي رهيس ۽ محنت ڪري بندوق هلائڻ ۽ سواري ڪرڻ سکي ورتم.

اسان جو ڳوٺ، آسپاس جي ننڍن ڳوٺن جو مرڪز هو. اسان وٽ ڏيڍ سئو کن هٿياربند غازي هئا. ڳوٺ جي ويجهو جهنگل اندر وري هٿيار ناهڻ جو ڪارخانو هو. ڳوٺ جي عورتن، ٻارن ۽ پيرسن کي اونهي جهنگ ۾ موڪلڻ

ڪان پوءِ چوپايو مال، گهوڙا ۽ ٻيو اسباب پڻ روانو ٿي رهيو هو. اسان جو ڳوٺ مکي ٻيلي ۾ ڪو گهڻو اندر ڪونه هو. پر مهاڳي ڪان ڪجهه ميل اندر جهنگ ۾ هو. اسان ڳوٺ کي هڪ مظبوط قلعي وانگر ٺاهيو هو. چؤطرف ڪاهي ڪوٺي، ڪَڏن جا موڻ ۽ اندرين ٻاهرين طرف ڪان وٽن جا وڻ ڪپي رکيا ويا هئا.

هڪ ڏينهن صبح جو چوڪيدار فوجين جي اسان ڏانهن اچڻ جي خبر ڏني. اسان ڳوٺ اندر توڙي ٻاهر مورچن ۾ تيار ٿي ويناسون. ڪجهه غازين وٽن مٿي به مورچا ٺاهيا. فوجين به مورچا ٺاهي فائرنگ شروع ڪئي. جلد ئي هنن محسوس ڪيو ته فائرنگ ذريعي ڳوٺ تي قبضو نه ڪري سگهندا، جنهن ڪري هنن آتشگير بم اڇلائي ڳوٺ ۾ ٻنايل جهوپڙين کي باهه لڳائي. اهو حال ڏسي، اسان سرنگهن ذريعي اُتان هليا وياسون ۽ جهنگ اندر پنج ميل ڪن پري هڪ محفوظ مقام تي پهچي وياسون.

هڪ ڏينهن اسين پنهنجي پناهه گاهه ۾ وينا هئاسين ته آسمان ۾ هوائي جهازن جا آواز ٻڌاسين. جلد ئي ڪجهه هوائي جهاز ظاهر ٿيا. جن ٻيلي تي باهه لڳائيندڙ گولا وسائڻ شروع ڪيا ۽ ٻيلي جي اُن حصي کي باهه لڳڻ شروع ٿي. اسان بيوسيءَ مان هيءُ بي داد ڏسي رهيا هائسين. اسان جي سردار دلدار احمد اسان سڀني کي 'خير نماز' پڙهڻ لاءِ چيو ۽ نماز پڙهي ڏٽي در دعا جا هٿ ڪنياسين. رب پاڪ جي قدرت! اُن وقت اوچتو جهازن مٿان رحمت جا ڪڪر چانئجي ويا. زوردار مينهن وسڻ لڳو. جڻ ته سانوڻ جو مهينو هجي. هوائي جهاز وارا خدائي امداد جو تاب جهلي نه سگهيا ۽ پڇي وڃي سکر واري اڏي تي لٿا. باهه جي بدران وٽن مان رحمت جون بوندون وسڻ لڳيون! هيءُ ڪو گپوڙو نه آهي- بيشڪ خدا مدد ڪري ٿو. مگر ان جي طلب لاءِ سچيءَ دل جي ضرورت آهي.

هڪ ڏينهن جيسلمير رياست ڪان هڪ هندو قاصد پهتو ۽ نياپو ڏنائين ته طلب ڪيل امداد تيار آهي، رڳو اوهان جو ماڻهو ٿر کي پار ڪري، رائفلون، اناج، گيهه وغيره کڻي اچي.

اسان جي جاسوسن رپورٽون ڏنيون ته جوڌپور جي راجا انگريزن کي جيڪا فوجي امداد ڏني آهي، سا گهڻو ڪري اوٺي فوج آهي. راجپوت قوم جا اهي خونخوار سوار پيدائشي صحرائي شڪاري آهن. انهن جو خاصو تعداد

جيسلمير جي سرحد کان وٺي سنڌ جي حدن تائين گشت ڪندو رهندو آهي. انهن هنڌن تي خاص نگراني ان ڪري بہ رکي ويئي آهي، جو انگريزن حرن جي خلاف جيسلمير جي راجا کان مدد گهري هئي تہ هن انهيءَ کان صاف انڪار ڪيو هو. اهو بہ مشهور هو تہ جيسلمير جو راجا حُرن جي مدد ڪري رهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ راجا ۽ پرجا جو پير صاحب سان عقيدت آهي ۽ پيڙهين کان وٺي اهي پير صاحب جا مريد آهن، ۽ سندس دعوت پڻ ڪندا رهندا آهن. هڪ دفعي تہ پير صاحب هاٿيءَ تي سوار ٿي، راجا جي ڪوٽ تي جيسلمير بہ ويو هو. اهو هاٿي راجا صاحب خاص انهيءَ مقصد لاءِ موڪليو، ۽ ان جو ساز و سامان سون ۽ چانديءَ تي مشتمل هو. ڪيترائي جنگجو غازي وڃي جيسلمير کان نڪتا هئا ۽ اُتان امداد حُاصل ڪري هڪ طرف اچي انگريز سپاه تي مارو ڪندا هئا تہ ٻئي طرف مخالفن کان حساب ڪتاب وٺي وڃي جيسلمير کان نڪرندا هئا. رحيم هنگورو ۽ اُن جا ساٿي، خاص ڪري ان پاسي سرگرم هئا ۽ فوجين جون وايون تبال ڪري ڇڏيون هيون.

اهي سڀ ڳالهيون سامهون رکندي مکيءَ جي سردارن فيصلو ڪيو تہ شتر سوارن جو هڪ تيز رفتار دستو جيسلمير موڪليو وڃي. انهيءَ دستي جي ڪمان دلدار احمد کي ڏني ويئي ۽ آءٌ ان ۾ شامل هيس.

اسان هاڻ الله تي آسرو ڪري ان اُتاهہ ۽ گرم هوائن واري صحرا جو سفر شروع ڪيو. ٻنپهرن تائين گرم هوا ۽ سخت مسافريءَ اسان کي سخت ٿڪائي وڌو. اسان ۽ اسان جا ڏاگها ٿڌي پاڻيءَ ۽ هوا جي رڳو ديدار لاءِ واجهائي رهيا هئاسون. اسان جي رهبر ٻڌايو تہ اوپر طرف ڇئن ميلن جي فاصلي تي پٽن جي وچ ۾ هڪ 'خيابان' آهي جنهن ۾ مٺي پاڻيءَ جو چشمو آهي.

اسان اهو فاصلو طئي ڪري خيابان تائين پهتاسون. اُتي هڪ پوڙهيءَ مائيءَ اسان جي ميزباني ڪئي. اهو انهيءَ عابد مائيءَ جو جگر هو جيڪا اڪيلي سر زندگيءَ جا ڏينهڙا گذاري رهي هئي.

عابد مائيءَ کان موڪلائي اسان اڳتي وڌياسين. هڪ موقعي تي اسان کي فوجين جو وڏو تعداد نظر آيو. اسان اُنهن کان پاسو ڪرڻ ۾ مصلحت سمجهي ۽ پنهنجو بچاءُ ڪندا اڳتي وڌياسين. هڪ محفوظ هنڌ تي اسان کي

چڏي، سردار اڳتي خبرچار لاءِ روانو ٿيو. ٽن ڏينهن کان پوءِ سردار واپس موٽيو ۽ ٻڌايائين تہ جيسلمير کان مليل رسد جو سامان هو هڪ محفوظ هنڌ تي لڪائي آيو آهي ۽ انهيءَ کي آڻڻ واسطي فقط ڏهاڪو کن ماڻهو موڪلڻا هئا. انهن ڏهن جوانن جو سردار دراصل ڪراچيءَ جي پريان، حب نديءَ جي هن پار جو رهاڪو هو ۽ 'لهڙي' قوم منجهان هو. پير صاحب جي بيعت کان پوءِ لڏي اچي مکيءَ ۾ رهيو هو. سندس نالو 'غلام محمد' هو پر عام طور تي هن کي 'گلو لهري' ڪري ڪوٺيندا هئا. هو گهوڙي سواري، اُٺ سواري، تير ڪمان هلائڻ، ترڻ، بندوق بازيءَ کان سواءِ موٽر هلائڻ، ريڊيو جي ڪم مان بہ خوب واقف هو. هو جنگي ڪم ۾ يڪتا ۽ هٿيارن ٺاهڻ جي هنر ۾ اُستاد هو. اهو هنر هن مکيءَ ۾ آيل قبائلين ۽ بينگالين کان سکيا هئا.

ٻئي ڏينهن ڪئمپ کان ٻاهر آءٌ ڪنهن ضروري ڪم سان ويس. اُتي مون کي پٽ جي اوٽ ۾ هڪ اوپرو شخص عجيب حرڪتون ڪندو نظر آيو. هو تمام شڪي انداز ۾ پٽ جي اوٽ ۾ وينل هڪ ماڻهوءَ کي اشارا ڪري رهيو هو. مون همٿ ۽ چالاڪيءَ سان کيس گرفتار ڪري ڪئمپ ۾ آندو. ڪئمپ ۾ پهچي هن جي حقيقت جي خبر پيئي تہ هو انگريزن جو جاسوس هو ۽ اسان جي چرپر تي نظر رکي، احوال وري هڪ ٻئي جاسوس کي اشارن ذريعي ڏيئي رهيو هو. سردار رمز سان اُن جاسوس جا ڪپڙا، ساڳئي جسامت واري هڪ غازيءَ کي پهرايا ۽ اُن ذريعي ٻي جاسوس کي بہ گرفتار ڪرايائين.

چوٿين ڏينهن سردار رسد جي اُٺن سان واپس وريو. رسد اسان جي اُميدن کان بہ گهٽ هو. هاٿي اهي جاسوس سردار اڳيان پيش ڪيا ويا. اسان جي شرمائڻ ۽ غيرت ڏيارڻ تي هنن سچيءَ دل سان توبهہ ڪئي، دشمن بابت تمام قيمتي معلومات ڏني.

اسان هاڻ واپسيءَ جو سفر شروع ڪيو ۽ چار ڏينهن چار راتيون صحرا جو نهايت ڏکيو ۽ صبر آزما سفر ڪري خيريت سان پنهنجي مرڪز تي پهتاسون. سفر دوران ٻين مصيبتن سان گڏ دشمن جي جهازن بہ اسان تي لامارا هنيا، پر گلوءَ جي رهنمائيءَ ۾ اسان پٽن جي پناهہ گاهن ۾ محفوظ رهياسين.

جاسوسن کي پڪڙائڻ واري منهنجي ڪارنامي سين کي متاثر ڪيو ۽

مون کي انهيءَ سلسلي ۾ وڏيڪ تربيت ڏياري ويئي. آءُ انهيءَ لائق ٿي ويس جو خود تجربہ ڪار جاسوس بہ ڪنهن اهم مسئلي بابت گڏجاڻي ڪندا هئا تہ مون کي مشوري واسطي گهرائيندا هئا.

هاڻي نوجوان خوبصورت 'مريم' پنهنجو داستان شروع ڪيو.

آءُ 'رنل پٽ' جي ڀر سان 'نورل چانگ' نالي ننڍي ڳوٺ ۾ ڄائيس. بابو سکيو زميندار هو. چوڏهن سالن جي عمر ۾ مون گهوڙي سواريءَ ۾ مهارت حاصل ڪئي. بندوق بازيءَ ۾ بہ مون کي 'صاحب نشان' جو لقب مليل هو. آءُ گهوڙي سواريءَ جي شرطن وارن مقابلن ۾ بہ شريڪ ٿيندي هيس ۽ منهنجو ڪميت گهوڙو هميشہ اول ايندو هو.

جڏهن آءُ سورهن ورهين جي ٿيس، تڏهن غازي تحريڪ شروع ٿي. اها تحريڪ منهنجي دل ۾ گهر ڪري ويئي ۽ مون عزم ڪيو تہ ڪنهن وڏي غازي سان شادي ڪندس.

هڪ ڏينهن ڳوٺ کان ويهارو ميل ڪن پري وڏو ميلو لڳو. اسان اُن ڳوٺ جي وڏيري جا مهمان ٿياسون. اسان جي ان سان اڳيئي واقفيت هئي. سندس پٽ 'محب' تمام سهڻو ۽ سٺن اخلاقن وارو هو. هو بہ سٺو گهوڙي سوار هو، پر مقابلي ۾ آءُ ڪامياب رهيس. بهرڪيف اسان ٻنهي هڪ ٻئي کي پسند ڪيو ۽ ڪجهہ ڏينهن بعد اسان جو مڱڻو ٿي ويو ۽ ڪجهہ ڏينهن بعد شاديءَ جون تياريون شروع ٿيون. هڪ ڏينهن پير سائين جي گرفتاريءَ جي خبر پئي. ماڻهو منجهي پيا تہ هاڻ خبر ناهي ڪهڙي صورتحال ٿيندي.

اسان جو ڳوٺ تہ سرگرم غازين جو مرڪز هو. پر محب علي جن ڪنهن ٻئي پير جا مريد هئا ۽ مڪيءَ کان ٻاهر پنهنجي ڳوٺ ۾ رهندا هئا.

جلد ئي سخت بدامنيءَ جو دور اچي ويو. اسان کي پنهنجي مستقبل جي ڪابہ خبر نہ هئي. بابا مون کي اهو اختيار ڏنو تہ شادي ڪريان يا اُتي رهي تحريڪ ۾ ساٿس شامل رهان. مون تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو.

ٻئي ڏينهن امان تہ منهنجي ڏاج وغيرہ لاءِ پنهنجو ننڍڙو ٻار ڪٺي محب عليءَ جي ڳوٺ رواني ٿي ۽ آءُ مرداني فل بريس پائي غازين ۾ شامل ٿي ويس.

ڪجهہ ڏينهن جي ٽريننگ کان پوءِ سردار مون کي هر لحاظ کان موزون سمجهيو ۽ منهنجو نالو 'منٺار' رکيائين. ٿورن ڏينهن کان پوءِ اسان کي هڪ مهم لاءِ سڏ ٿيو. آءٌ بہ مردانِي ٻريس پاٽي شامل ٿيس. اسان خبرداريءَ سان مناسب هنڌ تي مورچہ بندي ڪئي سين ۽ سردار جي اشاري تي فوجين تي اوچتي فائرنگ ڪئي سين. منجهن بدحواسي پيدا ٿي ۽ ٿوري ئي مقابلي کان پوءِ وٺي ڀڳا. هن معرڪي ۾ فوجين جو وڏو نقصان ٿيو. اسان کي 25 رائفلون، هزارين گوليون ۽ ٻيو سامان هٿ آيو. اسان جو هڪ مجاهد شهيد ٿيو.

اسان جي معرڪن جي خبر جڏهن محب کي پيئي، تڏهن هو بہ اچي اسان سان شامل ٿيو ۽ اسان گڏجي معرڪن ۾ حصو وٺڻ لڳاسين.

منهنجي بهادري سبب مون کي جاسوس کاتي ۾ شامل ڪيو ويو.

هاڻ سائيڪو ورهين جي 'مائيءَ منان خاصخيلي' چلم مان ڦوڪ ڀريندي پنهنجو داستان بيان ڪيو.

اسان سانگهڙ کان اوپر طرف پندرهن ميل پري 'صاحب خان جي ڳوٺ' ۾ رهندا هئاسون. بابو هڪ غريب هاري هو. ڳوٺ جا سڀ رهاڪو پير صاحب جا مريد هئا. منهنجو مڙس مارشل لا کان اڳ گذاري ويو هو. مون کي اولاد ڪونہ هو. تنهن ڪري آءٌ سڄي ڳوٺ جي ناني ٿي پيس- ڪڏهن هن گهر ۾ تہ ڪڏهن هن گهر- مڙيئي پيو وقت گذرندو هو. ننڍن ٻارن سان ڏاڍو اُنس هئم. هو بہ مون کي 'ناني' ڪري ڪوٺيندا هئا.

مارشل لا لڳڻ کان پوءِ اسان مکي اندر هڪ ڳوٺ وسايو. هتي ٻين هنڌن جا ڌنڌيل ماڻهو بہ اچي گڏ ٿيا هئا. منهنجو ٻارن ڏانهن رجحان ڏسندي، مون کي اول تہ ٻارن جي نگرانيءَ جو ڪم سپرد ڪيو ويو. پر اڳتي هلي هڪ ٻيو اهم ڪم نڪتو. اهو هيءُ تہ کپري شهر ۾ رهندڙ هڪ چالاڪ، عيار زميندار، وڏو پاٿاريدار بہ هو. آس پاس جي ماڻهن ۽ زميندارن تي سندس وڏو ڏاڪو هو. سندس ٽولي ۾ هر قسم جا سوين ماڻهو هئا. ڪوڙا ڦڏا ۽ ڪيس ڪرائي، ڪوڙين شاهدين ذريعي ٻين جي زمينن ۽ ملڪيتن تي قبضا ڪرڻ سندس وٽندڙ ڪم هئا.

ظاهر ۾ هو پاڻ کي پير صاحب جو مريد سڏائيندو هو. جڏهن غازين جي تحريڪ شروع ٿي تڏهن وڏو غازي بنجي ويو. پر جڏهن انگريزن پنهنجي برتري ظاهر ڪئي، تڏهن سانڍي وانگر رنگ بدلائي دربرده سندن حمايتي ٿي پيو ۽ هر حيلي سان غازين جي پاڙ پٽڻ ۾ جنبي ويو. سندس ماڻهو غازين جي روپ ۾ حر ايراضيءَ ۾ پکڙجي ويا ۽ مٿن جاسوسي ڪرڻ لڳا.

پر سندس منافقيءَ واري پاليسي جلد ئي وائکي ٿي پيئي. انگريزن محسوس ڪيو ته ساڻس تعاون جي آڙ ۾ هو شريف ۽ غريب ماڻهن کي ڌاڙن ۽ ٻين طريقن سان تنگ ڪري رهيو آهي. ٻئي طرف غازين کي به سندن حرڪتن جو پتو پئجي ويو.

غازين هن بلا کي دفع ڪرڻ جو ڪم مون تي رکيو. مون کي ڪنهن نموني سان سندس گهر ۾ داخل ٿي سندس چُر پُر تي نظر رکڻي هئي. منهنجي مدد واسطي 17-18 ورهين جو هڪ چالاڪ ڇوڪرو به مون سان شامل ٿيو. اسان ڏنڊبل ماءُ پٽ جي حيثيت ۾ هٽونگي پهچي ۽ نوڪريءَ جي ڳولها ۾ لڳي وياسون. هٽونگي ۾ هڪ پوڙهي عورت کي اسان تي قياس آيو. هن پنهنجي مڙس سان ڳالهه ڪئي. وٽن ته اسان جي واسطي گنجائش ڪونه هئي، پر سندن واقف ڪپري جي هڪ وڏيري کي نوڪرياڻي جي ضرورت هئي. قدرت جا ڪم ته ڏسو. اهو وڏيرو ساڳيو هو جنهن جي اسان کي تلاش هئي.

خير- اسان وڃي وڏيري وٽ پهتاسون. ٿورن سوالن جوابن کان پوءِ اسان کي پاڻ وٽ رکڻ تي راضي ٿي ويو. آءٌ حويليءَ اندر ۽ ڇوڪرو ٻاهر جي ڪم ڪار تي لڳو. محنت ۽ محبت ڪري گهر جا ڀاتي اسان کي پسند ڪرڻ لڳا.

هاڻ وڏيري هڪ خطرناڪ ٻه طرفي چال هلي. هڪ طرف انگريزن کي چيائين ته ڪيس حُرن کان خطري جي ڪري 20-25 فوجي پنهنجي خرچ تي مهيا ڪيا وڃن. ٻي طرف وري حرن کي نياپو ڏنائين ته مون چالاڪي ڪري فوجي پاڻ وٽ رهايا آهن، هاڻ وجهه وٺي مٿن حملو ڪريو ته آءٌ به اوهان جي مدد ڪندس!

غازين ڇوڪري معرفت مون کان حقيقت پڇي. مون کين ٻڌايو ته فوجين تي حملو ته بيشڪ ڪامياب ٿيندو، پر وڏيرو اوهان جي مدد ڪانه ڪندو بلڪ جيڪڏهن اوهان جي هار ڏسندو ته ماڳهين وڃي اُنهن سان شامل ٿيندو.

مون کين مشورو ڏنو تہ وڏيري کان سردار جي نالي ڪنهن نموني چٺي مون تائين پهچائيندا پوءِ پلي فوجين تي اوچتو حملو ڪري، جيڪي هٿ اچيو، ڪٺي تڪڙا روانا ٿيندا- پوءِ ڏسجو منهنجا ڪارناما- وڏيري کي پاڻهي خبر پئجي ويندي.

وڏيري گهربل چٺي سردار کي ڏني، جا ٿري گهري اچي مون تائين پهتي. مقرر ڏينهن تي حرن فوجين تي حملو ڪيو. وڏيرو فوجين جي مدد ڪرڻ بدران وڃي گهر ۾ لڪيو. فوجي ڪي مئا، ڪي ڀڳا، تہ ڪي زخمي ٿي اُتي ئي رهجي ويا. انهن ۾ سندن اڳواڻ بہ هو.

منهنجي چوڻ تي وڏيرو زخمي فوجين جي خدمت ۾ جنبي ويو. آءٌ بہ ساڻس شامل هيس. مون خاص طور تي فوجين جي اڳواڻ جي ڏاڍي خدمت ڪئي. هڪ ڏينهن موقعو وٺي وڏيري جي سردار ڏانهن لکيل چٺي سندس حوالي ڪيم. ڪيس شڪ تہ اڳيئي هو. هاڻ پڪ ٿيس. هن بہ وڏيري سان ساڳي ڪار ڪئي. هڪ پروگرام مطابق هو مون کي ۽ چوڪري کي گرفتار ڪري، باکوڙي جي مرڪز ۾ وٺي ويو. اُتان خاص اختياري وٺي، وڏي اتالي سان ڪيپري آيو ۽ اوچتو وڏيري کي گرفتار ڪيائين. پوءِ ڪورٽ مارشل ڪري، ڪيس گوليءَ سان اُڏرائي ڇڏيائين. مون کي وڏن انعامن اڪرامن سان گڏ هڪ خاص پاس بہ ڏنائين جنهن ڪري آءٌ آزاديءَ سان ڪنهن بہ فوجي ڪئمپ ۾ اچي وڃي سگهان ٿي. اهڙيءَ طرح، هڪ تير سان ہہ نہ، پر گهڻائي شڪار ڪري وڌا ۽ سردار کان بہ مون کي آفرين ملي. اها پاس مون وٽ آهي ۽ خدا گهريو تہ انهيءَ جي وسيلي وڏا ڪم ڪنديس!

هاڻ وچوليءَ عمر جي مائي 'سون ٻائي' پنهنجو داستان شروع ڪيو:

اسان 'بڪار' جي ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ رهندا هئاسون. اسان وٽ ڪافي زمين ۽ ڍور ڍڳا هئا ۽ اسان هر طرح کان آسودا هئاسون.

تحريڪ شروع ٿيڻ تي اسان ڳوٺ ڇڏي، ٻيلي ۾ هڪ محفوظ هنڌ تي پناهہ ورتي. منهنجو مڙس هڪ سچو غازي هو. تحريڪ جي شروعاتي دور ۾ ئي هڪ معرڪي ۾ بهادريءَ سان وڙهندي هو شهيد ٿي ويو. مون بہ باقي

زندگي غازين جي قدمن ۾ تحريڪ لاءِ وقف ڪري ڇڏي.

اسان جي مرڪز ۾ پنجاهه ڪن مرد ۽ 35-30 ڪن عورتون ۽ ٻار هئا. مرڪز جو مهندار محمد علي هو. جنهن کي 'محمدو' به ڪري ڪوٺيندا هئا. هو جنگي فن ۽ ڪوجنا جو ماهر هو. هن اٺ غازي واري وٽيءَ سان جاسوسيءَ لاءِ مقرر ڪري ڇڏيا هئا. جيڪي پري پري تائين جون خبرون حاصل ڪري ايندا هئا.

ڪن غدارن جي مهربانيءَ سان هڪ ڏينهن فوجين اسان جي مرڪز ڏانهن رخ ڪيو. پر اسان جي خابروئن بروقت اسان کي فوجين جي پيش قدميءَ جو اطلاع ڏنو. اسان جي سردار هڪدم غازين جا چار دستا ترتيب ڏنا، جن مرڪز کان اڳتي وڌي وڃي دشمن تي حملو ڪيو. ڪلاڪ ڏيڍ جي شديد فائرنگ کان پوءِ، فوجي وڏو نقصان کائي فرار ٿيڻ تي مجبور ٿيا. اسان کي مال غنيمت ۾ ڪافي هٿيار ۽ بارود مليو.

هڪ ڏينهن خبر ملي ته فوجين اسان تي هوائي جهازن وسيلي بمباريءَ جو پروگرام ٺاهيو آهي. اسان جي سردار احتياط طور پناهه گاهون تيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو. اهو ڪم ڇئن ڏينهن ۾ مڪمل ٿي ويو ۽ پناهه گاهن ۾ ڪافي زخيره به رکيا ويا.

هڪ ڏينهن سردار مون تي هڪ خاص ڪم رکيو. مون کي سانگهڙ ۾ تحريڪ جي هڪ همدرد زميندار کان وڏي رقم آڻڻي هئي. منهنجي هاڪار ڪرڻ تي مون کي حفاظت سان ٻيلي ۾ هڪ محفوظ هنڌ تي پهچايو ويو، جتان مون اڪيلي سر اڳتي جو سفر شروع ڪيو. رستي تي هڪ رهزن جي هٿان هڪ نوجوان سنڌي ڇوڪريءَ کي آزاد ڪرايم. انهيءَ رهزن کي جهنم رسيد ڪيم ۽ ڇوڪري کي سندس مرضي مطابق ٽنڊي ڄام ۾ سندس مائٽن وٽ پهچايم. پوءِ سانگهڙ پهچي نهايت احتياط سان مطلوب وڏيري سان رابطي ۾ آيس. هن ٻن ڏينهن کان پوءِ رقم منهنجي حوالي ڪئي ۽ مون واپسيءَ جو سفر شروع ڪيو. ٻيلي ۾ ڏٺم ته به فوجي هڪ سنڌي ڳوٺائي کي قابو ڪيو بيٺا آهن ۽ ڪانئس 1500 رپيا ڦرڻ کان پوءِ مٿس حُر هجڻ جو الزام هڻي، سچيون ڪرائڻ خاطر ڏاڍي مار ڪُٽ ڪري رهيا هئا. هن غريب ڳهٽيون ٿي رڙيون ڪيون ته هو حُر نه پر ڇوٽيارين جو هڪ ننڍڙو ۽ شريف واپاري آهي.

پر فوجين سندس ڪابہ ڳالھ نہ ٻڌي ۽ ڪيس مسلسل ماري رهيا هئا. مون انهن ظالمن تي فائر ڪري، کين بيوس ڪري ڇڏيو. ڪانئن مظلوم واپاريءَ کي آزاد ڪرائي، ڪيس پنهنجي رقم ڏياريم. فوجين جا هٿيار ۽ گوليون کڻي، خير سان مرڪز تي واپس پهتيس. منهنجي هن ڪارنامي تي سڀ ڏاڍا خوش ٿيا ۽ مون کي مبارڪون ڏنائون.

ڪجھ ڏينهن کان پوءِ اسان جي مرڪز تي دشمن هوائي جهازن ذريعي مسلسل بمباري ڪئي. پناھ گاهن ڪري اسان کي ڪو جاني نقصان تہ ڪونہ ٿيو. البتہ جهنگل ۾ چوڌطرف باھ لڳڻ ڪري اسان کي رسد ۽ ٻين معاملن ۾ ڪافي نقصان ٿيو. آخر اُتي وڌيڪ رهڻ مناسب نہ سمجھي، اسان هڪ وڏي مرڪز ڏانهن منتقل ٿياسون، جتي مون کي جاسوسي کاتي ۾ رکيو ويو.

هاڻي ٻارهن سالن جي ڇوڪري 'عمر ڪاسائي' پنهنجو داستان بيان ڪيو:

آءٌ جکڙانوءَ ڀر سان هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ ڄائيس. بابو ڪاروبار ڪندو هو. اسان نهايت سکيا ستابا هئاسون. قسمت جي ڳالھ جو ستن ورهين جي عمر ۾ امڙ گذاري ويئي. ۽ سال کن کان پوءِ بابو بہ! آءٌ منهنجي ڀيڻ وڃي ماسيءَ جي ور چڙهياسين، جنهن ڀيڻ جي تہ ڪرائي شادي، باقي اسان جي سموري ملڪيت هضم ڪري، مون کي پنهنجي پٽ جي اوبر ڪاٺڻ، گاريون کائڻ، مار کائڻ ۽ ڦٽ لعنت لاءِ ڇڏي ڏنو. جڏهن اهي ظلم سهي ٿڪس، تڏهن يارنهن ورهين جي عمر ۾، گھر ڇڏي، جهنگ منهن ڪري وني پگس. سانگھڙ ۾ بک ۽ اُڃ کان بيحال ٿي هڪ مسجد وٽ اچي ڪريس، جتي مسجد جي مُلي مون تي رحم کائي، پاڻ وٽ اجھو ڏنو.

هڪ ڏينهن مسجد ۾ هڪ وڏو زميندار رئيس 'جان محمد جمالي' نماز پڙهڻ آيو ۽ ويندي وقت پنهنجي هڪ ڳنڍڙي وساري ويو. ڳنڍڙيءَ ۾ ڪپڙا، زيور، ۽ نقيدي- مڙيئي 3-4 هزارن جو مال هو. مون اها ڳنڍڙي کڻي بلاڻتي ڪري رکي. ڪجھ دير کان پوءِ رئيس ڏادي پريشانيءَ ۾ واپس آيو ۽ ڳنڍڙيءَ بابت پڇا ڪرڻ لڳو. مون کيس اڪيلو سڏي، نشانيون پڇي، پڪ ڪري ڳنڍڙي سندس حوالي ڪئي؛

رئيس مون تي ڏاڍو خوش ٿيو. منهنجو احوال معلوم ڪري، ملان ڪان منهنجي ٻانهن گهري، مون کي پنهنجي گهر وٺي آيو. جتي مون کي پٽن وانگر رکيائين.

ڪجهه عرصي کان پوءِ مارشل لا لڳي. رئيس پير صاحب جو سچو مريد هو. هڪ دفعي ڪيس ڪليڪٽر جو سڏ ٿيو. ڪيس گمان پيو ته هاڻ هو شايد واپس نه اچي! مون کي سڏي، ٻه هزار رپيا ڏيئي چيائين ته: ابا اسان توکي پٽن وانگر پاليو آهي. پر تون آخر پرايو ڄايو آهين. اسان تي ته ممڪن آهي ته ترت ڪي مصيبتن جا انبار اچن. تنهن ڪري تون پنهنجي قسمت وٺي وڃي ڪٿ ٻن ٿي. متان ناحق اسان جي ڄيري ۾ پئجي وڃين! مون سندس هٿ چمندي چيو: 'ٻِلا پٽ ٻه ڪڏهن مهل ۾ ٻيءَ کان جدا ٿيندا آهن؟ منهنجو جيئڻ مرڻ سڀ اوهان مائٽن سان ٿيندو!'

رئيس منهنجي منهن ڏانهن شوڪارو ڀري نهاري ڪٿي مان ڪئي ۽ گهر اهي هدايتون ڏيئي روانو ٿيو ته جي ترت واپس نه اچان ته يڪدم لڏي وڃي عمرڪوٽ پنهنجي مائٽن وٽ رهجو.

ٿيو ٻه ايئن- رئيس وري نه موٽيو ۽ اسان کي ٽڙ تڪڙ ۾ جيڪو سامان هٿ آيو، ڪٺي ڪنهن ٻه طرح خيريت سان وڃي عمرڪوٽ نڪتاسين. اُتي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ رئيسياڻيءَ مون کي ٻه هزار رپيا ڏنا ۽ سانگهڙ وڃي رئيس جي خبرچار وٺي، اها رقم ڪيس ڏيڻ لاءِ چيائين.

سانگهڙ پهچي آءٌ نهايت اطمينان سان ملان وٽ اچي رهيس. ملان مون کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. مون ڪيس رئيس جي گرفتاريءَ کان سواءِ ٻيو سمورو احوال ڏنو. مون کي جڏهن موقعو ملندو هو ته گهمڻ جي بهاني، سرڪاري آفيسرن ۽ فوجين جي اڏن جي آسپاس پيو چڪر هڻندو هوس.

هڪ ڏينهن صبح جو ڏهين بجي ڏاري ٽانٽي جي پر سان چڪر هڻندي قيدين جي هڪ لاري ڏٺم جنهن مان پوليس وارا لهي ٽانٽي ڏانهن وڃي رهيا هئا. سندس ڳالهين مان معلوم ٿيو ته ڪجهه نظربند اُتان وٺي، جهول واري لوڙهي ۾ چڙي، اڳتي شهدادپور وڃڻو هئن.

اڌ ڪلاڪ کان پوءِ جڏهن اندران هٿڪڙين لڳل قيدي ٻاهر نڪتا ته اُنهن ۾ مون وارو رئيس ٻه نظر آيو. آءٌ ٻه ٿورو چڪر ڪاٽي اُنهن جي اڳيان ائين

لنگهيس جيئن رئيس جي نظر مون تي پيئي. رئيس مون کي ڏٺو ته سندس چهري تي مسڪراهٽ اچي ويئي.

هڪ ٽرڪ ذريعي آءُ پوليس لاريءَ کان به اڳ جهول پهچي ويس. هتي عجيب صورتحال هئي. هر طرف فوجي ٽرڪن ۽ جيپن تي هلي رهيا هئا. هوٽل تي ماني کائي آءُ بازار ۾ گهمي رهيو هئس ته پريان قيدين واري لاري نظر آئي جن ۾ رئيس به شامل هو.

لاري اچي فوجي ڪئمپ وٽ بيٺي. ڪئمپ مان گارڊ نڪتا ۽ لاريءَ ۾ سوار ٿي چيائون ته انهن قيدين کي جهول واري لوڙهي ۾ رکڻ جو حڪم ٿيو آهي. لاري لوڙهي ڏانهن رواني ٿي.

لوڙهو يا نظربندن جي ڪئمپ جهول جي ٻاهران هڪ ميدان ۾ عارضي طور تي ڪڙي ڪئي ويئي هئي. هتي صرف اهڙن ماڻهن کي رکيو ويندو هو جن کان يا ته پڇا ڳاڇا ڪرڻي هوندي هئي، يا ڪجهه عرصي کان پوءِ ڪنهن پڪي جيل ۾ رکڻو هوندو هو. ڪئمپ جي چوگرد وڏي اوچائي سان گهاٽو لوڙهو هو. اچ وڃ واسطي صرف هڪ ڦاٽڪ هو جنهن تي سخت پهرو هو. پنگين ۽ اهڙن ٻين ضروري ڪمن وارن کان سواءِ ڪنهن کي به اندر وڃڻ جي مجال نه هئي. ڪنهن کي به قيدين سان ملاقات جي اجازت نه هئي. ۽ نه ئي اها خبر پيئي سگهي ٿي ته اندر ڪير ڪير نظر بند آهي.

ڪئمپ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مون وٽ هڪ ئي رستو هو. مون هڪ پوڙهي پخاليءَ تي نظر رکڻ شروع ڪئي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ آءُ بازار واري رستي کان سندس سامهون آيس ۽ پاڻي گهريومانس. پوڙهي پخاليءَ چيو ته: 'پاڻي ته هينئر مون وٽ ڪونهي- پر آءُ توکي ڪجهه ڏينهن کان ڏسان پيو ته تون مون ڏانهن غور ڪري پيو نهاريندو آهين!' مون ته ساڻس ويجهو ٿيڻ جو بهانو پئي ڳوليو. سو غمگين لهجي ۾ ٿڌو ساهه ڪڍندي ٻڌايومانس ته سندس مهانڊو بابي جهڙو آهي، انهيءَ ڪري کيس ڏسندو رهندو آهيان! اهي ڳالهيون ڪندي، اسان اچي پوڙهي جي جهوپڙيءَ وٽ پهتاسون. پوڙهو مون کي ٻاهر ٻيهاري اندران سندس پوڙهيءَ زال کي وٺي آيو. هن اچي مون کي جاچي ڏٺو ۽ پوءِ ڳراٽڙي وجهي پڇيائين ته پٽ اسان وٽ رهندين؟ هو ويچارا بي اولاد ۽ اڪيلا هئا- مون کي هنن خدا جي نعمت پئي سمجهيو!

بن ٽن ڏينهن کان پوءِ مون پوڙهي کي چيو تہ: ’بابا سائين هاڻ آءٌ اوهان کي پاڻي پرڻ ۾ مدد ڪندس!‘ اول تہ هن انڪار ڪيو، پر پوءِ منهنجي زور پرڻ تي، پوڙهي فوجين کان اجازت وٺي مون کي پاڻ سان شامل ڪيو. ٻئي ڏينهن پاڻيءَ جا ساندارا پري اسان گهران نڪتاسين، ۽ مختلف حفاظتي مرحلن مان گذرندي، وڃي ڪئمپ ۾ داخل ٿياسون. اندر هڪ چني ۾ ناديون ۽ لوهي ڊرم رکيل هئا جن ۾ پاڻي پرڻو هو. جهوپڙين ۽ چنن ۾ نظربند رکيل هئا. پنجين چڪر ۾ نيٺ مون پنهنجو سائين ڏٺو. جيڪو جهوپڙين جي آخري سلسلي ۾ هڪ ننديءَ لانديءَ ۾ ويٺو هو. پر اجا سائس رابطو ڪري نہ سگهيو هئس.

ڪئمپ جا نظربند پاڻيءَ جي ڊرمن مان پنهنجا پنهنجا دِلا ۽ مٽ پرڻ ايندا هئا. آخر ستين ڏينهن رئيس سان ٿورو ڳالهائڻ جو موقعو مليو. ٻن ڏينهن کان پوءِ واپسيءَ ۾ هڪ چني ڪانئس ملي جيڪا سنجهوري ۾ هڪ ماڻهوءَ تائين پهچائي جواب آڻو هو.

مون پوڙهي ۽ پوڙهيءَ سان هڪ مائٽ سان ملڻ جو بهانو ڪري شهدادپور وڃڻ جي اجازت ورتي، ۽ لاريون مٽائيندو وڃي سنجهوري پهتس. اُتي پڇائون ڪندو وڃي وڏيري جي حويليءَ تائين پهتس. وڏيرو سالم جماعت جو هو ۽ مهمان نوازي ۽ ياري باشي جي ڪري مشهور هو. چٺي سندس حوالي ڪيم ۽ ٻئي ڏينهن چٺيءَ جو جواب ڪٺي واپس جهول پهتس ۽ ڪئمپ ۾ سائينءَ کي جواب پهچايم. رئيس ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين تہ هاڻي تنهنجو ڪم ختم؟ هتي کان آزاد آهين.

ان واقعي کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ رئيس کي ڪنهن نامعلوم هنڌ ڏانهن نيو ويو. مون هفتو ڪن رئيس جي موٽڻ جو انتظار ڪيو. پر نيٺ مايوس ٿي عمرڪوٽ وڃي رئيسياڻيءَ سان سڄو احوال ڪيم. رئيس جي سلامتي جو ٻڌي هوءَ مطمئن ٿي ۽ منهنجي وفاداريءَ تي بيحد خوش ٿي.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ رئيسياڻيءَ وري هڪ ٻيو ڪم مون تي رکيو. ڳوٺان رواني ٿيڻ مهل هُن ڪافي رقم گهر جي هڪ ڪنڊ ۾ دفن ڪري ڇڏي هئي. جيڪا هاڻ مون کي آڻڻي هئي. آءٌ عمرڪوٽ کان الله توهار ڪري نڪتس ۽ سانگهڙ پهچي مڪيءَ اندر وڏيري جي ڳوٺ تائين رستي جي ڳولا ۾

جنبي ويس. آخر ٻيلي ۾ رُلندي، ڌڪا کائيندي، ڪجھ رهبرن جي مدد سان اچي غازين جي هڪ ڪئمپ ۾ پهتس ۽ اُتي سردار کي سمورو احوال ڏنم. سردار ڳوٺ وڃي خزاني هٿ ڪرڻ واري ڳالھ کي في الحال مناسب نہ ڄاتو ۽ سمجھايائين تہ انشاءالله امن قائم ٿيڻ تي اهو ڪم سرانجام ڏبو. ڇاڪاڻ هيءَ وقت خدا ڪارڻ جهاد ڪرڻ آهي. ڪنهن وڏيري جي خزاني کي هٿ ڪرڻ جو نہ. مون کي بہ سندس اها ڳالھ صحيح لڳي، ۽ خزاني جو خيال دل مان لاهي غازين سان شامل ٿي ويس. منهنجي ڪئمپ واري ڪارنامي ۽ صلاحيتن کي ڏسندي هنن مون کي جاسوسي ڪاتي ۾ شامل ڪيو آهي.

هاڻ هڪ خوبصورت نوجوان عورت 'لال ڏيءَ ڪيهر خاصخيليءَ' پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائي:

اسان ڪنڊ جي ڪارخاني واري ڳوٺ پريتم آباد جا رهواسي آهيون. منهنجو مڱيندو 'سوڍو' ڪپري جي پير ڳوٺ جو وينل هو. اسان ٻئي شروعات کان ئي غازي تحريڪ ۾ شامل هئاسون ۽ قسم کاڌو هوسين تہ وطن جي آزاديءَ تائين شادي نہ ڪنداسين!

هڪ دفعي، منهنجو مڱيندو مون سان ڪافي ڏينهن کان پوءِ مليو. منهنجي ميار ڏيڻ تي هن پنهنجي هڪ وڏي ڪارنامي جو ذڪر ڪندي ٻڌايو تہ پنجاب مان انگريزن جو هڪ جاسوس پنهنجي مندبي ٻالڪي سان گڏ سنڌ ۾ آيو ۽ ڪنهن نموني گمبٽ جي مسجد جو پيش امام بنجي ويو. سندس ٻالڪو جيڪو بارود ناهڻ ۾ هوشيار هو. سو وري مڪي ٻيلي ۾ غازي جي هڪ مرڪز ۾ نوڪري وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. غازين جا راز هو مولويءَ وسيلي انگريزن تائين پهچائڻ لڳو.

غازين کي انهيءَ ڳالھ جي ڪنڙڪ پئجي وئي، سو سوڍي ۽ سندس دوست نول کي انهيءَ مولويءَ جي ڪڍ لڳايائون جن آخر گمبٽ اسٽيشن تي اونداهيءَ ۾ مولويءَ کي هڪ انگريز کي راز ڏيندي ٻڌي ورتو، ۽ مولويءَ ۽ انگريز کي شوٽ ڪري، ٻالڪي کي قيد ڪرائي ڇڏيو.

ڪجھ عرصي کان پوءِ مولويءَ جو اهو مندبو ٻالڪو سندس غدار

پهريدارن 'عيدل' ۽ 'ڪوڙي' سان گڏ پڄڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. غازين انهن ٽنهي غدارن کي جهنم رسيد ڪرڻ جو ڪم 'سودي'، 'نول'، 'پيروءَ' ۽ 'ولڻ' تي رکيو. هنن عيدل کي ڳولي وچي ٿلجيءَ ۾ هٿ ڪيو ۽ ڪيس ڏينهن ڏٺي جو ڪهاڙيءَ جي هڪ ئي ڌڪ سان پورو ڪيائون. پوءِ وري انهيءَ منڊي 'هدايت الله' کي اچي شهدادپور ۾ هٿ ڪيائون جتي هو وڏي ڏاڙهي رکيو 'حڪيم خدا بخش' بڻيو وينو هو. اُن کي بہ ڏينهن ڏٺي جو ماري، رت پريل ڪهاڙين سان ڪليو ڪلايو شهر مان لنگهندي، ريل جي بند ٽپي هليا ويا. ماڻهن ۾ غازين جو اهڙو هراس ٿهليل هو جو ڪنهن کي اُنهن کي روڪڻ جي جُرئت ڪونہ ٿي. باقي بچيو رئيس ڪوڙو خان- سو اُتي ويجهو ئي پنهنجي زمين تي رهندو هو. پر گورنمينٽ سندس بچاءُ لاءِ ڪافي ملٽري رکي هئي، هڪ رات سودي مون کي ٻڌايو تہ کين پڪي خبر ملي هئي تہ ٻئي ڏيهن ڪوڙو خان بہ چار سپاهي حفاظت لاءِ وٺي پنهنجي زمين تي ويندو ۽ هنن ڪيس مارڻ جو پروگرام ناهيو هو.

مون کي اوچتو سجهي آيو تہ اهو شايد منهنجي مگيندي جو آخري معرڪو هجي. انهيءَ ڪري ڪيس التجا ڪندي آءُ ساڻس شامل ٿيس.

صبح جو اسان گس تي هٿيار ٻڌي ڪمند ۾ لڪي ويناسون. ڪوڙو خان چئين سپاهين جي حفاظت ۾ گهوڙي تي چڙهي، اچي رهيو هو. اسان نشان ٻڌي مٿس گولي هلائي، پر گهوڙي جي اوچتي ٿابڙجي پوڻ تي هو بچي ويو ۽ هيٺ ڪري پيو. گوليءَ جي آواز تي سپاهي تہ ڀڄي ويا. اسان ڪوڙي خان کي ڪمند ۾ وٺي آياسين. ڪيس مارڻ تي هئاسين تہ هن اوچنگارون ڏيندي ٻڌايو تہ اهي ڀڳل سپاهي جلد ئي اٿاهہ فوج وٺي ايندا. هن التجا ڪئي تہ ڪيس موقعو ڏنو وڃي تہ هو انهن ملٽري سان مقابلو ڪري، پنهنجي منهن تان غداريءَ جو ٽڪو لاهي، آخرت سجائي ڪري.

سودي ۽ سندس ساٿين ڪوڙي جي اها ڳالهہ مڃي ڪيس پاڻ ملهائڻ جو موقعو ڏنو. جيئن هن چيو هو، ٿوري ئي دير ۾ ملٽريءَ جي لارين جي گڙگڙاهٽ ٻڌڻ ۾ آئي. اسان کي اهو احساس هو تہ اسان جو بچڻ مشڪل آهي. مرڻ کان اڳ وڌ ۾ وڌ دشمن کي مارڻ جو ارادو ڪري ڪمند ۾ مختلف هنڌن تي پوزيشنون ورتونسين.

پگل سپاهين سمجهيو هو تہ ٻنين ۾ ڪي هزارين حر لڪيل آهن. هنن جون ڳالهيون ٻڌي هزار ڏيڍ کن فوجي 'ميجر ٿامس' ۽ 'ڪرنل ڊائلاگ' جي اڳوائيءَ ۾ اچي پهتا.

سڀ کان اول گولي ڪوڙي خان هلائي. جيئن ئي فوجي نوس نوس ڪندا ڪمند ۾ گهڙيا تہ ڪوڙي خان هڪ مشين گن واري کي پنهنجو شڪار بڻائي ڪانئس مشين گن ڦري ورتي ۽ اهڙي نموني هنڌ مٽائي مٽائي فائرنگ ڪرڻ لڳو جو فوجين کي ائين لڳو ڄڻ تہ ڪمند ۾ ڪي بي شمار حُر لڪيل آهن. ڪافي فوجي مارجي ويا. گهٻراهٽ ۾ هو انڌا ڌنڌ فائرنگ ڪرڻ لڳا ۽ پنهنجن ئي همراهن کي مارڻ ۽ ڦٽڻ لڳا. اسان فقط ڇئن ماڻهن سڄو ڏينهن اهو معرڪو هلايو. بي شمار فوجي جهنم رسيد ٿيا.

پيڻ زينب جو ڪلام:

"ڇو ٿيون پڇايو پنڌ پيرا وو پيرا
واٽ وندر جي وڻ پيا ڏسيندا."

وانگر اسان مان هر هڪ کي ساڳي طرح مشين گنون ۽ گوليون پئي هٿ آيون.

شام ڌاري فوجين جي مدد واسطي دستي بم هلائيندڙ بہ اچي ويا جن اچي جنگ جو رخ ڦيرايو. اسان جا سڀ همراهہ ڪوڙي خان سميت شهيد ٿي ويا. آءٌ بيهوشيءَ ۾ اُتي ئي رهجي ويس ۽ ٻن راتين کان پوءِ ٽئين ڏينهن ڪن غازين مون کي ڳولي لڌو.

"بس پوءِ تہ" مائي لال ڪلندي چيو "پائو جيئند هر ڪنهن بهادر عورت کي جاسوس بنائڻ لاءِ تو چوندي!"

جيئندي ٺهڪ ڏيندي چيو: "پيڻ جنگ جي زماني ۾ جاسوسي ڪرڻ ڪو ڇرچو نہ آهي. سچ پچ اهو سڀ کان وڏيءَ بهادريءَ جو ڪم آهي!"

جيئن سيٺ سگني مل چيو هو، تيئن واقعي 'سانگھڙ سرڪار' جي 'بجيٽ اجلاس' ۾ هن بلڪل اهڙي ئي شان سان بجيٽ پيش ڪئي، جيئن ان وقت ۾ سنڌ جا وزير صاحب ڪندا هئا. يعني هن ساڳئي وزيرن واري

لهجي ۾ تقرير ڪئي:

دوستو! ساٿيو!

’سانگهڙ سرڪار‘ جي پهرين عوامي بجيٽ پيش ڪندي مون کي نهايت مسرت ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ تہ سنڌ جي سامراج جي قبضي ۾ اچڻ بعد هيءَ پهريون مثال آهي، جو اسان عوامي سرڪار اسٿاپن ڪري، ان جي باقاعدي ڪارروائي شروع ڪئي آهي ۽ پنهنجي پياري ديش مان سامراجين ۽ سنڌن چاڙتن کي تڙي ڪڍڻ جي نهايت زوردار مهم شروع ڪئي آهي؛ جنهن دشمن جا اهڙا تہ ڏند کٽا ڪري ڇڏيا آهن، جو هو چٽا ٿي پيا آهن ۽ پنهنجي ’بهترين فوج‘ هتي اچي اچلائي اٿن. جنهن جا حوصلا اهڙا تہ خطا ٿيل آهن، جو اڪثر اسان جي تمام ٿورڙن مجاهدن جي مقابلي ۾ تمام گهڻا فوجي آٿين ٿا، ايتري قدر جو بعضي بعضي تہ فقط ٽن- چئن مجاهدن سان وڙهڻ لاءِ هزار هزار، بہ- بہ هزار ٿا آٿين، جيئن ڪ پريتم آباد واري ڪمند جو مشهور واقعو آهي، ڪيترن هنڌن تي اسان جي غازياڻين بہ هنن جا حواس خطا ڪري ڇڏيا آهن. اهو سڀ هن ڪري آهي، جو هو ناحق تي آهن ۽ اسين حق تي آهيون؛ جو تہ اڄوڪي زماني ۾ ڪنهن بہ سامراجيءَ يا سندس چاڙتي کي ڪنهن بہ ٻيءَ قوم تي حڪومت ڪرڻ جو ڪوبہ حق نہ هجڻ جو اصول سڄي دنيا تسليم ڪري چڪي آهي. تازو جنوري 1942ع ۾ دنيا ۾ 26 قومن جا نمائندا، آمريڪا جي شهر واشنگٽن ۾ گڏ ٿيا، اتي يڪراءِ هڪ اعلان نالي ”ائٽلانٽڪ چارٽر“ يا ”ميثاق اوقيانوس“ منظور ڪيو اٿن، جنهن جا خاص فقرا هيءَ آهن تہ:

(1) سڀني قومن جي انهي ”حق“ جو احترام ڪيو وڃي، تہ هو پنهنجي لاءِ حڪومت جي جيڪا طرز بهتر سمجهن، سا اختيار ڪن ۽ جن قومن کي فرمانروائيءَ ۽ خود اختياري حقن کان زبردستيءَ محروم ڪيو ويو آهي، تن کي اهي ”حق“ واپس ملڻ گهرجن.

(2) اهڙو امن ٿيڻ گهرجي، جنهن ڪري سڀني قومن کي بچاءَ حاصل هجي، ۽ سڄيءَ روءِ زمين تي ”انسان ذات“ خوف ۽ هراس، تنگدستيءَ ۽ محتاجيءَ کان آزاد ٿي، خوشيءَ جي زندگي گذاري سگهي.

انهي ائٽلانٽڪ چارٽر موجب ئي اسين اهو اعلان ڪريون ٿا تہ ’سنڌي قوم‘ کي جو 1843ع ۾ فرمانروائيءَ ۽ خوداختياري حقن کان انگريزي

سامراجين زبردستيءَ ۽ ناحق سان محروم ڪيو هو، سي 'حق' هاڻي 'سنڌي قوم' 'انگريز سامراجين' کان واپس وٺي ٿي، ۽ پنهنجو مرڪز تعلقي سانگهڙ ۾ مقرر ڪري، 'سانگهڙ سرڪار' قائم ڪري، انگريز سامراجين کي حڪم ڏئي ٿي ته:

(1) 'ڪئٽ سنڌ!'

اي سامراجيو! سنڌ خالي ڪريو.

(2) هن بعد سنڌ جي عوام کان هر طرح جي ڍلن اڳاڙڻ جو حق فقط سنڌن 'سانگهڙ سرڪار' کي آهي، ۽ اوهين هاڻي ڪابه ڍل سنڌي قوم کان وصول نه ڪريو، نه ته اسان جي اها رقم، اوهان جي ٽپيدارن کان زوريءَ کسي وينديء.

(3) جنهن صورت ۾ سنڌي قوم پنهنجي فرمانروائيءَ جو حق پنهنجي هٿ ۾ رکيو آهي، ان ڪري انگريزي پوليس کي ڪوبه حق ڪونهي، ته اسان جي فردن تي حڪومت هلائي ۽ جيڪڏهن هن کان پوءِ هو ناحق سان حڪومت هلائيندا، ته اسين اول سندن ننڍڙن ٿاڻن تي حملا ڪري، ڪائين هٿيار کسي کين بي دخل ٿيڻ تي مجبور ڪنداسون، ۽ جيڪي به وڏا انگريزي پوليس جا آفيسر، اسان جي انهي حق کي آڏا ڦرندا، اسين انهن کي جوڳي سزا ڏينداسون.

(4) جيڪا به انگريزي ملٽري، اسان جي انهيءَ ائٽلانٽڪ چارٽر موجب مليل حق کي آڏو ڦرندي، اسين ان کي دفع ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪنداسون.

(5) اسين اعلان ٿا ڪريون، ته ڪوبه زميندار، ڪنهن هاريءَ سان ظلم نه ڪري، ڪوبه سيٺ ڪپت ۽ ڪوڙن حسابن وسيلي زميندارن جون زمينون نه ڦٻائي، سواءِ ڪن لاچاري حالتن جي ڪوبه شخص بليڪ مارڪيٽ نه ڪري، ٻيءَ صورت ۾ اسين انهن سڀني کي جوڳي سزا ڏينداسون.

(6) اسين اعلان ٿا ڪريون ته سنڌ جي زمين تي فقط انهن جو حق آهي، جي سنڌ ۾ رهندڙ آهن، پوءِ چاهي اهي قديم سنڌي هجن، چاهي جديد سنڌي، سامراجي انگريز اسان جو اهو حق غصب ڪري، جن پنهنجي

ڄارن کي زمينون ڏيئي رهيا آهن، تن کان اسين اهي هر حالت ۾ کسينداسون ۽ کين اوڏانهن واپس ڪنداسون، جتي جا هو رهاڪو هوندا.

(7) في الحال سانگهڙ سرڪار جي بجيٽ هڪ ڪروڙ روپيا مقرر ڪجي ٿي، جا ڍل طور وصول ڪئي ويندي، ان کان پوءِ جيئن جيئن "سانگهڙ سرڪار" جي عمل جو دائرو وسيع ٿيندو ويندو، بجيٽ جو انگ وڌايو ويندو.

سڀ سڳٺي مل فنئنس منسٽر سانگهڙ سرڪار جي اها تقرير تاڙين جي گونج ۾ ختم ٿي ۽ يڪراءِ بحال ٿي. وصولي ۽ لاءِ ڳامون وساڻ کي 'گورنر' ۽ 'عزيز فقير' کي 'جرنيل' مقرر ڪيو ويو. جن کي هلڪا نالا 'ڳامون گورنر' ۽ 'جيجو جرنيل' ڏنا ويا. هنن کي اختياري ڏني وئي ته زميندارن ڏي چيبل نوٽيس موڪلين. ته هن بعد ڍل سانگهڙ سرڪار کي ڏيندا ڪريو.

هن عظيم اجتماع جي خاتمي بعد سڀ دستا پنهنجي پنهنجي مرڪزن ڏي روانا ٿيا. زينب کي حڪم ٿيو ته سانگهڙ طرف وڃي ڳائڻ وڄائڻ جو ڪم ڪري ۽ ڪوبه اهڙو موقعو ڪڍي، جو هوءَ ملٽري مرڪزن ۾ پنهنجو فن ظاهر ڪندي هنن بابت قيمتي معلومات هٿ ڪندي، مرڪز ۾ پهچائيندي وڃي، هن مقصد لاءِ عمر چوڪري کي سائنس دهل واري جي روپ ۾ شامل ڪيو ويو.

هاڻي هي ٻئي ڪجهه غازين جي همراهيءَ ۾ سانگهڙ ڏي روانا ٿي رهيا هئا. ته ڪجهه مفاصلي تي ٺڪانوڪيءَ جا آواز ٻڌائون. ڪين پڪ ٿي ته واپس ٿيندڙ دستن مان ڪنهن جو ٽڪراءُ انگريزي ملٽريءَ سان ٿي ويو آهي، پر اها خبر نه پئجي سگهي ته پنهنجا همراهه ڪهڙي پاسي آهن. هڪ مجاهد رٿ ڏني ته "پاڻ بهرحال انهن مقابلي ڪندڙن جي پٺ کان وڃي پهچون، پوءِ جي پنهنجا همراهه هوندا، ته منجهن شامل ٿي وينداسون، جي دشمن هوندا ته سندن پٺيان حملو ڪنداسون." اها صلاح مناسب سمجهي، هو پاڻ لڪائيندا وڃي وڙهندڙن مان هڪ ڌر جي پٺيان پهتا. ته اوچتو سامهين ڌر مان "پيچ پاڳارا" جو نعرو بلند ٿيو؛ هيءَ ٻڌي هنن جي سردار به يڪدم "شاباس شڪاري" جو

نعرو لڳائي ڪٽي انگريزي ملٽريءَ تي فائر ڪيا. انگريزي فوجي هن بہ طرف حملي جو تاب جهلي نہ سگهيا ۽ وٺي ٻوڙن تي پير ڏنائون، ٻنهي طرفن جا مجاهد سندن پنيان ڪاهي پيا. هو بي تحاشا ڀڄي رهيا هئا. تہ ڪنهن مهل اوچتو وري واپس موٽيا. غازين سمجهيو تہ اها ڪا جنگي چال هوندي جو ڀهريائين ڀڄي وري ٿا حملو ڪن، پرسندن حيرت جي حد ئي ڪانہ رهي، جڏهن ڀڄندڙن جي پنيان بہ ٽڪانوڪي ٿيڻ لڳي ۽ "ٻيج ٻاڳارا" جا نعرا لڳا، جيئن پوءِ معلوم ٿيو تہ اهو وري ويرجي ٽڪر جو دستو هو. جو ٽڪائن جا آواز ٻڌي واپس ٿيو هو ۽ چڪر ڪائي اچي انگريزي ملٽريءَ کي ٻئين طرف کان وڪڙ ڏنو هئائين. بس پوءِ تہ جيڪا حالت هن ملٽريءَ سان ٿي، تنهن تي خود غازين کي بہ قياس ٿي آيو، هو پڳڙن وانگر پنججي رهيا هئا ۽ جيڏانهن ٿي ڀڳا، اوڏانهن ٿي واجهت ٿين!

انگريزي فوج کي اها ڀهٽي ڏيئي، زينب ۽ سندس همراهہ اگتي وڌيا، ٻيلي جي آخرين ڪناري تي همراهہ "في امان الله" چئي واپس ٿيا. زينب ۽ چوڪري لباس بدلائي ڳائڻ وارو ڪيو ۽ نهايت بيپرواهيءَ سان هلندا اچي سانگهڙ پهتا، جڻ تہ هو اهڙا بي ضرر منگتا هئا، جن کي ڪنهن ڏانهن چرڪ پري نهارڻ جي ضرورت ئي ڪانہ هئي. اهو سندن سردار يا محبوب جو پهريون سبق هو، جو ڪاميابيءَ سان پاس ڪري زينب وڃي سندس پالينڌڙن جي هڪ عزيزياڻي لنگهيءَ جي گهر ۾ پهتي. ڪافي عرصي کان پوءِ جو ملڻ ٿيو، سو هنن ڏاڍي مرحبا ڪيس، ۽ بہ- تي ڏينهن تہ هلڻون سڪ ٻرڻ ملاقاتون. پر هاڻ زينب کي پنهنجي اصل ڪم جو فڪر ٿيو ۽ ڪرڻ لڳي مالڪ کي سوال، تہ ڪو موقعو ڏيارينم.

هڪ ڏينهن انهي فڪر ۾ سخت موڙهل هئي، تہ اوچتو ’ها ڪافي ٻاد اچي ويس، جا مرڪز ۾ جهونگاري هئائين تہ:

**چو ٿيون پڇايو پنڌ پيرا وو پيرا،**
**واتون وندر جون وڻ پيا ڏسيندا!**

هيءَ بہ دل کي ڏڍ ڏيڻ لاءِ آهستي مگر پوري جوش سان وڌهي اها جهونگارڻ ويئي.

مگر هن جي تان ٽٽي پيئي، جڏهن اوچتو آواز آيو. "صدقي صدقي،

مائي سوني، هيءَ نئين ڪويل ڪٿان هٿ ڪيو؟"

زينب تہ شرمائجي ويئي، پر مائيءَ سونيءَ جواب ڏنو. "ادي ايمٽا! پلي ڪري آئين. هيءَ منهنجي ڀائيجي آهي، جا ويچاري پريشان حال ٿي ٿيون ڏينهن اڃي پهتي آهي."

"بس هن جي پريشاني اڄ ئي دور ٿيندي" ايمٽا ٺهڪ ڏيئي چيو. "اڄ وڏيري فتح محمد جي گهران شاديءَ جي محفل جي ڪوٺ ڏيڻ آئي آهيان. وڏا وڏا ماڻهو ايندا، جيڪڏهن هن بلبل کي بہ گڏ آندوَ تہ هن جا تہ ڇا، پر اوهان جا بہ ٻيڙا پار آهن!"

"ڇو نہ آئينداسون ادي، اسان غريبن کي تہ اهڙو روزگار کپي!" سونيءَ جواب ڏنو، ۽ پوءِ جڏهن رات جو هن محفل ۾ ٻيهي ڳايو، تڏهن سچ پچ پئسن جا ڍير وسي ويا. وڏيري ڪن ملٽري آفيسرن کي بہ دعوت ڏني هئي، اهي تہ خاص طرح زينب جو ڳائڻو ٻڌي مست ٿي پيا.

اڃا صبح مس ٿيو، تہ مائيءَ سونيءَ کي انهن صاحبن کان پيغام آيو تہ اڄ رات جيڪڏهن اسان وٽ اچي محفل ڪندا، تہ اوهان کي ڏاڍي ڪمائي ٿيندي. هن کي ڀلا ٻيو ڇا کپندو هو، يڪدم هائوڪار ڪيائون ۽ ٻئي ڏينهن هو ملٽري واري صاحب جي بنگلي ۾ پهتا، جتي باغ ۾ سوين فوجي جوان موجود هئا. زينب اتي ٽن ڪلاڪن تائين اهڙو تہ ڳايو ۽ ناچ ڪيو، جو روپين جو مينهن وسي ويو ۽ ٻئي ڏينهن جڏهن هوءَ وعده موجب صاحب جي آفيس ۾ سرٽيفڪيٽ وٺڻ لاءِ ويئي، تہ هن خوشيءَ سان کيس هڪ بهترين سرٽيفڪيٽ ڏنو. اتي هن هڪ قدم اڳتي وڌايو ۽ عرض ڪيائين تہ، "صاحب اسين غريب ماڻهو آهيون، چوڌاري ملٽريءَ وارن جون ڪئمپون آهن. جيڪڏهن اتي وڃي آءٌ راڳ ناچ ڪنديس، تہ هڪ طرف مون مسڪين کي چار پئسا ملندا، تہ ٻئي طرف انهن جي دلين جي بہ وندر ٿيندي." صاحب هائوڪار ڪئي ۽ هڪ ٻيو ليٽر ان مضمون وارو ڏنائين تہ هيءَ سانگهڙ جي مشهور راڳڻي آهي، پنهنجي فن ۾ وڏي مهارت حاصل اٿس ۽ اسان کي پسند آهي، وغيره.

ان بعد هن چپ چاپ ۾ سانگهڙ وارن کان هڪ ڏينهن موڪلايو ۽ عمر کي ساڻ ڪري اڳتي وڌي. هيءُ قربانئو ۽ يتيم ڇوڪرو ساڻس اهڙو تہ پريت

جي پيچ ۾ جڪڙجي ويو هو، جو هن کان سواءِ ماني بہ ڪونہ کائيندو هو.

هاڻي هو ٻيءَ ڪئمپ ڏي ويا، اتي بہ سرٽيفڪيٽ ڏسي ڪين موقعو ڏنو ويو، رات جو گولا بارہا ويا ۽ هنن پنهنجو پروگرام رچائڻ شروع ڪيو. زينب هاڻي سرائيڪي ڪلام بلي شاهہ ۽ فريد جا ڳايا ۽ وارث شاهہ جي هير رانجهي مان بہ ڪلام ڳايا، جنهن تي سپاهين کي وجد اچي ويو ۽ هو مست هاٿين وانگر جهومڻ لڳا. ان بعد هن ناچ شروع ڪيو، تہ هر طرف کان واهہ واهہ ۽ مرحبا جا آواز اچڻ لڳا ۽ جڏهن ناچ ختم ٿيو تہ سندس قدمن ۾ نوٽن ۽ روپين جا ڍير لڳي ويا. انگريز ڪپتان ترجمان کي چيو تہ، "منهنجي پاران هن کي مبارڪباد پيش ڪندي چؤ، تہ جيڪڏهن ڪنهن شئي جي ضرورت هجيس تہ چوي." هن نماڻي صورت بنائي چيو تہ، "صاحب اسان کي اڳيئي ريين سان ڊئي ڇڏيو آهي. حاڪم آهي، جيڪي ٻيو ڏيندو، سو اسان غريبن کي ڪم ايندو. باقي اسان کي سندس راضپي جو آفرين نامون ۽ پسنديءَ جو ليٽر ضرور کپي." ان تي صاحب ڪلارڪ کي چيو تہ آفرين نامو ٽائيپ ڪري تہ هو دستخط ڪري. هاڻي هتان ٻيو بہ آفرين نامون حاصل ٿيو. ان کان پوءِ صبح جو سويل روانا ٿي، بہ ميل پنڌ ڪري ڪنڌيءَ تي وڻن جي ڇانولن هيٺ ويهي، هن ضروري معلومات کي قلمبند ڪيو ۽ انهن کي رَئي ۾ ٻڌي، ڇيلهہ سان ٻڌي اڳتي وڌيا.

اهڙيءَ طرح ان علائقي ۾ گشت ڪندا پئي ويا ۽ معلومات ۽ پئسن جو ذخيرو جمع ٿيندو پئي ويو. ان طرح ڪجهہ ڏينهن بعد هو نهايت مفيد معلومات ڪٺي واپس سانگهڙ آيا.

هاڻي زينب چوڪري کي هدايت موجب سانگهڙ ۾ ڇڏي، پاڻ نهايت خبرداريءَ سان ٻيلي ۾ رواني ٿي.

ٽن ڏينهن کان پوءِ جيئندو ٻن اجنبي ماڻهن سان ڪئمپ ۾ آيو ۽ سڌو سردار جي لانڍيءَ ڏانهن ويو. زينب جا ڪارناما ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پئي ڏينهن ڪيس ملي چيائين: "زينب، تو جيڪي ڪارناما ڪيا آهن، انهن جو داد ڏيڻ، اسان جي وس کان درحقيقت ٻاهر آهي، هاڻي توکي ٻيءَ مهم ڏي وڃڻو آهي، جنهن لاءِ مون هڪ قابل هارمونيم وڄائڻ واري کي پاڻ سان گڏ هڪ مرڪز مان چونڊي آندو آهي، هي هارمونيم، پر يڪتارو، دلو ۽ ٻيا ساز بہ

وجائي سگهندو آهي، ازانسواءِ هن جو آواز رسيلو آهي، هن مهم ۾ احتياط کان
کم ورتو آهي ۽ سنڀالي قدم کڻڻو آهي جو ته ذري به لغزش ڪرڻ ڪري
سارو کيل بگڙجڻ جو وڏو انديشو آهي."

هن 'اوپائي شيدي' ڪلونت کي سڏائيندي سارو پروگرام ٻڌائي ڇيو
ته، "هن مهم ۾ چوڪري کي به پلي ڪڄجو. هن وقت صحرائي علائقي اندر
جيڪي ڪئمپون قائم ٿيل آهن ۽ وڏيڪ قائم ٿي رهيون آهن، انهن جي صحيح
معلومات اوهان کي حاصل ڪرڻي آهي. اوهان وٽ ملٽري آفيسرن جا بهترين
سرٽيفڪيٽ موجود آهن، جنهن ڪري مون کي ڪو خاص انديشو ڏسڻ ۾
نٿو اچي؛ البت ايترو خيال هر وقت اوهان کي رکڻو آهي ته دشمن، انگريز
آهي، جنهن جي سلطنت دنيا ڀر ۾ آهي ۽ ان جا جاسوس مختلف روپن ۾ ڇپي
ڇپي ٿي موجود آهن. اهي به اوهان وانگر ڪلونتن، فقيرن، مزدورن ۽ ٻهروپين
جي لباس ۾ هوندا آهن، مون کي معتبر ذريعن مان معلوم ٿي چڪو آهي ته
اهي اسان جي ڪيترن معاونن وٽ نوڪرن جي صورت ۾ پڻ ڪم ڪري
رهيا آهن." ائين چئي جيئندي هڪ لکيل مائهن جي لسٽ سندن حوالي
ڪندي چيو، ته "ان لسٽ اندر اسان جي انهن مائهن جا نالا ۽ پتا درج ڪيل
آهن، جتي جتي هو ڪم ڪندا آهن ۽ انهن جي وچ ۾ رابطہ رکڻ لاءِ خاص
لفظ 'انگريز' مقرر ڪيل آهي. جيڪڏهن اوهان کي ڪنهن به هنڌ تي ڪهڙي
به قسم جي مدد جي ضرورت پئدا ٿئي، ته بيڌڙڪ مذڪور اکر ٻڌائي، انهن
مائهن کان امداد طلب ڪجو."

پوءِ جيئندو زينب کي وٺڻ جي هڪ جهڳٽي اندر وني ويو، ۽ اڪين ۾
پاڻي آڻي چيو ته، "آءٌ ان انتظار ۾ هوندس، ته نون ڪاميابيءَ سان واپس اچين
ته... مون سردار کي ان بابت اڳيئي آگاهہ ڪري ڇڏيو آهي، ۽ سردار
رضامنديءَ جو اظهار ڪيو آهي." پوءِ ٻاهر اچي هوءَ اوپائي شيديءَ سان
رواني ٿي.

سانگهڙ پهچي زينب عمر کي وٺي اوپائي وٽ آئي، ٽي ڏينهن سانگهڙ ۾
رهي، تياري ڪري چوٿين ڏينهن صبح جو هو ٽيئي ڄڻا اتان روانا ٿيا.

پهريائين ڪجهہ ميل شاهي رستي کان پاسيري پيچري تان هليا. پوءِ
شاهي رستي تي آيا ۽ اتان لاريءَ ۾ سوار ٿيا. منزل مقصود جي ويجهو پهچي

لهي پيا. گپل پنڌ ڪرڻ کان پوءِ اوپائي چيو تہ هاڻي اسين پهرئين نشان جي ويجهو پهچي ويا آهيون. اتان کين ملٽريءَ وارن جي ڪئمپ ڏسڻ ۾ آئي، هو آهستي هلندا اچي ڪئمپ جي ويجهو پهتا. تہ هڪ سپاهيءَ هڪل ڪندي چيو تہ، "ڪير آهيو ۽ هيڏانهن چو پيا اچو؟ هيءَ عام رستو ناهي." ان تي اوپائي نماڻو منهن ڪري پهريدار سپاهيءَ کي چيو تہ، "خانصاحب! اسين راڳ ۽ ناچ جو تماشو ڪندا آهيون، ۽ هن وقت تائين اسان انن ڪئمپن ۾ تماشو ڏيکاري هاڻي اوهان صاحبن کي وندرائڻ لاءِ آيا آهيون. اميد تہ اوهين اسان کي موقعو ڏيندا." اوپائي اهي اکر اهڙي تہ لهجي ۾ چيا جو ملٽري وارو پڇي پيو ۽ کين وٺي آفيسر جي خيمي ۾ آيو. آفيسر احوال ٻڌي، سرٽيفڪيٽن جو معائنو ڪري هڪدم هائوڪار ڪري، محفل جي انتظام جو حڪم ڏنو.

شام جو آراستہ ميدان ۾ هنن ناچ گانو شروع ڪيو ۽ سهماڻي مهل هنن وٽ نوٽن ۽ آڏين جا ڍڳ لڳي ويا.

صبح جو کين گڏ سرٽيفڪيٽ مليو ۽ اتان روانا ٿيا. ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ اوپائي ويجهي ۾ ويجهي ٻي ڪئمپ بابت سپاهي پهريدار کان پڇيو تہ هن چيو تہ، "ويجهي ۾ ويجهي ڪئمپ ان ريگستاني علائقي ۾ پيو نہ تہ بہ ڏهن ميلن جي فاصلي تي آهي؛ ان ڪري اوهين اتي آسانيءَ سان پهچي نہ سگهندا." ان تي اوپائي ڪانئس مشورو ورتو، تہ ڪيئن ڪريون؟ سپاهيءَ چيو تہ جيڪڏهن اوهان جو ان طرف وڃڻ جو ارادو آهي تہ وري اندر ڪئمپ ۾ واپس وڃو ۽ صاحب کي عرض ڪريو تہ، "راشن جا اٺ جيڪي سپائي راشن کڻي ويندا، انهن سان اوهان کي موڪلي. هونئن تہ اهو علائقو ڏاڍو خطرناڪ آهي، اوهان جا لاهہ نڪري ويندا. خاص ڪري..." هن زينب ڏانهن ۽ چوڪري ڏانهن اشارو ڪندي مشڪندي چيو. هو هن جو شڪرہ ادا ڪندي صاحب وٽ ويا ۽ ان کي چيائون. جنهن تي صاحب اول تہ خيال ۾ پئجي ويو ۽ پوءِ جڏهن زينب وري بہ عرض ڪيو تہ مشڪي چوڻ لڳو تہ هڪ ڪلاڪار ليڊيءَ کي انڪار ڪرڻ تهذيب جي خلاف آهي. ائين چئي هن کي الاجي ڪهڙو خيال آيو. جو چيائين تہ بيهو تہ فوٽو ڪڍانوَ. اهو آءٌ ولايت ۾ دوستن ۽ ميم صاحب کي ڏيکاريندس.

هو تنبوءَ کان ٻاهر ٿي بيٺا ۽ صاحب سندن هڪ فوٽو گڏي ورتو ۽ زينب

جو هڪ فوٽو جدا ورتائين.

مجبوراً رات اتي ترسڻو پيو.

ٻئي ڏينهن ڏهين بجي ڏاري راشن جا اُٺ تيار ٿيا. وڃڻ مهل صاحب انن جي مهندار کي پارت ڪئي ۽ کين چيائين تہ جيڪڏهن واپسي مهل هتان اچو تہ پوءِ ضرور اسان وٽ اچجو.

هاٿي هو ريگستان ۾ اٽڪل پنجن ڪلاڪن جي جانڪاهہ مسافريءَ بعد هڪ پٽ تي چڙهيا ۽ جنهن وقت ان تان لٿا تہ پريان ڪئمپ ڏسڻ ۾ آئي. شام جو اتي محفل رچائي ويئي. شام تائين کين ڪئمپ جي صورت مان ڪافي معلومات حاصل ٿي ويئي. هن ڪئمپ جي خاص ڳالهہ اها هيءَ هئي جو ان ڪئمپ اندر گرفتار ٿيلن غازين ۽ ٻين ڌاڪن جي پڻ ڪئمپ هئي، جيڪي ان ساري علائقي مان گرفتار ٿي هتي پهچندا هئا ۽ اهي سانگهڙ يا جهول ڏانهن روانگي لاءِ انتظار تيڻ تائين اتي ئي رکندا هئا.

انهن قيدين کي اوپايو اٽڪل سان ڏسي آيو، ۽ چيائين تہ 'غضب ٿي ويو، ملوڪ خاصخيلي جنهن کي "ٿر جو عقاب" ڪوٺبو آهي، اهو بہ گرفتار ٿي آيو آهي. اسان هڪ ٻئي کي سڃاتو ۽ اکين ئي اکين ۾ ڳالهايوسين.'

رات جو هڪ صوبيدار، حولدار کي تنبيهہ ڪندي چيو تہ، "پهريدارن کي خاص تاڪيد ڪيو وڃي تہ هو تندهيءَ سان پهريداريءَ جا فرائض سرانجام ڏين، جو اهو 'ملوڪ' عقاب آهي، عقاب! اصل ذرو بہ موقعو پائيندو تہ ٿيا ڏيئي هليو ويندو." چالاڪ اوپائي کي جڻ تہ ڪو موقعو ملي ويو ۽ صوبيدار جي وڃڻ بعد عجب مان وات ڦاڙيندي هڪ ٻيئل سپاهيءَ کان پڇيو تہ "خانصاحب! اوهان ڪو عقاب بہ جهليو آهي ڇا؟" ان تي اهو سپاهي سادگيءَ سان چوڻ لڳو تہ، "اڙي ميان! اهو عقاب، ڪو پکي ناهي، پر ڪمبخت هڪ حر آهي، جيڪو لانگهائو ۽ گشتي فوجن تي ڇاپا هڻندو هو. ڪافي وقت تائين هن جي تلاش جاري هئي، پر هٿ نہ ٿي آيو. چار ڏينهن ٿيندا، جو هو پنهنجن چئن ماڻهن سان هڪ پٽ تي سٽل هو، تہ هڪ جاسوس اچي خبر ڏني. اسان وڃي کيس اوچتو گهيرو وڌو ۽ چئني کي سٽل حالت ۾ گرفتار ڪري وڌوسين. جيڪڏهن هن کي ڪا اگ ۾ ڪڙڪ پئجي وڃي ها، تہ پوءِ هن جو جهلجڻ هڪ محال امر هو. هن جا ساٿي هن کي ڇڏائڻ لاءِ

ڪوشان آهن، ان ڪري صاحب، خاص انتظام ڪيا آهن، تہ هن ڪي سانگهڙ ڏانهن وٺي وڃڻ لاءِ خاص فوجي دستا ۽ اُٺ ايندا تہ پوءِ هن کي اوڏانهن اماڻيو ويندو.“

شام جو سڀ سپاهي، هڪ گول دائرو بنائي ويٺا ۽ آفيسرن لاءِ ڪرسيون رکيون ويون. گولن جي روشنيءَ ۾ رات مان ڏينهن ٿي ويو. اوپائي پهرين واڄو وڄايو، چوڪري ان جي آواز سان پڪواز جو تال- ميل جوڙيو ۽ جڏهن اهو ڪمال جي حد تائين پهتو، تہ زينب اول اول ناچ شروع ڪيو ۽ ان بعد راڳ شروع ڪيو. موقعي جي نزاڪت کي ڏسي، اوپائي اول شاهہ جي هيءَ ڪافي چيڙي:

**متان ٿئين تون ماندي، الا،**
**ويجها توکي ون آهن وندر جا!**

۽ ان بعد بي ڪافي:

**ٿيو ملڻ جو ساعيو، دوست پيهي در آيو.**

هي ٻئي ڪافيون ’صحرائي عقاب‘ لاءِ اشارو هيون ۽ جيئن تہ پوري سوز جگر سان ٿي چيون ويون، ان ڪري جيئن جيئن وقت گذرندو پئي ويو، تيئن تيئن زينب جو ناچ ڪمال جي منزل تي پهچندو ويو. صاحبلوڪ ۽ سپاهي ڏاڍا خوش ٿيا.

رات جو دير تائين جڏهن تماشو ختم ٿيو، تہ هو سڀ سمهڻ لاءِ پنهنجن تڪائن تي پهتا.

ٻئي ڏينهن اڳتي وڃڻ کان اڳ، اوپائي سارو احوال قلمبند ڪيو ۽ موقعو وٺي، اهو زينب کي ڏنائين، جو هن رَئي ۾ سبنالي چيلهہ سان ٻڌو.

ٻئي ڏينهن صاحب کين سرٽيفڪيٽ لکي ڏنو ۽ پڇا مان معلوم ٿيو تہ ٻي ڪئمپ صرف پنجن ميلن جي فاصلي تي هڪ پٽ مٿان آهي ۽ ان جي پرسان پاٽيءَ جو چشمو پڻ آهي.

ٿر يا صحرا ۾ پاٽيءَ جي چشمن جا اکر پڙهي، اسان جا ڪي ناظرين حيران ٿيندا هوندا، چو تہ بدقسمتيءَ سان اسان جي سنڌ جي تعلقن جون جيڪي بہ جاگرافيون هن وقت اسڪولن ۾ هلن ٿيون، تن مان گهٽيون انهن تعلقن جي رهاڪن جون لکيل نہ آهن، جنهن ڪري هو تعلقن جي حقيقي ۽

ضروري معلومات کان گهڻي قدر خالي آهن ۽ اج تائين ڪنهن به جاگرافيءَ مان اهو پتو ڪونه ٿو پوي نه ڪيري، سانگهڙ ۽ خيرپور ضلع جي اوپر واري ٿر، جنهن کي "اڇڙو ٿر" ۽ "رُوهي" سڏبو آهي، تنهن جي ڪيترن ئي حصن ۾ پاڻيءَ جي سطح ايتري بلند آهي، جو ٿوري کوٽڻ بعد نهايت عمدو مٺو پاڻي نڪري سگهي ٿو، ۽ جيڪڏهن اتي ٽيوب ويلن (مشين جو جار وڃابو وڃي ته جيڪر ٿورن ئي ورهين ۾ اهو علائقو گلزار بنجي وڃي.)

هيءُ سانگهڙ جو شهر آهي، منجهس وڏي انگريزي ملٽري لٽل آهي؛ جنهن جو هيڊ ڪوارٽر ته شهر کان ٿورو ٻاهر انجنيري بنگلن ۾ آهي، پر شهر ۾ ڏينهن- رات سندن چڪر آهن، انهيءَ کان سواءِ يونيس به ڪافي وڌايل آهي، انهن سڀني ڳالهين سبب جيڏو امن ۽ بي ڊپائي هن شهر ۾ تصور ڪري ٿي سگهجي، اوترو ڪنهن به ٻئي شهر ۾ نه.

ايڏو امن ڏسي حر اراضيءَ جا اڪثر وڏيرا ۽ سيٺيون لڏي اچي هن شهر ۾ ويٺا آهن ۽ پوءِ امن ۽ بي فڪري ڏسي حرن تي جيترا به ٿي سگهن، اوترا ظلم ڪرائين ٿا؛ ڇاڪاڻ ته مارشل لا آفيسرن کي حرن بابت جيڪو به فرياد ڏجي ٿو، ان ۾ هو حرن کي ڏوهي سمجهن ٿا، ۽ حر ڪيترو به بچاءُ ڏين ٿا، ته به اهو ٻڌڻ بنا ڪين ڪورٽ مارشل طرفان ٻه- ٻه چار- چار سال جيل پيو ڏنو وڃي: نڪو ڏٺي نڪو ڏوڙي، نڪو قياس، نڪو رحم، نڪو انصاف نڪو غور!

اهڙي شهر ۾ هڪ مسلمان وٽ هڪ واڻيءَ جا ٻه- ٽي سئو روپيا رهيل هئا، جي وياجن تي وياج چاڙهي وڃي هزار- ڏيڍ ڪيو هئائين: ۽ هينئر سخت مهل ڏسي اچي ڪين گهُنيائين ته "ڪنهن به حالت ۾ ليکو چڪتو ڪريو!"

حر منٿون ڪن، جي "سيٺ! هيءَ مهل ڪا ليکي چڪتو ڪرڻ جي آهي! ٿورو گهڻو جيئن اڳي پيا وهون، تيئن هينئر به حاضر آهيون، رُت ڪري آهي، ڪا جمار ڪانه ڪري آهي."

پر سيٺين جي لُغت ۾ وري هيءَ ئي مهل موج جي هئي: سو بي نڪا

ٽين، ڦاڙيندي ڪپڙا. سڌو مارشل لا وارن وٽ: ڇي "حجور جُلم ٿيو آهي، گجب ٿيو آهي؛ ٽن حرن ۽ سندن زالن مان گريب تي حملو ڪري مان ڪي مار ڏني آهي، ۽ دڪان لُٽيو اٿن. منهنجو داد ٿئي حجور!"

"مارشل جي هيڊ ڪوارٽـــر ۾ ۽ حُـــر ڪن ايڏو ظلم؟ بڌي اچو بدمعاشن کي!"

بس، هڪدم پنج- اٺ فوجي وٺي سيٺ وجي غريب قرضين تي ڪڙڪيو ۽ زالين- مڙسين کين ٻڌائي آيو. هنن جون رڙيون "جي اسان سان ظلم آهي" ۽ ڪورٽ مارشل جي رحمدل ۽ انصاف پسند ججن، پنج- اٺ قلم لڳائي، يڪدم کين ٻـ- ٽي، چار- پنج سال جيل ڏيئي ڇڏيو!

جٽ اهي تا وڃن.....!

"هاڻي جيڪو مان سان ٽڻ مڻ ڪندو، مان انهيءَ سان ائين ئي ڪندس." سيٺ مُڃن کي وٽ ڏيندو اعلان ڪندو ويو، پوءِ ڪي مهينا تہ پئي ائين ڪيائين ۽ انهن ڏڙڪن وسيلي اڳيون پويون سموريون اوڌرون ٻيٽيون، چوٽيون وصول ڪري ورتائين؛ پر اوٽنيهہ ڏينهن چور جا. تہ ٽيهون ڏينهن ساڌ جو. هڪ ڏينهن حساب ڪتاب جو دلاسو ڏيئي وٺي ويس جو ڀهراڙيءَ ۾، تہ وري نہ موٽيو! سندس پٽن ڪي جو اتاهہ دولت هٿ اچي ويئي، سي بہ حال تہ ٺاڏ ڪرڻ لڳا؛ پر جڏهن گلو گورنر جي صحيح سان، جيجو جرنيل جي قاصد اچي نوٽيس ڀيڄايو. تہ هيترا ڪ هيترا پئسا فلاڻي هنڌ پهچايو. نہ تہ اُماڻيونو ٽا پٺيان وٽ: تہ نوخيز نوجوان ڊچي ويا ۽ هٿ پير جوڙي هر ڪا طلب قبول پئي ڪيائون.

وري هڪڙي وڏيري جيئندي وساڻ کي جو ڪڌڪاري ڪنيو. سو ڪن حرن جي گهرن تي چڙهائي ڪرائي سندن ڪنواري ٻانهن ڪٺائي ورتائين ۽ مقابلي ۾ سندن ڪي ماڻهو بہ مارجي ڦٽجي پيا ۽ انهي ڪان سواءِ پنهنجي اثر رسوخ ۽ جاسوسين وسيلي ڪيترائي حر جهلايا هئائين.

هاڻي وڏيرو صاحب تہ پنهنجي فئملي سميت وينو آهي سانگهڙ جهڙي امن گاهہ ۾، جتي 'چاري چوڱانن ۾ واهيت ڪن وزير' ۽ منهور ۽ مجبور حر بہ ڪي اهنسا جون بڪريون نہ هئا، جي صبر ڪري وهن؛ مگر هرڪو مشڪل ڪم وقت ۽ وجهہ سان ٿيندو آهي، هو بہ وجهہ گوليندا رهيا. تہ هن

انگريزي ملٽريءَ جي پاڃي ۾ وينل وڏيري کي ڪيئن سبق سيکارجي!

اڄ سانگهڙ جي ملٽري هيڊ ڪوارٽر ۾ خوشيون ئي خوشيون آهن، ڇو تہ سپاهين جي تفريح طبع لاءِ "موونگ (هلندڙ) سئنيما" آيل آهي. کليءَ ميدان تي پردو لڳائي سڀ آفيسر ۽ سپاهي اچي اها ڏسڻ ويٺا؛ پر اهڙيءَ موج ۾ اچي ويا، جو چوڌرد عوام بہ ڦري اچي بيٺو ۽ هنن بہ انهن کي منع ڪانہ ڪئي، ڇي شينهن جي اوبر مان گدڙن جي ڪاٺڻ ۾ ئي تہ شينهن جي سچي خوشي آهي.

کيل جڏهن پوري عروج تي آيو ۽ ملٽريءَ وارا بي اختيار تاڙيون وڄائي رهيا هئا تہ اوچتو دستي بم مشين تي اچي ٺهڪو ڪيو؛ هائي ڪيڏانهن ويا کيل ۽ ڪيڏانهن ويون مؤجون؛ سپاهين مان ڪيترن کي تہ حرن جو ايڏو چرڪ هوندو هو، جو هڪ دفعي جهنگ جي ڪئمپ ۾ گڏهہ جو ڪڙڪو ٻڌي وني جو ڪٽي فائر ڪيائون تہ سوا سئو ڪارتوس ڇٽ، اصل ويچاري کي گپ بنائي ڇڏيائون؛ سو انهن گڏهہ مار بهادرن مان ڪي هتي بہ هئا. تن "گهوڙا ڙي حُر" ۽ "گهوڙا ڙي حُر" جا نعرا ڪٽي بلند ڪيا، تہ ٻيا بہ سڀ پڄندا وڃي ميگزين هٿيارن ۽ آفيسرن جي چوڌرد بيٺا؛ ۽ نہ فقط ايترو، پر شهر جي پوليس بہ خزاني، جيل وغيره جي سنڀال ۾ بيهي ويئي. هيءَ سڀ انهي ويسلائيءَ ۾ رهجي ويا، تہ ڪلاڪ ڏيڍ بعد هڪ پوڙهو شخص نالي "نڪر وساڻ" روئندو ڦٿڪندو اوچنگارون ڏيندو آيو، ڇي: "پنج- ست حر موقعو وني اسان جي گهر ۾ ٽپي پيا ۽ اهو وڏيرو جيئندو وساڻ، سندس بہ پٽ غني ۽ عثمان، سندس زال سامان، سندس ننهن ۽ بہ ٻيا. اهي هڙئي ماري. هڪ ٻانهن ڪٽي ڀڄي وياڻ آءٌ ان جي ڳوٺين جي وچ ۾ لڪي، جان بچائي وينو هوس، ۽ هائي رت جا درياءَ ڏيکارڻ لاءِ اوهان وٽ آيو آهيان!"

آفيسر تہ ان وقت پنهنجيءَ ۾ پورا هئا. تن وني ڪٽي ڪانئس ڪڙڪا ڪري اندروني حالات پڇيا. ۽ جڏهن معلوم ٿين، تہ حرن پنهنجو وير ئي ورتو آهي، ڪو ناحق ڪونہ ڪيو اٿن. تہ حقيقي داد اهو ڪيائون ڇي: "چلو اچا هئا. دوسرون پر ظلم ڪرنے والون ڪي ايسي هي سزا هوتي هي!"

سانگهڙ جي پر ۾ وينل غازي 'سومار وادو' هڪ دستي جو سالار هو. هڪ دفعي کيس خبر ملي، تہ آسپاس ۾ هڪڙي ملٽريءَ جي ننڍي ڪئمپ قائم ٿي آهي، جنهن ۾ صرف پنجاهي ماڻهو مس آهن: هو صرف پنج جانباز پاڻ سان وٺي، نڪتو هن تي حملو ڪرڻ واسطي. اچا هن جاچ پئي ڪئي تہ ڪٿان ۽ ڪهڙيءَ طرح حملو ڪريون، تہ اوچتو هڪ پهريدار سندس ٽنگون ڏسي ورتيون ۽ وٺي ڪٿي رڙيون ڪيائين تہ "گهوڙا ڙي، حر اچي ويا!"

بس، هن جي اها دانهن ڪرڻ شرط ملٽريءَ وارا بي اختيار اٿيا ۽ انڌا ڌنڌ بندوقون ڇوڙڻ لڳا. پر سومار کي الائجي ڪهڙي سُجهي، جو پنجن ئي همراهن کي هڪ پيچري ڏانهن اشارو ڪري چيائين تہ "اوهين هڪدم هتان هلي وڃي اڏي تي پهچو ۽ هيءُ يڪدم هڪ وڻ جي پوئتان بيهي، ٽري ناٽ ٽري رائفل سان اهڙيءَ تہ چالاڪيءَ سان فائر ڪرڻ لڳو، جو سندس ڪابہ گولي خالي ڪانہ ويئي. پنج- ست ملٽريءَ وارا ڪيرائي هي وري ڊوڙي ٻئي وڻ آڏو بيهي اتان فائر ڪرڻ لڳو. وري ڪجهہ مفاصلي تان بيهي اتان فائر ڪرڻ لڳو، تان جو ملٽريءَ وارن تہ ائين ئي سمجهيو تہ ڪو وڻ وڻ ۾ حر آهي، ان ڪري لاچار هنن بہ ٽولا ٽولا ٿاهي جدا طرفن ڏي وڌڻ شروع ڪيو. سومار ڏسي ورتو، تہ هڪڙي ٽولي جي پٺ ۾ هڪڙو نوجوان آهي، جنهن جي هٿ ۾ ننڍي مشين گن آهي. هن نهايت آهستگيءَ سان وڌي ان جوان کي ڪشي جا سنڌي ڪهاڙي، تہ پوري رڙ بہ ڪانہ نڪتيس ۽ ڪري پيو. هيءُ ڦڙتيءَ سان سندس مشين گن ۽ پٽو ۽ گولين جي ڳوٿري ڪسي، وري بہ وٺن پنيان پچي ويو ۽ جيئن ئي هن جوان جا واهرو پوئتي موٽيا، تہ هن انهن تي بہ رائفل جي نڪا نوڪي لڳائي ڏني ۽ پوءِ مخفي پيچري مان پجندو وڃي پنهنجي دستي وٽ پهتو. ۽ جڏهن اڳتي هلي سندن سردار کي اها مشين گن گولين سميت تحفو ڪري ڏنائين.

سومار تہ پنهنجي نڪاٽي ڏانهن هليو ويو، پر ملٽريءَ وارن ڪيتروئي وقت پئي چؤطرف فائر ڪيا ۽ هيءُ انهن جا نڪاءُ ٻڌي ڪلندا پئي رهيا!

مگر انهن سپاهين ۾ هڪڙو فرنٽيئر جو پناڻ هو، تنهن محسوس ڪري ورتو تہ هيءُ سمورو ڪارنامو هڪ ئي شخص جو آهي: سو مٿس ڪو اهڙو اثر پيو، جو پنهنجن همراهن کان لڪي نڪتو ۽ ٿوهہ وننڊو وننڊو وڃي انهي

پيچري تي پهتو. پوءِ انهي کي جاچيندو وڏندو وڃي حرن کي ويجهو ٿيو، جڏهن سندن چوڻ پڻ بڌڻ ۾ آيس. تڏهن آواز ڏنائين تہ "آءٌ انگريزي ملٽريءَ جو فرد آهيان ۽ اوهان جي پناهہ ۾ اچڻ چاهيان ٿو: مهرباني ڪري مون تي ڪو حملو نہ ڪجو." ائين چئي هٿ اُڀا ڪري آواز ڏيندو، هنن ڏي وڌيو. همراهہ بہ خبردار ٿي بيٺا. تہ متان ڪو ڏوڪو هجي: پر جڏهن هو وٽن پهتو، تڏهن چوڻ لڳو تہ. "اوهان جي اڄوڪيءَ همت کي ڏسي آءٌ تہ سنڌين جي بهادريءَ تان فدا ٿي ويو آهيان. در حقيقت آءٌ تہ هونئن بہ انگريزي ملٽريءَ جي ظلمن ۽ قهرن سبب هنن کان بيزار هوس، پر اڄ پڪو پهہ ڪيو اٿم، تہ باقي عمر اوهان جي ئي رفاقت ۾ گذاريندس، اوهان ۽ اسان وچ ۾ خدا پاڪ ضامن آهي!"

همراهن کي اگرچ جاسوسن جو چرڪ هو، ان ڪري سندس مخفي جاچ رکندا ٿي رهيا، پر هن شخص ڪيترن ئي معرڪن ۾ اهڙو تہ رفاقت جو حق ادا ڪيو، جو سيئي واهہ واهہ ڪندا رهيا. هو آخرڪار هڪ معرڪي ۾ شهيد ٿي ويو، ۽ سندس وصيت مطابق حرن سندس سامان سندس پٽي تي موڪلي ڏنو.

هڪ دفعي صرف پنجن حرن ٽنڊي آدم جي هڪ ڪاٽن فئڪٽريءَ تي حملي ڪرڻ جو پروگرام بنايو. اتفاق سان ڪنهن غدار وڃي ملٽريءَ کي خبر ڏني. پر ملٽريءَ کي ويساهہ نہ آيو، تہ ڪو هيڏي ساري شهر ۾ هيڏيءَ ساريءَ فئڪٽريءَ تي ڪي صرف پنج ڄڻا حملو ڪندا. ضرور هنن جي پٺ تي بيا بہ گهڻا هوندا: سي بہ اڍائي سئو سپاهي مٿن ڪاهي ويا. هاڻي هڪ طرف پنج ڄڻ ۽ ٻئي طرف هيءُ بہ اڍائي سئو تربيت يافتہ ۽ تجربہ ڪار- پر نتيجو....؟ نتيجو اهو، جو چاليهارو ماڻهو مارائڻ بعد هو ڪنهن ڏوڪي سان هنن پنجن کي گرفتار ڪري آيا، يعني منجهانئن هڪڙو بہ ڪونہ مارِبائون!

جڏهن هيءَ خبر حيدرآباد ۾ پهتي، تڏهن ڪي پڄت وارا ماڻهو صرف هنن مٿيرن جي ديدار ڪرڻ لاءِ وڏيءَ ڪوشش ۽ خرچ سان سينٽرل جيل ويا. جڏهن هنن کي ڏنائون، تہ وات ڦاٽي وين... ڇو تہ هنن ۾ بہ ڄڻا يعني

·مير دوست نظاماڻي ۽ علي شير خاصخيلي تہ صرف 16-17 ورهين جا نوجوان هئا... ۽ گهڻي ۾ گهڻا ملٽريءَ وارا انهن ٻن نوجوانن ئي ماريا هئا، پر ڪين لهس بہ ڪانہ آئي هئي. انگريزي ملٽريءَ وارن شرم کي پرچائڻ لاءِ ظاهر تہ ائين ڪيو، تہ حر تمام گهڻا هئا، جن مان ڪافي ماريا سون ڪافي ڦٽياسون؛ پوءِ پيا تہ پنهنجن لاشن ۽ ڦٽيلن کي کڻي ڀڄي ويا، پر پنج جانباز اسان بہ جيئرا پڪڙي وڌا ۽ اسان جا صرف چاليهارو جوان ضايع ٿيا!.....

۽ اهي هيون فيل مست انگريز جون بهادر فوجون، جن بابت سندن گهر جي ڀيدي سابق ليفٽيننٽ وليداد خان گولہ انداز رسالي مهراڻ 58-2-1 ۾ لکي ٿو تہ 'هڪ ليفٽيننٽ ائبرٽني سان تہ اهڙو حال هو، جو حرن جو تصور ايندو هئس تہ اوچتو چرين وانگر ڪڇي چرڪ ڀريندو هو، ۽ ڪمپنيءَ لاءِ چرچي جو باعث بڻجي ويندو هو!'

هن واقعن انگريزي ملٽريءَ خواه پوليس جو رعب شهرن مان بہ گهٽائي ڇڏيو ۽ شهرن ۾ پناهہ وٺندڙ وڏيرا بہ حرن سان از خود صلح ڪرڻ لڳا؛ ڪنهن بہ وڏيري کي ڳاڙهين ڪنڌن وارو لفافو پهتو ناهي، تہ رقم نڪتي ناهي!

۽ ٻئي طرف وري ملٽريءَ جو انگ بہ اينترو تہ وڌايو ويو، جو اندازو آهي تہ ان وقت اٽڪل هڪ لک ملٽري ۽ ايس-پي- آر وڏي ساز سامان ۽ هوائي جهازن سميت سنڌ ۾ رهندي هئي، جا جيسلمير، جوڌپور، بهاولپور ۽ قلات تائين بہ چڪر لڳائيندي هئي. سندن آفيسر بہ ٻڌڻ طور ڪڏهن ڪڏهن ڪهڙيون بہ ربورٽون ڏيندا هئا، پر خانگي طرح سندن اها ئي گفتگو هوندي هئي تہ شڪر آهي جو هنن حرن جو نڪو اڳواڻ آهي، نہ ڪو ڪين باقاعده ٽريننگ ڏيندڙ ۽ نڪي ڌارين حڪومتن سان واسطو اٿن؛ نہ تہ جيڪر هيءُ اسان جو سنڌ ۾ وهڻ وڪ ڪري ڇڏين ها ۽ "ڪئٽ سنڌ" تي پورو عمل ڪرائي ڇڏين ها!

هاڻي 'گامون گورنر' ۽ 'جيجو جرنيل' پنهنجو هيڊ ڪوارٽر اچي حيدرآباد بنايو: 'گورنر صاحب' ڪڏيا چيپل نوٽيس ۽ تعميل ڪندڙ ٿيو

’جيجو جرنيل‘: پوءِ صورتحال اها ئي بني، جو ٿوري ئي وقت ۾ ’گامون گورنر‘ جي دل جي چيپل نوٽيس ملڪ ۾ ٻاهر ٻاري ڏني. جنهن ۾ زميندار کي اهو نوٽيس ٿي پهتو ان جا وائيسر ئي خطا ٿي ٿي ويا. انگريزي سي. آءِ. ڊي وڏهن نهن جا زور لڳائي بيهي رهي، ته اهي نوٽيس ڪهڙيءَ پريس ۾ ڇپجن، پر ڪوبه پتو پئجي ڪونه سگهيو: پلا پتو پوي ڪٿان، جو ان وقت خود انگلينڊ مان ئي هڪڙيون اهڙيون پورٽيبل پريسون تيار ٿي، وڪري لاءِ ڪراچيءَ ۾ اچي ويون، جي ضروري سامان ۽ ٽائيپ سميت، هڪ معمولي سوٽ ڪيس جيڏي باڪس ۾ بند ٿيل، صرف هڪ سئو رپين ۾ ملڻ شروع ٿي ويون هيون.

خوش قسمتيءَ سان گامونءَ وارو دوست ڪليڪٽر حيدرآباد ۾ ڪنهن وڏي عهدي تي اچي ويو ۽ گامون به اچي وٽس پٽيوالو ٿيو، هاڻي پلا خود ڪليڪٽر جي گريڊ واري آفيسر جي ئي پٽيوالن جي ڪوارٽر ۾ پيئي اهڙي پريس نوٽيس ڇپي، سا سي. آءِ. ڊي ڪٿان ٿي ڳولي سگهي! هن ميرپور ۽ نواب شاهه جي پريسن جي تلاشيءَ سان ته حد ڪري ڇڏي ۽ حيدرآباد جي پريسن تي به چڱي چوڪسي رکيائين، پر اتي هجي ڪو ڪم ته لڀي به سگهي، تنهن ڪري هٿي ڇڏيائين اهو گشو ته اهي نوٽيس ٻاهران ٿا ڇپجي اچن.

هن پروگرام هيٺ ڪيترائي زميندار ته ٻسريون ڍلون ڀرڻ لڳا، ۽ نپيدارن تي جو ڦر جو سڪو لڳو، سو ڪي چالاڪ تپيدار ته ماڳهين پاڻ ئي ڍلون هضم ڪري ڦر جون رپورٽون ڪرڻ لڳا. انهي تي انگريز سرڪار حڪم ڪڍيو ته مارشل لا اراضيءَ ۾ ڪوبه تپيدار ڍلون اڳاڙڻ نه وڃي، بلڪ زميندار پاڻ ئي اچي تعلقه آفيس ۾ ڍلون ڀارين. نتيجي طور ڪيترائي زميندار ته وات ۾ ڦرجڻ لڳا ۽ ڪن وري تپيدارن سان سازباز ڪري بقايائون رهائي ڇڏيون، جن مان اڪثر پوءِ ڪڏهن به وصول ڪونه ٿيون ۽ اجا تائين اهي ڪروڙن جون بقايائون ڪاڳرن ۾ هلنديون اچن!

ٻئي طرف نندا ٿاڻا ڦرجڻ لڳا، مقابلو ڪندڙ پوليس مارجڻ لڳي، بلڪ ڪن ٿاڻن کي ٻاهيون به لڳيون ته اڪثر نندا ٿاڻا يا آئوٽ پوسٽون بند ڪيون ويون، جنهن ڪري بدامني هيڪاري وڌي ويئي ۽ اڪثر زميندار

لڏيندا شهرن ۾ وهندا ويا. انهي وقت کان ڪجهه اڳيرو جو سرد بازاريءَ سبب شهر ۾ اڪثر جاين ۽ دوڪانن تي "ٽوليٽ" جا بورڊ لڳا پيا هئا، سي بورڊ تہ الائجي ڪيڏانهن ويا، پر مسواڙون اهڙيون گران ٿي ويون، جو سرڪار کي لاچار شهرن لاءِ "ريننٽ ڪنٽرول ائڪٽ" چالو ڪرڻو پيو ۽ انهي ڪري وري پڳڙين جو رواج شروع ٿي ويو.

هيءَ صورتحال ڏسي ڪن صوبيدارن، انسپيڪٽرن ۽ ڪمانين کي ڪُڌڪاري ڪنيو، سي شهيرن کي وٺ ڏيئي، بهادرين ڏيکارڻ ۽ ترقي حاصل ڪرڻ لاءِ حرن کي گاريون ڏيندا مقابلن لاءِ نڪتا. هنن مان هڪ نوجوان صوبيدار مسٽر صاحبڏنو خان، ساڪن محلہ الهداد چنڊ، حيدرآباد سنڌ بہ هو، جنهن جي شاديءَ کي اڃا ٽي مهينا مس گذريا هئا. هن حرن کي تڪليفن ڏيڻ ۾ اهڙيون پهلوانيون ڏيکاريون جو ترت سندس نالو انسپيڪٽريءَ لاءِ رٿيو ويو ۽ هڪ طرف تہ اهي ڪاغذ بہ حيدرآباد جي آفيس ۾ پهتا تہ ٻئي طرف سندس لاشو بہ اچي حيدرآباد پهتو، هن مردانہ حسن جي مجموعي جي لاش پهچڻ تي الهداد چنڊ جي زمين جڻ تہ ڪاري ٿي ويئي هئي.

هڪ انسپيڪٽر جناب سيد محسن شاهہ ڪيس "بيوقوف" سڏيندي، مچن کي وٽ ڏيندي چيو، "انهن حُرڙن رڳو الڙ ڇوڪرا ماري ڏنا آهن، اتڪائين نہ ڪنهن اسان ٻاري مرد سان هٿ، تہ خبر پوين!"

"انشاءَ الله تعاليٰ!" مريد خان مهڪائيءَ بہ ساڳيءَ طرح شهپرن کي هٿ هڻندي چيو.

ان وقت اوچتو تقاوي ڏيڻ لاءِ کپري ڏي پئسن موڪلڻ جي ضرورت درپيش آئي، ٻن لک روپين پهچائڻ لاءِ انسپيڪٽر محسن شاهہ جو نالو درپيش آيو. شاهہ صاحب هن ديوٽي ادا ڪرڻ لاءِ خوشيءَ سان تيار ٿيو. نيڪ ڏهين بجي کپري واري لاري ميرپورخاص کان اسٽارٽ ٿي. دستور موجب انسپيڪٽر صاحب ڊرائيور سان گڏ ويٺو. ڪيس پستول ٻڌل هو. چار پوليس وارا رائفلن سان پوئين خاني ۾ پئسن سان گڏ ويٺل هئا، انسپيڪٽر صاحب اعليٰ درجي جي خوشبودار سيگريٽن جا سوٽا لڳائي زنانيءَ ڪٺين کي معطر ڪندي ڪنگهڪارون ڪري شهپرن کي وٽ ڏيندو رهيو. لاري جڏهن حضرت لائق پير

اوليا رحمت الله عليہ جي قبي کي قريب پهتي تہ اوچتو بيهي رهي. انسپيڪٽر صاحب گرم ٿي ڊرائيور کي گار ڏيندي چيو "پيڻ...! هي هنڌ ڪو لاري بيهارڻ جهڙو آهي!"

ڊرائيور سامهين ڪڏي ڏانهن اشارو ڪيو، پر انهي سان گڏوگڏ "پيڻ... اهي آهن، جي غريبن کي ناحق گاريون ڏيندا آهن" هڪ ڪڙڪيدار آواز آيو ۽ بجليءَ جي تيزيءَ سان چار جوان وٽن مان نڪتا "هٿ ايا ڪري هڪدم سڀ ٻاهر نڪري لائين لڳايو." هنن حڪم ڏنو.

پوليس وارن بندوقون ڪٽڻ بدران سيني کان اڳ ۾ پاڻ ئي هٿ ايا ڪيا، پر بهادر انسپيڪٽر صاحب جا حوصلا اهڙا خطا ٿيا، جو هو بي اختيار وٺي ڀڳو، "ٺڪ" ۽ "گهوڙا ڙي ي ي ي" جا ٻئي آواز گڏو گڏ آيا! انسپيڪٽر جو حشر ڏسي، سڀ زالون مرد هٿ ايا ڪندا، هيٺ لهي لائين بنائي بيهي رهيا.

هڪڙي جوان متي وڃي لاريءَ جي تلاشي ورتي، رائفلون هٿ ڪري پئسن جي پيٽي ۽ ٻيون سڀ قيمتي سامان هيٺ لاٿو ويو. چار زميندار ڊِل پيارڻ لاءِ ڪپري وڃي رهيا هئا. تن کان سڀ ڊِل وصول ڪري کين سانگهڙ سرڪار جون چپايل رسيدون ڏيئي هدايت ڪئي وئي تہ اڳتي ڊِلون سانگهڙ سرڪار کي ڏيندا ڪريو، ۽ ٻين کي بہ اهڙي هدايت ڪريو.

مريد خان وڏي هراسيل عورتن کي چيو، "مايون نياڻيون! ڪوبہ ڊپ نہ ڪريو، اوهان جي وار جو بہ نالو نہ ورتو ويندو." پوءِ ڊرائيور ڏي منهن ڪري چيائين، "اڌ ڪلاڪ کان اڳ لاري چالو ڪيئہ، يا لاش کنيئہ تہ پنهنجو خير نہ سمجهج."

پئسينجرن مان ڪي پلنگي جا مري پروچ هئا. هڪ تڳوسر جو خاصخيلي هو، سي اتي ئي لٿا، ٻيا ڏڪندا ڪبندا وري چڙهي وينا. هٿن خالي پوليس وارا انسپيڪٽر صاحب جي لاش وٽ وڃي وينا. هڪڙي پڻ پڻ ڪندي چيو، "هنن ۾ بہ همراهہ تہ پلنگي واري مير صاحب جي ڪوٽ جا وينل هئا" ٻئي ٺڦر هڻي چيس "چپ بيوقوف! سر وڃائڻو اٿئي ڇا؟ توکي اڃا بہ سمجهہ ڪانہ ايندي؟ ياد رک، پاڻ کي رپورٽ ۾ ويهہ حر جاڻائڻا آهن ۽ اهڙو ڪوبہ لفظ نہ ڪڍڻو آهي، جنهن مان ڪنهن کي بہ اهو شڪ پوي تہ انهن مان ڪن کي اسين سڃاڻون ٿا."

نيڪ اڌ ڪلاڪ بعد ڊرائيور لاري چالو ڪري، پوئتي هٽائي، جهنگل کان نڪري اوجهڙ مان وڪڙ ڏياريندو وڃي رستي تي وڌي.

مگر محسن شاهه جي قتل کي وري خيرپور جي ڪمانيءَ عرف ناظم سيد غلام رسول شاهه "بيوقوفي" سڏيو ۽ اعلان ڪيو ته "حرن تي هجي ڪا مڙسي، ته اچي مان جو نالو وٺن." انهي اعلان سان گڏ شاهه صاحب سڄيءَ خيرپور رياست تي رهندڙ حرن سان ظلم مچائي ڏنو. هو انهي حد تائين به وڃي پهتو، جو ڪٿي ڪن سانتيڪن ۽ هلچل کان پري رهندڙ حرن جي ڳوٺن تي اوچتا حملا ڪرائي سڀ رهاڪو قيد ڪرائيندو هو، ته هٿ آيل مجبور عورتن کي اگهاڙو ڪرائي سندن جلوس به ڪڍائيندو هو.

هن پنهنجي 'عقلمنديءَ' جو مظاهرو هن طرح ڪيو، جو سخت پهري هيٺ رهندو هو ۽ هر رات نئين هنڌ سمهندو هو، انهي حد تائين، جو بعضي بعضي هڪ رات ۾ ٻه ٻه- ٽي هنڌ بدلائيندو هو. اهڙين عقلمندين سبب هو ڪڇيون هڻندو هو، ته "انهن حرڙن رڳو 'بيوقوف' ڪامورا ماري ڏنا آهن، پلا پهچي ته ڏيکارين اسان پارن عقلمندن وٽ!"

شاهه صاحب جي هنن اعلانن ۽ ظلمن جوشيلن حرن کي آگ ڏياري ڇڏي. غازين مان مصري چانگ ۽ حاجي چانگ ڪجهه ساٿين کي همراهه ڪري هن ظالم انسان کي ختم ڪرڻ جو پروگرام بنايو. هنن پنهنجن قابل جاسوس ساٿين وسيلي اهو پتو ڪڍيو، ته هينئر شاهه صاحب ڪنهواري بنگلي تي ترسيل آهي. هنن سندس اها عقلمندي به پانهنجي ورتي، ته هو رات جو ته تمام گهٽو چؤڪنو هوندو هو، پر ڏينهن جو تمام گهٽ ۽ صبح جو سويل اٿي رات خيريت سان گذرڻ تي خوشيون ڪندو هو. ان وقت عام طرح سموري پوليس به بي فڪر رهندي هئي. ان ڪري علي الصبح جيئن شاهه صاحب ننڊ مان اٿي غسل وغيره ڪري ڪپڙا بدلائي ناشتي تي ويٺو، تيئن وٺي ڪٿي حملو ڪيائون. بنگلي تي مشين گنون فٽ ٿيل هيون، پهريدارن هٿيارن سان ليس هئا، خود شاهه صاحب وٽ به بهترين ريوالور ۽ اٿاهه گوليون هيون، پر اهڙي هئبتناڪ هنڌ تي حملو ڪندي به هيءُ مجاهد نه مڙيا ۽:

پتنگن پهه ڪيو، مڙيا مٿي مچ،
پسي لهس نه لِڇيا، سڙيا اتي سچ!

ءُ

### اڳيان اڏين وٽ، پوين سر سنپايا!

وارو قصو ڪري ڏيکاريائون. شاهه کي پڪ هئي تہ ايڏي سخت ترين بندوبست وچان مون تائين ڪوبہ ڪونہ پهچندو، پر پتو تڏهن پيس، جڏهن بند دروازي تي اچي ڪهاڙين جا وار ٿيا. بهادر شاهه صاحب دروازي جي ٽنگن مان ريوالور جا فائر ڪري رهيو هو، پر ڪن ئي نہ گذري تہ دروازي وچي ڦهڪو ڪيو!

جيئن هر ظالم سخت بزدل ٿيندو آهي، تيئن هاڻي ڪو هن بهادر شاهه جون ليلڙاٽيون ٻڌي! "اڙي خدا جو واسطو اٿوَ" "اڙي رسول جو ننگ اٿوَ" "اڙي امامن جي صدقي مون کي جيئدان ڏيو" "اڙي بحرمت سچيءَ سڳوريءَ جي مون سادات تي رحم ڪريو."

"بس بس، هاڻي توتي ضرور 'رحم' ڪيو ويندو، توتي هڪڙي گولي بہ نہ هلائي ويندي، شڪاري! خبردار! شاهه صاحب تي ڪوبہ فائر نہ ڪيو وڃي!" سردار اعلان ڪيو.

هاڻي شاهه صاحب ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پنهنجي عقلمنديءَ تي نازان ٿيڻ لڳو تہ "ڏسو تہ ڪيئن پاڻ بچائي ويس" مگر سردار جو تازو حڪم ٻڌي بت ٿي سڪي ويس، "هن تي ڪهاڙين جا اهڙا وار ڪريو. جيئن بت ڳترا ڳترا ٿي وڃيس، ۽ دوزخ جي داروغن کي بہ اهڙو هنڌ هٿ نہ اچي، جتي ڪٽي ڏنپ ڏينس!"

ڏسندڙن جو بيان آهي، تہ هن حڪم شاهه جو رت ائينءَ ڪجايو، جو سوَنَ وارن وچان هڪ ٽيپو بہ نہ ڪريو، هر ڪنهن هنڌ ڪارو رت ٻڌل ٿي هو!

مجاهد "پيج پاڳارا" چوندا هليا ويا، البت هڪڙو سخت زخمي ڪنهن طرح رهجي ويو، آخري نعرا ٻڌي هن هڪ سپاهيءَ کان پڇيو "ادا ڇا ٿيو؟" سپاهين ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو، هن وري وري پئي پڇيو. آخر هڪڙي چڙ مان چيو "هن سادات سڳوري کي ڳترا ڳترا ڪيوَ، تہ بہ اجا دل نہ ٺري اٿوَ!"

"الحمدالله" زخميءَ نهايت مسرت سان چيو "ڪعبي ڌڻيءَ جو قسم! مراد کي ماڻيوسون!" ۽ مرڪندي ڪلندي سندس روح پرواز ڪري ويو!

غلام رسول شاهہ جي قتل تان جيئن حرن ۾ خوشيون ٿيون، تيئن سڄيءَ سنڌ جي عوام مسرت جا نعرا بلند ڪيا؛ ڇاڪاڻ تہ هيءُ اهو ظالم ترين انسان هو. جنهن جي قهرن انسانيت جو بہ ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو هو. زالن جي سٿڻ ۾ ٻليون وجهائڻ، مائن کي پٽن جي روبرو ڪري سائن بيعزتيءَ جون هلتون ڪرائڻ، بلڪ هنن کي بہ اگهاڙو ڪرائي مٿن دسڻ، غريب هارين کي ٻني انداز مارون ڏيئي سندن هڏ گڏ پيڃڻ، اهي سڀ هن جون ايجادون هيون. انگريزي انصاف جي ڪتابن ۾ تہ ائين ئي لکيل هو تہ:

"هڪ بي گناهہ کي سزا کان بچائڻ خاطر جيڪڏهن ڏهہ گناهہ گار بہ ڇٽي وڃن تہ حرج ناهي"

پر هن قهار شاهہ جي ڪوڊ ۾ ائين ئي لکيل هو تہ "هڪ گناهہ گار کي پڪڙڻ خاطر جيڪڏهن ڏهن بي گناهن جا هڏگڏ ڀڃجن ۽ ويهن عزت وارين زالن جي عزت لٽجي، تہ اها مڃن مروڙڻ جهڙي ئي ڳالهہ آهي، انهي ڪري مٿس اهو عوامي نالو "سيد سپاهي، غضب الاهي" پئجي ويو، جو اڄ تائين هر ڪنهن ظالم سيد لاءِ پيو اچاربو آهي.

مگر شاهہ صاحب جا اهڙا سمورا ظلم ان مهل ڪڙڪي وڃي خود فريادين جي ڪنڌ تي پوندا هئا، جنهن مهل جوابدار ڪيس دل گهريو نذرانو ڏيندو هو، يا اڳواٽ ئي "حصو" پيش ڪري ڇڏيندو هو، ۽.... اهو هو انگريزي سامراج جو نظامِ انصاف، جنهن کي ڪيترائي ابوجهہ ڳائيندا وتن ٿا، ۽ جو هو ورثي ۾ اسان وٽ ڇڏي ويا! اسان قوم جي ابوجهائي آهي، جا ڪين اها تميز ڪرڻ بہ نٿي ڏئي، تہ ٻنهنجي حڪومت، ڪٿي اها ڪيتري بہ بري هجي- پر سامراجيت (ڌارين جي غلاميءَ) کان بهرحال چڱي آهي- بس، شاهہ صاحب جو قتل گويا پوليس جي بهادرين جي خاتمي جو اعلان هو؛ انهي بعد پوليس حرن کان ائين ڀڄندي هئي، جيئن ڪانو ڪمان کان؛ بلڪ سمجهدارن تہ باقاعده سائن وچي واسطا ڳنڍيا ۽ حصا پتيون مقرر ڪيون، هو زميندارن، سيٺين، رشوتي ڪامورن ۽ تپيدارن کي ڦري ايندا هئا، تن جو پنجون حصو يا "خمس" پوريءَ شرافت سان ڪين اڳوات ئي پهچي ويندو هو، پوءِ مجال آهي جو هنن جو ڪو ڪٿي نالو وٺي، بلڪ هو تہ الٽو سندن معزز مهمان اچي ٿيندا هئا ۽ هو ئي ڪين انگريزي ملٽريءَ وارن کان بچائيندا هئا ۽ اها هر ڪنهن کي

خبر آهي تہ انهن زمانن ۾ پوليس اهڙي تہ سائي ٿي ويئي جو بنگلا، زيور، زمينون ۽ الائجي ڇا ڇا بنائي ويئي.

زينب، اوپائي ۽ عمر کي صبح جو 8 بجي ڌاري نيرن ڪرائي رخصت ڪيو ويو هو. ڪئمپ کان ٻاهر آيا ۽ ٻي ڪئمپ ڏانهن وڃڻ لاءِ واريءَ ۾ بنيل اُنن جي پيرن جا نشان ڏسي هلڻ لڳا.

ڪئمپ کان ڪافي پريرو پهچڻ بعد اوپايو فڪرمند ٿي چوڻ لڳو تہ اهو تہ غضب ٿيو، جو صحرائي عقاب گرفتار ٿي ويو. جيڪڏهن هن جي آزاديءَ لاءِ غازين جو اڌ قربان ٿي وڃي، تہ بہ سستو سودو آهي. پر افسوس جو سردار کي شايد اها خبر نہ پئجي سگهي آهي، نہ تہ هو يقين سان هن جي ڇوٽڪاري لاءِ لشڪر ڪشي ڪري ها. هاڻي تہ ترت ئي هن کي سانگهڙ موڪلي ڇڏيو ويندو، پوءِ تہ جڻ مڙس ڇٽو: مگر في الحال هو هڪ اهڙيءَ جاءِ تي آهي، جتي جيڪڏهن صرف 25 ڪن جانباز غازي شب خون مارين، تہ آسانيءَ سان هن ۽ هن جي جانباز ساٿين کي آزادي حاصل ٿي سگهي ٿي. ان ڪري في الحال ٻاڻ واري مهم کي وساري، ملوڪ جي جلد رهائيءَ لاءِ ڪو ترت قدم کڻڻو آهي. ائين چئي هو ڪنڌ هيٺ ڪري، خيالن ۾ غرق ٿي ويو. بہ ڪلاڪ ڪن تائين هو ان طرح سوچيندو رهيو ۽ پوءِ چيائين تہ، ”نيڪ آهي، مون مڪمل پروگرام بنائي ورتو آهي. اڄ رات پسوئينءَ ڌاري انشاءالله شبخون ماربو.“

زينب هي گفتا ٻڌي حيران ٿي ويئي، هن ڏانهنس نهاري چيو: ”ٻاڻ بہ-ني ڳالهہ پلا ڪهڙو ڇاپو هٽي سگهون ٿا؟“

اوپائي کلي چيو، ”ديءَ، هي سارو علائقو اسان جو پنهنجو آهي. هينئر اسان کي برق رفتاريءَ سان صرف پندرهن ڪن ميل، ڏاکڻي رخ ڏانهن سفر ڪرڻو آهي، پوءِ ڏس تہ قدرت ڇا تماشو ٿي ڏيکاري! هو نهايت تيز رفتاريءَ سان پيدل هلي رهيو هو ۽ زينب ۽ ڇوڪرو هن جي پنيان ڪڏهن ڊوڙندا، ٿاٻڙندا پئي ويا. تان جو اچي ٻيهر ٿيا. هاڻي لاچار هن گرم لڪ سبب ڪن وڻن هيٺ آرام ڪيو. شام جو وري اٿي پنڌ پيا. سمهڻيءَ ڌاري هڪ اهڙيءَ

جاءِ تي پهتا. جتي گهگهه اونداهي چانئڻ ڪري ڪوبہ پتو نٿي پئجي سگهيو، تہ ڪهڙي ماحول ۾ بيٺا آهن، پر اوپائي هڪ پٽ جي چوٽيءَ تي چڙهي ٿوهہ لڳائي ۽ آخر باهہ جي هڪ ٿمڪي کي جاچي اوڏانهن رخ رکيائين، تان جو اچي اتي پهتا.

اوپائي پري کان ئي جانورن جي ٻوليءَ ۾ هڪ وچتر اشارو ڪيو. جواب ۾ سامهون بہ اهڙو آواز آيو ۽ ترت ئي هو وڏيءَ سنگت وٽ اچي پهتا.

ماني ڪائي چوڪرو ۽ زينب تہ سمهي رهيا، پر اوپايو چند ماڻهن سان گڏجي هڪ باهہ جي الاءَ تي وڃي ويٺو. ڪلاڪ کن کان پوءِ پٽ جي ٻاهران، ڪيترن اُنن جي رازي جا آواز آيا ۽ ڏسندي ڏسندي هڪ ٻئي پٺيان ڪيترا ماڻهو اچي هڪ ٻئي سان گڏجي ويهڻ لڳا. تان جو ڏهين ٻجي ڌاري اوپايو ٽيهن هٿيارٻند ماڻهن جي معيت ۾ برق رفتار مهري اُنن تي سوار ٿي هليو. انهن جي وڃڻ کان پوءِ چار هٿيارٻند غازي، ٻهري ڏينڻ لاءِ پٽڻ کان ٻاهر نڪري هليا ويا ۽ ڪجهہ ماڻهو غازين جي ڪاميابيءَ لاءِ نماز، دعا ۾ مشغول ٿي ويا.

اوپايو ۽ سندس همراهہ اهڙيءَ تہ تيزيءَ سان انن کي ڀڄائيندا هئا جو ٽيهن ميلن جو مفاصلو چند ڪلاڪن ۾ طئي ڪري ڪئمپ کان هڪ ميل جي فاصلي تي اچي لٿا. انن کي پٽن اندر لڪائي وهاري پاڻ نهايت خبرداريءَ سان ڪئمپ ڏي وڌيا.

فجر ٿيڻ ۾ ڪلاڪ کن مس هو. ڪئمپ ۾ مڪمل خاموشي هئي. شايد سپني کي پڪ هئي تہ پلا هتي اسان کي حر ڇا ڪندا. سو پيا تہ آرامي هئا. پر سڄي رات جاڳڻ بعد پهريدار بہ جهوٽا کائي رهيا هئا. اوپائي ڏهن چونڊ غازين جو دستو ساڻ ڪيو ۽ پيٽ ڀر سرڪندا انهي ڪنڊ ڏانهن وڌندا ويا، جنهن ۾ قيدي هئا ۽ ٻئي طرف ويهن جانبازن کي وٺي سندن سالار ڪئمپ جي دروازي ڏي ويو.

دروازي تي پهچي انهن غازين اوچتو ڪٽي ٻن جهوٽا کائيندڙ پهريدارن تي حملو ڪيو ۽ هو اف ڪرڻ کان سواءِ ئي ٻڏجي پيا. ڪجهہ دير ترسي هنن سپٽي وجائي ۽ دروازي طرف هوائي فائر ڪيائون، هاٿي ملٽريءَ وارن ۾ هلچل مچي ويئي ۽ سڀ دروازي ڏانهن ڊوڙڻ لڳا. هيءَ ڏسي سردار ۽ سندس همراهن اهڙيءَ طرز سان فائر ڪندي ڀڄڻ شروع ڪيو، جو ملٽريءَ وارن

سمجهيو تہ ڪن تمام گهڻن حرن حملو ڪيو آهي، سو بي اختيار ٿي هنن پنيان ڪاهي پيا، جو اوپائي وارن ڪي وجهہ اچي ويو، جي تارن ڪپڻ وارن اوزارن سان تارون ڪپي وجي قيدين وٽ پهتا، هنن کي آزاد ڪرائي سڀ پيٽ ڀر سرڪندا پٽن ڏي هليا.

جڏهن سردار ۽ سندس ساٿي ملٽريءَ وارن کي ڳچل پنڌ پري ڪدي ويا، ۽ اندازو ڪيائون تہ هاڻي اوپايو قيدين سميت بہ پري نڪري ويو هوندو، تڏهن هو بہ فائر بند ڪري گوهيون ڪائي پٽن ۾ گم ٿي ويا ۽ ملٽريءَ وارا "حرن کي پڇائڻ جي فتح" حاصل ڪري واپس وريا، پر ڪئمپ ۾ پاحسين متل ڏنائون جو ههڙا قيمتي قيدي گم ٿي چڪا هئا. ڪجهہ سپاهي انهن پنيان بہ ويل هئا، مگر ڪجهہ وقت بعد اهي بہ ڦلها منين ڪٽي ڪي همراهہ مارائي. ڪي ڦتائي اچي واپس پهتا. جو تہ صحرائي عقاب هن علائقي جي وک وک مان اهڙو تہ واقف هو جو گوهيون ڏيئي ڪائنن نڪري چڪو هو.

انين ٻجي جي مهل هئي، جڏهن سڀ جانباز صحرائي عقاب ۽ ٻين قيدين سميت واپس اچي ڪئمپ ۾ پهتا، ملٽريءَ وارن جي فائرن سبب ڪن کي هلڪا ڌڪ بہ لڳل هئا، جن پٽڪن سان پنهنجن زخمن کي ٻڌو هو ۽ هاڻي پڙاءُ واري حڪيم صاحب سندن باقاعده تيمارداري شروع ڪئي.

عين ان وقت پڙاءَ جو سردار اتي آيو ۽ چيائين تہ جلدي ڪريو، اچو ۽ انن تي شوار ٿيو، هتي ترسڻ ٺيڪ ڪونهي. ممڪن آهي تہ ملٽري وارا انن جو پيرو کڻي هتي پهچي وڃن، جو انهن سان گڏ تر جا هاڻڪ پيري بہ آهن. ان بعد تڙ تڪڙ ۾ سامان ۽ هٿيار هٺن ۾ کڻي هو سڀيئي پٽ جي ٻاهران وينل انن تي سوار ٿي سردار جي اٺ پنيان هلڻ لڳا. هان اٺ، بيابان جا جهاز، هلي ڪونہ رهيا هئا، مگر جڻ تہ واريءَ مٿان تري اڏامي رهيا هئا. هو پنهنجن مالڪن جي هڪلن ۽ همٿائڻ ڪري هوا سان ڳالهيون ڪري رهيا هئا.

هاڻي سج بہ اچي ڪاپار مٿان پهتو هو. سڀ جانباز انهن ٻهاڙين جي وچ ۾ بلڪل اونهو هڪ اهڙي هنڌ تي اچي پهتا، جتي صانع قدرت جو عظيم الشان شاهڪار ڏسڻ ۾ آيو. هڪ سوڙهي لڪ مان ٻاهر نڪرندي ئي کين هڪ اهڙي ڪشادي وادي ڏسڻ ۾ آئي، جنهن جي چوڌطرف ٻهاڙيون هيون ۽ هڪ طرف وٽڪار، ساوڪ ۽ پاڻيءَ جو وڏو ۽ ويڪرو چشمو هو، جنهن مان پاڻي

ٻاهر نڪري هڪ واهيءَ ۾ پئي پيو ۽ وڻن ۾ ساوڪ وغيره کي پئي سيراب ڪيائين.

شام ڌاري طعام تيار ٿيو ۽ سڀني ڪاڌو. رات جو سڀني اتي ئي سمهي ٽڪ ٻڳو. صبح جو سردار ٻن- ٻن برق رفتار سوارن کي چؤطرف خبرون آڻڻ لاءِ موڪليو، تہ هو جاچ رکي اچن.

صبح جو ناشتو پاڻيءَ کان پوءِ سردار ۽ صحرائي عقاب گڏجي اوپائي ۽ زينب جي مهم بابت ڳالهيون ٻولهيون ڪيون، آخر رايو ڏنائون تہ في الحال ان طرف يعني صحرا واري علائقي ڏانهن وڃڻ مناسب نہ آهي.

اوپائي ساري حقيقت سردار ۽ جيئندي کي ڪري ٻڌائي، تہ هو سندن هن ڪارنامي کان بيحد خوش ٿيا ۽ صحرائي عقاب جي عقل کي داد ڏيندي چيو تہ چڱو ٿيو، جو اوهين واپس آيا.

## يہ ڪس مست ڪے آنے ڪي آرزو هے،
## ٻپا ساقيا! ساغرِ مشڪبو هے!

اڄ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ وڏي هلچل مچي ويئي آهي، ڦاسي گهاٽ ۾ پوش پوش ٿي رهي آهي، سڀني ڪمرن جا دروازا پيا کلن: معلوم ٿي ٿيو، تہ اڄ هتي ڪو اهڙو قيدي اچي رهيو آهي، جنهن جي ڪري سمورا قيدي اتان ڪڍي، ٻِر واري زناني وارڊ ۾ پيا موڪليا وڃن ۽ زالون وري سکر جيل ڏي: هيڏي ساري وارڊ جي صرف هڪ ڪمري ۾ انهي کي رهائبو، باقي ٻين ڪمرن ۾ وري سندس حفاظت لاءِ پوليس ۽ ملٽري رهندي.

او هو! تڏهن هيءَ تہ ڪو اهڙو ”مرد متير“ آهي، جنهن هڪڙي لاءِ سڄو ڦاسي گهاٽ ئو رزرو ڪيو وڃي!

جي ها. هو اهڙو مرد متير تہ آهي، جنهن جي پهچڻ ۽ غسل وغيره ڪري سفر جو ٿڪ لاهڻ شرط خود حر ڪمشنر مسٽر لئمبرڪ، سندس نائب ڪارگل ۽ ٻين آفيسرن کي وٽي ملاقات لاءِ آيو.

قيدي بلڪل بيپرواهيءَ ۽ اطمينان سان آرام ڪرسيءَ تي دراز هو. مسٽر لئمبرڪ ويجهو آيو، تہ هن ليٽي ليٽي ئي ڪين سندس وڏايل هٿ ڏي

هٿ ڳگهاڙيو. هڪ ديسي چاپلوس آواز ڏنو ”پير صاحب! هيءُ لئمبرڪ صاحب جن آهن.“

هن شير مرد جواب ۾ ڏانهنس اهڙين ڪرڙين نظرن سان نهاريو، جو هانوَ ئي ڪاڇي ويس، ۽ لرزندو ڏڪندو وڃي پريرو ٿي بيٺو.

”مگر پير صاحب! ملاقاتين سان تہ اخلاق سان پيش اچبو آهي!“ لئمبرڪ صاحب مشڪندي چيو.

”توهان ملاقاتي نہ آهيو، هينئر صرف هڪ سامراجي پنهنجي ڏوڪي سان قيد ڪرايل باغيءَ سان ملي، مٿس رعب جمائڻ لاءِ آيل آهي.“

”تڏهن بہ آيلن جو احترام ڪبو آهي.“ لئمبرڪ صاحب هـائي گنڀير ٿي چيو.

”لئمبرڪ صاحب! ڪنهن سامراجيءَ جو احترام تہ بجاءِ خود، پر جيڪڏهن اسان جي دل ۾ هن لاءِ ذري بہ عزت پيدا ٿيڻ لڳندي آهي، تہ اسان کي پنهنجي صحيح ’حسيني‘ هجڻ ۾ ئي شڪ پيدا ٿيڻ لڳندو آهي!“

”مگر هيڏي ساريءَ فوج واري شهنشاهيت سان بغاوت ڪرڻ مان اوهان کي آخر حاصل ڇا ٿيندو؟“ لئمبرڪ ڪجهہ ٽوڪ مان چيو.

”اهو، جو اسان جي ڏاڏي حسين عليہ السلام کي حاصل ٿيو!“ پير صاحب نهايت اطمينان سان جواب ڏنو.

”يعني يزيد تہ مؤج سان حڪومت ڪندو رهيو، پر امام صاحب، پنهنجي عـزيزن سميت نـابود ٿي ويـو، ائين نہ؟“ لئمبـرڪ صاحب ٽـوڪ مان چيو.

”جنهن کي توهين ”نابودي“ ٿا چئو، سا اهڙي ”بقا“ آهي، جا قيامت تائين پيئي هلندي.“ پير صاحب ساڳيءَ طرح سنجيدگيءَ مان چيو. ”يزيد نہ صرف ادائي سالن ۾ ختم ٿيو، پر سندس جوءِ بہ ٻين جي حوالي ٿي، ۽ پوين مان بہ ڪـو حڪمران رهـي نـہ سگهيو؛ مگر حسيـن جي نيڪنـامـي دائما قـائم رهندي.“

”مگر آخر انهيءَ هلچل هلائڻ مان فائدو ڪهڙو، جنهن مان في الحال ڪجهہ حاصل نہ ٿئي؟“

”اهو ئي، جو اڳ ٻڌايوسون.“

"مگر انهي کي ڪاميابي تہ نہ چئبو؟"

"جي، ها، توهان پارا ڏاها ضرور ان کي ناڪامي سڏيندا، مگر:

بسائـي هـي وه دنيا، ايڪ ديوانہ محبت ني

جهان هر نامرادي مين جمالِ ڪامراني هے!"

"ڇا توهين اهو نٿا ويچاريو، تہ پوين لاءِ ڇا ٿا ڇڏي وڃو؟"

"لئمبرڪ صاحب! شاعر جو قول آهي تہ:

سودا! قمارِ عشق مين خسرو سـي ڪـوهڪن،

بازي اگرچہ لے نہ سڪا، سر تـو ڪـو سڪـا!

ڪس منہ سي اپني آپ ڪو ڪهتا هي عشقباز،

اي نابڪار! تجهہ سي تو يہ بي نہ هـو سڪـا!

الحمد الله، اسين پنهنجي پوين لاءِ پنهنجو لقب "نابڪار" ڇڏڻ بدران "ڪوهہ ڪن" ڇڏي ويندا سون، جنهن تي هو ابد تائين فخر ڪندا رهندا. اهو گنج لازوال هنن لاءِ ارين جي دولت کان بہ وڌيڪ آهي!"

"مان تہ انهي سوال جي جواب ملڻ لاءِ حيران آهيان، تہ اوهين ۽ اوهان جا حر پنهنجيون هي قيمتي زندگيون، آخر رائگان ڇو ٿا وڃايو!"

پير صاحب آرام ڪرسيءَ تي ليٽيل هو، پر هيءُ سوال ٻڌڻ شرط سندس چهرو لال ٿي ويو ۽ سڌو ٿي ويهي چيائين "اها ٻي ڳالهہ آهي، تہ اسين ٿا پنهنجيون زندگيون وڃايون، يا اهي اسان کان ناحق ۽ ظلم سان کسيون ٿيون وڃن ۽ خلق.کي اهو ڌوڪو پيو ڏنو وڃي، تہ خونريزيءَ جي شروعات اسان کان ٿي آهي؛ مگر اوهين اهو سوال انهن انگلنڊ جي ڳڀروئن کان نٿا پڇو، جن رڳو ناروي جي ڪناري تي پهچڻ لاءِ هزارن جي تعداد ۾ سمنڊ ۾ ٽپ ڏنا؟

"اهو سوال انهن لکن جوانمردن کان نٿا پڇو، جي اڄ جرمنيءَ جي آگ جو ايندڻ پيا بنجن؟

"اهو سوال انهن انگريز مائن کان نٿا پڇو، جي پنهنجن ڪونڌرن کي ڪڇن مان ڪڍيو پيون عزرائيل ڏي اُمائين؟"

لئمبرڪ وسامجي ويو. هن جي سموري شوخي ختم ٿي ويئي، هن ڪجهہ نماٽائيءَ سان چيو "مگر پير صاحب، اتي تہ قوم جي آزاديءَ جي ڪسجڻ جو ڊپ آهي نہ؟ هٽلر جو تہ صاف اعلان آهي، تہ هو انگلينڊ جي

سرزمين تي قبضو ڪري پوءِ دم پٽيندو!"

"پوءِ ڇا ٿيو؟ اوهان جي سچي سڄڻ مسٽر گانڌيءَ جي مشوري موجب ڪٽي ڪيس قبضو ڪرڻ ڏيو، اخلاقي فتح تہ اوهان جي ٿيندي نہ؟" پير صاحب سنجيدگيءَ سان چيو.

هيءُ لفظ ٻڌي، لئمبرڪ صاحب جو بہ منهن لال ٿي ويو ۽ چيائين "اسين پنهنجو ٻچو ٻچو ڪٽائينداسون، مگر پنهنجي زندگيءَ ۾ هنن کي اسان جي مقدس وطن جي هڪ انچ تي بہ قبضو ڪرڻ نہ ڏينداسون!"

"۽ اسين پنهنجي مقدس وطن جي سڄيءَ سر زمين تي اوهان سٽن سمنڊن تان نازل ٿيل سامراجين جو قبضو خوشيءَ سان سدائين برداشت ڪندا پيا رهون، ائين نہ؟" پير صاحب بہ ساڳئي جوش مان چيو "صاحب بهادر! اسين انهي بهادر ۽ محب الوطن رصول صہ جا اُمتي آهيون، جنهن جو قول آهي تہ:

"جيڪڏهن ٻجي سگهي تہ برائيءَ کي طاقت سان دفع ڪجي، پر ايتري طاقت نہ هجي، تہ زبان سان ڪوشش ڪجي، جي اها بہ همت نہ هجي، تہ دل ۾ تہ ان کي برو سمجهجي.

پر جيڪو دل ۾ بہ ڪيس برو نٿو سمجهي، ان جي دل ۾ رائيءَ برابر بہ ايمان ناهي!"

هاڻي لئمبرڪ ڳالهہ ڦيرائڻ لاءِ چيو، "ڀلا اوهان جو اڳ ۾ چيو تہ اسين پنهنجيون قيمتي زندگيون رائيگان نٿا وڃايون، پر اسان ڪان زوريءَ ٿيون کسجن، جي ائين هو تہ اوهان هيءُ ٻائيتال شروع ڇو ڪرايو؟"

پير صاحب نهايت تيز نظر سان نهاري چيو، "اسان شروع ڪرايو، يا اوهان شروع ڪيو؟"

"اسان ڪيئن شروع ڪيو؟ اسان تہ صرف اوهان کي قانون جي ڀڃڪڙيءَ سبب نظربند ڪيو، پوءِ اوهان جي همراهن ئي لاهور ميل ڪيرائي مارشل لڳرائي."

"لاهور ميل اسان جي همراهن ڪيرايو، يا ڪيئن ڪريو، سا بي ڳالهہ آهي: پر ٻڌايو تہ مان ڪهڙي قانون جي ڀڃڪڙي ڪئي، جنهن تان اوهان مان کي ڪن ڌوڪيبازن جي مدد سان گرفتار ڪيو؟"

"اوهان کي ڪراچي ڇڏڻ جي منع ڪانہ هئي؟"

"ڪڏهن؟ ڪهڙيءَ تاريخ، ڪهڙي نمبر سان اهو حڪم نڪتو؟"

لئمبرڪ صاحب هن سوال جي جواب ۾ وسو ٿي چيو، "اوهان ڪي سر غلام حسين زباني منع نه ڪئي هئي؟"

"اوهان جي زباني منع به ٿي قانوني حڪم؟ انهي زباني منع سبب مان ڪي گرفتار ڪري سنڌ کان ٻاهر موڪلڻ ڪهڙي قانون ۾ جائز هو؟ وري مان ڪي نه گرفتار به نه ڪيو ويو، صرف چيو ويو هو ته گورنر صاحب اوهان ڪي گهرايو آهي، ڇا اها ڏوڪيبازي به قانوناً جائز هئي؟"

لئمبرڪ پريشان ٿي چيو، "خير، اسان نه ڪٿي فساد کان بچاءَ خاطر انهي بهاني سان اوهان ڪي عزت سان نظربند ڪري ٻاهر موڪليو، مگر انهي ڪري اوهان جي غازين ڪي صرف نهچلداس، ۽ خان بهادر الله بخش وغيره ڪي مارڻ خاطر لاهور ميل ڪرائي هزارين خلق ڪي برباد ڪرڻ مناسب هو؟"

'جناب، لئمبرڪ صاحب!' پير صاحب نهايت گنڀير ٿي چيو، "اها غلط پروپيگنڊا اوهين اخبارن ۾ ته پل پيا ڪريو، پر ڇا، اوهين سمجهو ٿا ته اوهان جي اسان ڪي نظربنديءَ ڪرڻ سبب اسان ڪي اها خبر ئي ڪانه آهي، ته ويچارن حرن لاهور ميل ڪيرائڻ جو پروگرام هرگز نه بنايو هو."

لئمبرڪ هاڻي هڪ عجيب نظر سان نهاري چيو، "ڇا حرن لائين نه ڪٽي هئي؟"

"بيشڪ ڪٽي هئي، پر ڇا، اها لاهور ميل لاءِ ڪٽي ويئي هئي؟"

"پ پ پوءِ ڇ ڇ ڇا لاءِ ڪٽي ويئي هئي؟" لئمبرڪ هبڪندي چيو.

لئمبرڪ جون سموريون شوخيون ته ختم ٿي ويون، پر هيترن ماڻهن جي روبرو جيڪا هيءَ وار جي ڪل لهي رهي هئي، سا به ڪيس پسند نه هئي، ان ڪري ڳالهه ڦيرائڻ خاطر چيائين، "پير صاحب! اسان ڪي اوهان جي حب الوطنيءَ واري جذبي جو قدر آهي، مگر ڏسو نه، جڏهن اسان پاڻ جنگ بند ٿيڻ بعد اوهان ڪي آزادي ڏيڻ جا اعلان ڪيا آهن، تڏهن اوهين چو ٿا ناحق هيءَ جدوجهد ڪريو؟"

"اعلان؟ اوهان جا اعلان؟" پير صاحب نفرت مان نهاربندي چيو، "اوهان جا اهي اعلان نه رائيءَ وڪٽوريا کان وٺي ٿيندا اچن، پر ڪڏهن انهن تي قائم به رهيا آهيو؟ اهڙا "سوراج" جا اعلان ته اوهان اڳينءَ جنگ وقت به

ڪيا هئا. جن ڪان پنيلجي نہ صرف اسان جي هندو مسلم اڳواڻن بہ اڳينءَ جنگ ۾ مددون ڪيون، بلڪ اسان جي بزرگن بہ ڪيتروئي باروت، چندو ڏنو ۽ پنهنجا غازي بہ پرتي ڪرايا. پوءِ جنگ بند ٿيڻ بعد اوهان تہ اهو سوراج ڏنو، جنهن سان امرتسر جو جليانوالہ باغ ۽ پشاور جي قصہ خواني بازار بہ رنگجي ويئي، لکن هندو مسلمانن کي جيل ۾ وڌوَ، هٿرادو فسادن وسيلي هزارين بي گناهہ ماريوَ، اهو ئي هو اوهان جو سوراج؟"

"مگر هينئر تہ نہ فقط اسان، بلڪ سيني اتحادين گڏجي 'ائٽلانٽڪ چارٽر' پاس ڪيو آهي، جنهن موجب خودبخود اوهان کي آزادي ملندي نہ؟"

'چارٽر' پير صاحب نفرت مان چيو. "هونهہ! وڏا اعتبار جوڳا ٿيا اوهان جا اهي چارٽر ۽ عهدناما! اوهين انهي ميڪاويلي جا پيرو آهيو نہ، جنهن 'بادشاهہ' نالي ڪتاب ۾ هدايتون ڏنيون آهن، تہ بادشاهہ کي هر ضرورت وقت پنهنجا عهدناما بيدڙڪ ٽٽائڻ گهرجن! جا اڳينءَ جنگ ۾ اوهان عربن سان حڪومت خود اختياريءَ ڏيڻ جا عهدناما ڪري غريب ترڪن کي هنن هٿان مارايو هو؟ پوءِ اڄ ڪٿي آهي اهو عهدنامن وارو شريف صاحب ۽ ڪٿي آهن اهي عهدناما؟ جا اها حقيقت ناهي تہ اوهان ساڳين علائقن لاءِ هڪڙي ئي وقت ۾ ٽي ٽي عهدناما ڪيا هئا؟"

"مگر پير صاحب! ڏسو نہ، هھڙن ملڪن لاءِ هيءُ خونريزيءَ وارا طريقا ڪنهن بہ حالت ۾ مفيد ناهن، هنن لاءِ تہ مهاتما گانڌيءَ جهڙن بزرگن جو رٿيل ستياگرهہ وارو پروگرام ئي صحيح تسليم ڪيو ويو آهي، جو نہ اوهين بہ پنهنجي حرن کي هدايتون ڪريو، تہ سمورا اچي پيش پون."

"اسان هدايتون ڪريون يا نہ ڪريون، مگر هيءُ تہ ٻڌايو، تہ اوهان پلا مهاتما واريءَ ڏر جي انهي پروگرام کي بہ ڇو نہ برداشت ڪيو؟ انهي جي تحريڪ جا سڀ اڳواڻ ڇو وڃي احمد نگر جهڙن قلعن ۾ قابو ڪيا اٿو؟"

"اهو تہ ستيا گرهہ جو ڏاج آهي، انهي جي ئي وسيلي تہ نيٺ ملڪ آزاد ٿي ڪين ملندو."

پير صاحب گنڀير ٿي جواب ڏنو: "صاحب بهادر، اهو بلڪل غلط آهي، تہ انهن ستيا گرهي طريقن سان ئي اوهين اسان جي ملڪ کي آزادي ڏيندا. هڪ هزار هرڻ جيڪڏهن شينهن وٽ ڊرڻو ماري وهندا، تہ شينهن جي ظلمن

کان نجات کونہ پائيندا. البت، اهي هڪ هزار ئي هڪ- هڪ پتر اڇلائيندا. تہ ممڪن آهي تہ هن جون اکيون نکري پون.... مگر هان، شينهن تہ انهي ۾ ضرور خوش رهندو، تہ اُهي هرڻ پتر اڇلائڻ بدران وٺس ڏرٽو مارين، ۽ پوءِ هو رحمدليءَ سان ڪين اهو "سوراج" بخشي، تہ روزانہ ٿي هرڻ پنهنجي خوشيءَ سان پهچايا وڃن. پوءِ ڀيا پل پيا مؤجون ڪن. يا وڏيڪ متارا ٿي ڪائڻ لاءِ لذيذ ٿيندا وڃن. سو اِهو تہ ظاهر آهي، تہ اوهين وڃڻ وقت حڪومت انهن ستياگرهين ڪي ئي بخشي ويندا. هو پل ڪڳيون هٽن، تہ ملڪ اسان آزاد ڪرايو. پر اهو درحقيقت انقلابين جي ڊپ کان ئي آزاد ٿيل هوندو."

"خير ڪيئن بہ هجي، پر اهي تہ لٽي پٽي ملڪ هٿ ڪري ويندا. مگر اوهان وارن انقلابين کي آخر ڇا هٿ ايندو؟"

"اهي وچ واري ڪجهہ عرصي لاءِ اوهان جو بخشيل ملڪ ضرور هٿ ڪندا. پر آخرڪار ملڪ جي حڪومت تي قبضو وري بہ انهن انقلابين جو ٿيندو، جي ملڪ جا سچا خير خواه ۽ محب هوندا."

"ڇا اهي وري بہ ڪا خونريز هلچل شروع ڪندا؟"

"جيءَ نہ. اهڙيون هلچلون سامراجين لاءِ هونديون آهن، نہ پنهنجن لاءِ؛ پنهنجن کان تہ ووٽن وسيلي ئي واڳون هٿ ڪبيون آهن."

"ووٽن وسيلي؟" لئمبرڪ ڪجهہ حيرانيءَ مان چيو، "ڇا عوام پنهنجي طاقتور حڪمرانن کي ڇڏي اهڙن انقلابين کي ووٽ ڏيندا. جن وٽ ڪجهہ بہ نہ هوندو؟"

"انهن وٽ عوام جي خير خواهيءَ جي لازوال دولت هوندي"

"انهن وٽ 'عوام جي خير خواهيءَ' جي لازوال دولت هوندي. اهي 'نقلي حڪمران' ڪين رڳو ڏتا پيا ڏيندا. پر سندن حالت بلڪل نہ سڌاريندا. ان ڪري نيٺ عوام ڪائن بيزار ٿي ووٽ پنهنجن حقيقي نمائندن کي ڏيندا. والعاقبة للمتقين."

"خير، اوهان جي مرضي، مان تہ سمجهان ٿو تہ حر خواه پيا انقلابي مفت ۾ پيا جانيون ڏين!"

پير صاحب کلي چيو، "لئمبرڪ صاحب! پين انقلابين جي اسان کي

خبر ڪانهي، حر پاڻ ٿا جانيون ڏين، يا ڪائنن اهي ظلم ۽ ستم سان ڪسيون پيون وڃن، سا بي ڳالهہ آهي، پر آزادي ڪڏهن بہ خيرات ۾ ڪانہ ملندي آهي:

ڪڏهن ڪانہ سُئي، تہ ڪا سکهي گڏي سڄڻين!

"آزادي نڪا اوهان رومين کان ڪلندي ڪڏندي هٿ ڪئي هئي، نڪي آمريڪا وارن اوهان کان بہ منتن ميڙن سان هٿ ڪئي هئي، آهي ڪو اهڙو مثال، تہ اوهان خود بہ ڪنهن کي ڪلندي ڪڏندي دوستيءَ ۾ آزادي ڏني هجي؟

"خود اوهان جي پاءُ آئرلنڊ سان اوهان ڪهڙا پالا پلايا؟ انهي سان اوهان ڪهڙو شرافت جو برتاءُ ڪيو. جو اڄ اسان وٽ شرافت جا سنيها ڪٺي آيا آهيو؟ ماٺ ڪري وڃي پنهنجو ڪم ڪريو ۽ اسان لاءِ جيڪو 'ڪورٽ' جو 'ناٽڪ' بنائڻو اٿو، سو بنائي پورو ڪيو، هنن ترن مان تيل ڪونہ نڪرندوَ:

ٿي تنين سان ڏيٺ، موتڻ جن ميهڻو!"

لئمبرڪ صاحب هاٿي بنا ڪجهہ ڪڇڻ جي اٿي ڪڙو ٿيو.

اجا پرهہ ئي ڪانہ ڦٽي هئي، تہ حيدرآباد سول اسپتال جي سول سرجن کي نوڪر اچي جاڳايو. سول سرجن پڻ پڻ ڪري اٿيو، چيائين "ڪمبخت! توکي معلوم آهي، تہ رات ڪيڏي مهل ستو آهيان؟"

نوڪر آهستگيءَ سان چيو، "صاحب! هڪ وڏو ملٽري آفيسر ڪيترائي زخمي ڪٺي آيو آهي ۽ انهن مان گهڻن جي حالت نازڪ آهي."

صاحب ٽپ ڏيئي اٿيو. هٿ منهن ڌوئي اسپتال ۾ ويو. زخمي لاريءَ مان لاهي آپريشن ٿيٽر وٽ رکيا ويا هئا. ملٽريءَ وارن ڏي تہ صاحب گهٽو خيال ڪونہ ڪيو، چو تہ اهي سدائين پيا ايندا هئا، ۽ ان وقت انگريزي ملٽري ڏانهن هندو خواه مسلم عوام کي دلي نفرت بہ پيدا ٿيل هئي، پر هڪ زخمي کي ڏسي هو اوچتو بيهي رهيو. هڪ ارڙهن ورهين جي نهايت خوبصورت نازنين ملٽري لباس ۾ هئي، جا اگرچہ بيهوش هئي، ڪپڙا رت سان پربل هئس، پر منهن تي حورن جهڙي مرڪ هيس، صاحب ملٽري آفيسر ڏي نهاري چيو،

”هن ويچاريءَ سپاجهڙيءَ نرس کي ڪنهن ڦٽيو؟“

”سپاجهڙي!“ آفيسر ٺهڪ ڏيئي چيو، ”هن ئي معرڪي ۾ هن پورا ويهه سپاهي ماريا آهن!“

”هن؟“ صاحب بي اختيار چيو، ”نه نه، هيءَ نازڪ بدن نازنين، ڪيئن ماڻهو ماريندي؟“ وري مشڪي چيائين، ”هن جا خنجرن جهڙا پرون، پنبڻين جا تير ۽ تارن جون دوناليون ضرور وار ڪنديون هونديون!“

آفيسر کلي چيو، ”صاحب! پاڻ سنڀالجو، هيءَ هڪ وڏي خونخوار نشانه باز آهي، بهترين ڳائڻي ۽ ناچڻي آهي، سندس حسن، سندس فن، ۽ سندس جنگي مهارت، ٽيئي گڏجي اهڙا ته قهر برپا ڪن ٿا، جو اسان جي فوج جا ته لاهه ڪدي ڇڏيا اٿس. هن خوبصورت نانگڻ کان خبردار رهجو!“

”مگر هيءَ آهي ڪير؟“

”هيءَ مشهور حربائي ’زينب‘ آهي، جنهن ۽ سندس ساٿين جي سرگرمين مجموعي طرح اسان جي فوج جا هزار ماڻهو چٽ ڪيا آهن!“

”هزار ماڻهو؟“ سول سرجن کان رڙ نڪري ويئي، انهي مهل اوچتو زينب وقلڻ شروع ڪيو ”ها ها! ماريو... فائر ڪريو... انهن مردودن جو هڪ-هڪ فرد ماريو، جن سئو سالن کان اسان جي سرزمين تي ناحق قبضو ڪيو آهي... شاباش شڪاري... ساڄي طرف.... اهي ٿا ڀڄن.... ڏسجو ڪو جيئرو نه بچي... پيچ پاڳارا پيچ!“

”ڏسو ٿا، نامراد وقلندي به پيئي جنگ ڪري!“ آفيسر جي آواز سول سرجن کي ڇرڪ ڏياري وڌو. هو ته هن جي ڪوئل جهڙي آواز ٻڌڻ ۾ اهڙو محو هو، جو دل پئي چاهيس ته هيءَ اجا به وقلندي رهي، ”پرميشور! تو هن کي ڪهڙو نه دلفريب گلو ڏنو آهي!“ اجا ڊاڪٽر اهو پئي سوچيو، ته هن اکيون کولي چيو، ”آءٌ ڪٿي آهيان؟“

هن جون اکيون کولڻ ۽ ڊاڪٽر جو بت بنجڻ! معلوم پئي ٿيو، ته سچ پچ هنن رائفلن مان اهڙيون گوليون نڪتيون، جي دل ته نه، پر مغز ۾ وڃي ڪتيون. هو وڏو ڊاڪٽر هو، ولايت رٿرن هو، نرسون ته عام طرح خوبصورت ئي هونديون آهن، پر هن ته انهن مان به چونڊ نرسون ڏٺيون هيون، مگر ههڙيون دلفريب اکيون هن ڪي ڪڏهن به نظر نه آيون هيون. آفيسر ٺهڪ ڏيئي ڪيس

ڏونڊاڙي چيو، "ڊاڪٽر صاحب! هوش ۾ اچو اهي حال رهيوَ، تہ اوهين هن جي آپريشن ڪيئن ڪندا؟"

ڊاڪٽر چرڪ ڀري شرمسار ٿي چيو، "پائي، ههڙو حسن تہ جيڪر جانورن کي بہ مدهوش ڪري ڇڏي، مان تہ انسان آهيان."

"ڊاڪٽر صاحب! مان تہ هاڻي موڪلائيندس، جو محاذ تي وڃڻو اٿم. آءٌ وري بہ اوهان کي هن کان خبردار ڪريان ٿو. نامراد جي پاسريءَ ۾ وڃي گولي داخل ٿي، تہ بہ ان وقت تہ لڙندي رهي، مگر هينئر بہ پيئي ڏند ڪرٽي! اهو هن جو حسن ئي هو، جنهن کيس هڪڙيءَ گوليءَ لڳڻ بعد وڌيڪ گولين لڳڻ کان بچايو ۽ اسان جا ڪي مؤجي.آفيسر کيس جيئري گرفتار ڪرڻ جي ڏُن ۾ پاڻ گوليون کائيندا مرندا ويا!"

اها حالت ڪا رڳي سول سرجن سان ڪانہ ٿي، پر اسپتال جي عملي مان جنهن بہ هن کي ٿي ڏٺو، تنهن سان اها ويڌن ٿي ٿي! ۽ ٻيو تہ ڇڏيو، پر حيدرآباد جي حسن جي پارکن کان اڄ تائين اها 'زينب لنگهي' ڪانہ ٿي وسري، جنهن جي صرف هڪ جهلڪ ڏسڻ لاءِ هو ملٽري پهريدارن جي کيسن کي پُر ڪري ڇڏيندا هئا!

"ڊاڪٽر صاحب! ٻڌو اٿم تہ سڀاڻي منهنجي آپريشن ٿيندي؟" زينب پڇيو.

"ها، اها تہ ضروري آهي، ڪافي سين ۽ دوائن وسيلي تنهنجو جسم هاڻي آپريشن لائق ٿيو آهي، نہ تہ هن کان اڳ ڪجهہ ها."

"آپريشن تہ خطرناڪ هوندي!"

"ها، پاسريءَ مان گولي ڪڍڻ ڪو کيل ناهي، مگر پياري ڇوڪري، تون ڪوبہ فڪر نہ ڪر، تون مون کي پنهنجي ٻچڙيءَ سمان آهين!"

اکين ۾ پاڻي آڻي زينب چيو، "ڊاڪٽر بابا! جي ائين آهي، تہ پوءِ منهنجي آخري اُميد پوري ڪندؤ؟"

"آخري تہ نہ چؤ ڌيءَ، ڀڳوان سڀ ڀلي ڪندو."

"خير، اهو تہ جيڪي مالڪ کي منظور هوندو، مون کي موت جو تہ ڪو ڊپ ڪونهي، مگر ارمان فقط اهو اٿم تہ اجا گهڻا سامراجي جهنم رسيد ڪري نہ سگهيس. ڊاڪٽر صاحب! ههڙيءَ خطرناڪ آپريشن وقت جيڪڏهن

پنهنجا پيارا روبرو هجن ته ڪيڏو نه سنو ٿئي!"

"مگر ڏيءَ" چرڪ ڀري ڊاڪٽر چيو. "اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ تون نه فقط جنگي قيدي آهين، پر خوفناڪ رڪارڊ به رکين ٿي."

ٿهڪ ڏيئي زينب چيو. "جنهن انگريزي حڪومت جا اڪثر فرد رشوت تي وڪامندڙ هجن، تنهن ۾ ڪنهن فرد جو مون وٽ پهچڻ ڪا وڏي ڳالهه ڪانه آهي. هينئر به ڪيترا منچلا شهري پهريدارن کي وڏيون رقمون ادا ڪري منهنجو ديدار ڪري پيا وڃن."

"پر تنهنجا دل گهريا به ته اشتهاري مجرم هوندا؟"

"مون کي فقط هڪڙي دل گهرئي جي ديدار جي سڪ آهي، جو اشتهارين ۾ به چوٽيءَ جو درجو رکي ٿو."

"پوءِ ڀلا هن کي هتي ڪيئن آڻي سگهبو؟"

"هن جي آڻڻ جي ضرورت ئي ڪانهي" زينب مرڪي چيو. "هو پنهنجيءَ زينب وٽ ڪٿان به اچي پهچندو. فقط اوهين ڪيس نه روڪجو."

"ناممڪن... هيڏي ساري پهري وچان ڪو اهڙو خوفناڪ حر هتي اچي وڃي، اها اڻ ٿيڻي آهي!"

"منهنجي جيئڻدي لاءِ ڪابه ڳالهه ناممڪن ناهي"..... زينب مرڪي چيو، "ڊاڪٽر صاحب، هو هڪ بهترين جاسوس آهي!"

"مان شرط ٿو رکان ته جيڪڏهن هو هتي پهچي ويو، ته منهنجا جيڪي به بئنڪ ۾ پئسا آهن، سي سڀ ڪيس انعام ڏيندس!"

"اهي پئسا نه اوهان جا ويا" زينب ٽهڪ ڏيئي چيو، "پر ڀلائي ڪري ڪابه اهڙي حيراني ظاهر نه ڪجو، جو مورڳو هٿن سان ڀڪڙائي وجهوس!"

"جيڪڏهن هو هتي پهچي ويو" ڊاڪٽر جوش مان چيو، "ته مان انجام ٿو ڪريان، ته چڱي ڀلي ٿيڻ تي توکي به هتان ڀڄائي ڪيس بخشي ڏيندس. چاهي انهي ڪري منهنجي نوڪري ڇو نه هلي وڃي، چاهي مان جيل ۾ ڇو نه وڃي پوان!" زينب کلڻ لڳي. ڊاڪٽر وري به هن جي سادگيءَ ۽ خوش فهميءَ تان کلي رهيو هو. پر جڏهن آپريشن وقت ڪلورو فارم سونگهائڻ واري ڏانهن نهاري زينب کي ڀڪندو ڏٺائين، تڏهن سندس هٿ مان اوزار ئي ڪري پيا.

۽ پوءِ... پوءِ هن نيڪ دل ڊاڪٽر پنهنجو انجام مڪمل طرح پاڙيو. هيٺرن سارن ملٽري پهريدارن وچان... زينب هڪ ڪاري رنگ واريءَ پنگياٽيءَ جي ويس ۾ الوپ ٿي ويئي. ۽ اوترو وقت انهي پنگياٽيءَ جي ٺي ملم پٽي ٿيندي پئي رهي، جيستائين هو پئي محبوب ڪير ٿر جي پناهه گاهن ۾ نه پهچي ويا!

پر... ايڏيءَ سرجوشيءَ.... ايڏي خرچ.... ۽ ايڏي خطري سان آزاد ٿيل مجاهدن کي به انهن پناهه گاهن ۾ آرام نه آيو ۽ بمصداق:

**آءُ ڪيئن سوڙئين سمهان، مون ور گهاري ولهه،**
**ڪٺيريءَ تان ڪل، عمر ڪج مر اهڙي.**
**آءُ ڪيئن سوڙئين سمهان، مون ور گهاري سج،**
**ور اباڻن سين اڄ، ڪهه شربت تنهنجو سومرا!**

ٿورن ئي ڏينهن ۾ انهن ڪوهسارن ۽ پناهه گاهن کي الوداع چوندا پئي هڪ ٻئي کان جدا ٿي وڃي محاذ تي پهتا.

10 بجي رات جو لئمبرڪ جو اسسٽنٽ نوجوان مسٽر ڪارگل اڪيلو ئي اڪيلو جيل ۾ آيو. سنتريءَ کي پير صاحب جو ڪمرو کولي پري وڃڻ لاءِ چيائين، پوءِ دروازي وٽ بيهي چيائين، ”چا. هڪ دوست جي حيثيت ۾ مون کي اندر اچڻ جي اجازت آهي؟“

پير صاحب مرڪي اٿي چيو، ”دوستيءَ جا پند ته پري آهن، پر ’انسانيت‘ سان ايندڙن لاءِ به اسان وٽ پوري مرحبا آهي!“

ڪارگل گرم جوشيءَ سان هٿ ملائي ڪرسيءَ تي وينو. رسمي خوش خير عافيت بعد هن گنڀير ٿي چيو، ”پير صاحب! اوهان جي اچوڪيءَ گفتگو منهنجو ته آرام ڦٽائي ڇڏيو آهي. چا اوهين مهرباني ڪري مون کي اها آگاهي بخشيندا، ته حرن ريلوي لائين آخر چا لاءِ ڪٽي هئي؟ جي گاڏي ڪيرائڻ مقصود نه هو، ته پوءِ لائين چو ٿي ڪٽيائون؟“

پير صاحب مرڪي چيو، ”گاڏي ڪيرائڻ مقصود هو ۽ ضرور هو. پر اها گاڏي نه!“

ڪارگل حيران ٿي چيو، ”پوءِ پلا؟“

”گاڏي اها ئي ڪيرائڻي هئي، جا ملٽريءَ سان ڀرپور ڪري، مکيءَ کي گهيرو ڪري بيگناهن کي مارڻ لاءِ ٿي موڪلي وئي. پر بدقسمتيءَ سان ان جي انجڻ عين وقت تي خراب ٿي پيئي، ان ڪري لاهور ميل اڳ ۾ چٽڻ لڳو. هيءَ اوچتي حالت ڏسي لاچار اسان جا غازي ٽڙ تڪڙ ۾ ان ۾ چڙهي ويٺا، ۽ سر ترئيءَ تي رکي عين موقعي تي ڊرائيور کي چتاءُ ڏنائون. مگر جڏهن سمورو چرخو پيو ابتو ڦرندو آهي، تڏهن ائين ئي پيو ٿيندو آهي، جيئن هن احمق ڊرائيور ڪيو.“

ڪارگل حيرانيءَ سان چيو، ”تڏهن چئبو ته فوج ته هونئن به اوڏانهن وڃي ها. پر لاهور ميل ڪرڻ هڪ بهانو ٿي پيو مارشل لا لڳائڻ لاءِ؟“

”ٺيڪ سمجهيو اٿئي نوجوان آفيسر! اوهان جا سامراجي رهزن هاڻي ٿي پيا آهن چتا. سي پيا بيگناهن سان قهر ڪن: پوءِ سندن قهر آهن ’صحيح قدم‘ ۽ مجبورن مظلومن جا بچاءُ جا قدم آهن ’رهزنيون‘!“

”مگر پير صاحب! ڇا اوهان اسان کي پنهنجي ملڪ مان ڪڍائڻ لاءِ غازين جي فوج نه ناهي هئي؟“

”بيشڪ ناهي هئيسون ۽ علي الاعلان ناهي هئيسون، اها ڪا مخفي انقلابي جماعت ڪانه هئي، اسان وٽ جيڪي به هو، سو کليو کلايو هو، ۽ کليو کلايو رهندو. اسين ماڻهن کي نيڪ ۽ محب الوطن بنائي رهيا هئاسون، کي رهزن تيار نه ڪيا هئاسون. بلڪ تجربو شاهد آهي ته انهي جماعت ۾ داخل ٿيڻ بعد ڪيترا رهزن به وڏا نيڪ بنجي ويا. مگر اسان اجا ڪوبه عملي قدم نه کنيو هو، ته اوهان جي رهزنن ڪٺي اسان کي پوساتيو، پوءِ انڌا ڌنڌ پيا قهر ڪن!“

”پلا، توهين اڳتي هلي ڪهڙا قدم کڻو ها؟“

”اهي نه حالتن موافق هجن ها. جيڪڏهن اوهان کي جرمن کان اجا به وڌيڪ شڪستون اچن ۽ (کلي) جيئن پڌجي ٿو ته، اوهان جي ڪا بنهه اهم هستي به هينئر ڪراچيءَ ۾ اچي پناهگير ٿي آهي ۽ پوءِ اجا باقي سندس خاندان به اچي پهچي، ۽ هٽلر اوهان جي انگلينڊ ۾ اچي ڇانهه پيئي: ته پوءِ اسين به هتي بلڪل هٿياربند لڙائي شروع ڪريون ها. ۽ اها ڪار رڳي سنڌ ۾

ڪانه ٿئي ها، بلڪ پناڻن ۽ بلوچن ۾ به پڙڪي ها؛ ۽ اجا به اهڙي صورتحال بني، ته ائين ٿي ٿيندو، چاهي اوهان ڪٿي اسان کي ڏوڪي سان قيد ڪيو، پر ملڪ سڄو ازخود منصور ٿي ويندو.

"مگر هان، جيڪڏهن ائين نه ٿيو، ته پوءِ به ضرور اوهين ايڏا ڪمزور ٿي ويندؤ، جو لاچار ٿي ملڪ آزاد ڪندؤ، پوءِ ان وقت ٿيندي ووٽن ۾ صفائي! ۽ (شوڪارو پري) جيڪڏهن اسان جا سنڌي ۽ ٻيا بدڪار ليڊر پنهنجن ڪڌن ڪرتوتن جي نتيجن جي انديشن کان اوهان کي غلط صلاحون ۽ ڊپ ڏيئي، اسان جي بيگناهه غازين سان هيءَ ظلم نه ڪرائين ها. ته اوهين ڏسو ها، ته اليڪشن ۾ ڪير ٿا ڪامياب ٿين!

"مگر اوهان ۽ اهي گڏجي جيڪي ظلم ٿا ڪريو، اُهي به آخرڪار ڪهڙا رنگ لائيندا، سي جيڪي اسان مان زنده هوندا، سي ڏسندا!

"۽... ۽... دنيا اهو ضرور ڏسندي ته نه فقط سنڌ ۾، بلڪ ساريءَ دنيا ۾ انهن کان ضرور حڪمراني کسبي، جي زاني، زشوتي، عياش، ڏاڙيل، ظالم، ٺڳ ۽ ڪپتا هوندا، ۽ اها آخرڪار انهن ٿي شخصن جي هٿن ۾ ايندي، جي وڏا نيڪ، عوام جا وڏا خيرخواه ۽ محب الوطن هوندا. والعاقبة للمتقين قرآن پاڪ جو فرمان آهي ۽ اسان جو انهي تي پورو ويساهه آهي. خود اسان جي جماعت ۾ به جيڪي بدڪار هوندا، سي بيشڪ جوڳيون سزائون پائيندا. قانون قدرت جهڙو ٻين لاءِ آهي، تهڙو اسان جي جماعت لاءِ به آهي."

هاڻي پير صاحب مرڪي چيو: "خير، ڇڏيو انهن خشڪ ڳالهين کي، اچو ته طبيعت جو مزو بدلايون؛ اوهين شطرنج ڄاڻو؟"

ڪارگل مسرت سان چيو، "اهو ته منهنجو محبوب کيل آهي." -

"هن جهور پوڙهيءَ کي ڇو گرفتار ڪري آيا آهيو؟" ملٽري آفيسر ڪڙڪي چيو، "اسي- پنجاسيءَ ۾ ته هوندي؟"

"نه حضور! پوري نوي ۾ آهي!"

"ته پوءِ ڀلا، اهڙين ڪکن کي پڪڙڻ جو آخر ضرور ٿي ڪهڙو؟"

"حضور! هيءَ وڏي خطرناڪ عورت آهي، هيءَ 'راڻي سعدان' آهي."

”راڻي ڇا؟“

”هيءَ ’بچو شاهه‘ جي بيگم ۽ ’شهزادي وريام‘ جي ماءُ آهي!“

”اوهه! آءِ سي! تون باغيءَ جي ماءُ آهين؟“

”باغي نه، بلڪ محب وطن!“

”پر انگريزن جو ته باغي آهي نه؟“

”صرف انهن انگريزن جو، جي ٻين جي وطن ۾ اچي ظلم زبردستيءَ سان ڪين غلام بنائين ٿا. شهزادو وريام انگلينڊ ۾ ويٺل انگريزن جو دشمن نه آهي، نڪي انهن مان آهي جي پندرهن ويهن روپين جي لالچ تي وڃي ڪنهن به مجبور ملڪ جي عوام جا سينا چيرين. باقي اهو ته هر ڪنهن محب وطن تي فرض آهي، ته پنهنجي وطن مان ڌارين سامراجين کي هر طرح جي ڪوشش سان تڙي ڪڍي.“

”بي سمجهه پوڙهي، هيترا ماڻهو مارايا اٿوَ، ته به اڃا هوش نڪائي نٿو اچيوَ؟“

”مري ڪوبه ڪونه ويو آهي، وطن جي جهاد ۾ مرندڙ شهيد آهن ۽ شهيد سدا زنده آهن. مرن اهي ٿا، جي انهن مجاهدن سان وڙهندي چئن پئسن جي لالچ تي ڪتن وانگر گوليون ٿا کائين.“

”ته اڄهو ٿا تنهنجي پٽ کي به شهيد بنايون. گرفتار ته ائين ئي ٿي چڪو آهي، هاڻي سندس لاش کي به جلائي، رک کي هوا ۾ اڏائينداسون، ته توکي لاش به نه ملي.“

”شهيدن جو روح سدا زنده آهي، خاڪي جسم کي چاهي ڪيڙا کائين، چاهي باهه ۾ جلائجي، ڳالهه ساڳي آهي. باقي جيڪڏهن منهنجي هڪ پٽ کي شهيد ڪيو ويو، ته ڪهڙي وڏي ڳالهه ٿي پيئي؛ ملڪ مڙوئي منصور، ڪهي ڪهندين ڪيترا!“

”يعني هيءُ جيڪي گرفتار پيا تين، سي سڀ وريام جهڙا باغي، فسادي آهن؟“

”وطن جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙن کي بزدل ۽ ظالم ئي فسادي سڏيندا آهن، سچا حر ۽ سچا غازي ڪڏهن به فساد ۽ بدڪاريءَ جا حامي نه هوندا آهن. ڏٺوَ ڪو هنن مان بزدل؟ ڏٺوَ ڪنهن جي پٺ ۾ گولي؟“

آفيسر ڪجهہ تڏو ٿي چيو، ”پوڙهي تون سچ ٿي چوين، پٺ ۾ گولي تہ بجاءِ خود، پر مان کي ’راڻي مريءَ‘ جو مقابلو ٿو ياد پوي، تہ حيران ٿي ٿو وڃان. هن.کي پيٽ وٽ ايترا تہ زخم رسيا، جو آنڊا بہ نڪري آيس، پر آنڊا هٿن سان پيٽ ۾ وجهي بہ پئي مقابلو ڪيائين. سندس موت بعد بہ اسان جي بزدل سپاهين مان ڪو ڏانهنس نئي وڌيو، تہ متان ساهہ هجيس ۽ ڪنهن کي ڊز نہ ڪري وجهي.“

”اهي ويچارا ڪٿان ٿا اهڙن بهادرن ڏي وڌي سگهن، جي ٿورن پئسن تي پنهنجي ديس پاين سان اچي ٿا وڙهن.“ هاڻي راڻيءَ سپاهين ڏي منهن ڪري چيو، ”ڏسو ٿا اوهان جي کهڙي واڪاڻ ٿي ٿئي؟ ڪٿن جي موت بہ مرو ۽ بزدل بہ سڏجو. اجا تہ آئينده نسل جون لعنتون بہ اوهان لاءِ رکيون آهن.“

سپاهيءَ تہ ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيو، پر بيگ نالي هڪ گورڪائي جمعدار بہ اتي بيٺل هو، جو سنجهوري جو وينل هو ۽ راڻيءَ سعدان کي چڱيءَ طرح سڃاڻندو هو، سو آڪڙ سان چوڻ لڳو ”هاڻي لڙ لڙ نہ ڪر راڻي صاحب، اهي ڊاڙون نہ هڻو، تہ ڪير اوهان کي مان ڏئي. خبر اٿيئي تہ تو وارو شهزادو صاحب خود مرشد مٿي شاهد بنيو آهي؟“

”منهنجو پٽ حلالي آهي، مون ڪو هن کي حرام مان هٿ ڪونہ ڪيو آهي، جو تو وانگر بلوچن کي لڄائيندو ۽ چئن پئسن جي لالچ تي ديس پاين جا خون ڪندو وتندو!“

”اڇهو ٿا توکي حيدرآباد موڪليون، پوءِ وڃي روبرو ملي خبرون پڇجانس، تہ سرڪاري شاهد بنيو آهي يا نہ!“

’هونہ!‘ راڻي سعدان ٺهڪ ڏيئي چيو، ”مجاهدن جي رمزن کي پلا پيٽ جا غلام ڇا سمجهي سگهندا! هجيئي ڪو مان، تہ تون بہ اچي ڪورٽ ۾ بيهي ٻڌج، تہ وريام کهڙي ٿو شاهدي ڏئي!“

”پير صاحب!“ مارشل لا ڪورٽ جي ججن جي هيڊ ڪنگهڪار ڪندي چيو، ”توهان تي تهمتون آهن تہ:

(الف) توهان انگريزن سان وڙهڻ لاءِ غازين جي فوج ٺاهي.

(ب) توهان انهن کي لٽ مار، ڀارساڙ، ريلون ڪيرائڻ، لاريون لٽڻ، آفيسر مارڻ، ڍلون وصول ڪرڻ، وڳوڙ، وغيره جا حڪم ڏنا. ڇا توهان کي اهي ڏوهه قبول آهن؟"

"اهو سڀ غلط آهي؛ اوهان هيءَ سمورو ٽڪسات فقط هن لاءِ ناهي، ته اسان جي ڪوٽ ۽ بنگلن تي بمبازي ڪري، انهن کي تباهه ڪيو. ته اتان اٽڪل هڪ ارب روپين جي ملڪيت لٽي اچو." پير صاحب بلڪل اطمينان سان جواب ڏنو.

"اسان جي بهادر فوجين اوهان جا هڪ ارب روپيا هرگز نه لٽيا آهن، اسان اوهان جي ڪل چوڏهن ڪروڙن جي ملڪيت ئي هٿ ڪئي آهي."

"اها ته فقط اها آهي، جا اوهان جا ظالم آفيسر ڪنهن به صورت هضم ڪري نه سگهيا، باقي جيڪا ڦبائي ويا، تنهن جو حساب ڪٿي؟"

"ڇا، اوهان غازين جي فوج نه ناهي هئي؟"

"بيشڪ ناهي هئي سون؛ مگر بلڪل ائين، جيئن مسلم ليگ جو نئشنل گارڊ، ڪانگريس جا والنٽيئر ۽ راشٽريه سنگهه جو شيوڪ دل، وغيره."

"ڇا، اوهان هنن کي انگريزي آفيسرن تي حملي ڪرڻ جا حڪم نه ڏنا هئا؟"

"بلڪل نه؛ اسان هنن کي وطن آزاد ڪرائڻ جا سبق بيشڪ ڏنا هئا، پر اجا عملي پروگرام ڪوبه رٿيل ڪونه هو. جيڪڏهن خود انگريزن طرفان ئي ڪو آزاديءَ جو اعلان ٿي پوي ها، ته پوءِ ته اسان کي وڌيڪ ڪجهه ڪرڻ جي ضرورت ئي درپيش نه اچي ها."

"ڇا، توهين گرفتاريءَ کان اڳ اهي حڪم نه ڏيئي ويا هئا، ته جيڪڏهن اوهان کي گرفتار ڪيو وڃي، ته پوءِ ساڙ ٻار، لٽ مار، ۽ خونريزيون ڪيون وڃن؟"

"اهڙو غلط ۽ واهيات حڪم ڪڏهن مان جو نه وڙ ئي نه آهي؛ پر اسان جي غازين مان ڪنهن به نه اهڙو پروگرام ناهيو، نه عمل ۾ آندو. هنن فقط اوهان جي رهزنن کان بچاءُ جو پروگرام ناهيو ۽ انهن ظالمن کي ڀُڃٽيون ڏنيون، جن جا هٿ بيگناهن جي رت ۾ ٻڏل آهن ۽ جي عزتن جا لٽيرا آهن."

"چڱو؛ ته پوءِ هڪ هفتي بعد اهي شاهد پيش ڪيا ويندا، جي اوهان جا وفادار ساٿي هئا، ۽ اوهان هنن کي اهڙن پروگرامن جون هدايتون ڏنيون،

جن جون تهمتون اسين اوهان تي هڻي رهيا آهيون. تيار رهجو انهن کي ڏسڻ ۽ آڏي پيچا ڪرڻ لاءِ!"

"اسين انهي ناٽڪي مقدمہ ۾ ڪوبہ بهرو ڪونہ وٺنداسون، جيڪڏهن اوهان کي واقعي انصاف ڪرڻو آهي، تہ سڀ کان اول انهن پوائنٽن تي انڪوائري ڪئي وڃي تہ:

(1) اسان جي گرفتاري صحيح هئي يا غلط؟

(2) غازين تي اول حملا اوهان شروع ڪيا، يا اول اوهان تي غازين طرفان حملا ٿيا؟

(3) حر ايراضيءَ ۾ جيڪي بہ پرامن، وفادار، نامريد ۽ سالم هئا، تن سان اوهان جي فوجن ناحق ظلم ڇو ڪيا؟

(4) اوهان اسان جي ڪوٽ ۽ بنگلي تي ڇا لاءِ بمباري ڪئي؟

(5) اسان جي خزانہ لٽڻ بعد غير جانبدار مشير ڇو نہ ببهاريا ويا؟

(6) جيڪڏهن اسين بہ اهڙا شاهد پيش ڪريون، جي:

(1) ثبوت ڏين تہ اوهان اسان جي ڪيتري ملڪيت لٽي آهي.

(2) اوهان غازين خواه ٻئي عوام تي ناحق ظلم ڪيا آهن،

(3) اوهان عورتن سان نهايت وحشيانہ هلت ڪئي آهي، وغيره تہ اهي شاهد بہ ورتا وڃن."

"اوهان جون گهرون ٻڌڻ ۽ انهي بابت ڪجهہ بہ تحرڪ وٺڻ جو اختيار فقط گورنمينٽ کي آهي، نہ ڪ اسان کي: اسين صرف مقدمو هلائينداسون، اوهان کي اتي وهاربنداسون، پوءِ چاهي بهرو وٺو، چاهي نہ وٺو."

اڄ صبح جو سويل ٿي ينگ صاحب حيدرآباد سينٽر جيل ۾ آيو ۽ هڪ خاص ڪمري ۾ اچي ويٺو. جيلر سلام ڪري اچي عرض ڪيو:

"حضور! وريام ۽ سندس والده سعدان، قاسم ۽ سندس پيءُ امام بخش، خان محمد سنجراڻي ۽ سندس ماءُ حاضر آهن."

"وٺي اچونِ."

حڪم موجب ڇهہ ئي شخص حاضر ٿيا، ۽ ڇهن ئي جي چهرن تي

اطمينان هو، خان محمد ۽ قاسم بيحد ضعيف هئا، مشڪل سان هلي ٿي سگهيا، مگر اهي بہ غمگين نہ هئا. باقي وريام تہ اصل ڀڪيو پئي ڀڪيو. ينگ صاحب هنن تي سرسري نگاهہ وجهي چيو، ”فقيرن جي وهڻ لاءِ ڪرسيون آڻيو.“

يڪدم ڪرسيون اچي ويون، پر خان محمد ۽ قاسم انهن تي نہ ويٺا، بلڪ زمين تي ئي ليٽي پيا. ينگ صاحب ڪين همدرديءَ جي لهجي ۾ چيو، ”مٿي ويهو ميان!“

”خان محمد چڙ مان قميص پري ڪري چيو، ”هيءُ جسم ڪرسي تي ويهي سگهندو؟“

ينگ صاحب سميت ڏسندڙ سڀ واتڙا ٿي ويا. هن ڪي ايترا تہ ڏنڀ ڏنل هئا، جو هڏيون ۽ پاسريون بہ ڏسجي رهيون هيون، انهي ڪان بہ بري حالت قاسم جي هئي، جنهن جي انگ انگ مان رت ۽ پون وهي رهيو هو.

”اوهو!“ ينگ صاحب نهايت همدرديءَ جي لهجي ۾ چيو، ”اوهان سان وڏو ظلم ڪيو ويو آهي، اسان جو اهڙو حڪم نہ هو؛ مگر اسان اوهان جو تدارڪ ڪرڻ لاءِ هر طرح تيار آهيون، توهان جو مڪمل علاج ڪيو ويندو، اوهان کي وڏيون انعامون اڪرامون ڏنيون وينديون، اوهان جي زندگي سڌري ويندي، جيڪڏهن....“

”جيڪڏهن، اسين پير صاحب تي ڪوڙيون تهمتون هڻون، ائين نہ؟“

”بيوقوف آفيسر، جيڪي شخص اهڙا ظلم سهي سگهن ٿا، تن کي بہ پنهنجو هٿيو بنائڻ جي اميد ٿو رکين؟ آءٌ مرشد جو قسم کڻي سچ ٿو چوان، تہ جنهن مهل لوهہ گرم ڪري منهنجي جسم تي رکندا هئا، تہ مون کي ٿڌڪار محسوس ٿيندي هئي.“ خان محمد چيو.

آفيسر هاڻي امام بخش ڏي منهن ڪري چيو، ”پوڙها، توکي بہ پٽ جي حالت تي رحم نٿو اچي، تون بہ نٿو سمجهائينس؟“

امام بخش پٽ ڏي منهن ڪري چيو، ”پٽ! ڪهڙو خيال اٿئي؟“

قاسم مشڪندي چيو، ”بابا! مون کي روزانو خواب ۾ شهيد ڏسڻ ۾ ايندا آهن، جي دعوت پيا ڏيندا آهن تہ ڪڏهن ٿو اچين؟ هيءُ تہ مون کان غداري ٿا طلب ڪن، پر جيڪڏهن بنا شرط شروط آزاد ڪن، تہ بہ آءٌ خوش

نہ آهيان. مون کي تہ صرف شهادت حاصل ڪري، سنگتين جي سٿ ۾ وڃڻ جي تمنا آهي."

پوڙهي ٻيءَ بي اختيار اٿي ڪيس ڀاڪر پائي نراڙ چمي چيو، "صد هزار رحمتون هجنئي، مون ڀل توکي ڄائو!"

"او ظالم پوڙها!" ينگ صاحب تيز ٿي چيو، "تو بہ پٽ تي رحم نہ ڪيو؟ تو بہ ڪيس نيڪ صلاح نہ ڏني؟"

"منهنجي ڪيس اهائي نيڪ صلاح آهي تہ آخري پساهہ تائين ثابت قدم رهج."

"انشاءالله تعاليٰ" قاسم وڏي امنگ سان چيو.

هاڻي ينگ صاحب خان محمد جي والده کي چيو، "پوڙهي! تون تہ پنهنجي جگر جي ٽڪري تي رحم ڪر!"

ماءُ- پٽ ڏي ڏسي گنڀير ٿي چيو، "پٽ! توسان تہ وڏا ظلم ڪيا اٿن!"

"امان، مون سان ڪي بہ خاص ظلم نہ ٿيا آهن، منهنجن ٻين ساٿين سان تہ هنن رهزنن ايڏا تہ ظلم ڪيا آهن، جنهن جي ڳالهہ ٿي نہ ٿي سگهي؛ هنن کي وحشيانہ ملرون ڏيئي هڏ گڏ ڀڳا اٿن، لارين ۾ ٻڌي لاريون ڊوڙايون اٿن، ڪتا ٻڇايا اٿن ۽ ٻيو بہ الائجي ڇا ڇا ڪيو اٿن، تڏهن بہ هو نہ مڙيا. مون کي بہ اها ئي دعا ڪر، تہ ڌڻي تعاليٰ پڇاڙيءَ تائين ايمان سلامت رکيم!"

"آمين! پٽ، آمين! تو بيشڪ منهنجي ٿڃ جو حق ادا ڪيو."

ينگ صاحب هاڻي راڻيءَ سعدان ڏي مهاڙ ڪري چيو، "هنن تہ پنهنجي پٽن تي رحم نہ ڪيو، مگر تون تہ ڪر!"

"هيءُ سرڪاري شاهد تہ ٻنجي چڪو آهي. ٻيو اڃا ڇا ڪري؟" راڻيءَ گنڀير ٿي چيو.

"هيءُ وڏو مڪار آهي" ينگ چيو، "خبر اٿيئي تہ ڪورٽ ۾ ڇا ڪيو اٿس؟"

"ڇا وري ڇا ڪيو هوندائين، ڪو ٻم تہ وٺس ڪونہ هو، جو اڇلايو هوندائين."

"ٻم ڪان بہ وڌيڪ" ينگ صاحب چيو، "هيءُ وڏي طمطراق سان

ڪورٽ ۾ آيو. اسان پير صاحب کي آڌو پردو ڏنو هو. تہ متان سندس رعب سبب، شاهد ٺيڪ طرح شاهدي نہ ڏين. پر اچڻ شرط هن آواز ڏنو: ”هيءُ پردو پري ڪريو، مان پير کي سڀ ڳالهيون منهن تي مڃائيندس، مان ڪو هن کان ڊڄان ٿو ڪيئن؟“

اسان بہ پنيلجي ڪٽي پردو پري ڪيو، تہ ٻوڙي وجي سندس پير ڇميائين، ۽ چيائين، ”آخري مراد حاصل ڪيم، هاڻي پيو ڪجهہ بہ نہ ڪپيم!“

وريامر هيءُ سڀ وقت مشڪي رهيو هو: راڻيءَ سعدان ٻوڙ پائي ڪيس ڀاڪر وجهي، ڇمي ڏيئي چيو، ”سچ؟ منهنجا سياڳا پٽ! تو اها نعمت بہ حاصل ڪري ورتي؟ تو بيشڪ منهنجي ٿڃ ملهائي. تو بيشڪ پنهنجي بهادر بابي جو شان بلند ڪيو.“

هاڻي ينگ صاحب چڙي پيو ”وٺي وڃو هنن ڪمبختن کي، وڏا احمق آهن هيءُ!“

قيدي ۽ سندس مائٽ سڀ خوشيءَ مان ٻهڪندا ٻاهر نڪتا!

”توهان جو ابتدائي بيان پڙهي، مان تہ حيران ٿي ويو آهيان پير صاحب!“ ڪارگل چيو. ”ڇا اهو سڀ سچ آهي؟ ڇا سچ پچ اوهان جي هڪ ارب روپين جي ملڪيت لٽي ويئي آهي؟“

”پيو تڏهن ڪو ڪوڙ بہ هو ڇا؟“ پير صاحب مرڪي چيو. ”ڇا تون اڃا تائين مون کي پروڙي نہ سگهيو آهين دوست؟“

”پير صاحب! اسان جا ڪورٽي سرشتا اهڙا آهن، جو وڏاءَ کان سواءِ قصو ٺهندو ئي نہ آهي: ممڪن آهي تہ انهن کي خيال ۾ رکي اوهان وڏاءُ ڪيو هجي... پر...“ ڪارگل صاحب ڪجهہ طنز مان چيو. ”گستاخي معاف پير صاحب! هڪ سوال پڇان؟“

”پلي پڇ، بلڪ هڪ نہ، پر بہ، بہ چو، ڪٽي پنج پڇ!“

”پير صاحب، پهريون سوال هيءُ، تہ آخر اوهان ايتري ملڪيت ڳڏ ڪري ڇو رکي، جڏهن تہ اوهان جي قرآن پاڪ ۾ انهي جي سخت منع آهي: ۽ پيو تہ آءٌ اوهان جي چهري تي ڪو ارمان يا ڪا پريشاني تہ ڏسان ئي ڪونہ

ٿو، جنهن جي ايڏي ساري ملڪيت لٽجي، تنهن کي ڪو غم نہ هجڻ گهرجي نہ؟“

”ٻئي سوال دراصل هڪ آهن“ پير صاحب مرڪي چيو. ”مان ڪڏهن بہ انهي ملڪيت کي پنهنجي نہ سمجهيو آهي، مان انهي مان ڪک بہ پنهنجي لاءِ نہ خرچيو آهي، نہ خرچڻ جو ارادو ئي رکيو هوم. شايد توهين انهي کي وڏاءُ يا نقلي سمجهو، پر اها حقيقت آهي. تہ مان پنهنجي گذر لاءِ پوک بہ هٿ سان ڪندو آهيان. اها سموري ملڪيت هڪ قومي بيت المال هو، ۽ مان صرف محافظ هوس. پوءِ پلا انهيءَ جي لٽجڻ تي مان کي ڇو ارمان ٿئي، جڏهن اها مان جي ملڪيت هئي ئي ڪانہ! ۽ وڏي ڳالهہ تہ، دک تہ تڏهن ٿئي، جڏهن اسان جو ملڪ سچو هجي، اسان جو ملڪ خدا جي فضل سان نهايت سکيو ستابو آهي، جيڪڏهن رشوتي ۽ زبان خور آفيسرن کي هٽايو يا سڌو ڪيو وڃي تہ اسان جي بچيت جيڪر ڍهوٽي ٿي وڃي؛ پوءِ اهڙن ڏينن کي جيڪڏهن ڪي ڳڏهہ ڪٽي چرندا، تہ آخر ڪهڙو دک ڪبو؟ ڳڏهہ هليا ويندا ۽ ڍپ وري مورجي پوندا! رُت ڪري آهي، ڪا چمار ڪانہ ڪري آهي.“ پير صاحب ٺهڪ ڏيندي چيو. ڪارگل حيران هو!

پير صاحب وري بہ ڪلي چيو، ”اوهان جي وڏن تہ آمريڪا کي بہ گهٽو ئي ڦريو ڪاڏو. پر اڄ آمريڪا زور آهي يا اوهين؟ بلڪ رڳي آمريڪا ڇا، جن بہ ملڪن کي اوهين خواہ ٻيا سامراجي ڦري ڪائي نيٺ آزاد ٿا ڪريو. سي ڪي وانجهہ عورت وانگر تہ نہ آهن، جو وري ڦر نہ ڏين، اسان جي ڌرتي مالا مال آهي!“

”اسان کي توهان جي رپورٽ نامڪمل ۽ مشڪوڪ لڳي ٿي. توهان سچي ڪوشش انهيءَ لاءِ ورتي آهي، تہ جيئن پير صاحب کي ضرور ڦاسي ڏني وڃي، مگر اسين ملڪ معظم جي سرڪار کي پنهنجي رپورٽ موڪلڻ کان اڳ اهو ضروري سمجهون ٿا، تہ پير صاحب بنا ڪنهن دٻاءُ جي، مڪمل آزاديءَ سان پنهنجو جوابي بيان لکي، اسان ڏي موڪلي. اسين مسٽر ڪارگل تي انهيءَ بابت پورو اعتماد رکون ٿا- وائسراءِ هند“

جڏهن اهو اطلاع پير صاحب کي ڪارگل کان پهتو تڏهن پاڻ ڪلي

چيائون، ”۽ اسين وري اوهان تي اعتماد رکون ٿا. لکو، جيڪي اسين لکايون:
”جيئن ٿي مان هوش سنڀاليو آهي. مان کي سامراجي غلاميءَ کان نفرت پئي رهي آهي. مان اوهان جا آفرين ناما هٽايا. اوهان جا لقب ۽ تحفا وٺڻ کان انڪار ڪيو. اوهان جون ڏنل تڪليفون برداشت ڪندو اڳتي وڌندو رهيس. جيئن ئي مناسب موقعو هٿ آيو، مان غازي جماعت کي زنده ڪيو. هنن کي ايڪ، نيڪ ۽ سرفروش بنايم.
”مان ڪوبہ مخفي پروگرام نہ ناهيو هو. نہ پنهنجي مراد مخفي رکي هئم. اسان جي منزل مقصود ”وطن جي آزادي“ هو ۽ رهندو. چاهي اسان زنده رهون يا نہ رهون، پر اسان جي جماعت پنهنجو وطن آزاد ڪرائيندي ۽ ضرور ڪرائيندي؛ اهو اسان جو حق آهي، ۽ اسين پنهنجو حق ضرور حاصل ڪنداسون.
”اسان کي پنهنجو حق، پنهنجي ئي طاقت سان وٺڻ جو ارادو هو، آهي ۽ رهندو. اسان ڪنهن بہ غير ملڪي طاقت جو سهارو نہ ڳوليو آهي، نہ ڪڏهن ڳوليندا سون، ڇاڪاڻ تہ تاريخ جو ورق ورق شاهد آهي تہ جيڪا بہ قوم، هڪڙن کان آزادي حاصل ڪرڻ خاطر ٻين جو سهارو، ڳولي ٿي، سا وري ضرور نئينءَ غلاميءَ ۾ ڦاسي ٿي. ۽ ٻيا تہ ڇڏيو، پر خود پهرين زماني ۾ جڏهن مديني جي انصارن، يهودين سينين جي تسلط کان پاڻ بچائڻ خاطر مڪي جي قريشين جو سهارو ڳوليو، ڪين هر طرح جون مددون ڪيون، ملڪيتن جا حصا تہ ڇڏيو، پر زالن مان حصي وراهڻ جون بہ آڇون ڪيون، تہ بہ، سرور ڪائنات صلعم جي سخت پارتن هوندي بہ ڪين حڪمرانيءَ کان محروم ڪري هميشہ لاءِ قريشن جو ماتحت بنايو ويو؛ تنهن ڪري اسين تہ قديم سنڌي پهاڪي 'ٻَرُ، تہ ٻانهان ٻَرَ' جا ئي قائل آهيون؛ مگر اڃا اسان اهو حق حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوبہ عمليءَ قدم نہ کنيو هو، تہ اوهان اسان تي اڳواٽ ئي نهايت وحشيانہ انداز ۾ ظلم ڪرڻ شروع ڪري ڏنا. اوهان بيڪسن جا گهر ۽ ڳوٺ جلايا، ڍور ماريا، زمينون کسيون، ٻار، ٻڍا، جوان، نوجوان ڪُٺا، عورتن سان وحشيانہ هلتون ڪيون ۽ عوام جون خواه اسان جون ملڪيتون لٽيون. اسان جا بنگلا ۽ ڪوٽ ڊٺا. اهو سڀ ڪجهہ سهندي بہ اسين پنهنجي 'بنيادي انساني حق' تان دست بردار هرگز نہ ٿينداسون. 'وطن-- يا-- ڪفن' اسان جو پروگرام رهندو، پوءِ چاهي اهو ڪڏهن بہ ڪامياب ٿئي!“

"مبارڪ هجي پير صاحب.... اڄ توهان خلاف سازشون ڪندڙ اسان جو هڪ گبر سي. آءِ. ڊي دهليءَ کان ڦلهو منهن ڪٽي واپس آيو آهي ۽ چوي ٿو ته وائسراءِ صاف صاف لکيو آهي ته، 'پير صاحب کي ڦاسي هرگز نه ڏني وڃي'!"

"پوءِ انهيءَ ۾ ڪهڙي مبارڪ ڇئبي؟" پير صاحب کلي چيو، "اسان جو ايمان آهي، ته زندگيءَ جو هڪ وقت مقرر آهي ۽ اها ان وقت کان اڳ هرگز ختم ٿي نٿي سگهي، ۽ نڪي انهي وقت کان پوءِ وڌي سگهي ٿي. منهنجا دوست! سچ ٻڌاءِ، تو ڪڏهن مان کي زندگيءَ سان پيار ڪندڙ ڏٺو؟"

ڪارگل وسو ٿي ويو ۽ گنڀير ٿي هن شير مرد ڏي ڏسڻ لڳو. پير صاحب ٽهڪ ڏيئي چيو، "اجا چا ٿو ڏسين، اهي سازشي ڪتا ڪي صبر ڪري نه وهندا، پنهنجا هر قسم جا زور هلائي سمجهدار وائسراءِ جي راءِ کي ضرور رد ڪرائيندا، پوءِ انهي مهل مان جو چهرو ڏسج نه!"

۽ پوءِ... پوءِ آخرڪار ائين ئي ٿيو، جيئن پير صاحب ٿي سمجهيو؛ بادشاهه سلامت پنهنجي "خاص سي. آءِ. ڊين" جي راءِ کي وڌيڪ وزن ڏنو ۽ سنڌ جي سر زمين تان هن مستقل خطري کي دفع ڪرڻ ئي مناسب سمجهيو؛ هن حڪم ڏنو ته پير صاحب کي ڦاسي ڏني وڃي ۽ سندس صاحبزاده اسان وٽ "تربيت" حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليا وڃن.

•

19- مارچ 1943- رات

"دوست! اڄ چو دير ڪري آئين؟" پير صاحب مشڪندي چيو.

پير صاحب جي مشڪ خواه اطمينان ڏسي ڪارگل صاحب حيرانيءَ مان چيو، "پير صاحب! چا، اوهان اڄ آخري رات به شطرنج جي مُوڊ ۾ آهيو؟"

"دوست! زندگيءَ تي ته هوئنئن به ڀروسو ڪونهي" پير صاحب ساڳيءَ اطمينان سان چيو، "مگر اسان جنهن راهه ۾ قدم رکيو، ان راهه جو ڏاج ئي اهو آهي، ته هر رات کي آخري رات سمجهيو وڃي. پوءِ جڏهن اسين ڪلهه رات شطرنج جي مُوڊ ۾ هئاسون، ته اڄ اها موڊ چو ڦٽايون؟"

ڪارگل شطرنج تي ويٺو، اها راند هميشہ جي دستور موجب آڌيءَ رات تائين هلي. ڪارگل کي شڪ هو، تہ پير صاحب طرفان هيءَ سڀ بناوت آهي، پر راند جو رخ انهي گمان جي ترديد ڪري رهيو هو، ڇو تہ پير صاحب تہ بازين تي بازيون پيو کٽيون! موڪلائڻ وقت ڪارگل نهايت سوز پري لهجي ۾ چيو، ”پير صاحب! ڇا هڪ دوست جي آخري التجا پوري نہ ڪندا؟“

”ڇو دوست! بيشڪ ڇو؟“

ڪيسي مان هڪ ڪاغذ ڪڍي ڪارگل چيو، ”هن تي دستخط ڪريو!“

ڪاغذ کي پڙهندي پير صاحب مرڪي چيو، ”اهو واپس رک دوست، اهڙن معافي نامن تي دستخط ڪرڻ وارا ڪڏهن بہ هھڙيون تحريڪون هلائي نٿا سگهن؛ اهڙين واءُ سان وسامندڙ شمعن جي چوگرد اهڙا پروانا ڪڏهن بہ گڏ ٿي نہ سگهندا آهن!“

مگر ڪارگل کي اجا بہ سورهن آنا يقين نٿي آيو. هاڻي هو ظاهر ۾ تہ موڪلائي ويو، پر مخفي طرح واپس اچي پير صاحب جي روئداد ڏسڻ لڳو. هن کي گهٽي قدر گمان هو، تہ پير صاحب کي هن بعد ڪم از ڪم ننڊ ڪانہ ايندي؛ پر پير صاحب تہ ٿوري وقت بعد هميشہ وانگر اطمينان جي ننڊ ۾ محو ٿي ويو ۽ ان بعد دستور موجب 4 بجي اٿيو، غسل ڪري نهايت اطمينان سان تهجد پڙهيائين، ذڪر اذڪار ڪيائين. ايتري ۾ شهادت جا ٽڪيٽ ڏيندڙ بہ آيا، پير صاحب کلندو مشڪندو انهن سان گڏ روانو ٿيو ۽ آخري وقت تائين اها مشڪ قائم رهي.

هاڻي ڪارگل صاحب وڏي نهايت عزت، احترام ۽ رقت سان سلام ڪري چيو، ”محترم دوست! اڄ تنهنجو وطن آزاد آهي، جيڪو وطن هھڙن شيرن کي پيدا ڪري، سو هاڻي گهڻو وقت غلام رهي نہ سگهندو!“

پير صاحب جي شهادت بعد خاص خاص خليفن کي سڏائي سندن آخري ديدار ڪرايو ويو، جنهن مان اصل مقصد اهو هو تہ هنن کي سندس شهادت جي پڪ ٿئي، مگر پير صاحب جو مشڪندڙ، مطمئن ۽ شاداب چهرو ڏسي، سيني کي اهو ئي گمان ٿيڻ لڳو، تہ پير صاحب کي شهيد نہ ڪيو ويو آهي، بلڪ صرف سيون لڳائي بيهوش ڪيو ويو آهي؛ ۽ اهو گمان ڦري يقين جي صورت وٺڻ لڳو، جڏهن سامراجين کين اتي دفن ڪرڻ بدران ڪافي

مفاصلو پري سمنڊ ۾ ڪنهن ٻيٽاريءَ ۾ وڃي دفن ڪيو.

پوءِ ورهين جا ورهيہ اهو ئي خيال قائم رهيو، تہ پير صاحب جن آفريڪا ۾، يا ڪنهن سامونڊي ٻيٽاريءَ ۾ نظربند آهن... ۽ اڄا تائين مريدن متعقدن جي وڏي حصي جي دل تي اهو ئي خيال ڄميل آهي.

هن ڪم ڪان واندي ٿيڻ بعد انگريزن پير صاحب جي ٻن صاحبزادن کي لنڊن ڏي موڪلي ڏنو، جتي ظاهر ۾ تعليم و تربيت جو بهانو بنايو ويو ۽ باطن ۾ نظربندي هئي.

انهيءَ سان گڏ نالي ماتر "مارشل لا" ختم ڪري ان ڪان بہ وڌيڪ طاقت وارو "حر ائڪٽ" لڳايو ويو ۽ فوج سان گڏ "سنڌ پوليس رائفل" (ايس. پي. آر) قائم ڪري، سائن ساڳيون چڪريون برقرار رکيون ويون. سنڌن زمينن تي ٻاهرين ماڻهن کي قبضا ڏنا ويا. سنڌن ٻارڙن کي "حر اسڪول" جي نالي ۾ هڪ اهڙي قيد خاني ۾ بند ڪيو ويو، جتي سائن هر طرح جا ظلم ۽ تعديون ٿينديون هيون.

انهن خونريزن سان گڏوگڏ گرفتارين ڪرڻ ۾ ڪوبہ سنڌو سيڙهو، ڪابہ حدبندي ڪانہ رهي. انگريزي ملٽري ۽ پوليس تمام گهٽو وڌائي ويئي، هنن کي سڄيءَ سنڌ ۾ جتي تي وٽيو، اتي جي ماڻهن کي "حر" ٺهرائي ٿي گرفتار ڪيائون. سائن مقابلا ڪندڙ تہ فقط اهي غازي مرد هئا. جن جا سر هميشہ ترڻيءَ تي رکيل هوندا هئا ۽ اهي مارينڌا بہ هئا. تہ مرندا بہ هئا؛ باقي ٻيا ويچارا ڏورن وانگر تاڻجي پيا ڪئمپن ۽ جيلن ۾ سٽبا هئا ۽ اندازو آهي، تہ انهن گرفتار ٿيلن ۾ 30-40 هزار تہ رڳو عورتون هيون. انهن عورتن ۾ جيئن تہ حقيقي حريائيون ۽ خاص ڪري غازياڻيون تمام ٿوريون هيون، ان ڪري باقي عورتن سان ڪامورا عياشيون ڪندي، لڄون لٽيندي بي انداز وحشيانہ سلوڪ ڪندا هئا. خود هڪ وڏي انگريز آفيسر جي اهڙي ظلم جي خلاف، ان وقت جي هڪ ننڍڙي غازيءَ "محمد رحيم مهر" (موجوده ايڊيٽر الفقراء) هڪ عجيب و غريب احتجاج ڪيو؛ محمد رحيم جو والد محمد فقير مهر ان وقت حرن هٿان بلڪل غلط فهميءَ سان شهيد ڪيل هو، ان ڪري انگريز

وري هن سان همدردي پيا رکندا هئا ۽ هو اچا، هو بہ ڇوڪرو: ان ڪري ڪيس بي ضرر سمجهي هر هنڌ بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي اچڻ وڃڻ بہ ڏيندا هئا؛ سو هڪ رات جو ڇا ٿو ڪري، جو لئمبرڪ ويٺي ڪو ڪاغذن جو ڪم ڪيو، تيز روشنيءَ وارو گولو ٻري رهيو هو، مگر محمد رحيم سندس ميز تي هڪ ننڍڙي ميڻ بتي رکي، تيلي هڻي، ان کي روشن ڪرڻ لڳو. لئمبرڪ ڇرڪ ڀري ڇوڻ لڳو، "هان، هان، ڇوڪرا! هيءَ ڇا ٿو ڪرين؟"

"روشني ٿو ڪريان صاحب، ٻيو ڇا ٿو ڪريان، آخر اونداه لاهڻ لاءِ بہ ڪجھ تہ ڪبو نہ؟"

"مگر هيءَ هيڏو سارو ٻرندڙ گولو تون ڏسين ئي ڪونہ ٿو؟"

"انهي گولي ۾ ڪا روشني هجي ها، تہ جيڪر اوهان ۾ هيڏو انڌير نہ هجي ها، جو خود اوهان جا وڏا انگريز بہ مجبور ۽ مقهور اٻوجھ عورتن سان پيا عيش ڪن!"

لئمبرڪ صاحب ڇرڪ ڀري هن کي ڏٺو، ۽ انگريزي دستور موجب هن کي تہ پاڳل سڏي جيل موڪليو ويو، پر لئمبرڪ پوري ڪوشش ڪرڻ لڳو، جيئن ڪم از ڪم انگريز آفيسر انهن ڪڌن ڪمن کان پري رهن؛ باقي ديسي ڪميٽن کي روڪڻ تہ هن جي طاقت کان بہ ٻاهر هو، جو تہ اهي هو ئي هئا. جن حر ائڪٽ جي آڙ ۾ گرفتارين جي ڌم مچائي ڏني. جيڪو بہ پئسي وارو ٿي ڏٺائون ان کي گرفتاريءَ جو ڊپ ڏيئي ٿي پئسا ڦريائون. پوءِ رڪارڊ جي خانہ پريءَ لاءِ وري انهن اٻوجهن کي ٿي بند ڪيائون، جيڪي ڪجھ بہ ڏيئي نٿي سگهيا. هنن ڪميٽن ديسي ڪتن جيڪي ظلم سنڌ جي عوام سان ڪيا، تن جا داستان تہ اڃا هاڻ ميدان اشاعت ۾ ايندا. منهنجا ڪتاب، ملهار فقير جا ڪتاب، سابق ليفٽيننٽ وليداد خان گولا انداز جا مضمون، حڪيم محمد يعقوب جا مضمون، متفرق اخبارن جا ايڊيٽوريل، سڀ گڏجي بہ اڃا ابتدائي حيثيت رکن ٿا، مفصل داستانن جو دور اڃا ڪجھ وقت گهري ٿو.

هاڻي بددماغ انگريزي آفيسرن طرفان اها مهم چالو ٿيڻ لڳي، ته پير صاحب جي گاديءَ تي سندس خاندان مان کو اهڙو هٿ نوڪيو ڇاڙتو وهارجي، جو هر زنده، خوددار ۽ محب الوطن حر جو خاتمو ڪرائي ڇڏي. انهي لاءِ هنن کي ڇاڙتا تيار به ڪيا، پر انهن کي پاڻ به دپ ٿيڻ لڳو ته خبر ناهي ته حر ڇا ڪن؛ سو ڪين مشورا ڏنائون، ته گادي قائم ڪرڻ کان اڳ جن نظربندن کي اسين ڇڏيون، تن کي ماريو وڃي. انگريزن اها ڳالهه مڃي ڪين جيلن ۽ ڪئمپن ڏي موڪليو، مگر اڃا به حرن جي هيبت مٿن ايڏي ڇانيل هئي، جو ڪليو ڪلايو نه، بلڪ برقعو ڍڪي ايندا هئا. پوءِ جنهن ڏي اشارو ڪندا هئا، سو يا ته ڦاسيءَ چڙهي ويندو هو، يا ڌڙ ٿي ويندو هو. پوءِ هنن اشارن جي آڙ ۾ ڪيترائي اهڙا شخص به مارجي ويا، جن پاڻ تي ڪڏهن حرن جو پاڇو پوڻ به نه ڏنو هو.

هونئن ته انگريز آفيسر اهڙين شڪايتن تي ڌيان ڪونه ڏيندا هئا، پر جڏهن اهڙي هڪڙي برقعه پوش حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ هڪ اهڙي قيديءَ تي به وڃي هٿ رکيو، جو حر تحريڪ کان تمام گهڻو اڳ جو سزا يافته هو، تڏهن هنن برقعه پوشن جي قلعي کلي پيئي ۽ اهو انڌا ڌنڌ قتل عام ته بند ٿيو؛ مگر هاڻي وري آفيسرن سچن حرن جي پرک جا ٻيا رستا ايجاد ڪيا، ڪيري تعلقه ۾ هڪ هنڌ ڪافي شخص قيد ڪري ڪئمپ لڳائي ويئي. هڪ پاڻيءَ جي مٽ تي چل رکي سڀني قيدين کي حڪم ٿيو، ته هن مان پاڻي پيئو. جيئن ته هڪ شخص جي پاڻي پيئڻ بعد اها چل مٽ ۾ ٻوڙي ٻئي شخص تي پاڻي پيتو، ان ڪري گويا مٽ ۾ اوبارو پئي داخل ٿيو ۽ فرق وارا گڙنگ حر هر حالت ۾ غيرن جو اوبارو پيئڻ حرام سمجهندا آهن، ان ڪري انهن اهو پاڻي پيئڻ کان انڪار ڪيو.

آفيسرن طرفان تنبيهه ٿين ته اهو پاڻي پيئو، نه ته ڌڙ ڪيا ويندؤ، مگر جڏهن هنن اُنهن دڙڪن تي ڪوبه ڪن نه ڏنو تڏهن ڪين لائن ڪري بيهاري ويو، ۽ جنهن به مٽ مان پاڻي پيئڻ کان انڪار ڪيو، ان کي ڌڙ ٿي ڪيو ويو، پر تڏهن به بمصداق

**اڳيان اڏين وٽ، پوين سر سنپايا!**

هڪڙا ڌڙ ٿيندا ويا، ته ٻيا انڪار ڪري ڌڙ ٿيڻ لاءِ تيار ٿيندا ويا! آفيسر

حيران ٿي هڪڙي کان پڇيو تہ ”آخر توهين هيءَ آپگهات ڇو ٿا ڪريو؟“ تہ هڪ حر گنڀير ٿي جواب ڏنو. ”جان ڏبي، پر ايمان ڪونہ ڇڏبو!“

پوءِ اهڙيون حالتون ڏسي انهن هٿ ٺوڪين خود ئي جان پياري سمجهي گاديءَ تي وهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

”سو تون نيٺ وري بہ اچي پهتئين!“

ڊاڪٽر جڏهن هڪ سخت زخمي مريض عورت جي ڦٽن سان پريل ڇهرن تان سڀ پٽيون لاهي ورتيون تہ ڇرڪ پري ڇپائين.

”پوءِ ڇا ڪريان ڊاڪٽر صاحب! اوهان تہ اسان کي ڪير ٿر جي ڪوهسارن ۾ آرامگاهون هٿ ڪري ڏنيون، پر اسان سان تہ اها حالت هئي، جو:

**چوڏاري ڇڙا، ٻرن ٻيلاين جا،**
**ستي سنپارن جا، پيم ڪن پڙاءُ،**
**وهڻ مون نہ وڙاءُ، سٽيو جهانءِ، جهڃي هنيون!**

”پوءِ پلا تنهنجو گهوٽ؟“ ڊاڪٽر سول پڇيو.

”ڊاڪٽر صاحب!“ اکين ۾ پاڻي آڻي زينب چيو. ”ڊاڪٽر صاحب! اڄ اهو اهڙو قابو آهي، جو اوهان جي هن آپريشن وقت ڪنهن بہ صورت پهچي ڪونہ سگهندو، پر... پر زينب يڪدم لڙڪ اگهي ٿهڪ ڏيئي چيو. ”پر ڊاڪٽر صاحب! هن اهڙا تہ زبردست ڪارناما ڪيا آهن، جو منهنجو روئڻ تہ سراسر غلط آهي؛ هڪ دفعي سڪن جي رجمنٽ سان لڙائي ڪندي سندن ليفٽيننٽ لانگورٿ کي نہ فقط ٻز ڪري ڇڏيائين، پر پاڻ بہ ڪين هٿ اچي نہ سگهيو. انگريز ڪمانڊر ميجر نارٽن ڪيس چئلينج ڏنو، تہ هن آفيسر جي انتقام طور توکي مان پنهنجي هٿن سان شوٽ ڪندس، تہ هن وري کين چئلينج ڏنو تہ آءٌ توکي هر حالت ۾ شوٽ ڪندس.“

”پلا پوءِ....؟“ ڊاڪٽر حيرت مان پڇيو.

”پوءِ ڊاڪٽر صاحب! هن دلير، هن سنڌ جي سورمي جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪريان! سخت معرڪا ڪندي، اٿاهہ انگريزي فوج ۽ بي شمار ديسي غدارن هٿان، هو اٽڪل ٽيهارو بهترين غازين سميت گرفتار ٿي ويو ۽ سيٽي

ميجر نارٽن وٽ شهدادپور ڪئمپ ۾ اچي پيش ٿيا.

هٿن ۾ هٿڪڙيون.... پيرن ۾ بيڙيون... سخت پهري هيٺ غازي لائين ۾ بيهاريا ويا ۽ ميجر نارٽن ريوالور ڪڍي اچي بيٺو:

"تمر حر هے ؟"

"هان صاحب هے !"

ٺز... رڪيو آهي!

"تمر حر هئے ؟"

"جي صاحب هے !"

ٺز... ٻيو بہ رڪيو آهي!

'اڳيان اڏين وٽ پوين سر سنڀاهيا'

ٺز... ٽيون بہ رڪيو آهي!

'پسي لهس نہ لِڇيا. سڙيا اتي سچ!'

اڃهو چوٿون بہ...!

انهن "هان صاحب" ۽ "ٺز- ٺز" جي آوازن ۾ صاحب بهادر اڳتي وڌندو ويو. جڏهن پهرينءَ لائين جي اڌ تي پهتو تہ اوچتو ٻيءَ مان هڪ قيدي وڌيو. بجليءَ جي ڦڙتيءَ وانگر صاحب جي اردليءَ جي رائفل کسي ڪڍي جو ٺز ڪرائي نارٽن صاحب کي، تہ صاحب بہ رڪيو آهي!

"تمر جِيندُو هے ؟"

"هان صاحب!"

"تمنے اپنا قول پورا کردیا: آفرین!"

ڪئمپ ۾ هلچل مچي ويئي. سپاهين جا انبوهہ گڏ ٿي ويا. نارٽن صاحب مرڪندي جيئندي ڏي هٿ وڌايو، سندس هٿ هٿ ۾ وٺي هڪ هچڪي پري جان ڏنائين ۽ جان ڏيڻ بعد بہ سندس چپن تي مشڪ هئي؛ شايد هن ڪري، تہ هڪ بينظير بهادر هٿان گولي کاڌمر ۽ سندس هٿ ۾ هٿ ڏئي جان ڏني اٿمر! ۽ سچ تہ دلير دشمن ڪن نصيب وارن کي هٿ ايندا آهن!

"۽ پوءِ..." زينب لڙڪن سان گڏ مرڪندي چيو، تہ "باقي رهيلن جي ٺز ٺز تہ بند ٿي ويئي، پر هاڻي سڀ سينٽرل جيل ۾ آهن، ۽ يقيناً کين ڦاسي ايندي! مگر ڊاڪٽر بابا..." زينب بي اختيار سڏڪو پريندي مشڪندي

چيو، ”مون کي جيڪڏهن چڱي ڀلي ڪري پوءِ هن دفعي اهو انعام ڏيارين، جو اُهُ هار سينگار ڪري شاديءَ جا ڪپڙا پائي، گيتن ۽ ڳاچن سان هن مجاهد جو لاش ڪٺي اچان، ته ڪيڏي نه مراد ماڻيان!“

”انشاء الله! رک ڀڳوان تي ٻجهڙي!“

ڊاڪٽر بي اختيار ڪٺي سندس نراڙ تي چمي ڏني!

حيدرآباد سينٽرل جيل جي ڦاسي گهاٽ جي پٺئين طرف کان اڄ بيل گاڏين جو هڪ عجيب و غريب جلوس نڪري رهيو آهي، هنن ڍڳن کي چيرون ۽ گهنگهرا پاتل آهن، سندن سنڱن کي لال رنگ ڏنل آهي، ۽ بيل گاڏين کي به ساڳيو ڳاڙهو رنگ.

هيءَ پهرين گاڏي آهي، انهي ۾ هڪ هار سينگار ۽ عمدن ڪپڙن سان ويٺل 90 ورهين جي پوڙهي راڻي سعدان آهي، جنهن جي گوڏن تي سندس بهادر شهزادي وريام جو مشڪندڙ لاش آهي ۽ پويان ڍولڪن سان ڳيچن واريون، اوهو، هن ٻيءَ گاڏيءَ ۾ ته سچ پچ هڪ پدمڻي ڪنوار ويٺل آهي، جا شاديءَ جا ڪپڙا پائي، سورهن سينگار ڪري سمورا زيور پائي پنهنجي هنج ۾ پنهنجي بهادر گهوٽ جي مرڪندڙ منهن کي اُيو ڪري رکي ويٺي آهي، ڪيس ڏسي سندس ڌرم جج پيءُ ڊاڪٽر ڌرمداس خوشيءَ سان ڀڪي ”زينب زنده باد!“ جو نعرو لڳايو!

۽ باقي گاڏيون به ساڳيءَ صورت ۾ هيون!

14- آگسٽ 1947ع

اڄ مکيءَ جي هڪ کليل ميدان تي هڪ وڏو جلسو منعقد ٿيو آهي، هن جلسي ۾ جيترو تي سگهيو آهي اوترا گهٽي ۾ گهٽ ڪارڪن گهرايا ويا آهن، ايتري قدر، جو سواءِ ڪنهن لاچاري عذر جي ٻيا سڀ وڏا ڪم ڪندڙ يا سندن عيوضي اچي موجود ٿيا آهن.

اجوڪي جلسي کي راز ۾ رکڻ جو ڪو خاص انتظام به ڪيل نه هو، ان ڪري ڪو هيڪڙ ٻيڪڙ سرڪاري جاسوس به شامل ٿي ويو هو.

جيئن تہ اڳوائن مان ڪيترا شهيد ٿي چڪا هئا، ان ڪري اهي سڀ تہ شامل ٿي نہ سگهيا هئا. جي سڀ کان پهرئين بجيٺ اجلاس ۾ شامل ٿيل هئا، پر تڏهن بہ زينب، گامون، سيٺ سڳنو مل، رحيم هنگورو ۽ ٻيا ڪافي اڳواڻ شامل هئا.

انهي بعد سردار تقرير ڪئي:

دوستو! ساٿيو، ڀائرو!

اڄوڪو ڏينهن اسان جي ملڪ جي تاريخ ۾ اهم آهي، جو تقريباً ڏيڍ سئو سالن جي ڪوشش بعد اسان جو ملڪ فرنگين جي غلاميءَ کان آزاد ٿيو آهي ۽ اڄ کان سندس باشندا ڪيس سڌارڻ ۽ ترقي ڏيارڻ جون ڪوششون پنهنجي هٿان ۽ پنهنجي مرضيءَ سان ڪندا ۽ پنهنجو مستقبل پاڻ ناهيندا.

انهي ۾ شڪ ڪونهي تہ اڃا بہ مغربي طاقتن جا چنبا هن ۾ ڪتل آهن، مگر هاڻي انهن جي حيثيت اهڙي آهي، جيئن ڪو ڏند اُلڙي چڪو هجي ۽ ڪيس هر حالت ۾ نڪرڻو هجي؛ پوءِ چاهي ڪيس ڇِڪ ڏيئي، ايذاءَ سهي، ڪجهہ رت وهائي ڪڍجي؛ چاهي هو آهستي آهستي پاڻيهي وچي ٻاهر پوي، پر بهرحال هن جي پاڙ هاڻي پٽجي چڪي آهي.

عزيزو!

آزادي هڪ برسات مثل آهي، جا جڏهن ايندي آهي، تڏهن اگرچ ڪجهہ تڪليفون، هوائون، گوڙون، ڪنوٽيون ۽ گپون چِڪون گڏ ڪٺي ايندي آهي، پر مطلع صاف ٿيڻ بعد هرڪو شخص آباديءَ جي ڪم ۾ محو ٿي ويندو آهي. ڪجهہ وقت بعد سڪل زمين تي فصل جي لهڪار لڳي ويندي آهي ۽ ملڪ ۾ شادابي اچي ويندي آهي.

چالاڪ انگريز، اسان جي ملڪ ڇڏڻ کان اڳ اهڙو ماحول پيدا ڪيو هو، جو هندو مسلم فساد ڪافي تعداد ۾ ٿي رهيا هئا ۽ هاڻي بہ خبر ناهي هن کهڙي بازي ڪيڏي هجي، مگر اسان جو فرض اهو ٿي اِهي تہ پنهنجي ملڪ کي هر طرح جي فسادن کان پري رکي امن قائم ڪريون ۽ سڌاري ۽ واڌاري جون ڪوششون ڪريون.

اسين پنهنجي سيني ساٿين کي پرزور هدايت ٿا ڪريون تہ سنڌ جي هندن جي ٻچي ٻچي جي هر طرح حفاظت ڪريو ۽ ڪنهن بہ طرح سندن وار

ونگو ٿيڻ نہ ڏيو. ڪي تعصبي طاقتون اهي شرارتون ضرور ڪنديون، تہ هنن کي نقصان رسايا وڃن ۽ سندن ملڪيتون ڪسيون وڃن؛ مگر جماعت جي هر فرد لاءِ لازم آهي، تہ هو اهڙين شرارتن کان هندو ڀائرن کي بچائين.

اسان کي هيءَ خطرو بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ ڪي شخص ڪهڙن بہ روپن ۾، بلڪ خود هندن منجهان ئي، اهڙيون تحريڪون اٿاريندا، تہ هندن کي هتان لڏائي پارت موڪليو وڃي. افسوس آهي، جو اسان جي معلومات ايڏي وسيع ناهي، جو اسين يقين سان چئي سگهون، تہ هندن لاءِ هتي رهڻ چڱو ٿيندو يا هندستان وڃڻ؛ ان ڪري اسين نڪي کين وڃڻ لاءِ همٿائينداسون، نڪي وهڻ لاءِ؛ البت اسان اها ڪوشش پوريءَ جانبازيءَ سان ڪنداسون، تہ جيڪي بہ هندو هتان وڃن، سي خير سلامتيءَ سان روانا ٿين ۽ جيڪي ترسن، تن جي حفاظت ڪئي وڃي. اسين "هندو مسئلن" جو ڪاتو هاڻي پنهنجي ساٿيءَ غازي سڳني مل جي حوالي ڪري، ڪيس ڪاميابيءَ سان هلائڻ لاءِ جان توڙ ڪوشش ڪرڻ جي هدايت ڪريون ٿا ۽ سڄيءَ جماعت جي ماڻهن کي پرزور لفظن ۾ حڪم ٿا ڏيون، تہ هو انهي باري ۾ سيٺ سڳني مل سان پورو پورو ساٿ ڏين.

اڄ کان وٺي اسان جي "سانگهڙ سرڪار" مڪمل طور تي سماپت ٿي. سندس جيڪو اثاثو بچيل آهي، اهو اسين ڪنهن نہ ڪنهن طرح سان پنهنجي قومي خزاني ۾ داخل ڪرائي ڇڏينداسون؛ اسين پنهنجي قومي حڪومت جي هرهڪ قانون جي پوريءَ طرح پابندي ڪنداسون. اسين پنهنجي سرڪار جو هرهڪ حڪم، چاهي انهيءَ جي مصلحت اسان جي سمجهہ ۾ پوريءَ طرح نہ اچي، تہ بہ دل و جان سان مڃينداسون. سندس هرڪو محصول، بنا ڪنهن ڪپت ڪرڻ جي ادا ڪنداسون. سندس هرهڪ ڪاموري سان تعاون ڪنداسون، کين وقت بوقت نيڪ مشورا ڏيندا رهنداسون ۽ سندن ٿوريون گهڻيون ڏاڍايون بہ هن اميد تي پيا برداشت ڪنداسون، تہ هاڻي هو "پنهنجا" آهن ۽ پنهنجن کي نيٺ سڌاري سگهبو.

اسين پنهنجي ملڪ جي دوست ملڪن سان دوستي رکنداسون ۽ دشمن سان دشمني؛ چاهي اسان جي اڳواڻن جي بنايل اها دوستيءَ ۽ دشمنيءَ جي پاليسي اسان کي پوريءَ طرح سمجهہ ۾ نہ ايندي هجي؛ پر اسين

انهي مشهور مقولي- "اسان جو وطن- صحيح يا غلط- مگر اسين هر حالت ۾ هن جا وفادار آهيون" تي عمل ڪندا رهنداسون، ۽ پوري ڪوشش ڪندا رهنداسون تہ اهو سربلند رهي...

"جناب صدر!" رحيم هنگوري وچان آواز ڏنو، "مون کي ۽ منهنجي ڪن ساٿين کي اوهان جي تقرير سخت صدمو رسايو آهي، جيستائين اسان تي "حر ايڪٽ" لاڳو آهي ۽ اسان تي پوليس خواه فوج جون مصيبتون ساڳيءَ طرح برقرار آهن، ۽ جيستائين حڪومت اسان جي مرشد جي گادي وري قائم نہ ڪئي آهي، ۽ انهي سان باقاعده ناهہ نہ ڪيو آهي، تيستين تائين اسين نڪي سائس وفادار ٿي سگهون ٿا ۽ نہ خير خواه. اسين اهو هڪ طرفو ناهہ قبول ڪري نٿا سگهون."

سردار جواب ڏنو "اسان جو اڳواڻ ۽ حڪمران هينئر جناب "محمد علي جناح سنڌي" آهي، جنهن کي قوم طرفان "قائد اعظم" جو خطاب مليل آهي. مسٽر جناح اسان لاءِ اڻ واقف نہ آهي، هو جماعت خواه پير صاحب جن جو قانوني مددگار پڻ رهيو آهي ۽ اسان جو دلي خير خواه آهي. اسان کي هن تي مڪمل اعتماد آهي، ۽ اسان کي يقين آهي، تہ هو رفتہ رفتہ اسان جون سڀ مشڪلاتون حل ڪندو. پر ٻيءَ ڪندي بہ پنهنجن سان وڙهبو نہ آهي، بلڪ حجت ۽ صلح سان ئي سڀ ڪجهہ حاصل ڪبو آهي، سامراجين سان وڙهڻ جا طريقا ڪڏهن بہ پنهنجي آزاد مملڪت لاءِ ڪم نہ ايندا آهن.

"مگر اسين ڪنهن بہ حالت ۾ اوهان سان شامل راءِ ٿي نٿا سگهون."

"تڏهن اسين اوهان کي عرض ڪنداسون: تہ مهرباني ڪري اسان جو گروپ ڇڏي وڃو، اڄ کان وٺي اسان جي راهہِ عمل جدا ۽ اوهان جي جدا؛ تجربو ثابت ڪندو تہ ڪير صحيح آهي."

رحيم ۽ سندس ساٿي تپ ڏيئي اٿي ڪڙا ٿيا ۽ هڻ چيو، "چڱو تڏهن الوداع، اميد تہ توهين اسان کي پنهنجين ڪارگذارين ۾ آڏو نہ ايندا."

"رواجي حالتن ۾ نہ، پر جتي بہ پاڪستان جي مفاد جو سوال اٿندو. اتي جيڪڏهن توهان جي اسان سان ٽڪر ٿي، تہ اسين ضرور آڏو ايندا سون. اسان کي هن وقت پنهنجو وطن سڀ کان پيارو آهي، اسان جو نعرو اهو ئي آهي تہ:

قربان توتلن جان و تن، اي دلربا وطن!
آباد ۽ شاداب رهين شل سدا وطن!

"وطن اسان کي بہ پيارو آهي" رحيم چيو، "مگر جمهوريت ۾ "وطن" ۽ "سرڪار" بہ الڳ چيزون آهن. اميد تہ توهين بہ اسان کي "وطن" سان غداري ڪندي نہ ڏسندؤ؛ البت "سرڪار" سان تيستائين ضرور اختلاف ڪندا رهنداسون، جيستائين هن اسان تان سامراجين جو برپا ڪيل ظلمي سرشتو دفع نہ ڪيو آهي."

"روم هڪ ڏينهن ۾ ڪونہ ٺهيو هو، هڪ نئين آزاد ٿيل حڪومت کي ڪئين مشڪل مسئلن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو؛ آهستي آهستي سڀ ڪجھہ نيڪ ٿي ويندو. اسان جو وطن جي محبت ۾ بنا شرط و شروط هٿيار ڦٽا ڪرڻ بہ سيني مشڪل مسئلن کي آسان ڪرڻ لاءِ وڏو مفيد وسيلو ٿيندو."

"خير، اوهين پنهنجيون ڪوششون ڪريو ۽ اسين پنهنجيون؛ وقت پاڻهي اڇا ڪارا پڌرو ڪندو."

"چڱو، ماشاءالله!"

"ماشاءالله!" رحيم ۽ سندس مختصر گروهہ اٿي هليو ويو.

سردار وري سلسہ ڪلام جاري رکيو.

"پنهنجي وطن سان هر طرح وفادار ۽ سندس ڀلي خواهہ رهڻ سان گڏ، اسان جي هر وقت اها ئي ڪوشش رهندي، تہ وطن جي هر شخص کي آهستي آهستي "بنيادي انساني حق" ميسر ڪري ڏنا وڃن، جو تہ اسان خواه دنيا جي سمورن مدبرن جو اهو متفقہ رايو آهي، تہ ڪوبہ شهري پنهنجي وطن جو صحيح طرح سان سڌارو ۽ واڌارو تڏهن ڪري سگهندو، جڏهن هو پنهنجا "بنيادي انساني حق" حاصل ڪري، ابتدائي مشڪلاتن کان نجات حاصل ڪندو، اهي بنيادي حق ٿورڙن لفظن ۾ هيءُ آهن تہ هر انسان کي:

اٽو،
لٽو،
اجهو،
امن،

انصاف،

روزگار،

تعليم،

علاج،

خيالن ظاهر ڪرڻ جي آزادي،

تفريح،

۽ پيريءَ جو آرام

حاصل هجن. جيڪڏهن ڪنهن به انسان کي اهي حق حاصل نه آهن، ته پوءِ هن ۽ ڍور ۾ ڪو خاص فرق ڪونهي؛ مگر اهي حق مهيا ڪري ڏيڻ ڪو چرچو ناهي، ڪو کيل ناهي، خصوصاً اسان جي آزاد ملڪ لاءِ ته اهي نهايت مشڪل آهن. مگر اسان کي به معلوم آهي، ته روم هڪ ڏينهن ۾ ڪونه ٺهيو هو، سو اسان جو ملڪ به، اهي حق هڪدم ڏيئي نه سگهندو، پر اسين اهو صرف چاهيون ٿا، ته هو اول پنهنجي منزل مقصود ته اهائي بنائي؛ پوءِ آهستي آهستي انهي منزل ڏي وک وڌائيندو وڃي.

هاڻي هيءُ پناهه گاهون، هيءُ مرڪز اڄ کان سڀ ختم آهن؛ البت انفرادي طور هر ڪنهن کي پنهنجو خواه ٻين ساٿين جي بچاءُ جو بندوبست تيستائين ضرور رکڻو پوندو، جيستائين ڪ حڪومت اسان تان پابنديون لاهي، اسان جي مرشدن جي گادي وري قائم ڪري.

چڱو الوداع، خدا تعاليٰ شل سڀني جو نگهبان هجي!

"خدا حافظ!"

"پاڪستان زنده باد!"

"سنڌ سدا آباد!"

"ڪل عالم جو خير!"

"انسانيت شاد باد!"

جا نعرا بلند ٿيا.

هيءَ نواب شاهہ اسٽيشن آهي، هتي مهاجرن جي هڪ پريل ٽرين اچي پهتي آهي، جي نهايت بريءَ حالت ۾ آهن. هو بي تحاشا اسٽيشن جي پر ۾ لڳايل ڪئمپ ۾ پهتا. سندن استقبال لاءِ ڪجهہ غير سنڌين سان گڏ تمام گهڻا سنڌي هئا، جن سندن ايڏي تہ مرحبا ۽ خدمت ڪئي، جو هو نهايت مشڪور ٿيا، پر ٻن ڏينهن بعد هڪ پڙهيل مهاجر ڪنهن ڪم سان جو ڪئمپ کان ٻاهر نڪتو تہ دروازي وٽ هڪ بورڊ ڏٺائين:

"حر جماعت کے طرف سے مهاجر پائيون
کو آج اور کل کا کانا کلايا جائيگا"

اهي اکر پڙهڻ شرط هن جون مٿيون مٿي هيٺيون هيٺ، يڪدم ڪجهہ ٻين کي بہ سڏيائين. سيئي پريشان ٿيندا سهڪندا ڊاڪٽر صوفي ۽ ٻين منتظم ڪامورن سان ملي چوڻ لڳا، "صاحب! هيءُ ڪهڙو غضب ٿو ڪيو وڃي؛ اسان کي خوفناڪ حرن جي ماني ٿي کارائي وڃي؟"

ڊاڪٽر صوفي کلي پيو، ۽ چيائين "توهان ڪڏهن حر ڏٺا آهن؟"

"نہ صاحب! خدا رکي پناهہ ۾؛ شل هنن وحشين، لٽيرن، رهزنن ۽ خونين کان ڌڻي بچاءِ!"

ڊاڪٽر ۽ ٻين ڪامورن جا ٽهڪ نڪري ويا. کلندي کلندي هن پڇيو "گذريل ٻہ ڏينهن جيڪي سنڌي پائر اوهان جي خدمت ڪري رهيا آهن، تن بابت ڪهڙو خيال اٿوَ؟"

"اهي؟... اهي تہ صاحب ڪي رحمت جا فرشتا آهن، اسان جا تہ عزيز بہ جيڪر اهڙي خدمت نہ ڪن!"

ڊاڪٽر وري بہ کلندي پڇيو، "۽ ٻہ ڏينهن جيڪا ماني کاڌي اٿوَ، اها ڪهڙي هئي؟"

"اها؟.... اها تہ صاحب ڏاڍي لذيذ ۽ ڏاڍي صحت بخش هئي!"

"اها ماني بہ حرن جي هئي، ۽ اهي خدمتگار بہ حر آهن!"

"ڇا اهي حُر ٿي آهن، جي اسان کي مانيون کارائي خدمت ڪري رهيا آهن؟" مهاجرن حيرانيءَ مان چيو.

"ٻيو نہ تہ!" ڊاڪٽر کلي چيو، "اهو بورڊ تہ ٽيون ڏينهن لڳايو هوسون، اوهان جي نظر اڄ پئي آهي!"

”مگر صاحب!“ مهاجرن چيو، ”اسان تہ هندستاني اخبارن ۾ اهو ئي پيا پڙهندا هئاسون تہ، حر اهڙا تہ ڏاڍا، خوني، رهزن آهن، جو سندن رهزنين کي ختم ڪرڻ لاءِ ئي سلطانہ ڏاڪوءَ وارو ينگ صاحب تو گهرايو ويو!“

”بس، اهي اتوَ حر!“ ڏاڪٽر صاحب گنيير تي چيو، ”رهزن سمجهو يا شريف سمجهو؛ ماني تہ سندن اوهين کائي چڪا!“

”صاحب! هي تہ وڏا نيڪ نمازي ۽ همدرد انسان آهن. هنن سان تہ اسان جي دوستي تان زندگي رهندي!“



## شڪرگذاري ــ اعتذار ــ ۽ عرض

**مصنف شڪرگذار آهي:**

مسٽر محمد ابراهيم جويہ جو، جنهن هن ناول جا ابتدائي باب پڙهي ڪيس خوب همٿايو ۽ نيڪ مشورا ڏنا.

سابق ليفٽيننٽ وليداد خان گولہ انداز جو، جنهن کان ڪافي قيمتي معلومات حاصل ٿي.

عاليجناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو، جنهن پاڻ بہ معلومات ڏني ۽ دوستن کان بہ حاصل ڪري ڏني.

لئمبرڪ صاحب وٽ مين بتي ٻاري، جيل ڪاٽڻ واري خليفي محمد رحيم مهر جو، جنهن ڪيتري نئين معلومات ڏني ۽ هٿ آيل معلومات درست ڪرائي.

سي ڪلاس جيل جي ساٿين: جيجو جرنيل ۽ ٻين فقيرن جو؛ ۽ پڻ موليڏنہ مگريہ، ٻاروچي راڄڙ، لال منگريہ ۽ ٻين ڪيترن جو؛ جي سمگلرن جي روپ ۾ اچي سوڙها ڪيا ويا هئا، ۽ ڪين بہ ورهيہ پٺائي پٺائي نيٺ بي ڏوهي سمجهي ڇڏي ڏنو ويو.

ملهار فقير جو، جنهن قيمتي معلومات وٺڻ لاءِ پنهنجا ڪتاب موڪلي ڏنا،

۽ ٻين ڪيترن ئي يادناياد دوستن جو، جن وڏي معلومات ڏني.

۽ پڻ انهن اڻڳڻين حُر دوستن جو؛ جي وقت بوقت حرن خلاف قسم قسم جون ڳالهيون ڪندا رهندا آهن. انهن مان ئي تہ ڪتاب لکڻ ۾ وڏي مدد ملي؛ ڪوبہ مصنف هٿي پاسا جاڻڻ بنا ڪامياب چيز لکي نٿو سگهي.

۽ انهن شاعرن جو، جن جا شعر مناسب هنڌن تي لکڻ ياد آيا.

۽ آخر ۾ پاڪستان جي عظيم اشاعتي فرم "شيخ غلام علي اينڊ سنز" جي مالڪ محترم شيخ نياز احمد ۽ ڪراچي ريجن جي مئنيجر محترم محمد سعيد خان جو، جن جي تعاون سان مفلوڪ الحاليءَ جي زماني ۾ بہ ايڏو وڏو ناول ڇپجي سگهيس، جنهن جيڏو ڪڏهين خوشحاليءَ ۾ بہ ڇپي نہ سگهيو هوس ـ ۽ شايد سنڌي زبان ۾ ايڏو وڏو اوريجنل تاريخي ناول بہ هيءُ پهريون ئي شايع ٿيو آهي؛ جو ممڪن آهي تہ ٻين ناول نگارن دوستن کي رشڪ ۽ امنگ ڏياري، ڪانئن بہ ايڏا وڏا اوريجنل ناول لکرائي!

مصنف اعتراف ٿو ڪري، تہ هن معلومات ۾ ڪي اوڻايون، ڪي غلط فهميون، ۽ ڪي نالن جون غلطيون هونديون؛ پر انهيءَ سان گڏ ڄاڻو حضرات کي عرض ٿو ڪري، تہ هو مهرباني فرمائي وڌيڪ اهڙي معلومات موڪلين، جيئن هن ڪتاب جي ٻئي ايڊيشن ۾ درستيون ۽ اضافا ڪيا وڃن. اردو ۽ انگريزي ايڊيشن وڌيڪ عمدا ٿي نڪرن.

**ڏيپلائي**



ويڙهاڪ ۽ بي باڪ محمد عثمان ڏيپلائي هڪ سچي سنڌيءَ جي علامت آهي.... سنڌي ادب جو هي دادلو ۽ انوکو قلم ڪار، پنهنجي پٺيان عقيدت مندن جو هيڏو سارو هجوم ۽ بي بها ادبي سرمايو ڇڏي ويندو، سا ڄاڻ شايد پوري طرح ڪيس بہ ڪانہ هئي.... سنڌي سماج کي سجاڳ ڪرڻ جا جتن ڪيائين، ڪنهن تي بہ ڪونہ ٻاڙيائين.... سنڌي ادب ۾ خاص طور ۽ سنڌي معاشري ۾ عام طور اهڙو مثال ڪو ورلي ملندو، جنهن ۾ هڪ سادي سودي ۽ بي سرو سامان ايتري جدوجهد ٻن هٿن ۽ هنيانءَ جي ڏڍ تي ڪئي هجي.... اڄ جيڪڏهن هو Legend آهي ۽ بلند مقام والاريو ويٺو آهي ۽ هند ۽ سنڌ سندس محنتن جي معترف آهي، سو بہ ان ڪري، جو هن اڏول ۽ اٽل انسان هڪ نيڪ مقصد خاطر نہ ڏينهن ڏٺو نہ رات.... نہ انگريز جي پرواهہ، نہ ڪٽر مذهبين جو فڪر، نہ وري پير پرستن، جاهلن جو خوف.... انقلاب جا اڻانگا رستا ائين ٿي هموار ٿيندا آهن..... سنڌ ۾ آيل موجوده سجاڳيءَ جي لهر جي پيڙهہ ڏيپلائيءَ رکي. ون يونٽ کان ويندي ڪالا باغ جي ڇتي مخالفت جي پويان پلي پيا بہ ڪيترائي ذهن ڇو نہ هجن، ڏيپلائيءَ کي نظر انداز هرگز نہ ٿو ڪري سگهجي.

’سانگهڙ‘ صرف ناول ’ئي نہ، سنڌي تهذيب، تمدن ۽ تواريخ جو هڪ اهم باب آهي.... وقت سان گڏوگڏ ان جيءَ اهميت وڌيڪ اجاگر ٿيندي وڃي. ڪهڙو ادبي محقق يا مبصر هن ناول کي سنڌي ڪلاسڪ جو درجو ڏيڻ کان ڪيٻائيندو؟ سچ پچ تہ ”زينت“ کان پوءِ ”سانگهڙ“ ئي سنڌي ناول جي سڃاڻ آهي.... گذريل ٽن پيڙهين کان هن ناول کي وري وري پڙهيو ويو، ساراهيو ويو ۽ ساهہ سان سانڍيو ويو.... سندس اهميت ان مان بہ ظاهر ٿيئي ٿي تہ هن ادبي ڪارنامي بعد ايندڙ قلم ڪارن کي اُتساهيو.... نسيم مجازيءَ جي شيدائين کي پنهنجي ٻوليءَ ڏانهن راغب ڪرڻ ۽ سندن علمي اُڃ اُجهائڻ صرف ڏيپلائيءَ جو ڪمال آهي! هن ڇاپي ۾ ناول کي ٻيهر ايڊٽ ڪري، منجهانئس اڻ لاڳاپيل يا طويل حصا ڪڍي، مختصر ۽ جامع صورت ۾ ڇپايو پيو وڃي، جيڪا سنڌي ادب ۾ هڪ نئين پر تعريف جهڙي روايت جي شروعات چئبي.

**قمر شهباز**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)